# Second World War
# Battle between Socialism and Fascism

# ٻي عالمي جنگ
# سوشلزم ۽ فاشزم ۾ لڙائي



جاويد راڄپر



# SECOND WORLD WAR
# BATTLE BETWEEN SOCIALISM & FASCISM

ٻي عالمي جنگ

# سوشلزم ۽ فاشزم وچ ۾ لڙائي


ليکڪ

جاويد راڄپر



ڪاڇڙي پبليڪيشن حيدرآباد

## ارپنا

ڳاڙهي فوج ۽ سوويت عوام جي نالي
جن فاشسٽ حملي آورن ۽ عالمي
رجعت پرست سامراجين کي
شڪست ڏني
ڪروڙين انسانن کي
آزادي ڏياري

•••

”جنگ جي وقت، سچائي ايتري قيمتي هوندي
آهي جو ان کي هميشه ڪوڙ ۾ ويڙهي پيش ڪيو
ويندو آهي.“
ونسٽن چرچل ۽ ايڊولف هٽلر

•••

## فهرست

# نقشن جي فهرست

# پنهنجي پاران

ٻي عالمي جنگ ۽ خاص ڪري سوويت_جرمن جنگ بابت ڪتابن، اخباري ڪالمن، رپورٽن، وڊيو ڊاڪوميٽرين، فلمن ۽ ڊرامن جي صورت ۾ اڻ ڳڻيو مواد موجود آهي. پر هتي اُهو انگريزي ٻولي ۾ ملي ٿو. اڄڪلهه ٿورا گهڻا اردو ۾ ڪجهه ترجما پڻ ٿيا آهن. پر هن قسم جي موضوع تي سنڌي ٻولي ۾ ڪو ڪتاب منهنجي نظر مان ناهي گذريو. ان کوٽ کي پورو ڪرڻ لاءِ هي ڪوشش ڪئي اٿم.

هن ڪتاب ۾ ٻي عالمي جنگ جي سموري اقتصادي، سياسي ۽ جنگي تاريخ کي بحث هيٺ نه آندو ويو آهي پر فقط جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران ٿيل سياسي، اقتصادي ۽ جنگي واقعن جي اها ترتيب بيان ڪئي وئي آهي جيڪا سوويت يونين تي ٿيل خملي تائين وٺي وڃي ۽ ان کانپوءِ فقط سوويت يونين ۽ نازي جرمني جي وچ ۾ ٿيل جنگ جو داستان بيان ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي. پر ان جا مکيه نقطا فقط ٻه آهن جن جي بنياد تي ڪتاب لکيو ويو آهي (1) پهي عالمي جنگ، دنيا جي سامراجي قوتن پاران جرمني ۽ اٽلي (يعني فاشزم) هٿان سوويت يونين (يعني سوشلزم) کي شڪست ڏيڻ لاءِ ڀڙڪايل جنگ هئي ۽ (2) ٻي مهاڀاري جنگ بنيادي طور نازي جرمني ۽ سوويت يونين وچ ۾ جنگ هئي، جاڪاڻ ته جنگ جي شروعات ۽ پڄاڻي ۾ مکيه ۽ فيصلائتو ڪردار انهن ٻنهي قوتن ادا ڪيو.

بهرحال، جنگ هڪ گهڻ رخو ۽ پيچيده موضوع آهي ۽ اهڙي قسم جي موضوع، خاص ڪري جرمن_سوويت جنگ جو تفصيلي داستان بيان ڪرڻ لاءِ هڪ ڪتاب ناڪافي آهي. تنهنڪري ڪتاب جي گنجائش کي ڏسندي ۽ پڙهندڙن جي دلچسپي کي آڏو رکندي ان ۾ گهڻا انگ اکر ڏيڻ کان پاسو ڪيو ويو آهي جيڪا هن ڪتاب جي خامي به آهي. ٻي خامي هي به آهي ته ڪتاب ۾ گرامر جون پڻ ڪيتريون ئي غلطيون آهن. ڪتاب ٻن حصن تي مشتمل آهي، پهريون حصو خاص ڪري، جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران، ان جي اقتصادي،

سياسي ۽ جنگي پاسن سان لاڳاپيل حقيقتن تي روشني وجهي ٿو. توڙي جو، هر ليکڪ پنهنجن دليلن ۽ ثابتين ذريعي ڪنهن مخصوص نقطہ نگاهہ (حق ۽ ناحق) جي ترديد ۽ تائيد ڪري ٿو. تنهنڪري اهو ليکڪ ڪنهن بہ صورت ۾ غيرجانبدار نہ ٿيندو آهي. پر هتي مون ڪتاب جي پهرين حصي ۾ گهڻو مواد برطانوي، آمريڪي ۽ جرمن ليکڪن، تاريخن نويسن ۽ فوجي جنرلن جو ڏنو آهي ۽ روسي ليکڪن جا حوالا بلڪل گهٽ ڏنا آهن تہ جيئن پڙهندڙ کي ائين نہ لڳي تہ ليکڪ پنهنجي راءِ کي ثابت ڪرڻ لاءِ "جانبداري" جو مظاهرو ڪيو آهي. جڏهن تہ ٻيو حصو، فقط سوويت يونين ۽ جرمني جي جنگ جي داستان تي مشتمل آهي، ان ۾ گهڻو مواد روسي ۽ جرمن ليکڪن جو ڏنو ويو آهي.

جيتوڻيڪ، هن ڪتاب ۾ جنگي حواليءَ سان ٻن اهم پاسن جو ذڪر تمام گهٽ ڪيو آهي. هڪ فوجن جي ترتيب، تنظيم ۽ انهن جا نالا ۽ سندن ڪمانڊرن جو ذڪر، ٻيو هٿيارن جو جنگ ۾ ڪردار ۽ اهميت. ان سان گڏوگڏ ننڍن وڏن محاذن، علائقن ۽ شهرن جا نالا، رخ، پوزيشن جو ذڪر پڻ ٿورو ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ ان قسم جا تفصيل ڏيڻ سان پڙهندڙ جي دلچسپي گهٽجي وڃي ٿي؛ هڪڙي گذارش پڙهندڙن کي بہ ڪندس تہ اهي پاڻ بہ ڪجهہ تڪليف ڪري جنگ جي موضوع ۽ خاص ڪري جنگ جي عملي تاريخ کي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪن ۽ پوءِ وري ٻين کي سمجهائين، تڏهن ئي لاڀ حاصل ٿي سگهندو. سوويت۔جرمن جنگ کي سمجهڻ لاءِ صرف ٻي عالمي جنگ سان لاڳاپيل مواد پڙهڻ ڪافي نہ ٿيندو پر ان سان گڏوگڏ جنگ جي تاريخ (عملي ۽ نظرياتي) کي لازم پڙهڻو پوندو تڏهن وڃي ان موضوع تي مهارت حاصل ڪري سگهجي ٿي. آخر ۾ آءٌ محترم رسول بخش پليجي جو ٿورائتو آهيان جنهن مونکي جنگ جهڙي موضوع تي پڙهڻ، ڳالهائڻ، لکڻ لاءِ ۽ نيٺ ڇپائڻ تائين، منهنجي مسلسل همت افزائي ڪئي. ساڳئي وقت، ٻين دوستن ۽ همدردن جن هن ڪم ۾ منهنجي مالي مدد ڪئي ۽ همت افزائي ڪئي، آءٌ انهن جو بہ ٿورائتو آهيان.

## باب پهريون

# بين الاقوامي رجعت پرستيءَ ۽ فاشزم طرفان سوشلزم تي حملو

انساني تاريخ ۾ ايتري خونريزي، قتلام، دهشت، جنهن ۾ نسلن جا نسل اٿين برباد نہ ٿيا هوندا، جيئن ٻي مهاياري جنگ ۾ محشر پرپا ٿيو. اٽڪل 61 ملڪ ۽ دنيا جي 80 سيڪڙو آبادي، ڇهن سالن تائين سڌي ريت جنگ جي عذابن کي ڀوڳيندي رهي. اهڙي بربريت جنهن لکين انسانن کي قيامت جا منظر ڏيکاريا يعني نہ رڳو يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا پر ائٽلانٽڪ ۽ پئسفڪ سمنڊ کان وٺي آسٽريليا تائين اها باھ وبا جيئن پکڙجي ويئي. انهن جنگي تباهين جو ڪاٿو لڳائڻ ناممڪن آهي. انسانذات ان جي سياسي، سماجي، حياتياتي ۽ اقتصادي منفي اثرن مان اڄ تائين ناهي نڪري سگهي.

پر سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا اهڙي قسم جي جنگ کي روڪي يا ٽاري سگهجي پيو؟ يا ڇا ان وقت ٻي عالمي جنگ لڳڻ ضروري هئي؟ ٻي عالمي جنگ جا اصل ۽ جڙتو مقصد ڪهڙا هئا؟ ڇا جنگ جي باھ هڪ سازش تحت ڀڙڪائي وئي جنهن جا بنياد اڳواٽ ئي پيل هئا؟ ڇا جنگ جائز ۽ منصفاڻي هئي؟ انهن سوالن جي جواب لاءِ هڪ سماجي لقاءِ طور جنگ بابت ٿوس نظرياتي ڄاڻ، ۽ ان جي ڪارڻن جي ڇنڊ ڇاڻ ۽ جنگ جي باھ کي ڀڙڪائيندڙ واقعن جو هڪ معروضي تجزيو ڪرڻو پوندو.

## جنگ ڇا ۽ ڇو؟ سياست جو تسلسل ۽ ذاتي ملڪيت

حقيقت ۾، جنگيون اٽل نہ آهن. ڪو وقت هو تہ ماڻهو جنگين بابت اڻڄاڻ هئا تہ جنگ ڇا ٿيندي آهي! جيتوڻيڪ انساني تاريخ ۾ اهڙو دور بہ ايندو جڏهن جنگين جو مڪمل خاتمو ٿي ويندو. بهرحال، بنيادي طور تي ذاتي ملڪيت ۽ ثانوي توڙي ظاهري طور تي، سياسي، سفارتي، نفسياتي، اخلاقي، مذهبي ۽ نظرياتي معاملن سبب ڪيترين ئي جنگيون يا هٿياربند ٽڪراءُ انساني تاريخ ۾ هزارين سالن کان ٿيندا پيا

اچڻ. دور بدلجڻ سان جنگين جا دائرا ۽ اثر به بدلجندا رهيا آهن ۽ انهي اثر مستقبل جي انسانن تي سدائين ڪان ٿيندا رهيا آهن. جديد سامراج کان اڳ وارن دورن ۾ جنگين جا دائرا ننڍا هوندا هئا، جيتوڻيڪ انهن ۾ وڏيون تباهيون پڻ ٿينديون رهيون آهن. مثال طور: اڄ کان اٽڪل 22 سو سال اڳ، هيني بال فقط هڪڙي لڙائيءَ ۾ رومي شهنشاهيت جا سٺ هزار سپاهي قتل ڪري ڇڏيا هئا. 1618ع کان 1648ع تائين يورپ ۾ مختلف ڌرين ۾ ٽيهه سالا جنگ لڳي جيڪا اصل ۾ (مدي خارج) جاگيرداري ۽ (نئين اسرندڙ) سرمائيداري وچ ۾ ٿيل جنگ هئي.[1] سامراجيت جي دور ۾ جنگين، جو دائرو وڌي ويو ۽ انهن پوري دنيا کي متاثر ڪيو. انسانذات 1914ع کان 1918ع تائين ۽ 1939ع کان 1945ع تائين ٻن عالمي جنگين کي ڀوڳيو. ٻي عالمي جنگ جي خاتمي کانپوءِ آمريڪي صدر روزويلٽ تجويز ورتي ته "(ٻي عالمي) جنگ کي ڇا سڏجي؟" جنهن تي برطانوي وزيراعظم ونسٽن چرچل وراڻيو ته "غيرضروري جنگ" (ڇاڪاڻ ته) اڳ ۾ ڪڏهن ايترو آساني سان ڪنهن جنگ کي روڪي نه سگهجي ها، جيئن هن جنگ کي روڪي سگهجي پيو."[2]

جنگ ڇا آهي؟ انهيءَ حوالي سان مغربي مابعدالطبعياتي نظريدانن جي وصفن ۽ تشريحن کي رد ڪندي جرمني جي جڳ مشهور جنگ جي علم جي ماهر ڪلازوٽ ٻڌايو ته "جنگ مخصوص سماجي رشتن جو اظهار آهي، سياست کان ٻاهر جنگ ناممڪن آهي." سندس مشهور جملو آهي ته War is continuation of politics by other means (جنگ، هٿياربند طريقن سان، سياست جو تسلسل آهي.)[3] پر هتي ڪلازوٽ جي "سياست" مان مراد سموري سماج لاءِ ٿيندڙ جدوجهد جو نالو آهي ڪلازوٽ سياست جي طبقاتي فرق کي نه سمجهي سگهيو. جيئن ته هڪ طبقاتي معاشري ۾ سياست به ٻن قسمن جي ٿئي ٿي، هڪ ڦريندڙ ۽ ٻيءَ ڦرجندڙ جي سياست. مارڪسي لينني وصف جنگ جي ڇڳهارت بابت سائنسي سمجهاڻي ڏئي ٿي ته "نوس تاريخي حالتن ۾، جنگ، هٿياربند طريقن سان، هڪ رياست، يا طبقي، جي پاليسين جو تسلسل آهي."[4] مارڪس لکيو آهي ته "انساني

[1] Thirty Years War, J. V. Polisensky, p, 12
[2] Second World War, Churchill, p, 8
[3] On War, Carl von Clausewitz, (1827) Book, 1, Ch, 1
[4] Marxism on War, Progress Publishers (1972), p, 19

تاريخ طبقاتي جدوجهد جي تاريخ آهي"[5] انهيءَ خيال جي حوالي سان مائو زيتنگ لکيو ته جنگ طبقاتي جدوجهد جي سڀ کان اعليٰ ترين (مٿانهين) صورت آهي: سياست جنگ آهي بغير خونريزي جي، ۽ جنگ خونريزه سياست آهي."[6] لينن 1917ع ۾ لکيو ته جيستائين ذاتي ملڪيت جو وجود آهي تيستائين جنگيون اٽل آهن ۽ ٿينديون رهنديون."[7]

## جنگ: هڪ آزمائش

سماج ۾ مختلف قسم ۽ سطح جا بحران ٿيندا آهن، پر جنگ هڪ وڏي بحران جي اظهار جي صورت آهي. عام تاثر هي آهي ته بحران (شين جي) کوٽ سبب پيدا ٿين ٿا پر ان جي بلڪل ابتڙ، ڪارل مارڪس چيو ته "بحران واڌو پيداوار (گهٽين شين) سبب جنم وٺن ٿا."[8] سرمائيداري جي وڏي پيماني تي مشيني پيداوار سبب شين جا تمام وڏا ڍير ٺاهيا وڃن ٿا پر جيئن ته سرمائيداري جو جيئڻ سنڌس اضافي قدر (Surplus Value) تي ٻڌل آهي جيڪو پورهيت جي اجوري مان ڦٻايل حصي کانسواءِ ٻيو ڪجهه به ڪونهي. هڪ پاسي، سرمايو ڪارخانيدار ڏانهن تيزي سان منتقل ٿيندو ويجي ٿو ته ٻئي پاسي، پورهيت وٽ شيون خريدڻ لاءِ خريد جي قوت گهٽجندي رهي ٿي. جنهنڪري، بحران جنم وٺن ٿا. اهي بحران ئي آهن جيڪي ڪنهن سماجي نظام جي مدي خارج ٿيڻ جي نشاني هجن ٿا ۽ جنگ جهڙو بحران، جيڪو ممڪن آهي ته عارضي طور تي ملتوي ٿئي، ايتريقدر جو واپس به ٿي سگهي ٿو، پر آخرڪار اهو بحران، تيزرفتار واڌاري، تضادن جي نرواز ۽ شديد ٿيڻ، ذريعي هر مدي خارج شي کي ڊاهي پٽ ڪري سگهي ٿو. مارڪس لکيو ته جنگ جي خصوصيت آهي ته "اها هڪ قوم کي (گناهه يا برائي مان نجات ڏيارڻ لاءِ) آزمائش ۾ وجهي ٿي. جهڙي طرح، مميون (پراڻا محفوظ ٿيل انساني ڍانچا) ٻاهرين ماحول ۾ اچڻ سان ترت ڀڄي ڀري پون ٿيون، اهڙي ريت، جنگ انهن سماجي تنظيمن جيڪي پنهنجي قوت حيات کان وڌيڪ جيئرو رهي چڪيون هونديون آهن، (انهن) مٿان (سڀ کان مٿانهون) فيصلو لاڳو ڪري ٿي."[9]
ڪيترائي سياسي سماجي نظام، ملڪ، رياستون ۽ سلطنتون جيڪي

[5] Communist Manifesto, by Karl Marx (1848), p.2
[6] Mao Tze Tung, Military Writings, On Protracted War
[7] Imperialism is Highest Stage of Capitalism, Lenin
[8] Karl Marx, *The Capital,* Volume 3, (1976) p.446) (ICS, 2002, Resolution
[9] Karl Marx, New York Herald Tribune, NO 4, Sep 24, 1855

تمام طاقتور ۽ ناقابل شڪست لڳندا هئا، اهي جنگ جي آزمائشي بحرانن ۾ اڪثر ڪري مڪمل طور ڍهي پٽ پون ٿا. مثال طور پهرين عالمي جنگ جي نتيجي ۾ روسي، آسٽرين هيپسبرگ ۽ ترڪ سلطنتون پورا پورا ٿي ويون ۽ ساڳئي وقت، روس ۾ سوشلسٽ انقلاب برپا ٿيو. وري ٻي مهاڀاري جنگ ۾ جرمني، جاپان، اٽلي ۽ خود برطانيه ۽ فرانس جي ”عظيم“ شهنشاهيتن جا بت ڍهي پيا. ٻئي طرف، ڪيترائي سياسي ۽ سماجي نظام، ملڪ ۽ رياستون جيڪي ظاهري طور تي ڪمزور لڳنديون آهن اهي ڪامياب پڻ ٿين ٿيون. مثال طور: انهن ئي جنگين جي شديد ترين بحرانن، زلزلن ۽ طوفانن ۾ سوويت يونين پنهنجي سوشلسٽ نظام سبب سوويون ماڻهون ۽ سائنسي سوشلزم پنهنجي جناداريءَ ۽ مضبوطي جو ثبوت پڻ ڏنو ۽ چين ۾ سوشلسٽ انقلاب آيو.

## جنرل اينجلس جون اڳڪٿيون

اينجلس ڪي سماجي ۽ طبعي سائنس جي ٻين شعبن ۾ مهارت هجڻ سان گڏوگڏ جنگ جي سائنس ۾ پڻ مهارت حاصل هئي پر هن مهل تائين جنگ بابت سندس لکيل مواد ڪي ڪا منظر صورت نه ڏني وئي آهي. بهرحال، ان حوالي سان مارڪس ۽ اينجلس وچ ۾ ٿيل خط و ڪتابت سميت ٻين ڪيترن مضمونن ۾ اهم مواد شامل آهي، جنهن کي اجان سهيڙڻ جي ضرورت آهي. اينجلس طبعيتن هڪ سپاهي ۽ ويڙهاڪ هو جنهن ڪي پنهنجي ابتدائي جنگي تجربن تي هميشه فخر هوندو هو. اهوئي سبب هو ته سندس جگري دوست ڪارل مارڪس کيس ”جنرل“ جي نالي سان سڏيندو هو. جيتوڻيڪ، 1848ع واري انقلابي جدوجهد مڪمل طور تي ناڪام ٿي پر ان تجربي سائنسي سوشلزم جي باني ڪارن ڪي مستقبل جي بغاوتن جي حڪمت عملي بابت زبردست مواد مهيا ڪيو ۽ ان مان سبق سکيا: مثال طور، درست وقت، مڪمل تياري ۽ صبر وغيره. ڪرائما (روس جو علائقو) واري جنگ جي پڄاڻي تي تبصرو ڪندي اينجلس لکيو ته ”موجوده دور ۾ فوجي قلعن جي اهميت ثانوي ٿي چڪي آهي، قلعا فقط ميدان جنگ تي وڙهندڙ فوجن جي مددگار حيثيت ۾ ڪارائتا آهن.“

جيئن ته اينجلس پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ کان گهڻو وقت اڳ وفات ڪري چڪو هو. نه ڪو پهرين ۽ نه ئي ٻي عالمي جنگ جي ابتدائي صورتحال کان واقف هو. پر اها به حقيقت آهي ته هڪڙو انسان پنهنجي

ڏاهپ، اٿاهه ڄاڻ ۽ گهري ادارڪ سبب نه فقط حال پر مستقبل جي واقعن کي به ڏسي سگهي ٿو. اينجلس پنهنجي ڊگهي مضمون "پوُ ۽ رائن" (Po & Rhine) ۾ 1859ع ۾ لکيو ته "جرمني جي ڏاکڻي سرحدي علائقي جي بچاءَ لاءِ پوُ (Po) ندي جي علائقي جو ڪنٽرول ڪرڻ ضروري ناهي." (يعني ان علائقي تي قبضي ڪرڻ پٺيان جرمني جي حڪمرانن جا اصل مقصد ٻيا آهن.) مطلب ته جنرل اينجلس، اٽڪل آسي سال اڳ، هٽلر ۽ سندس اتحادين جي سامراجي منصوبي جي اصليت کي ظاهر ڪري ڇڏيو هو. ٻي عالمي جنگ جي اهم لڙائي جرمني طرفان فرانس تي ٿيل اچرج ۾ وجهندڙ جنگي حملي بابت جنرل اينجلس، 55 سال اڳ، ڇڻ معجزاتي انداز سان اڳڪٿي ڪري ڇڏي هئي. ان بابت هن لکيو ته "جيتوڻيڪ فرانس جرمني سان لڳندڙ سندس سرحدي پٽيءَ تي انتهائي مضبوط بچاءَ جو بندوبست ڪيو آهي. پر فرانس کي حقيقي خطرو سندس ڪمزور پاڙيسري بيلجين علائقي منجهان آهي." جنرل اينجلس پنهنجي ٻئي مضمون ۾ ڪراهت ۽ بيچان وچان لکيو ته "ڇا رائن لينڊ (جرمني جو علائقو) هڪ اهڙي جنگ ذريعي ذليل ۽ خوار ٿيندو جنهن ۾ جرمني وٽ وسٽولا ۽ ڊنيوب دريائن وٽان روس کي چوٽ ڏيڻ ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه گس نه ٿيندو؟" انهن لفظن تڏهن حقيقي روپ ورتو جڏهن پهرين عالمي جنگ ۾ جرمني هڪ ئي وقت ٻن محاذن (روس ۽ فرانس) وارڙي جنگ ۾ ڦاسي پيو.[10]

جنهن ماٿهو پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ جي تاريخ جو سرسري جائزو ورتو هوندو اهو اينجلس جون هيٺ بيان ڪيل ڳالهيون پڙهي اچرج ۾ ضرور وڃي ويندو ته ايتريون درست ۽ تُز اڳڪٿيون ڪيئن ٿيون ڪري سگهجن! اينجلس 1891ع ۾ پنهنجي دوست ڏانهن لکيل خط ۾ لکي ٿو ته "توٽي جو، روس ۾ ڏڪار آهي پر جنگ جو خطرو وڌندو پيو وڃي. روسي سفارتڪاري جنگ ڪرڻ نٿي چاهي، تنهن هوندي به فوج ۽ روسي سلطنت وڏائڻ (جنهن کي مضبوط صنعتي سرمائيدارن جي حمايت حاصل آهي) وارا هڪ هٿ اڳتي نڪري ويندا ۽ اهڙي ئي قسم جي بيوقوفي ويانا، برلن، يا پئرس مان به ٿيندي ۽ جنگ پڙڪي پوندي."[11]

اينجلس پنهنجي هڪ ٻئي دوست ڏانهن لکيل خط ۾ چوي ٿو ته "روسي

[10] Makers of Modern Strategy, p, 155-171

[11] Marx-Engels Correspondence, Engels to Friedrich Adolph Sorge, Oct 24, 1891

سفارتڪار ايترا بيوقوف ناهن جو سموري يورپ جي سامهون جنگ ڀڙڪائين. ان جي ابتڙ لڳي ٿو تہ فرانس يا نہ ڏريو اتحاد جي ڪا پارٽي ان کي ڀڙڪائڻ جو ڪم ڪندي. روس حملي ڪرڻ ۾ ڪمزور آهي پر دفاعي حوالي سان وٽس مضبوط ماڻهو آهن. ان جي دل ۾ خنجر هڻڻ ناممڪن آهي: فرانس حملي ڪرڻ ۾ مضبوط آهي پر ڪجهہ شڪستن کانپوءِ جوابي حملي لاءِ ڪمزور آهي. جرمني ۽ فرانس جي سرحدن وٽ مضبوط دفاعي مورچا ڦهليل آهن، ۽ هر ڌر تيستائين تازيون پرتپون موڪليندي رهندي جيستائين هڪ ڌر ٿڪجي نٿي پوي يا برطانيہ پاران سرگرم مداخلت نٿي ٿئي، جيڪا آساني سان ناڪابندي ڪري ڪنهن بہ ڌر کي بہ بُک ماري سگهي ٿي ۽ پوءِ انهن مان ڪنهن کي بہ امن ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهي ٿي."[12]

اينجلس پنهنجي ٽئين خط ۾ لکيو تہ "هڪڙي جنگ اسان کي ڪيترا ئي سال پوئتي ڌڪي ڇڏيندي. شاونزم (ڪٽر قومپرستي) هر شيءِ کي ٻهاري ڇڏيندي، (ڇاڪاڻ تہ) اها ان لاءِ وجود جي ويڙهہ هوندي. ڇاڪاڻ تہ جرمني اٽڪل 50 لک فوج ميدان ۾ لاهيندو، يعني سندس آبادي جو ڏهہ سيڪڙو بيا اٽڪل چار کان پنج سيڪڙو، روس شايد گهٽ تعداد ۾ فوجي موڪلي، اٽڪل هڪ ڪروڙ کان ڏيڍ ڪروڙ ويڙهاڪ هوندا. آئون ڏسڻ چاهيندس تہ ايڏي وڏي فوج کي ڪيئن ٿا کارائين. اها ٽيهہ سالا جنگ وانگر هڪڙي بربادي هوندي. تمام وڏين طاقتن جي ويڙهہ باوجود جنگ جو تڪڙو فيصلو نہ ٿي سگهندو. جنگ اينگهائجڻ سبب اندروني اپار اچڻ جا امڪان آهن، جيڪڏهن جنگ، ڪنهن اندروني مسئلن جو شڪار ٿيڻ کانسواءِ توڙ تائين هلندي رهي تہ يورپ اهڙو تجربو ڪندو جيڪو ڪيس ٽڪائي ڇڏيندو. (آخر ۾) آمريڪي صنعت فاتح ٿيندي. هڪڙو پيرو جيڪڏهن گولي هلي تہ پوءِ ان کي روڪي نہ سگهبو."[13] "جنرل" اينجلس طرفان ڪيل تجزيي ۾ اٿاريل ڪجهہ نقطا پهرين عالمي جنگ ۽ ڪجهہ ٻي عالمي جنگ ۾ سچ ثابت ٿيا. "جنرل" اينجلس جون اڳڪٿيون ظاهر ڪن ٿيون تہ ٻي عالمي جنگ جون تياريون پنج، ڇهہ ڏهاڪا اڳ ٿي رهيون هيون ۽ ان جا پيرا انهن ساڳين سامراجي قوتن جي دروازن ڏانهن وڃن ٿا جن ٻي عالمي جنگ ڀڙڪائڻ ۽ ڪرائڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو.

[12] Marx-Engels Correspondence, Engels to August Bebel, 19 Sep, 1891
[13] Marx-Engels Correspondence, Engels to Friedrich Adolph Sorge, 7 jan, 1888

## ٻي عالمي جنگ جا بنيادي ڪارڻ: دنيا کي ٻيهر ورهائڻ ۽ سامراجي بالادستي

جيئن ته ڪنهن به واقعي ۽ حادثي جا ڪي نه ڪي ڪارڻ هوندا آهن، پر ڪجهه ڪارڻ ظاهر ۽ نمايان هوندا آهن جيڪي هر ماڻهو ڏسي ۽ سمجهي سگهندو آهي ۽ ڪجهه اصل ۽ اندروني سبب هوندا آهن. حقيقت ۾ انهن واقعن جا اصل ڪارڻ ۽ انهن جو اصل ڳر سمجهڻ انتهائي ضروري هوندو آهي. تنهنڪري هڪڙا ته اهي واقعا آهن جيڪي ظاهر ظهور ٿيا. مثال طور پولينڊ تي جرمني جو حملو، جنهن واقعي سان ٻي عالمي جنگ جي ابتدا ٿي. هرڪو چوندو ته جرمنيءَ پولينڊ کان ڊينزگ شهر ۽ ڪاريڊور مان لنگهڻ جي اجازت گهري هئي جيڪا پولينڊ وارن نه ڏني تنهنڪري هٽلر حملو ڪيو. پر ڇا سچ پچ هٽلر ڪاريڊور مان لنگهه وٺڻ لاءِ جنگ ڪئي يا اجا ڪي ٻيا سبب هئا؟ مطلب ته ٻي عالمي جنگ ڇو ڪئي وئي؟ ٻي عالمي جنگ ۾ جيئن ته مکيه طور تي ست وڏيون ڌريون هيون، جرمني، سوويت يونين، برطانيه، فرانس، آمريڪا، جاپان ۽ اٽلي وغيره، ۽ انهن مان هرهڪ جي تاريخ نويسن، فوجي جنرلن ۽ حڪمرانن طرفان لکيل داستان مختلف نقطہ نظر پيش ڪن ٿا. ڪن تاريخ نويسن جو چوڻ آهي ته هٽلر جي جارحيت ۽ فاشزم سبب دنيا کي باهه جي اوڙاهه ۾ اڇلايو ويو، ٻيو خيال هي به آهي ته سوويت يونين ۽ جرمني طرفان مختلف علائقن تي قبضا ڪرڻ يا پنهنجي حلقہ اثر کي پکيڙڻ سبب جنگ لڳي، ڪن ڌرين جو چوڻ آهي ته اها جنگ سامراجي قوتن (جرمني، اٽلي ۽ جاپان وغيره) طرفان مختلف علائقن تي قبضي ۽ بالادستي قائم ڪرڻ لاءِ ڪئي وئي، جڏهن ته هڪڙو خيال هي به آهي ته ٻي عالميءِ جنگ جا بنياد پهرين عالمي جنگ وقت ئي وڌا ويا ۽ پهرين عالمي جنگ جو ڇنيل ٻج ئي هو جيڪو وڌي وڻ ٿيو. ان حوالي سان فرانس جي مارشل فوڪ ”امن واري ورسلز ٺاهه“ تي صحيح ڪرڻ وقت چيو هو ته ”هي (ٺاهه) امن لاءِ ناهي، هي ويهن سالن لاءِ جنگ بندي جو اعلان آهي.“[14] ڪي چون ٿا ته اها جنگ ٻن بلاڪن جي وچ ۾ جنگ هئي. هرمن گوئرنگ جي خيال مطابق ٻي عالمي جنگ ”عظيم نسلي جنگ“ هئي.[15] بهرحال، انهن سيني مختلف موقفن سان گڏ هڪڙو

[14] Second World War, Churchill, p, 22
[15] War of the World, by Niall Ferguson, p, XLII




اهم خيال هي به آهي ته ٻي عالمي جنگ دراصل برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس طرفان تيار ڪرايل فاشزم هٿان سوشلزم کي شڪست ڏيڻ (۽ سندن ٻين مخالفن کي ڪمزور ڪرڻ) لاءِ ڪئي وئي هئي.

پهرين عالمي جنگ جي ڪارڻن تي لکندي لينن چيو ته ..... پهرين عالمي جنگ جو بنيادي مقصد دنيا کي ٻيهر ورهائڻ لاءِ ويڙهه ڪرڻ هو، ڇاڪاڻ ته دنيا اڳ ۾ ئي مختلف سامراجي طاقتن جي قبضي هيٺ هئي ۽ نين اڀرندڙ سامراجي قوتن پنهنجي لاءِ خام مال ۽ مارڪيٽ

هٿ ڪرڻ خاطر جنگ شروع ڪئي. سرمائيداري پنهنجي صورت بدلائي سامراج جو روپ اختيار ڪيو آهي. سرمائيداري جنهن جو بنياد مقابلي تي هو جڏهن ته سامراج هڪ ٻئي واري قانون تحت هليو. جنهنڪري، هر هڪ سامراجي قوت پنهنجي بالادستي قائم ڪرڻ لاءِ ٻين سرمائيدار توڙي سامراجي قوتن سان ويڙهه ڪئي.[16]"

لينن جي خيال ڪي بنياد بڻائي جيڪڏهن سگهجي ٿو ته ٻي عالمي جنگ پڻ بنيادي طور تي اڳ ۾ ٿي، مختلف سامراجي قوتن (برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا طرفان) ورهايل ۽ قبضو ٿيل دنيا کي ورهائڻ لاءِ ڪئي وئي. جنهن جا مکيه ڪردار جرمني، اٽلي ۽ جاپان هئا. اهي ٽئي ملڪ ان دور ۾ ايرنڊڙ نئون سرمائيدار ۽ سامراجي قوتون هئا. ٽنهي ملڪن جي آبادي ته چڱي خاصي هئي پر انهن وٽ ايراضي تمام گهٽ ۽ اهم ڳالهه ته انهن ملڪن وٽ پنهنجي تيار ڪيل مال کي وڪري لاءِ مارڪيٽ به نه هئي جاڪاڻ ته ان تي اڳ ۾ ئي برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جهڙن ملڪن جو قبضو ٿيل هو. حقيقت ۾ ٻي عالمي جنگ جي ابتدائي اڳرائي ته جرمني ڪئي، پر ان کان گهڻو اڳ جاپاني سامراج چين تي پنهنجو قبضو ڄمائڻ لاءِ (1931ع) ۾ جنگ جي ابتدا ڪري چڪو هو. انهن ٽنهي ملڪن پنهنجن سامراجي منصوبن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ اڳتي هلي پاڻ ۾ اتحاد به ڪيو. جرمني پنهنجين ناجائز ضرورتن جي پورائي لاءِ ۽ عالمي بالادستي ۽ طاقت بڻجڻ لاءِ سوويت يونين جهڙي وسيع ايراضي رکندڙ ملڪ تي قبضي ڪرڻ جو خواهشمند هو، جڏهن ته جاپان عالمي قوت بڻجڻ لاءِ چين تي قبضو ڄمائڻ جا خواب ڏسي رهيو هو، ۽ ٽئين طرف اٽلي کي آفريڪا تي قبضي ڪرڻ جي خواهش هئي. ٽنهي ڌرين جو خيال هو ته سوويت يونين، چين ۽ آفريڪا جهڙن علائقن تي مڪمل قابض ٿيڻ کانپوءِ اسين دنيا جي ٻين گهڻن ملڪن کي گرفت ۾ آڻي وٺنداسين ۽ پوءِ ٻين سامراجي قوتن سان به مهاڏو اٽڪائي سگهنداسين. جڏهن ته برطانيه ۽ فرانس جهڙن سامراجي ملڪن وري پنهنجي بالادستي کي قائم دائم رکڻ ۽ ٽئين ايرنڊڙ سامراج دشمن قوت (يعني سوويت يونين ۽ ٽئين ايرنڊڙ ڪميونسٽ چين) کي شڪست ڏيڻ لاءِ جرمني (خاص ڪري) ۽ جاپان ۽ اٽلي کي تيار ڪيو.

جيڪڏهن ٻي عالمي جنگ جو سرسري طور يا مختصر جائزو وٺي

---

[16] Imperialism is Highest Stage of Capitalism, Lenin

ڏسجي ته ٻه خبر پئجي ويندي ته جنگ جي ظاهري طور تي ابتدا ڪنهن ڪئي ۽ اُن ڪهڙيون تباهيون ڪيون. پر اها جنگ ڪنهن ڪرائي؟ ان ڏر جا اصل مقصد ڪهڙا هئا؟ ۽ جنگ ڇو ڪئي وئي؟ ۽ ان جون پاڙون ڪٿي دنگ ڪن ٿيون؟ اهڙن سوالن جا جواب سرسري جائزي وٺڻ سان نه ملندا. ڇاڪاڻ ته جنگ ته هڪڙو ظاهر ظهور سماجي لقاءُ آهي پر ان جي تياري جي ڪهاڻي ۾ انتهائي رازداري ڪان ڪم ورتو ويندو آهي. انهيءَ حوالي سان لينن چيو هو ته "اسان کي گهرجي ته حقيقي صورتحال بابت عوام کي آگاهه ڪريون ۽ انهن کي ڏيکاريون ته جنگ جا پچا انتهائي رازداري ۾ پيدا ڪيا وڃن ٿا."[17]

## ست ڪروڙ انسانن جو قتل ڪيس: ڏوهاري ڪير؟

ٻي عالمي جنگ ۾ ٿيل جاني ۽ مالي نقصان جو جائزو وٺبو ته معلوم ٿيندو ته جنرل اينجلس جو خيال سوءِ سيڪڙو سچ ثابت ٿيو. جنهن ۾ هن چيو هو ته جيڪڏهن (جديد ملڪن ۾) جنگ گهٽو عرصو هلي ته اُها "يورپ کنڊ کي ٽڪائي تباهه ڪري ڇڏيندي."

ٻي عالمي جنگ، جيڪا 1 سيپٽمبر 1939ع تي شروع ٿي ۽ 8 مئي 1945ع تي (يورپي محاذ واري جنگ) پڇاڙي تي پهتي، جڏهن ته اوير ايشيا واري علائقي (Zone) ۾ 9 آگسٽ 1945ع تي ختم ٿي. پر انهن ڪجهه سالن جي عرصي ۾ ٻي عالمي جنگ دوران ڪنهن ملڪ کي ڪيترو مالي ۽ جاني نقصان ٿيو؟ ان جو اندازو جنگ ۾ ٿيل فقط جاني نقصان جي انگن اکرن (هيٺ ڏنل ٽيبل) مان لڳائي سگهجي ٿو.

| مکيه ملڪ | جاني نقصان جو تعداد (اندازو) |
|---|---|
| سوويت يونين | 2 ڪروڙ، 39 لک، 54 هزار |
| چين | 2 ڪروڙ |
| جرمني | 83 لک، 93 هزار |
| فرانس | 56 لک |
| اٽلي | 45 لک، 4 هزار |
| برطانيه | 44 لک، 9 هزار |
| آمريڪا | 41 لک |
| جاپان | 27 لک |
| | 7 ڪروڙ، 36 لک، 60 هزار (ڪل) |

[17] V. I. Lenin, CW, Vol. 33, p. 447.

جڏهن ته، ٻي عالمي جنگ ۾ ٿيل مالي نقصان جو اندازو فقط سوويت يونين جي ٿيل بربادي مان ئي لڳائي سگهجي ٿو. هڪ اندازي موجب سوويت يونين کي اٽڪل 679 بلين ربل (روسي ڪرنسي) جي ملڪيت جو نقصان پهتو. هڪ هزار 710 شهر ۽ ستر هزار ڳوٺ برباد ٿيا ۽ 40 هزار ميل ريل جو رستو پڻ تباهه ٿيو. 10 جون 1963 تي واشنگٽن ۾ آمريڪي صدر جان ايف ڪينيڊي چيو ته "جنگ جي تاريخ ۾ ڪنهن به قوم ايتريون تڪليفون نه ڀوڳيون هونديون جيتريون مصيبتون، ٻي عالمي جنگ ۾ سوويت يونين ڀوڳيون." هن وڌيڪ چيو ته "گهٽ ۾ گهٽ ٻه ڪروڙ انسانن پنهنجيون حياتيون وڃايون. اڻ ڳڻيا گهر ۽ فارم ساڙيا ۽ تباهه ڪيا ويا. ملڪ جو ٽيون حصو، ان جي ٻه ڀاڱي ٽي صنعتي علائقن سميت، برباد ڪيو ويو."[18]




جيئن ته ٻي عالمي جنگ ۾ ڪيترائي ملڪ شامل هئا جن سڌي ريت جنگ جا عذاب ڀوڳيا جهڙوڪ، پولينڊ، فن لينڊ، ڊينمارڪ، هنگري،

[18] Russia at War, p, 13

يونان، هالينڊ، فلپائين، آفريڪا ۽ انڊيا وغيره. پر مکيہ طور تي ٻہ ڌريون هيون، هڪ طرف، اتحادي (سوويت يونين، برطانيہ، آمريڪا ۽ فرانس) هئا ۽ ٻئي طرف (Axis) جنهن ۾ جرمني، اٽلي ۽ جاپان شامل هئا. جيتوڻيڪ، ان جنگ ۾ جرمني، اٽلي ۽ جاپان کي شڪست ملي ۽ سوويت يونين، آمريڪا، برطانيہ ۽ فرانس جي فوجن ڪاميابي ماڻي پر جيڪڏهن جنگ ۾ تيل فقط فوجي جانين جي نقصان جو جائزو وٺجي تہ ان فتح جي سڀ کان ڳري قيمت بہ سوويت يونين ۽ چين ادا ڪئي ۽ گهٽ ۾ گهٽ قيمت آمريڪا، برطانيہ ۽ فرانس ادا ڪئي.

ٻي عالمي جنگ ڪانپوءِ، انساني نسلن جي پورهيي ۽ ڏاهپ سان حاصل ڪيل ميون ۽ انمول خزانن جا فقط نالا ئي بچيا. يورپ، ايشيا ۽ آفريڪا جي عوام ڀيانڪ عذاب ڀوڳيا. مٿي ڏنل انگ اکر ثابت ڪن ٿا تہ گهٽ ۾ گهٽ جاني توڙي مالي نقصان سوويت يونين ۽ چين جو ٿيو. جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو تہ جنگ ڪرائيندڙن ۽ ڪندڙن جو اصل هدف ڪير هو. ان جبري ويڙهہ جي وڏي قيمت سوويت يونين ۽ چين ادا ڪئي ۽ وڏي ڳالهہ تہ فاشسٽ درندن کي شڪست ڏيڻ لاءِ اهترو بار کنيو.



شهر جي تباهي جو نظارو



شهر جي تباهيءَ جا منظر

پر سوال ٿو پيدا ٿئي ته جنگ ۾ ست ڪروڙ انسانن ڪي قتل، ڪروڙين انسانن ڪي زخمي ۽ لولو لنگڙو ۽ ڪروڙين انسانن ڪي بي گهر ڪرائيندڙن ۽ ڪندڙن، ڪروڙين عورتن ڪي بيواهه بنائيندڙن ۽ سندن عزتون لٽيندڙن ۽ لٽائيندڙن سميت ڪروڙين معصوم ٻارڙن ڪي يتيم ڪرائيندڙن ۽ ڪندڙن ڪي سزائون مليون يا نه؟ ان سموري تباهي جا مکيه مجرم ڪير هئا؟ ڪروڙين انسانن جي قتل جو ڪيس ڪنهن تي داخل ٿيو؟ جنگ جي پڄاڻي کانپوءِ عالمي عدالت (نرمبرگ) ۾ جرمني ۽ سندس اتحادين خلاف ڪيس هلايو ويو ۽ انهن کي مجرم ٺهرائيندي ڪين سزائون ڏنيون ويون. پر ان ۾ اچرج جي ڳالهه ناهي ته، 65 سال گذرڻ باوجود، اڄ به ماڻهو حقيقت ڄاڻڻ چاهين ٿا ته اها جنگ ڪيئن لڳي؟ ڇا فقط جرمني ۽ سندس اتحادي ان سموري قتلام جا جوابدار هئا؟ ڇا جنگ ڀڙڪائيندڙ ٻريون ڏوهه کان آجيون آهن؟ ڇا اهي سامراجي قوتون جن اهڙي وحشانت ۽ بربريت لاءِ هٽلر ۽ نازي فوج کي تيار ڪيو ۽ ٻچ ڪرائي اهي ڪنهن سزا

جون حقدار آهن؟ جيڪڏهن ها تہ پوءِ اهي ڪير آهن ۽ انهن کي سزا ڪير ڏيندو؟ جنگ جا بنيادي ۽ منڪيہ سبب ۽ مقصد ڪهڙا هئا؟ ڇا اهي حاصل ٿيا يا نہ؟ اچو تہ انهن سوالن ۽ معاملن جي حقيقت جي جاچ ڪريون.
جيئن تہ جديد دور جي ڪنهن بہ ننڍي وڏي جنگ ۾ لکين انسان سڌي ۽ اڻسڌي طرح حصو وٺن ٿا. جڏهن تہ ٻي عالمي جنگ ۾ ڪروڙين انسانن حصو ورتو. تہ پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا اهو ممڪن آهي تہ جنگ ۾ ڪروڙين ماڻهو سڌي ريت شرڪت ڪن ۽ ان باوجود اڪثريت کي جنگ جي اصل مقصدن جي خبر نہ پئجي سگهي؟ ڇا اهڙا مقصد راز رهي سگهن ٿا؟ شايد ٻي عالمي جنگ جا ڪي بہ راز نہ هجن ها جيڪڏهن ٻي عالمي جنگ، شروع ڪان، آزادي لاءِ وڙهي وڃي ها. ان حوالي سان لينن لکيو هو تہ "جنگيون ٻن قسمن جون ٿينديون آهن، هڪڙيون، جائز ترقي پسند ۽ آزادي لاءِ ۽ ٻيون ناجائز، جارح ۽ رجعت پرست جنگيون ٿينديون آهن. هڪڙيون جنگيون طبقاتي ظلم کي ختم ڪرڻ لاءِ ۽ ٻيون ان ظلم کي قائم دائم رکڻ لاءِ ڪيون وينديون آهن."[19] ساڳئي وقت، جنگ پنهي پاسي ناجائز بہ ٿي سگهي ٿي جيڪڏهن ٻنهي ڌرين جا مقصد ناجائز هجن. جڏهن تہ آزادي لاءِ وڙهندڙ ڌريون پنهنجن مقصدن کي عوام کان نہ لڪائينديون آهن ڇاڪاڻ تہ اهي پنهنجين ڪاميابين تي فخر ڪنديون آهن ۽ ان کي لڪائينديون ناهن. پر اهي تہ آزادي پسند ڌريون هجن ٿيون جيڪي پنهنجا مقصد واضع ۽ چٽا رکن ٿيون. جيئن تہ هن جديد دور ۾ جارحيت، غلامي ۽ قبضي لاءِ ٿيندڙ جنگ ۾ عوام شريڪ ٿيڻ پسند نہ ڪندو ۽ وسيع طور تي عوام جي حمايت ۽ مدد ڪانسواءِ ڪابہ جنگ نٿي ڪري سگهجي. تنهنڪري، جائز مفادن لاءِ وڙهندڙ ڌر جي ابتڙ، ناجائز مفادن لاءِ ٿيندڙ جنگ ۾ حڪمران ٽولا عوام کي بيوقوف بڻائڻ لاءِ رازداريءَ ۽ دوکي کان ڪم وٺندا آهن. ناجائز جنگيون هميشہ ڪوڙ، ٺڳيءَ ۽ پرڪائڻ ذريعي ڪيون ويون آهن. جيئن تہ جنگ پاليسي جو تسلسل آهي تنهنڪري اهي ماڻهو جن سامراجي پاليسي جي پوئيواري ڪئي، انهن، خاص ڪري جنگ جي تياري واري مرحلي ۾، گجهہ گوهہ ۾ عمل ڪرڻ جي چونڊ ڪئي. جيڪي حڪمران عوام دشمن ارادا رکن ٿا اهي ان کي لڪائڻ لاءِ رازدار سفارتڪاري کان ڪم وٺندا آهن.

---

[19] V. I. Lenin, Collected Works, Vol. 29, p. 343

تنهنڪري، اچو تہ پيرا کڻون تہ انهن ناجائز مقصدن کي ڪهڙي ريت رازداري سان سرانجام ڏيڻ جي سازش ڪئي وئي؟

## مارڪس جي وطن ۾ فاشزم ۽ هٽلر!!

ٻي عالمي جنگ جي باقائده ابتدا 1 سيپٽمبر 1939 تي ٿي، جڏهن هٽلري فوجن پولينڊ تي حملو ڪيو. جيئن تہ هٽلر ۽ نازي فوج انهيءَ ساڳئي جرمني جي هئي، جنهن جرمني 1818ع ۾ ڪارل مارڪس جهڙي عظيم پورهيت انقلابي اڳواڻ کي جنم ڏنو، جيڪو 1883 تائين جرمني ۾ پورهيت انقلاب لاءِ جاکوڙ ڪندي وفات ڪري ويو، جنهن پهريون ڀيرو سائنسي سوشلزم جي ڳالهہ ڪئي ۽ ان مقصد لاءِ هن پهرين انٽرنيشنل (مزدورن جي بين الاقوامي تنظيم) جو بنياد رکيو. ان وقت، جرمني اهو ملڪ هو جيڪو يورپ جو ثقافتي مرڪز سمجهيو ويندو هو، جتي سائنس، فلسفي ۽ سياست جي ميدانن ۾ انقلابي تبديلين جنم ورتو. ڪارل مارڪس، 1848ع ڌاري، "ڪميونسٽ پٽرنامي" ۾ لکيو تہ "يورپ مٿان هڪ ڀوت لامارا ڏئي رهيو آهي، (يعني) ڪميونزم جو ڀوت."[20] سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اهڙي ملڪ ۾ هٽلر جهڙو فاشسٽ ۽ نازي ازم جهڙو انسان دشمن فڪر ڪيئن وجود ۾ آيو؟ مارڪس جي ملڪ ۾ سائنسي سوشلزم جا ويري ڪيئن پيدا ٿيا؟ پر نہ، شايد سوال ئي غلط آهي. درست سوال هئين ٿيندو تہ "مارڪس جي ملڪ ۾ سائنسي سوشلزم جا ويري ڪيئن پيدا ڪيا ويا ۽ ڪنهن ڪيا؟ ڇو تہ انهيءَ سوال جي جواب ۾، مارڪس ساڳئي ڪميونسٽ پٽرنامي جي شروعاتي ٻي سٽ ۾ هئين لکيو تہ "پراڻي يورپ جون سمورِيون طاقتون، پوپ ۽ زار، ميٽرنچ ۽ گزوٽ، فرانسيسي انقلابي ۽ جرمني جي پوليس جا جاسوس، هڪ مقدس اتحاد ناهي، ان ڀوت (ڪميونزم) کي ڪيڏڻ لاءِ ٽوٽا ٽِيٽا ڪري رهيا آهن."

هٽلر ۽ نازي فوج جي اڀرڻ جي ڳجهارت کي سمجهڻ لاءِ يورپي ڪنڌجي ويجهڙائي واري تاريخ جو جائزو وٺڻ ضروري آهي. 1848 ۾ فرانس ۾ آيل انقلاب يورپ جي هر تخت ۽ تاج جي هينئان ٻر واڱر ڌماڪو ڪيو. فيبروري ۽ مارچ ۾ پورهيتن ۽ عوام جا ميڙ فوج ۽ پوليس جي حملن کي شڪست ڏئي سرڪاري عمارتن ۽ محلن ۾ گهڙي آيا. ويانا، ملن،

[20] Communist Manisfesto, Karl Marx, 1848

وينس، پراگ، برلن ۽ ٻين صنعتي شهرن سميت جرمني جي هر پرنسپلٽي جي گادي واري شهر ۾ ڪامياب بغاوتون ٿيون ۽ اهو سلسلو وري جون جي مهيني تائين پئرس ۾ هلندو رهيو. بعد ۾ يورپ جي پادرين، سرمائيدارن ۽ بادشاهن گڏجي انهن بغاوتن کي ڪچلي ڇڏيو.[21]

1848ع جي انقلابي تحريڪ کان 45 سال پوءِ، 1893 ۾ اينجلس (انهيءَ ڪميونسٽ پڌرنامي جي اٽلي واري ڇاپي جي مهاڳ ۾) لکيو ته "ڪير به چئي سگهي ٿو ته ملن ۽ برلن (شهر) ۾ آيل انقلاب واري ڏينهن، 18 مارچ، 1848، تي ڪميونسٽ پڌرنامو ڇپيو. ان انقلاب اٽلي ۽ جرمني کي آزادي ڏياري، 1848 کان 1871 تائين، انهن ٻنهي وڏين قومن جي ٻيهر تعمير ٿي، جيئن اڪثر ڪري مارڪس چوندو هو، انهن ماڻهن جن 1848 واري انقلاب کي دٻائي ڇڏيو؛ تنهن هوندي به، انهن خود پاڻ ان وصيعت تي عمل ڪرايو." "هر هنڌ 1848ع جي انقلاب لاءِ پورهيتن ڪم ڪيو، وري پئرس جي پورهيتين (1871ع ۾) حڪومت جو تختو اونڌو ڪندي سرمائيداري راڄ کي ختم ڪرڻ چاهيو. پر اڃا ملڪ جون نه اقتصادي حالتون، ۽ نه ئي فرانسيسي پورهيتن جي سمجهه ان ڏاڪي تي پهتي هئي جيڪا ٻيهر سماجي تعمير کي ممڪن بڻائي ها. توڙ ۾، ان انقلاب جو ميوو سرمائيدار طبقي کاڌو. اٽلي، جرمني ۽ آسٽريا جي پورهيتن، منڍ کان ئي، ڪجهه نه ڪيو پر سرمائيدارن کي اقتدار ۾ آندو. پر تنهن هوندي به، ان انقلاب ڪين قومن وانگر وحدت ۽ خودمختياري ڏياري جيڪا ان وقت تائين وٽن نه هئي. جيڪڏهن 1848 جو انقلاب سوشلسٽ نه هو، تڏهن به انهن قومن لاءِ رستو هموار ڪيو. هر هڪ قوم کي سنڌس وحدت ۽ خودمختياري ملڻ کانسواءِ، پورهيتن جي پرامن بين الاقوامي اتحاد يا انهن قومن طرفان گڏيل مقصد ڏانهن پرامن ۽ سمجهه پريو تعاون حاصل ڪرڻ ناممڪن ٿيندو. 1848 ۾ ٿيل لڙائيون فضول نه هيون. نه ئي، ان کانپوءِ گذريل 54 سالن اسانکي گذريل انقلابي دور کان الڳ ڪيو آهي. پر ان جا ميوا پچي رهيا آهن."

اينجلس وڌيڪ لکيو ته "اڄ (1890) جڏهن آءُ هي سٽون لکي رهيو آهيان، يورپي ۽ آمريڪي پورهيت پنهنجين ويڙهاڪ قوتن تي ٻيهر نظرثاني ڪري رهيا آهن، پهريون ڀيرو متحرڪ ٿيا آهن، هڪ جهنڊي هيٺ، هڪ

---

21 A People's History of the World, by Chris Harman, (2005), p, 335-40

ٿي ترت مقصد (اڻ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ جو معيار طئي ڪرڻ) لاءِ هڪ فوج وانگر متحرڪ ٿيا آهن. اڄ جيڪڏهن مارڪس منهنجي پر ۾ هجي ها ته پنهنجي اکين سان اهو سڀ ڪجهه ڏسي ها."[22]

پر ڪارل مارڪس ڪانپوءِ اينجلس به پورهيت انقلاب جي تڪميل واري خواب کي ساڀيان ٿيندي نه ڏسي سگهيو. ڇاڪاڻ ته سندن دور جا سرمائيدار ۽ جاگيردار، پنڊت ۽ پادري، جنرل ۽ ظالم حڪمران گڏجي (فرانس، جرمني ۽ ٻين يورپي ملڪن جي) پورهيتن جي جدوجهد کي ناڪام بڻائيندا رهيا. نيٺ ان انسان دوست، پورهيت دوست ۽ نئين دنيا اڏڻ واري خواب کي روس جي ڌرتيءَ تي جنم ورندڙ لينن عمل ۾ آڻي ڏيکاريو.

پهرين عالمي جنگ، جيڪا 1914ع ۾ شروع ٿي، اها ويڙهه اڃا جاري هئي ته آڪٽوبر 1917 دوران سوويت يونين ۾ سوشلسٽ انقلاب آيو، سوويت يونين ان وقت به جرمني سان جنگ ڪري رهيو هو. نيٺ، سوويت يونين، جنگ ۾ هارائڻ ڪانپوءِ، 3 مارچ 1918 بريسٽ لٽوسڪ وٽ جرمني سان ناهه ڪيو جنهن ۾ سوويت يونين کي پنهنجي ڪل آبادي مان 32 سيڪڙو آبادي، ريلوي جي نظام جو ٽيون حصو، 73 سيڪڙو لوهه، 89 سيڪڙو تيل جي پيداوار، 5 هزار ڪارخانه ۽ صنعتي ادارن وارو علائقو (جيڪو گڏيل آسٽريا، هنگري ۽ ترڪي جي برابر هو) جرمني جي حوالي ڪيو. جديد دور جي تاريخ ۾ اهڙي تذليل جو مثال شايد ئي ڪٿي ملندو.

جيتوڻيڪ، 1917ع دوران جرمني ۾ سوشلسٽ انقلاب لاءِ حالتون وڌيڪ سازگار هيون ۽ اهو ئي سبب هو ته اڪثر روسي ڪامريڊن جو پڻ، ان وقت، خيال هو ته پهريائين جرمني ۾ انقلاب اچي ڇاڪاڻ ته ڪارل مارڪس پڻ ائين چيو هو ته سوشلسٽ انقلاب جرمني، فرانس ۽ برطانيه جهڙن ملڪن ۾ ايندو. تنهنڪري سوويت يونين جي انقلاب کي پڇڙي پاڻ جرمني جي انقلاب لاءِ ڪوششون ڪريون.

پهرين عالمي جنگ دوران جڏهن يورپ جا اڪثر مارڪسوادي ان سامراجي جنگ کي "پنهنجن وطنن جي دفاع" جي جنگ سڏي ان جي حمايت ڪري رهيا هئا. تڏهن انهن "انقلابين" جي ابتڙ لينن (جيڪو ان ملڪ روس جو رهواسي هو جيڪو جنگ ۾ شريڪ هو) پهرين عالمي جنگ کي "سامراجين جي جنگ" سڏيو ۽ ايتريقدر، هن اعلان ڪيو

[22] Communist Manifesto, Preface by Engels, 1 May, 1890, London

ته ”روسي حڪمران سامراجي جنگ ڪري رهيا آهن ته جيئن ملڪ اندر وڌندڙ بيچيني کان ڌيان هٽائين ۽ وڌندڙ انقلابي تحريڪ کي ڪچلي سگهن. 1871 جي پئرس ڪميون ۽ 1905 واري روسي انقلابن کان پوءِ سرمائيدار ”پورهيت انقلابن“ کان ڊنل آهن. تنهن ڪري سوشلسٽن کي گهرجي ته ”اقتصادي ۽ سياسي بحرانن“ جو فائدو وٺندي ”سرمائيداري جي خاتمي“ لاءِ (يعني عوام جي ڪاوڙ ۽ حڪومتي نااهلي جو فائدو وٺي) سوشلسٽ انقلاب آڻين. ان ڪم جو درست اظهار فقط هن نعري سان ٿيندو ”سامراجي جنگ کي خانه جنگي ۾ بدلائي، جنگ دوران طبقاتي جدوجهد هلائي وڃي.“[23]

بهرحال، سوويت يونين جي فيبروري ۽ آڪٽوبر انقلابن جو اثر يورپ جي ٻين ملڪن ۾ باهه وانگر پکڙجي ويو، جاڪاڻ ته ڪروڙين انسان سامراجي جنگ جو ڪاج بڻجي رهيا هئا. اٽلي ۾ اٽڪل چار لک فوجي ويڙهه جو ميدان ڇڏي هليا ويا، فرانس جي فوج ۾ بغاوت ٿي ۽ برطانيه جي حڪمرانن ۾ پڻ بيچيني محسوس ڪئي وئي. 8 نومبر 1918 تي جرمني ۾ ڪيل (Kiel) وٽ فوجين بغاوت ڪئي ۽ برلن شهر کي انقلاب ٻهاري ڇڏيو، 9 نومبر تي قيصر (جرمني جي بادشاهه) دستبرداريءَ جو اعلان ڪيو. نيٺ، جرمني 1919ع ۾ ورسلز ناهه تحت هٿيار ڦٽا ڪيا.[24]

ميونخ ۾ نومبر 1918ع ڌاري انقلاب اچي ويو ۽ مزدورن سوويت جمهوريه جو اعلان ڪيو، جيڪا ٿورو عرصو هلي جاڪاڻ ته جرمني جي حڪمرانن فوج ۽ فري ڪور (رضاڪار فوج) موڪلي ڪميونسٽ حڪومت کي ختم ڪرايو ۽ سوين ڪميونسٽن ۽ غيرڪميونسٽن جو قتل عام ڪرايو. ٻويريا پڻ سوشل ڊيموڪريٽس جي قبضي هيٺ هو جن ڪرٽ ائزنر (يهودي ليڪڪ) جي اڳواڻي ۾ ٻويرين ”عوامي رياست“ جوڙي. روزا لڪسمبرگ ۽ ڪارل لبنخيت (ڪميونسٽ اڳواڻ) جي رهبري ۾ اسپارٽيڪسٽس (Spartacists) پڻ جدوجهد ڪري رهيا هئا. جرمني ۾ هر هنڌ مزدورن ۽ فوجين جون ڪائونسلون ٺهي رهيون هيون جيئن سوويت يونين ۾ ٿيو. مزدورن ڊسمبر ۾ برلن (جرمني جو شهر) ۾ گڏجاڻي سڏائي جنهن ۾ مطالبو ڪيو ته هيڊن برگ کي هٽائي فوج کي ختم ڪيو وڃي ۽ عام شهرين مان گارڊ فورس جوڙي وڃي. پر ڏينهن ڪانپوءِ

[23] V. I. Lenin, Socialism & War, Ch, 1, p, 2-3
[24] Conduct of War, J. F. C Fuller, p, 182

اسپارٽيڪسٽس جي اڳواڻي ۾ مزدور چانسلر جي محل ۾ داخل ٿيا ۽ ٽيليفون جون تارون ڪٽي ڇڏيون. پر حڪومت فوج گهرائي 10 کان 17 جنوري 1919ع تائين ڪميونسٽن کي ڪچلي ڇڏيو ۽ روزا لڪسمبرگ ۽ ڪارل لبنخيت کي گرفتار ڪري، بعد ۾، کين ماري ڇڏيو.[25]

ان سموري جدوجهد ۽ ويڙهه جي نتيجي ۾ "جمهوريه جرمني" جنم ورتو. حقيقت ۾، سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي 1918 ۾ ٻي دفعي سان اقتدار ورتو ته جيئن قوم کي بالشوازم کان بچائي سگهن. جيتوڻيڪ، اصل اقتدار ته فوج وٽ ئي رهيو. پر ظاهري طور تي سياسي اقتدار سوشل ڊيموڪريٽس جي حوالي ڪيو ويو. حقيقت ۾ اها (فوجي ٽولي جي) اٽڪل هئي ته جيئن جرمني جي عوام کي ٻڌائجي ته هٿيار فوج نه پر حڪومت ڦٽا ڪيا آهن. سوشل ڊيموڪريٽس رياستي ڍانچي ۾ ڪا بنيادي تبديلي آڻڻ بدران ساڳي پوليس، عدليه ۽ ڪامورا شاهي کي برقرار رکيو.

## ورسلز ٺاهه: "جرمني کي نپوڙڻ" جو برطانوي ۽ فرانسيسي منصوبو

برطانوي وزيراعظم لائڊ جارج، 11 ڊسمبر 1918ع ڌاري برسٽل ۾، تقرير ڪندي چيو ته "اسين جنگ جو سمورو خرچ جرمني کان وٺڻ جي تجويز جو مطالبو ڪريون ٿا." ارڪ گيڊس، ڪيمبرج گلڊ هال ۾ تقرير ڪندي چيو ته "اسين نارنگي (معنيٰ جرمني) کي تيستائين نپوڙيندا رهنداسين جيستائين اها رڙيون نه ڪري."[26]

پهرين عالمي جنگ ۾ نيٺ جرمني، اتحادين (برطانيه ۽ فرانس) اڳيان آڻ مڃي هٿيار ڦٽا ڪيا، 11 نومبر 1919 تي ٺاهه ٿيو ۽ جرمني فاتح فرانس ۽ برطانيه جي رحم ڪرم هيٺ هو. هٿيار ڦٽا ڪرڻ واري عمل بابت جرمني ۾ افواهه هلائي وئي ته جمهوري حڪومت جي گوڏا کوڙڻ سبب جرمني جنگ هارائي آهي جڏهن ته فوج وڙهڻ لاءِ تيار هئي. برطانوي ليکڪ، ميجر جنرل سر فريڊرڪ مارس هڪ ڪتاب لکيو "آخري چار مهينا" جيڪو 1919 ۾ ڇپيو، جنهن ۾ هن چيو ته "جرمن فوج سان سوشلسٽن دوهه ڪيو جنهن ڪري اهي هارائي ويا جڏهن ته ميدان جنگ ۾ انهن کي شڪست نه ملي." ان ڪتاب مان عام تاثر اهو پيدا ڪيو ويو ته مارڪسوادي (نئين حڪومت شوشل ڊيموڪريٽس جي هئي) ۽ يهودي

---

[25] Rise & Fall of Third Reich, William L Shirer, p, 49-197

[26] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by Harry Elmer Barnes, (1953), p, 4-5

سمورين ٻراين جي جڙ آهن.[27] مطلب ته جرمن عوام اندر سوشلسٽن خلاف ڌتراڌو نفرت پيدا ڪئي وئي جنهن کي هٽلر استعمال ڪيو.

ورسلز ٺاهه (Versailles Treaty) هيٺ

(1) جرمن سلطنت جا اڳوڻا علائقا ٽوڙيا ويا، ڪجهه علائقا فرانس، ڊينمارڪ ۽ بيلجيم کي ڏنا ويا.

(2) فرانس طرفان رهر (جرمني جو اسٽيل ۽ ڪوئلي سميت وڏو صنعتي علائقو) تي قبضو ڪيو ويو.

(3) پولش لنگهه (Corridor) جرمني جي پوزان ۽ اولهه پرشيا (جرمني) جي صوبن کي الڳ ڪري ڇڏيو. اٽڪل 16 لک جرمن اوڀر جرمني ۾ رهندا هئا.

(4) اوڀر جرمني جي جرمن شهرين کان وستولا دريا کسڻ لاءِ اٽڪل پنجاهه ميلن جو ٽڪرو پولينڊ کي ڏنو ويو، جنهن سان اوڀر جرمني واسي دريائي پاڻي جي حق کان محروم ٿي ويا.[28]

(5) ڊينزگ شهر (جيڪو سمنڊ ڪناري تي هو) کي ليگ آف نيشنز جي انتظام هيٺ ڏنو ويو ان شهر جي 97 سيڪڙو آبادي جرمن هئي.[29]

(6) 1921 ۾ بحالي واري ڪميشن جرمني تي اٽڪل 33،000،000،000 ڊالر جي رقم ڏنڊ طور مقرر ڪئي جنهن مان هڪ پاڱي ٽي حصو اتحادين جي ملڪيت جي نقصان جو ازالو، ڪجهه پينشن ۽ پين الائونسز ۾ ڏيڪاريو ويو. حقيقت ۾، جرمني ڏهه بلين ڊالرن کان وڌيڪ رقم ڀري سگهڻ جي قابل ئي نه هئي. جرمني جي اقتصادي صورتحال ايتري بدتر ٿي وئي جو چار بلين مارڪ جي قيمت هڪ ڊالر برابر اچي پهتي. جرمني کي گهٽي کان گهٽ قرض آمريڪا ڏنو (مطلب ته پهرين عالمي جنگ مان فائدو آمريڪا کي ئي مليو.)

(7) 11 نومبر 1918ع تي جنگ بندي جو اعلان ڪيو ويو پر مارچ 1919 تائين (جنگ ڪانپوءِ) جرمني جي ناڪابندي جاري رهي جنهن سبب اٽڪل 8 لک جرمن شهري موت جو کاڄ بڻيا.

(8) سڀ کان اهم ڳالهه ته فوج کي بي هٿيار ڪيو ويو ۽ رائن لينڊ کي غيرفوجي علائقو قرار ڏنو ويو.

[27] Rise & Fall of Third Reich, William L Shirer, p, 49-197

[28] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by Harry Elmer Barnes, (1953), p, 32

[29] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by Harry Elmer Barnes, (1953), p, 65

جڏهن "ورسلز ٺاهه" جا ڪاغذ جرمن وفد کي 7 مئي 1919 تي پيش ڪيا ويا تڏهن جرمن وفد ۾ شامل جان گيسبرٽس انتهائي ڪاوڙ ۾ چيو ته "هن شرمناڪ ٺاهه مونکي پڇي چڏيو آهي، مونکي اڄ ڏينهن تائين ولسن (آمريڪي صدر) تي اعتبار هو. آءُ هن کي هڪ ايماندار ماڻهو سمجهندو هوس، ۽ هاڻي ان بدمعاش اسان ڏانهن اهڙو "ٺاهه" موڪليو آهي."[30]

12 مئي تي، جرمني جي مرڪزيت پسند پارٽي جي اڳوڻ ڪانسٽانٽن فهرنبچ، "ٺاهه" تي تقرير ڪندي جرمني جي ايندڙ نسل بابت آخري لفظ چيا ته "غلاميءَ جون زنجيرون ٽوڙڻ جو ارادو (جرمن ماڻهن ۾) ننڍپڻ کان ئي داخل ڪيو پيو وڃي."[31] مطلب ته نازي تحريڪ جون پاڙون ورسلز جي زرخيز زمين ۾ گهريون ڪتل هيون، ۽ ان جي شاخن کي لکين ڏتڙيل جرمن جيءَ گوڙهن پاڻي پئي ڏنو. هٽلر ته فقط انهن تعصبن کي استعمال ڪيو جيڪي جرمني ۾ ڪيتري عرصي کان موجود هئا.

برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا طرفان ڪيل ان سموري "بندوبست" سبب جرمني ۾ مهانگائي، بک ۽ بدحالي چوٽ چڙهي وئي. ملڪ جو نظام سياسي افراتفري جي ور چڙهي ويو. انهن مسئلن خلاف جرمني ۾ جدوجهد هلندي رهي جنهن ۾ ڪميونسٽ پيش پيش هئا. 1923 ۾ سيڪسني ۾ سوشلسٽ ۽ ڪميونسٽ حڪومت قائم ٿي جنهن کي پڻ ڪچليو ويو. ان سموري صورتحال کي ڏسندي جرمني (خاص ڪري برطانيه، آمريڪا) جي سرمائيدارن، حڪمران ٽولن ۽ فوجين کي اچي ڊپ لڳو ته متان ڪٿي ڪميونسٽ اڳتي اچي اقتدار تي قبضو نه ڪري وٺن. جيئن سوويت يونين ۾ ٿيو. تنهنڪري، عالمي سامراجي رجعت پرستن گڏجي مارڪس جي ملڪ ۾ هٽلر ۽ نازي فوج کي تيار ڪيو ته جيئن عالمي ڪميونسٽ تحريڪ کي تباهه ڪري سگهجي.

## هٽلر: ڪميونسٽ دشمن ۽ نسل پرست جرمن

پهرين عالمي جنگ جي خاتمي کانپوءِ جرمني جي صورتحال ڪجهه هن ريت هئي (1) جنگ ۾ شڪست کاڌل ۽ ٽڪرن ۾ ورهايل ملڪ، اربين

---

[30] Alama Luckau, *The German Delegation at the Paris Peace Conference* (New York: Columbia University Press, 1941, p, 124

[31] Alama Luckau, *The German Delegation at the Paris Peace Conference* (New York: Columbia University Press, 1941, p, 98-100

روپيا قرض، بک، بيروزگاريءَ جهڙيون مصيبتون هيون ۽ مٿان وري ورسلز ٺاهه (برطانيه ۽ فرانس طرفان هارايل جرمني مٿان مڙهيل معاهدو) جهڙن عملن جرمني ۾ عوامي سطح تي سخت ڪاوڙ کي جنم ڏنو، پهرين عالمي جنگ جي خاتمي ڪانپوءِ وڏي تعداد ۾ جرمن فوجي فارغ ڪيا ويا (2) ٻئي طرف، جرمن حڪمرانن ۽ عالمي سامراجي رجعت پرستن کي روسي انقلاب ۽ جرمني اندر ڪميونسٽ ۽ سوشل ڊيموڪريٽس جي اثر وڌڻ ۽ پورهيت انقلاب جي اچڻ جو ڊپ هو ۽ (3). جرمنيءَ جا سرمائيدار ۽ جنرل پنهنجي پراڻي سلطنت کي وري حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا. ان صورتحال ۾ هارايل جرمن فوج هٽلر ۽ فاشزم کي جرمني اندر اڀارڻ ۾ ابتدائي طور تي تيار ڪيو.

1914 ۾ بيروزگاري کان تنگ ٿي هٽلر فوج ۾ ڀرتي ٿيو هو. پهرين عالمي جنگ ۾ لڙائي دوران گئس جو شيل لڳڻ سبب زخمي ٿي پيو هو. پوءِ هٽلر کي فوج جي سياسي شعبي جي اخبار جو ڪم ڏنو ويو. جيئن ته جرمن فوج کيءَ مزدورن جي پارٽين کان هر وقت خوف هوندو هو ته مٿان ان ۾ سوشلسٽ يا ڪميونسٽ نه هجن. سيپٽمبر 1919 ۾ هٽلر کي فوج جي سياسي شعبي مان حڪم مليو ته "ميونخ ۾ ننڍڙو سياسي گروپ آهي جيڪو پاڻ کي جرمن ورڪرز پارٽي سڏائي ٿو. ان تي نظر رکو." بعد ۾، هٽلر ان ساڳي پارٽي جو ميمبر ٿيو. بهرحال، هٽلر اڪيلي سر ته ڪجهه نه پئي ڪري سگهيو. تنهنڪري، هن اڳتي هلي سرمائيدارن، اڳوڻن فوجي جنرلن ۽ عملدارن جي آشيرواد هيٺ ڪميونسٽ دشمن قاتل، شرابي، نشو واپرائيندڙ ۽ هم جنس پرست ۽ ڌوهاڙي قسم جا ماڻهو ڪٺا ڪيا. جن هٽلر جو ساٿ ڏنو ۽ سندس اڀرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. جن مان ڪجهه اهم ماڻهن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا:

(1) "انٽن ڊريڪسلر (Anton Drexler): جيڪو نيشنل سوشلزم جو اصل باني هو، ان 1918 ۾ "آزاد ڪم ڪندڙن جي ڪميٽي" جوڙي هئي. جنهن جو مقصد مارڪسزم خلاف ويڙهه ڪرڻ هو. اڳتي هلي انٽن پنهنجي پارٽي کي Karl Harrer جي اڳواڻي ۾ "مزدورن جو سياسي سرڪل" نالي ٽولي سان ضم ڪري ان جو نالو جرمن ورڪرز پارٽي رکيو.

(2) ڪيپٽن ارنسٽ روهم: سخت مزاج ۽ اخلاقي طور پست، ۽ ميونخ جي ضلعي فوجي ڪمانڊ جو عملدار هو. هي هٽلر کان اڳ پارٽي ۾

شامل ٿيو هو. جنهن هٽلر کي پراڻن فوجين ۽ رضاڪار ڪور سان تعارف ڪرايو ۽ هٽلر کي تحفظ مهيا ڪيو ۽ اعليٰ عملدارن جو آشيرواد ڏياريو. چاڪاڻ تہ پوليس ۽ بويرين حڪومت جي مدد ڪانسواءِ دهشتگردي ڪرڻ مشڪل هئي.

(3) ڊٽرچ اڪارٽ (Dietrich Eckart): صحافي، نيشنل سوشلزم جو روحاني باني‌ڪار، شرابي، هيروئني ۽ ذهني مريض هو. شاعر بہ هو، هن هٽلر کي پنهنجن شاهوڪار دوستن سان ملايو جن پارٽي جي فنڊ ۾ خاصي مدد ڪئي. خود رڊولف هيس ۽ روزنبرگ پڻ اڪارٽ جا دوست هئا.

(4) ايمل مارث (Emil Maurice)، سزا يافتہ ڏوهاري: جنهن کي هٽلر پراڻن فوجين جي جٿي جي ڪمانڊ ڏني.

(5) Volelkischer beobachter هٽلر جي اخبار، جنهن لاءِ ميجر جنرل رٽر وون ايپ ۽ ٻيا فوجي چندو ڏيندا هئا، اڳتي هلي ان اخبار کي روزاني جي بنياد تي هلايو ويو جنهن لاءِ اضافي رقم گهربل هئي.

(6) Frau Helne Bechstein، پيانو ٺاهيندڙ شاهوڪار جي زال، جنهن هٽلر جي مدد لاءِ ڪيترن شاهوڪارن جي گڏجاڻين جو بندوبست ڪيو ۽ ڪيس اخبار لاءِ پاڻ بہ رقم ڏني ۽ Frau Gertrud von Seidlitz ڪان پڻ مدد وٺي ڏني.

(7) ارنسٽ هنفسٽگل (Ernst Hanfstaengl): هارورڊ يونيورسٽي ۾ پڙهيو، سندس ماءُ آمريڪڻ هئي، شاهوڪار خاندان هو، سندس فن ڇپائڻ جو ڪاروبار هو. جڏهن اخبار ڏيوالي ۾ هئي تڏهن هن هٽلر جي مدد ڪئي.

(8) الفرڊ روزنبرگ: نازي پارٽي جو مفڪر، هن سوويت يونين ۾ انقلاب ڪانپوءِ جرمني ۾ پناهہ ورتي، جتي آڪٽوبر انقلاب ڪان پيچي آيلن سان گڏ سوويت يونين خلاف سرگرمي ڪندو هو، جنهن کي هٽلر اخبار جو ايڊيٽر بڻايو.

(9) هرمن گوئرنگ: پهرين عالمي جنگ جو مشهور جرمن فضائي فوج جو هيرو، جنگ ڪانپوءِ ڊينمارڪ ۽ پوءِ سوئيڊن ۾ جهاز هلائيندو هو.

(10) جيولس اسٽرچر: بليڪ ميلر ۽ يهودي دشمن خيال رکندڙ هو.

(11) Scheubner-Richter: سوويت يونين ۾ انقلاب اچڻ ڪانپوءِ جرمني ۾ پناهہ ورتائين ۽ پوءِ هٽلر جو ساٿ ڏنائين.

(12) ڪرسٽن ويبر: گهوڙن جو ڪاروباري، شرابي، باڙونسر ۽ بدنام بليڪ ميلر ماڻهو هو.“[32]

هنسٽنگل (Hanfstaengl) پنهنجي ڪتاب (Unheard Witness) ۾ لکيو ته مونکي هٽلر سان شروعاتي واقفيت ڪيپٽن ٽريومن سمٿ (برلن ۾ آمريڪي سفارتخاني جو اسسٽنٽ فوجي اتاشي) ڪرائي. هن کي جرمني ۾ ٿيندڙ سياسي چرپر جو جائزو وٺڻ لاءِ موڪليو ويو، هڪڙي جلسي ۾ هٽلر جي تقرير ٻڌڻ ڪانپوءِ مونکي چيائين ته ”اهڙو ماڻهو مون پنهنجي زندگي ۾ ناهي ڏٺو“ تنهن ڪانپوءِ هٽلر سان ملاقات ڪيائين جنهن ڪانپوءِ هن جو چوڻ هو ته ”زبردست جوشيلو اڳواڻ آهي.“ 25 نومبر 1922ع تي پنهنجي حڪومت (آمريڪا) ڏانهن اماڻيل رپورٽ ۾ لکيائين ته ”بويريا ۾ هن وقت سڀ کان وڌيڪ سرگرم ڏر نيشنلسٽ سوشلسٽ ليبر پارٽي آهي. (ان جو اهم ماڻهو هٽلر آهي.) اها (پارٽي) اٽلي جي فاشسٽن (مسوليني) وانگر آهي.“ برلن ڇڏڻ کان اڳ ڪيپٽن سمٿ Hanfstaengl سان مليو ۽ کيس هٽلر جي پارٽ ڪيائين. پوءِ هي (Hanfstaengl) هٽلر جي نازي ازم جو پوٺلڳ بڻيو.[33]

”Hanfstaengl جيڪو آمريڪي صدر روزويلٽ ۽ هٽلر جو دوست هو، هن ان واقعي (1933 ۾ ريچسٽيگ کي باهه) جنهن هٽلر کي آمرانه طاقت جي چوٽي تي پهچايو، ان ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو.“

هٽلر ۽ سندس ساٿين گڏجي جرمن حڪومت خلاف 13 نومبر 1923ع تي بغاوت ڪئي هئي، پر ان ۾ پس پرده هٿ پڻ اڳوڻن ۽ موجود جرمن فوجي آفيسرن جو هو. جيئن ته اها بغاوت ناڪام ٿي، هٽلر سميت ٻيا به گرفتار ڪيا ويا. جيتوڻيڪ، ان وقت جي جرمن قانون موجب کيس عمر قيد جي سزا ملڻ کپندي هئي پر جج ساڳيا پراڻا هئا. ان عدالت هٽلر کي پنجن سالن جي سزا ٻڌائي ۽ ڇهن مهينن ڪانپوءِ ضمانت تي آزاد ڪرڻ جي اجازت به ڏني. جيڪو نون مهينن ڪانپوءِ آزاد ٿي آيو. مطلب ته هڪڙو ماڻهو پنهنجي ملڪ جي آئين ۽ قانون جي ڀيڪڙي ڪندي بغاوت ڪري ٿو، پر الٽو ان کي جيل اندر سهولتون ۽ سزا ۾ رعايتون ڏنيون ويون ۽ کيس جلد آزاد ڪيو ويو. ائين ڇو ڪيو ويو؟ انهيءَ عدالت ۾

---

[32] Hitler, The Man & Myth, p, 40-55

[33] Rise & Fall of Third Reich, William L Shirer, p, 67, 68

بيان ڏيندي هٽلر چيو هو تہ ”منهنجو مقصد هڪ وزير ٿيڻ کان هزار ڀيرا بلند آهي. آءُ مارڪسزم کي برباد ڪندڙ ٿيڻ چاهيان ٿو. آءُ اهو مقصد حاصل ضرور ڪندس.“[34]

جيڪڏهن مٿين سمورين حقيقتن کي پاسيرو رکجي ۽ فقط هٽلر جي پنهنجي لکيل آتم ڪٿا پڙهجي تہ بہ معلوم ٿي ويندو تہ ٻي عالمي جنگ کان اڳ هٽلر جا ارادا ۽ مقصد ڪهڙا هئا؟ جيل ۾ قيد دوران ڪتاب ”منهنجي جدوجهد“ (Mein Kampf) لکيائين. اهو ڪتاب ڪميونزم، جمهوريت ۽ يهودين خلاف نفرت سان ڀريل آهي. جنهن ۾ فرانس کي تباهہ ڪرڻ جو ارادو بہ قلمبند ٿيل آهي. جنهن ۾ جرمن سلطنت جي مستقبل جي مسئلن بابت ذڪر ڪندي هٽلر لکي ٿو تہ ان ۾ وڏي ۾ وڏو مسئلو ”رهڻ جي جاءِ“ (Lebensraum) جو آهي. ان مسئلي جو حل فقط ”اوڀر (روس) ڏانهن ئي ممڪن آهي.“ هن جو خيال هو تہ پهرين عالمي جنگ کان اڳ واريون حدون بحال ڪندس. ”جيڪڏهن اسين يورپ ۾ زمين جي ڳالهہ ڪريون ٿا، تہ پوءِ اسان لاءِ سڀ کان اول فقط روس ۽ هن جي ساموندي ڪناري واريون رياستون ضروري آهن.“[35]

اهو ئي هٽلر، ان بغاوت جي ڏهن سالن کانپوءِ، 1933ع جي مارچ ۾ جرمنيءَ جو چانسلر چونڊيو ويو. نصابي ڪتابن ۾ پڙهايو ويندو آهي تہ ”بحرانن“ سبب هٽلر ابري آيو. ان بابت وڌيڪ ڪا بہ تفصيلي سمجهاڻي نہ ڏني ويندي آهي. تہ ڪهڙا بحران؟ ۽ اهي بحران آيا ڪٿان؟ جرمن فوج جي آشيرواد باوجود هٽلر ۽ سندس ساٿي ايترو ڪجهہ نہ ڪري سگهن ها، جاڪاڻ تہ جرمن سلطنت ٽڪرن ۾ ورهايل هئي، سندس معيشيت تباهہ حال هئي، جرمن فوج تي مختلف پابنديون هيون ۽ اها فوج هارايل فوج هئي. مٿان وري ورسلز ناهہ تحت جرمني تي فرانس ۽ برطانيہ جي اڻسڌي حڪومت هئي ۽ ان سموري عرصي دوران جرمني کي گهٽي کان گهٽ قرض آمريڪا ڏيندو هو. مطلب تہ آمريڪا، برطانيہ ۽ فرانس جي مدد کانسواءِ ڪجهہ بہ نہ ٿي سگهي ها. آمريڪا، برطانيہ ۽ فرانس جي حڪمرانن هٽلر ۽ نازي فوج کي ڪيئن تيار ڪيو؟ انهيءَ حقيقت کي سمجهڻ لاءِ ٻئي باب ۾ بحث ڪيو ويو آهي.

[34] Rise & Fall of Third Reich, By William L Shirer, p, 104, 106-7 (See Also: Hitler, The Man & Myth. p. 56-57).
[35] Mein Kampf By Adolf Hitler, p, 140

ٻاب ٻيون

# برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس طرفان ڀڙڪايل جنگ

## تاريخ نويسن جي نظر ۾ ٻي عالمي جنگ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ جو ذميوار ڪير؟

هيٺ بيان ڪيل ليکڪ برطانيه، آمريڪا ۽ جرمني سان واسطو رکندڙ هن، انهن مان ڪير به ڪميونسٽ دوست نه آهي ۽ نه ئي ڪين ڪا سوويت يونين سان همدردي هئي. پر انهن پنهنجي حڪومتن ۽ سربراهن جي ڪيل ڪرتوتن تي روشني ضرور وڌي آهي. جيتوڻيڪ، ليکڪن جي خيال مطابق اولهه جي "جمهوري" ملڪن جنگ ۾ ته ڪاميابي ماڻي پر پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا. اولهه جا گهڻا ليکڪ ان غم، ڪ ۽ ڏونس ۾ ورتل آهن ته سوويت يونين فاتح ڇو ٿيو ۽ برطانيه پنهنجي "عظيم سلطنت" ۽ يورپي حاڪميت ڇو وڃائجي وئي. مثال طور، هينري وليم چيمبرلن پنهنجي ڪتاب "آمريڪا جو ٻيو جهاد" ۾ لکي ٿو ته "ميونخ واري معاملي کانپوءِ برطانيه ۽ فرانس کي متبادل پاليسي تي عمل ڪرڻ گهرجي ها، اهي هٽلر کي اوڀر يورپ ڏانهن وڃڻ ڏين ها، ڇاڪاڻ ته وڏو امڪان اهو هجي ها ته هن جو ٽڪر اسٽالن سان ٿئي ها. هوئن به هٽلر جو مقصد اولهه طرف اڳرائي ڪرڻ جو ته هئو ئي ڪونه. جيڪڏهن هٽلر ڀريائين برطانيه، فرانس ۽ اولهه جي ٻين جمهوريتن تي حملي ڪرڻ بدران اڳ ۾ اسٽالن جي سلطنت تي حملو ڪري ها ته فوجي، سياسي ۽ جاگيرافيائي نقطه نگاهه کان تمام ڀلو ٿئي ها."[36] هٽلر طرفان اوڀر (سوويت يونين) طرف ڦهلاءُ کي گس ڏيڻ ۾ برطانيه ۽ فرانس جي ناڪاميءَ کي تاريخ جي عظيم ترين سفارتي ناڪامي چئي سگهجي ٿو."[37]

بهرحال، هتي مختلف ليکڪن جا حوالا ڏيڻ جو بنيادي مقصد فقط اها

[36] America's Second Crusade, By William Henry Chamerlain, p, 50-51

[37] America's Second Crusade, By William Henry Chamberlin, p, 48

ڳالهه ثابت ڪرڻ آهي ته اولهه جي ملڪن جا پنهنجا گهرياتي ان سموري ماجرا جو ذميوار ڪنهن کي سمجهن ٿا ۽ اولهه جي "جمهوري حڪمرانن" جي اصل مقصدن بابت ڇا بيان ڪن ٿا.

ليکڪ ڊي ايف فليمنگ پنهنجي ڪتاب "سرد جنگ ۽ ان جا سبب" ۾ لکي ٿو ته "هٽلر 1939ع ۾ جنگ شروع ڪئي ڇاڪاڻ ته هن کي پڪ هئي ته اولهه جون سرمائيدار جمهوريتون هن کي نه روڪينديون. ايتريقدر جو اوڀر طرف (سوويت يونين ڏانهن) ڪاهه ڪرڻ ۾ هن جي همت افزائي ڪنديون. سوويت يونين طرفان گڏيل محاذ جوڙڻ واري پيش رفت کي برطانيه ۽ فرانس رد ڪري هٽلر کي "1939 وارو گرين سگنل" يا "بلينڪ چيڪ" ڏنو جيڪو اسٽالن نه پر چيمبرلين (برطانوي وزيراعظم)، دالدر (فرانسيسي وزيراعظم) ۽ روزويلٽ (آمريڪي صدر) ڏنو."[38]

جڳ مشهور برطانوي تاريخ نويس اي جي پي ٽيلر (A. J. P. Taylor) 1961ع ۾ ٻي عالمي جنگ جي ڪارڻن تي ڪتاب لکيو. هن جو موقف هو ته "جنگ ڪنهن منصوبي تحت نه پر (گهڻو ڪري) برطانيه جي غلطين جي ڪري لڳي. "جرمني خلاف اعلان جنگ ڪرڻ سان برطانيه جيڪا پن ڏهاڪن کان امن ۽ صلح جون ڳالهيون ڪري رهي هئي ان فرانس کي ٻ جنگ ۾ گهلي ڇڏيو. بهرحال، ٻي عالمي جنگ جا محرڪ ان گهڙي کان ئي موجود هئا جنهن مهل پهرين عالمي جنگ پڄاڻي تي پهتي."[39]

جنگي فن جي ماهر ۽ برطانوي تاريخ نويس بي ايچ لڊل هارٽ پنهنجي ڪتاب "ٻي عالمي جنگ جي تاريخ" ۾ لکيو ته "برطانيه جي حاڪمن جرمني کي اوڀر طرف وڌڻ جي اجازت ڏني ته جيئن هٽلر جو رخ اولهه کان موڙي سگهجي. هنن هٽلر جي مقصدن سان گهٽي همدردي ڏيکاري. برطانيه جي وزيراعظم چيمبرلين هٽلر کي اهڙو تاثر ڏنو ته "اوڀر ڏانهن توکي ڇوٽ آهي." برطانيه ۽ فرانس جي حڪومتن هٽلر جي همت افزائي ڪئي. جنگ کان بچڻ جو هڪڙو ئي حل هو ته روس سان اتحاد ڪجي ها. ٻي عالمي جنگ برطانيه طرفان "پڙڪايل جنگ" هئي."[40]

ليکڪ جان ايل سنيل پنهنجي ڪتاب "ٻي عالمي جنگ: منصوبو يا غلطي؟" ۾ (5 مارچ 1946 تي ونسٽن چرچل جي ڪيل تقرير جو حوالو

---

[38] D. F. Fleming in The Cold War and Its "Origins, 1917-1960 (pp. 86-97).
[39] The Origins of the Second World War by A. J. P. Taylor
[40] History of Second World War, By Liddell Hart (Pan Books Ltd, 1973) pp, 3-15

پيش ڪري ٿو جيڪو جنگ لاءِ هميشہ نازي جرمني ڪَي ذميوار سمجھندو رهيو، پر جنگ جي ختم ٿيڻ ڪانپوءِ هن (برطانيہ جي) ”ريجھائڻ“ واري پاليسي ۽ جرمني جي پاڙيسرين جي ڪردار کي ٻي عالمي جنگ لاءِ ذميوار ٺهرايو. هن تقرير ڪندي چيو تہ ”سموري تاريخ ۾ ڪڏهن بہ ايترو آساني سان، وقت سر قدم کڻڻ تي، ڪنهن جنگ کي ٽاري نہ پيو سگهجي جيئن هن جنگ کي ٽاري سگهجي ها.“[41]

آمريڪي پروفيسر ڪيرول ڪئگلي (1910_1977) جنهن آمريڪي دفاعي شعبي، آمريڪي نيوي، خلا جي اپياس متعلق آمريڪي ڪاميٽي جي صلاحڪار طور ڪم ڪيو ۽ هن آمريڪي صدر بل ڪلنٽن کي بہ پڙهايو. ”ڳجهين تنظيمن“ بابت سندس لکيل ڪتاب سبب تمام گهڻو مشهور ٿيو. بعد ۾ هن 1966ع ۾ ” انسانجي وقت ۾ دنيا جي تاريخ: صدمو ۽ اميد “ نالي ڪتاب لکيو جيڪو پڻ جڳ مشهور ٿيو. ان ۾ ڪيرول ڪئگلي لکي ٿو تہ ”آمريڪي زندگي کي تباهہ ڪرڻ لاءِ اهو طئي ڪيو ويو تہ برطانيہ جي حمايت ۾ آمريڪا کي ٻي عالمي جنگ ۾ آندو ويندو. (اهو روزويلٽ جو پهريون پيار ۽ سوويت يونين سان اتحاد سندس ٻيو پيار هو.) شعوري طور تي رٿابندي تحت جاپان کي پرل هاربر (آمريڪي فوجي اڏي) تي حملي جي دعوت ڏني وئي ۽ چين ٿي قبضو ڪرايو ويو، ائين تمام گهڻن خرچن ۽ غيرمتوازن بجيٽ ذريعي آمريڪا جي اصل قوت کي ڪاٽ هنيو ويو.“[42]

هيملٽن فش (جنهن نيويارڪ جي پرڏيهي معاملن جي هائوس ۽ هائوس رولز ڪميٽي ۾ ڪم ڪيو.) پنهنجي ٻن ڪتابن (”ايف ڊي آر: سڪي جو ٻيو پاسو“ ۽ ”ڊڪوئينڊڙ دوڪو“) ۾ دليل ڏيندي لکيو تہ آمريڪي صدر ۽ ڪانگريس کي ڄاڻ هئي تہ اتحادين (برطانيہ، فرانس) کي پيهر هٿياربند ٿيڻ ۽ تيار ٿيڻ لاءِ وڌيڪ وقت جي ضرورت آهي. روزويلٽ هڪ استاد سياستدان هو جنهن اڪيلي سري ڪانگريس ۽ آمريڪا کي جنگ ۾ گهليو. ساڳئي وقت؛ روزويلٽ فرانس کي پنهنجي پاران جرمني خلاف استعمال ڪيو. جيئن ئي فرانس ڍير ٿيو، روزويلٽ ان کي بنياد بڻائي

[41] THE OUTBREAK OF THE SECOND WORLD WAR Design or Blunder? Ed By John L. Snell, (TULANE UNIVERSITY D. C. HEATH AND COMPANY BOSTON.)

[42] Tragedy and Hope; A History of the World in Our Time, By Carroll Quigley (Volumes 1-8 New York: The Macmillan Company 1966.) pp, 10

آمريڪا جي پاليسيءَ ۾ تبديلي آندي.“[43] (ساڳئي وقت، آمريڪي ليکڪ ٽي. آر. فرٽباخ جو ڪتاب ”ايف ڊي آر جي اڻ اعلانيه جنگ“ ۽ رابرٽ ڊالڪ جو ڪتاب ”فرينڪلن ڊي. روزويلٽ ۽ آمريڪي پرڏيهي پاليسي: 1932ع کان 1945 تائين“ ۾ پڻ ساڳئي موقف جي تائيد ڪئي وئي آهي.)[44]
آمريڪي تاريخ نويس چارلس ڪالن ٽنسل پنهنجي ڪتاب ”جنگ لاءِ چور دروازو“ ۾ لکيو ته (آمريڪي) صدر فرينڪلن روزويلٽ پولينڊ، برطانيه ۽ فرانس جي همت افزائي ڪري 1939ع ۾ جنگ ڇيڙڻ ۾ نمايان ڪردار ادا ڪيو. ”اڄڪلهه اهو صاف ظاهر آهي ته حقيقي چريو ۽ نفرت ڪندڙ فرينڪلن ڊي روزويلٽ هو، جنهن پولينڊ کي ضمانت ڏيڻ لاءِ چيمبرلين تي زور ڀريو جڏهن ته ان واعدي کي سرانجام ڏيڻ جو ڪوبه امڪان نه هو........ ائين جرمني کي برطانيه ۽ فرانس سان جنگ ڪرڻ لاءِ اڪسايو ويو جڏهن ته هٽلر يوڪرين حاصل ڪرڻ لاءِ روس سان ويڙهه ڪرڻ کي ترجيح ڏئي ها.“[45]
ليکڪ ۽ ايڊيٽر هيري ايلمر برنيس پنهنجي ڪتاب ”مستقل امن لاءِ مستقل جنگ“ ۾ لکيو ته ”چيمبرلين جي مفاهمتي پاليسي ۽ سخاوت ٻي عالمي جنگ کي هٽلر جي منصوبي مطابق ممڪن بنائڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. جيڪڏهن هي (چيمبرلين) ان معاملي تي سخت موقف اختيار ڪري ها ته شايد جرمن فوج جا اهم عملدار هٽلر کي هٽائڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ها.“[46]
آمريڪي ليکڪ ڊيوڊ ايل هوگن پنهنجي ڪتاب ”زبردستي مڙهيل جنگ“ ۾ لکي ٿو ته ”1938_1939 دوران برطانيه جي پرڏيهي پاليسي چاٽي واٽي ”جرمني کي هڪ نئين جنگ ۾ ملوث ڪيو“ جنهن ۾ آخرڪار برطانيه ڪامياب ٿي. پر ڪميونسٽ روس کي پوري يورپ ۾ ڦهلجڻ کان روڪڻ لاءِ برطانيه ۽ پولينڊ کي گهرجي ها ته هٽلر کي مڪمل ڇوٽ ڏين ها. (مطلب ته رعايت ۾ ٿوري گهٽتائي ٿي وئي.) جيستائين ٻي عالمي جنگ جي وڏي عرصي تائين ذميوازي جو تعلق آهي ته بيشڪ

[43] FDR; *The Other Side of the Coin* (New York: Vantage. 1976) pp, 45-48-70
[44] *FDR's Undeclared War: 1939-1941* By T. R. Fehrenbach (New York: David McKay, 1967) p, 96 and *Franklin D. Roosevelt and American Foreign Policy: 1932-1945* By Robert Dallek (New York: Oxford University Press, 1979) p, 172
[45] Bock Door to War: The Roosevelt Foreign Policy, 1933-1941 By Charles Callan Tansill, (Chicago, 1952)
[46] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by, Harry Elmer Barnes, (1953), p, 106

بنيادي ذميواري گهڻو ڪري، برطانيہ ۽ لارڊ هليفڪس (Lord Halifax) تي ٿئي ٿي. ٻئي طرف، آمريڪي صدر آمريڪا ۾ اقتصادي بحران کي منهن ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيو ۽ پنهنجين ناڪام پاليسين جي ڪري هن ٻي عالمي جنگ جي خيال کي قبول ڪيو."[47]

ليڪ ڊوگلس ريڊ، 1939ع ۾ لکيو تہ "ويجهڙن سالن دوران پوري دنيا (چين، اسپين، آسٽريا ۽ Abyssinia) ۾ برطانيہ جي پاليسي جارح ڌر سامهون پنڌي هڻڻ واري رهي آهي، ۽ آءُ نہ ٿو سمجهان تہ زيڪوسلاويڪا واري معاملي ۾ اها پاليسي تبديل ٿيندي. ان جي ابتڙ آءُ تہ سمجهان ٿو تہ انگريز حڪمران خود برطانيہ جي اڳ مچڻ تائين ان پاليسي جي پوئواري ڪندا رهندا."[48]

برطانوي فوجي ماهر جي ايف سي فلر لکي ٿو تہ صدر روزويلٽ طرفان ڪيل دعويٰ تہ "هٽلر اولهہ خلاف چملي لاءِ سوچيو هو" ان بابت جرمني جي هٿ ڪيل ڪاغذن منجهان ثابتي نہ ٿي ملي، ۽ جيستائين آمريڪا جنگ ۾ شامل نہ ٿيو هو تيسين ڪيترين ئي شاهديون ملن ٿيون تہ هي (هٽلر جنگ واري) ان معاملي کي ٽارڻ جو خواهشمند هو. "اها ڪهڙي شي هئي جنهن هنن (روزويلٽ ۽ چرچل) کي اهڙي خطرناڪ پاليسي اپنائڻ لاءِ اتساهيو؟ اسان جو جواب آهي تہ "انڌي نفرت!" سندن دليون سندن دماغن پنيان ڊوڙيون ۽ سندن جذبن سندن عقل کي موڳو ڪري ڇڏيو...... پنهنجن ماڻهن کي ان ٻچڙائي خلاف ويڙهايو جنهن کي هنن پنهنجي پروپيگنڊا ذريعي پڙڪايو هو."[49]

آمريڪا جو مشهور ليکڪ ۽ سياستدان پيٽرڪ جي بچنن پنهنجي ڪتاب "هٽلر، چرچل ۽ غيرضروري جنگ" ۾ برطانيہ طرفان پنهنجي سلطنت وڃائڻ ۽ اولهہ طرفان دنيا وڃائڻ واري ڏک جو ذڪر ڪندي لکي ٿو تہ اسان سان ڇا ٿيو؟ هاڻي اسين ڏسي سگهون ٿا تہ اولهہ مري رهيو آهي. فقط هڪڙي صديءَ ۾، يورپ ڪنڊ جا سموڙا عظيم گهر ڍير ٿي پيا. سموريون سلطنتون جن دنيا تي راڄ ڪيو غائب ٿي ويون. ٻئي هنڌ لکي ٿو تہ ولسن جي خوداختياريت واري اصول اولهہ جي سلطنتن کي تباهہ ڪري ڇڏيو. اها برطانيہ هئي جنهن يورپي جنگين کي عالمي جنگيون

[47] THE FORCED WAR, By David L. Hoggan. pp, 359
[48] Disgrace Abounding by Douglas Reed, published: March, 1939. ch 4
[49] J. F. C. Fuller, *A Military History of the Western World*, Vol. 3 (New York: DaCapo, 1987), p. 629.

ٻڌائي ڇڏيو، جيڪڏهن برطانيه 1914ع ۾ جرمني خلاف اعلان جنگ نه ڪري ها، ته ڪينيڊا، آسٽريليا، ڏکڻ آفريڪا، نيوزيلينڊ ۽ انڊيا ان جي پوئواري نه ڪن ها. نه ئي جاپان ۽ نه ئي اٽلي ۽ نه ئي آمريڪا جنگ ۾ حصو وٺن ها. جرمني ته ڪجهه مهينن ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها. نتيجي طور، نه لينن، نه اسٽالن، نه ورسلز ٺاهه، نه ئي ڪو هٽلر ۽ نه ئي ڪا تباهي ٿئي ها. وري جيڪڏهن برطانيه مارچ 1939ع ۾ پولينڊ کي فوجي ضمانت نه ڏئي ها ۽ نه ئي 3 سيپٽمبر تي اعلان جنگ ڪري ها، نه ئي ڏکڻ آفريڪا، ڪينيڊا، آسٽريليا، انڊيا، نيوزيلينڊ ۽ نه ئي آمريڪا (جرمني ۽ پولينڊ جي جنگ ۾) شامل ٿين ها ۽ ڇهن سالن تائين دنيا جنگ جي باهه ۾ نه سڙي ها ۽ نه ئي ڪروڙين انسان قتل ٿين ها. سوال اهو به آهي ته برطانيه به ٻيرا جرمني خلاف اعلان جنگ ڇو ڪيو؟ جڏهن ته، نه قيصر ۽ نه ئي هٽلر برطانيه يا سندس سلطنت کي تباهه ڪرڻ پئي چاهيو. ٻنهي وٽ ته برطانيه لاءِ احترام هو. ٻئي برطانيه سان اتحاد جا خواهشمند هئا. ڊيوڊ لائڊ جارج (جنهن پهرين عالمي جنگ ۾ برطانيه کي سوڀ ڏياري) ان لکيو ته ”جنگ ڪري اسان وڏي غلطي ڪئي.“ چرچل جي پوچا ئي اسان کي اڄوڪي تباهي جي ڪناري تي پهچايو آهي. اهو چرچل ئي هو جنهن پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ ۾ برطانيه کي آندو[50]

مٿين ليکڪن ان سموري تباهي ۽ قتل عام جو ذميوار مختلف سياسي اڳواڻن کي ڄاڻايو آهي جيڪو بلڪل درست آهي. پر اهو نقطہ نگاهه حقيقت جي فقط هڪڙي پاسي کي ظاهر ڪري ٿو. سوال ٿو پيدا ٿئي ته ڇا فقط سياستدان ئي ذميوار هئا يا انهن سياستدانن جي پس پرده ڪي ٻيون قوتون به هيون؟

## ٻي عالمي جنگ جو مکيه ڪارڻ: بئنڪارن طرفان پيدا ڪيل بحران

پهرين باب ۾ جنگ ۽ سياست جي تعلق ۽ جنگ جي بنيادي ڪارڻن (ذاتي ملڪيت، دنيا کي ٻيهر ورهائڻ ۽ سامراجي بالادستي) جو ذڪر ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ جنگ جا ٻيا مکيه ڪارڻ هيٺ بيان ڪجن ٿا.

والٽر رٿينئا (Walter Rathenau) جيڪو جرمن جنرل اليڪٽرڪ ڪمپني جو ڊائريڪٽر هو) ان چيو ته (دنيا ۾ مختلف صنعتڪارن، بئنڪارن، فوجي

[50] Churchill, Hitler & Unnecessary War, by Patrick J. Buchanan (Three Rivers Press, New York, 2008). P, ix, xv, xvi, xvii, xix

جنرلن ۽ سياسي اڳواڻن تي مشتمل) ”300 ماڻهن جو ٽولو آهي، جنهن ۾ شامل ماڻهو هڪٻئي کي سڃاڻين ٿا، اهي ئي يورپ جي معاشي قسمت جو طعين ڪن ٿا ۽ پاڻ مان پنهنجا وارث چونڊين ٿا.“

ڪيرول ڪئگلي پنهنجي ڪتاب ”انگريز_آمريڪي ايسٽبلشمنٽ، روڊز (Rhodes) کان ڪلاودن (Cliveden) تائين“ ۾ لکيو تہ ”جديد دور جي دنيا جي تاريخ ۾ ”ڳجهين سوسائٽيز“ اهم ڪردار ادا ڪيو آهي. اهو ڳجهو ادارو ڪڏهن ملنر گروپ (Milner Group)، ڪڏهن گول ميز گروپ (Round Table Group)، تہ ڪڏهن ٽائمز گروپ (Times Group) يا آل سولس (All Souls) جي نالي سان سڃاتو ويندو رهيو آهي. ان جو بنياد 1891ع ۾ پيو.“

پهرين عالمي جنگ (1914 کان 1918) دوران هٿيار ٺاهيندڙ ڪارخانيدارن جنگين، بغاوتن ۽ حملن کي همٿائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو پر جنگ کي هٿي ڏيارڻ ۾ آمريڪي بئنڪارن انتهائي اهم ڪردار ادا ڪيو، انهن بئنڪارن ئي آمريڪا تي دٻاءُ وجهي جنگ ۾ گهلي موجوده دنيا کي تباهہ ڪري ڇڏيو.[51]

آڪٽوبر 1929ع ۾ آمريڪا ۾ آيل ”مالياتي بحران“ ڪا قدرتي آفت نہ هو، پر اهو تہ سرمائيداري نظام جي اندروني تضادن جو ورجائيندڙ اظهار هو. استحصالي سرمائيداراڻو نظام ڏوڪڙن جي صورت ۾ هڪ سماجي نظام، ان جي سياست، ان جي ادب ۽ ان جي سائنس ۽ ان جي هر سرگرميءَ کي ڪنٽرول ڪري ٿو. ان مالي گهوٽالي سبب جرمني جي ٻيهر تعمير وارو ڍاڪو پڇاڙي تي پهتو. ان بحران دنيا جي مالي مرڪز جي حيثيت ۾ برطانيہ جي برتري خطري ۾ وجهي ڇڏي، ان مالي گهوٽالي وري سياسي بحرانن کي جنم ڏنو. جنگ ڪانپوءِ دنيا جي ٻين ملڪن جي پيٽ ۾ آمريڪا جيڪو ٽن ارب ڊالرن جو قرضي هو اهو چار ارب ڊالر قرض ڏيندڙ بڻجي ويو. ساڳئي وقت، برطانيہ جي حيثيت پڻ بدلجي وئي برطانيہ جنهن دنيا کي 18 ارب ڊالر قرض ڏنو هو اهو 13 ارب ڊالر تي ويو. ان صورتحال ۾ دولت جي پوڄارين سوچيو تہ دنيا جي مالياتي سرشتي جو ڪنٽرول چند فردن جي هٿ ۾ ڪيئن اچي ۽ اهي پوري دنيا جي هر قوم مٿان حاڪميت کي ڪيئن برقرار رکن؟ مالي سرمائيداريت جي طاقت جا مقصد ڏکهي مدي وارا هئا، دنيا جي ڏوڪڙن جو ڪنٽرول چند فردن جي حوالي هجي جيڪي هر ملڪ جي سياسي ۽

[51] Merchant of Death, A Study of the International Armament Industry, By H. C. Engelbrecht and F. C. Hangighen (Dodd, Mead & Company, New York, 1934) pp, viii

اقتصادي نظام تي غالب ٿيڻ جي لائق هجن، جنهن جو انتظام مختلف گڏجاڻين ۽ ڪانفرنسن ۾ ڪجهن معاهدن جي صورت ۾ دنيا جي مرڪزي بئنڪن ذريعي جاگيرداراڻي انداز سان ڪيو وڃي، ان منصوبي مطابق سينٽي بئنڪن جي مٿان "نين بينڪيتن لاءِ بين الاقوامي بئنڪ" جيڪا بيسل (سئزرلينڊ) ۾ قائم ڪئي وينڊي، ان سلسلي ۾، بئنڪ آف انگلينڊ جي مونتگ نورمن، نيويارڪ وفاقي بچت بئنڪ جو بنجمن سترونگ، بئنڪ آف فرانس جو چارلس رسٽ ۽ جرمني جي بئنڪ جي هجلمر سچٽ ان منصوبي تحت ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. دنيا جي تنهي مالي مرڪزن گڏجي "نين بينڪيتن جي بين الاقوامي بئنڪ" کي ان مقصد لاءِ ڪتب آندو. نورمن (بئنڪ آف انگلينڊ جو ڪمانڊر) بئنڪنگ ڪنٽرول جي عالمي نظام جو ڪمانڊر ان چيف بڻجي ويو. جنهن کي 2 نومبر 1927ع تي وال اسٽريٽ جرنل "يورپ جو مالي آمر" ڪوٺيو هو. نورمن چوويهه سالن (1920_1944) تائين ان حيثيت ۾ ڪم ڪيو. ان حوالي سان، برطانيه جي خزاني جي چانسلر (Reginald McKenna) جنوري 1924ع ۾ اعتراف ڪيو ته "مونکي ڊپ آهي ته عام شهري اهو ٻڌڻ پسند نه ڪندا ته بئنڪون ڏوڪڙ پيدا ڪري سگهن ٿيون ۽ ڪن ٿيون. ۽ اهي جيڪي قومن جي قرضن جو انتظام سنڀالين ٿيون سي انهن حڪومتن جي پاليسيءَ کي به ڪنٽرول ڪن ٿيون." حقيقت ۾، نورمن ۽ اسٽرونگ ته طاقتور بئنڪارن جا فقط ايجنٽ هئا جيڪي پردي پٺيان ويٺلن پاران ڪم ڪندا هئا.

ان مالي گهوٽالي سبب دنيا جا مختلف ملڪ ٽن گروهن ۾ ورهائجي ويا. جن ۾ اسٽيرلنگ (برطانوي روپيو) گروپ، سون وارو گروپ ۽ ڊالر گروپ شامل هئا. انهن مان هرهڪ ان ڪوشش ۾ هو ته معاشي وزن ڪنهن ٻئي ڏانهن منتقل ڪري. ان جي ردعمل ۾ معاشي قومپرستي جنم ورتو. جنهنڪري، ايڪسپورٽ، امپورٽ تي ڊيوٽيون، ٽيڪسن جو وڌڻ، لائسنس، امپورٽ ڪوٽا، فارين ايڪسچينج ڪنٽرول جهڙا قانون عمل ۾ آيا. فرانس طرفان سيپٽمبر 1936ع ۾ پنهنجي سڪي جو ملهه ڪيرائڻ کان ترت پوءِ سئزرلينڊ، نيدرلينڊ، زيڪوسلاويڪا به پنهنجن روپين جو ملهه گهٽائي ڇڏيو ۽ ائين سون وارو بلاڪ تباهه ٿي ويو. بئنڪارن طرفان پيدا ڪيل ناڻي جي واڌ جي گهٽائي وارو بحران (Deflationary Crisis) ٻي عالمي جنگ جو مکيه ڪارڻ بڻيو. ان بحران آڏو

پارليامانِي نظام ۽ جمهوري ملڪ ٻيهي نه سگهيا ۽ ايتريقدر جو، جنگ کانپوءِ به ڪيتري عرصي تائين مڪمل طور تي بحال به نه ٿي سگهيا. ساڳئي وقت، ان بحرانِ جارح قوتن کي سگهه ڏني.[52]

## عالمي بئنڪار: ”جنگ کانپوءِ هارايلن ۽ فاتحن، ٻنهي، سان ڪاروبار ڪندا اسين“

ڪرول ڪئگلي (آمريڪي سينيٽ جي جاچ ڪيمٽي) پڌرو ڪيو ته ”ٻي عالمي جنگ کان پهريائين ڏوڪڙن جي بين الاقوامي سرشتي کي سنڀالڻ لاءِ بين الاقوامي نين بينڪن لاءِ بئنڪ (Bank for International Settlements) جنهن ۾ آمريڪا ۽ برطانيه جا نمائندا مقرر هئا اهي ٻي عالمي جنگ دوران پڻ گڏ ڪم ڪندا رهيا. جرمني ۾ نازي دور حڪومت وقت انهيءَ بئنڪ ۾ هٽلر کي ڏوڪڙ ڏيندڙ سچت (Schacht) جيڪو رئچس بئنڪ جو صدر هو، اهو پڻ ان جو نمائندو هو.“

”سچت ان بين الاقوامي ماليـاتي حڪمران ٽولي جو ميمبر هو جيڪو ڪنهن قوم جي سياسي ڍانچي جي پس پرده پنهنجي طاقت استعمال ڪري ٿو. هي وال اسٽريٽ جي حڪمران ٽولي ۽ هٽلر جي اندروني سرڪل جي وچ ۾ اهم ڪڙي هو.“ ”ڊيوس ۽ ينگ منصوبن (Dawes & Young Plan) تحت جرمن ڪارٽيل (عالمي هڪ هٽي لاءِ تنظيم) جوڙيا ويا جيڪي هٽلر ۽ نازي ازم جا وڏا سهڪاري هئا جن 1933ع ۾ نازين کي اقتدار ۾ آندو.“ جيتوڻيڪ، ڊيوس منصوبي تي نالو ته ڊيوس جو هو، پر اهو منصوبو ان جو نه هو، حقيقت ۾، اهو منصوبو ”جي پي مارگن (آمريڪي سرمائيدار) جي پيداوار هو“ ۽ ”ان جي ڊائريڪشن نورمن (انگريز بئنڪار) وٽ هئي.“ ”آمريڪي آءِ جي فاربين، جنرل اليڪٽرڪ، اسٽينڊرڊ آئل آف نيو جرسي، فورڊ ۽ ٻين آمريڪي سرمائيدار ادارن جو اهم ڪردار هو. انهن ادارن هوراس گريلي سچت (Hoarce Greeley Schacht) معرفت (هٽلر جي) مدد ڪئي.“[53]

جرمني اتحادين (برطانيه ۽ فرانس) کي، 1924ع ۽ 1931ع دوران، اٽڪل 86 بلين مارڪ (روپيه) ڏنڊ ۾ ڏنا. ساڳئي وقت، جرمني ٻاهران کان، خاص

---

[52] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley pp, 7-242-43-44-265-269

[53] Wall Street & Rise of Hitler, by Antony C. Sutton, 1976, p, 7-8

ڪري آمريڪا کان 138 بلين قرض ڀ ڪنيو." جنهن تي ڪگلي لکيو ته "بين الاقوامي بئنڪر فيسن ۽ ڪميشنن جي برسات هيٺ جنت ۾ وينا آهن."[54]

اوون ينگ (ينگ منصوبو جوڙيندڙ) اهو ماڻهو هو جنهن روزويلٽ جي پڻ مدد ڪئي هئي."[55] سچت (Schacht) اوون ينگ کي تجويز ڏني ته بين الاقوامي نئين بينڪن واري بئنڪ (Bank for International Settlements) کي جنگ کانپوءِ "ٻيهر تعمير ۽ ترقي" جي بين الاقوامي بئنڪ ٺاهيندا سين: "اِن قسم جي بئنڪ هارايل ۽ فاتحن جي وچ ۾ گڏيل مالي سهڪار جو مطالبو ڪندي." جنهن تي اوون وراڻيس "ڊاڪٽر سچت، تو مونکي زبردست تجويز ڏني آهي ۽ هاڻي آءُ ان کي دنيا ۾ وڪڻندس."[56]

"ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران، نين بينڪين واري بين الاقوامي بئنڪ، سئٽزرلينڊ ۾، جنگ کانپوءِ واري دنيا بابت مسلسل خيالن، تجويزن ۽ منصوبن جي متاسڻا ڪندي رهي. مطلب ته جنگ جو بين الاقوامي بئنڪرن تي ڪوبہ اثر نہ پيو." "ان بئنڪ جو صدر آمريڪي هو، تہ جنرل مينجر فرانسيسي هو، جنهن جو اسسٽنٽ مينجر وري جرمني جو هو ۽ جنرل سيڪريٽري اٽلي جو هو." "ان سموري عرصي دوران ڊاڪٽر سچت (جرمني جي بئنڪ جو صدر ۽ هٽلر جو مددگار) جو ذاتي نمائندو ان بئنڪ (سئٽزرلينڊ) ۾ هوندو هو."[57]

جيمز مارٽن لکيو تہ "جرمني جي ٻيهر تعمير لاءِ آمريڪا طرفان ملبل قرض ٿي ٻي عالمي جنگ کي اُپارڻ لاءِ بندوبست ڪرڻ جي سائيڪل مهيا ڪئي."[58]

"1947 ۾ ڊاڪٽر برننگ (جرمني جي اڳوڻي چانسلر) چرچل (برطانوي وزيراعظم) جي ڪتاب ڇپائيندڙ کي لکيو تہ 28 آگسٽ 1937 تي چرچل ڏانهن لکيل خط کي نہ ڇاپيو وڃي، ڇاڪاڻ تہ هنن هٽلر کي اقتدار ڏيارڻ لاءِ پيسن جي مدد ڪرڻ وارو ڏوھ ڪيو هو. صنعتڪار، فريڊرچ فلڪ ۽ آءِ جي فاربين ڪمپني کي زبردستي نازين جي مدد ڪرڻ لاءِ زور پيريو هو. فرانس جي ڪجهي اداري رضاڪاراڻي طور تي نازين کي اقتدار

[54] Wall Street & Rise of Hitler, by Antony C. Sutton, 1976, p, 15
[55] Ibid, p, 17
[56] Ibid, p, 19
[57] Ibid, p, 20-21
[58] Ibid, p, 21

ڏيارڻ لاءِ ڏوڪڙ ڏنا. 1928ع کان برلن جي ٻن وڏين بئنڪن جي جنرل مينيجرن، جيڪي ٻئي يهودي هئا، ۽ انهن مان هڪڙو جرمني جي يهودين (Zionism) جو اڳواڻ هو، انهن هٽلر جي وڏي مدد ڪئي. برننگ وڏيڪ چيو ته فرانس جو ڳجهو ادارو ۽ شنڊير ڪريسوٽ (Schneider-Creusot) ڪارخانيدار، 1921ع کان 1932ع تائين، هٽلر جي روينيو جو اڌ پريندا رهيا، 1933ع کان اڳ، ايس اي (خاڪي شرٽن وارا) ۽ ايس ايس (نازي فوج) آمريڪا مان ٺهيل ريوالور ۽ مشين گن سان ليس هئا."[59] ٻي عالمي جنگ ڪرڻ ۽ ڪرائڻ ۾ عالمي بئنڪارن سان گڏ هٿيار ٺاهيندڙ ڪارخانيدارن جو پڻ اهم ڪردار هو.

## هٿيار ٺاهيندڙ ڪارخانيدار: موت جا سوداگر

ٻين شعبن جي ڀيٽ ۾، هٿيار ٺاهيندڙ هڪڙي ڳالهه ۾ ممتاز حيثيت رکن ٿا ته "سندن صنعت جي سرگرميءَ جو منطقي انجام ۽ توڙ انسانذات جي موت تي ٿئي ٿو. هٿيارن جو ڪاروبار ڪندڙ انهن سيني ماڻهن کي، ڪنهن به اخلاقي اصول ۽ ماڻهوءَ جي عزت ناموس ڏسڻ کانسواءِ، هٿيار ڏين ٿا جيڪي ڪين سٺي قيمت ادا ڪن ٿا. پوءِ انهن ۾ جمهوريت پسند هجي يا نواب، زار هجي يا باغي، سرمائيدار هجي يا سوشلسٽ، ڪارو هجي يا اڇو ماڻهو، پروٽسٽنٽ هجي يا ڪيٿولڪ، مسلمان هجي يا عيسائي، چور هجي يا پوليس وارو، سمورين قوميتن، سمورن عقيدن، سمورن بيوقوفن ۽ سمورن ڏوهن کي هر حالت ۾ سيني قسمن جا هٿيار ڏين ٿا. ڇاڪاڻ ته سندن دين ايمان فقط منافعو هجي ٿو انهن لاءِ هي دنيا فقط هڪ مارڪيٽ آهي جتي پنهنجو سامان کپائڻو آهي.

## موت جي سوداگرن جون اٽڪلون ۽ حڪمران ٽولا

موت جا سوداگر پنهنجي ڪاروبار کي هلائڻ ۽ وڌائڻ لاءِ حڪومتن سان ويجهڙا لاڳاپا رکڻ، پنهنجا اڪائونٽ لڪائڻ ۽ قرض ڪڍڻ لاءِ بئنڪارن سان تعلقات رکڻ، عوامي راءِ عامہ ٺاهڻ لاءِ اخبارن کي پنهنجي قبضي ۾ رکڻ، جنگ بابت ڊپ ڦهلائڻ، رشوت ڏيڻ، امن جا انعام ڏيڻ ۽ گڙٻڙ پيدا ڪرڻ جهڙا ڪم ڪن ٿا.

---

[59] Churchill's War, by David Irving, p, 134

دنيا جا سڀ ملڪ هر سال اربين کربين روپيا پنهنجي فوج، جنگي سامان وغيره تي خرچ ڪن ٿا. ان لاءِ هميشه سندن دليل هوندو آهي ته ”قومي تحفظ“ لاءِ ڪرڻو پوي ٿو. ٻي عالمي جنگ کان اڳ حقيقت هي آهي ته هٿيار ٺاهيندڙ ڪارخانيدار سمورن ملڪن جي سرڪاري جنگ جي شعبن جا ساڃا ڀڄ هوندا آهن ۽ انهن شعبن ۾ ويٺل ماڻهو پڻ اهم سياسي شخصيتون هونديون آهن. هٿيار وڪرو ڪندڙ عوام کي خاموش ڪرڻ ۽ عزت ڀريو ڍڪ حاصل ڪرڻ لاءِ برطانيه ۾ پنهنجن ادارن جا ڊائريڪٽرس پارليامينٽ جي ميمبرن ۽ امرا مان ڪٽندا هئا. فرانس ۾ اڪثريت بئنڪارن ۽ صنعتڪارن مان ڪنٽي وينڊي هئي ۽ ڪجهه سياستدان به هئا ۽ آمريڪي صنعت ۾ بئنڪار سڀ کان اهم حيثيت رکندا هئا ۽ ڪجهه ڪانگريس جا ميمبر پڻ انهن جا ڊائريڪٽر مقرر ٿيل هئا. برطانيه کي سمورين پارليامينٽن جي ماءُ سمجهيو ويندو آهي پر حقيقت ۾ وڪرس لميٽيڊ (Vickers Ltd) (برطانيه جو هٿيار ٺاهيندڙ ادارو) ان پارليامينٽ جي ويڳي ماءُ هو.[60] برطانيه جي امپيريل ڪيميڪل صنعت (I. C. I) ۾ سر جان سائمن جا اٽڪل 1،512 شيئرز هئا (جيڪي هن جاپان واري حملي وقت وڪرو ڪري ڇڏيا هئا.) سر آسٽن چيمبرلين وٽ 666 شيئرز هئا ۽ نيولن چيمبرلين وٽ 11،747 شيئرز هئا.[61]

هٿيار ٺاهيندڙن، بئنڪارن ۽ سياستدانن جا هڪٻئي سان کهڙا ڳجها ڳانڍاپا آهن، ان حوالي سان پهرين عالمي جنگ بابت آمريڪي ڪميٽي جي رپورٽ اهم ثبوت پيش ڪري ٿي. 12 اپريل 1934ع تي، آمريڪي سينيٽ طرفان ڇاڄ لاءِ ڪميٽي جوڙي وئي. نيئي (Nye) ڇاڄ ڪميٽي جي پڙتال حيران ڪندڙ ثبوت پيش ڪيا ته جي پي مارگن ۽ دي پونٽ وارن چار پائرن اتحادين جي ايجنٽ طور تمام سٺو منافعو ڪمايو، ۽ بئنڪارن ۽ هٿيار ٺاهيندڙن حد کان وڌيڪ منافعن جا فصل لٽيا. آمريڪا نه ڪو جمهوريت ۽ نه پنهنجن ملڪي مفادن جي بچاءَ لاءِ پر منافعي خورن جي سازشن سبب جنگ ۾ شامل ٿيو هو. ان ڪميٽي جي رپورٽ ۾ ڇپيو ويو ته صدر ولسن کان جڏهن ان قسم جي ڳجهن معاهدن جي معلومات بابت پڇيو ويو ته هن انڪار ڪري ڪوڙ ڳالهايو.[62]

---

60 Merchant of Death. A Study of the International Armament Industry, By H. C. Engelbrecht and F. C. Hangighen (Dodd, Mead & Company, New York, 1934) p, 108-141

61 Ibid. p, 255

62 FDR & The New Deal (1932-40) By William E. Leuchtenburg (Harper & Row, Publishers) p, 218

هٿيار ناهيندڙ، ٻي اٽڪل هي ڪندا آهن تہ "جنگ جي خطري" کي هٿرادو نموني پيدا ڪري پنهنجين حڪومتن ۽ عوام کي پنهنجن پاڙيسري ملڪن ۽ حريفن کان ڊيڄاريندا رهندا آهن تہ جيئن اهي وڌيڪ هٿيار وڪرو ڪري سگهن. ٻئي طرف، ڪڏهن ڪڏهن هٿيار ٺاهيندڙ "امن" جا علمبردار هجڻ جو بہ ڏيک ڏيندا آهن. مثال طور، نوبل (ڊائنامائيٽ بادشاهہ) دنيا جي مشهور امن انعام جو بنياد وڌو. آمريڪا جي هٿيارن جي صنعت جي وڏي نالي، ڊو پونٽ (Du Pont)، چيو تہ اها خوشيءَ جهڙي ڳالهہ آهي تہ دنيا جنگ خلاف بغاوت ڪري رهي آهي.[63]

ايتريقدر جو، هٿيارن جا سوداگر پنهنجي منافعي لاءِ پنهنجي ملڪ جي امڪاني دشمنن کي بہ هٿيار ڏيندا رهيا آهن. مارچ 1934ع جي "قسمت" (Fortune) نالي آمريڪي ڪاروباري ميگزين ۾ الزام هنيو ويو تہ "هٿيار ناهيندڙ ديوتا "هڪ ڏکي جنگ" ڪرڻ ۽ "امن ۾ رکنو" وجهڻ چاهين ٿا ۽ ان ۾ اهو بہ الزام هنيو ويو تہ (پهرين عالمي جنگ دوران) برطانيہ ۽ فرانس جي صنعتڪارن جرمنيءَ کي اهم هٿيار وڪرو ڪري قيصر جي جنگ کي برقرار رکيو."[64] ٻي عالمي جنگ کان اڳ هٽلر جي مدد ڪندڙ ماڻهن واري فهرست ۾، وون ارٿبر ۽ وون دسچنز شامل هئا جيڪي "اسڪوڊا" جرمني جي پاڙيسري دشمن ملڪ زيڪوسلاويڪيا جي وڏي هٿيارن جي فرم جا ڊائريڪٽر هئا. جيئن آمريڪا ۾ مختلف صنعتن جو اصل ڪنٽرول ڪندڙ گهٽو ڪري غيرمتوقع جاين تان ملندا آهن. تيئن ئي يورپ ۾ بہ ساڳيو نظام رائج هو ۽ جيتوڻيڪ، وون ارٿبر ۽ وون دسچنز (Von Arthaber and Von Duschnitz) ان اداري جي نمائندگي ڪري رهيا هئا جنهن جو ڪنٽرول اصل ۾ ڪٿي ٻئي هنڌ هو. ان ڪمپني جو سربراهہ نہ ڪو جرمن هو ۽ نہ ئي زيڪ هو، اصل ۾، اهو فرانسيسي شهري، ايم يوگن سچندر (M. Eugene Schneider) سچندر ڪريوسٽ ڪمپني (Schneider-Creusot Company) جو صدر هو جيڪا هڪ صديءَ کان فرانس جي هٿيارن جي صنعت تي حاڪميت ڪندي رهي هئي ۽ جيڪا سندس امداد هيٺ هلندڙ ادارن ذريعي مرڪزي يورپ جي اڪثر اهم هٿيارن جي ڪارخانن کي

[63] Merchant of Death, p, 5-8
[64] Ibid, p, 218

ڪنٽرول ڪندي هئي. يعني هٽلر جي مالي مدد ڪندڙن ۾ فرانس جو صنعتڪار ۽ هٿيار ٺاهيندڙ به شامل هو.

هٿيارن جا سوداگر مختلف اخبارن جا مالڪ به هجن ته جيئن عوامي راءِ جوڙين ته. اير سچندر پنهنجي ڪمپني جي صدر هجڻ سان گڏوگڏ پنهنجن عملدارن ذريعي پئرس جي اخبار (Le Temps) ۽ جرنل (Des Debats) (جيڪو نيويارڪ هيرالڊ ٽربيون کي خبرون ڏيندو هو) کي ڪنٽرول ڪندو هو. اهي ٻئي طاقتور اخبارون مسلسل پنهنجن پڙهندڙن کي "هٿيارن جي گهٽائڻ جي خطرن" ۽ جرمني جي حملي جي ڏپ بابت خبردار ڪنديون رهنديون هيون. اهڙي ريت، اير سچنديِر جون ڏورين هڪڙي پاسي هٽلر ۽ جرمن فوج سان ۽ ٻئي پاسي فرانس جي اخبارن ۽ فرانس جي فوج سان ڳنڍيل هيون ۽ هي ڪيڏي مهل به ڪنهن به ڏوري کي ڇڪڻ جي پوزيشن ۾ هو.[65]

برطانيه جي بيڊفورڊ پارڪ ۾ پهرين عالمي جنگ دوران جرمني جي پڪڙيل توب رکيل آهي. جنهن تي، برطانوي ٽريڊ مارڪ لڳل آهي، ڇاڪاڻ ته جنگ کان اڳ برطانيه جي ٿي هڪ هٿيارن جي صنعت اهڙيون توبون جرمني کي وڪرو ڪيون هيون. ڪڏهن ڪڏهن هٿيار ٺاهيندڙ پنهنجي ملڪ طرفان اعلان جنگ ڪانپوءِ محب وطن به بڻجي پوندا آهن. پر گهڻي قدر ائين نه ٿيندو آهي. فرانس جي صنعتڪارن جي هڪڙي گروهه سئٽزرلينڊ جي معرفت جرمني کي جنگي سامان وڪڻڻ جي ڪوشش ڪئي ته جيئن انسانن کي ايذائي ۽ ماري منافعو ڪمائي سگهن. هنن وڏي اٽڪل سان، انتهائي بي رحم سازش ذريعي دنيا جي امن جي رستا روڪ ڪئي ۽ جنگ کي هٿي وٺرائي.[66]

## جنگ ۾ به منافعو ڏيندڙ ڪاروبار

پهرين عالمي جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران هٿيارن تي تيل خرچ ثابت ڪن ٿا ته هٿيارن جي ڪاروبار ڪندڙن لاءِ جنگ ڪيترو نه فائديمند هجي ٿي. هيٺ ڏنل ٽيبل ۾ فقط جرمني ۽ فرانس جا انگ اکر ڏنا ويا آهن:

[65] Merchant of Death, pp, 3
[66] Ibid, pp, 4

| جرمن مارڪ (روپيو) | امن جي ٽن سالن دوران ساليانه شرح | جنگ جي ٽن سالن دوران ساليانه شرح |
|---|---|---|
| ڪرپ | 31,625,000 | 66,676.000 |
| Rhein. M. & M. F | 1,448,000 | 9,568,000 |
| Deutsche W. & M. F | 5,467,000 | 10,778.000 |
| Koeln. Pulverf | 4,329,000 | 11,921,000 |
| فرانڪ (فرانسيسي روپيو) | | |
| Schneider-Creusot | 6,900,000 | 10,405,000 |
| Hotchkiss | | 8,026,000 |
| Commentry Fourchambault | 4,792,000 | 6,663,000 |
| Usines a Gaz | 8,776,000 | 11,536,000 |

پهرين عالمي جنگ کانپوءِ مختلف ملڪن جي هٿيارن جي ڪارخانيدارن پنهنجي ڪاروبار کي وڌائڻ لاءِ جرمنيءَ ۾ هٽلر ۽ نازين کي اڀارڻ ۾ مدد ڪئي. ٿائيسن (رهر جي اسٽيل جي ڪارخانيدار) هٽلر ۽ نازين کي سندن مشڪل ترين سالن (1930ع کان 1933ع) دوران اٽڪل 30 لک مارڪ (جرمن روپيا) مهيا ڪيا. ٿائيسن ئي هٽلر، وون پاپن ۽ هيڊن برگ جو اتحاد ڪرائي هٽلر کي اقتدار تائين پهچڻ جو رستو صاف ڪري ڏنو. (ان جي موٽ ۾، ٿائيسن هٽلر کان اسٽيل ٽرسٽ جو ڪنٽرول ورتو.) ان کانپوءِ هٽلر جرمنيءَ کي ڀيهر هٿياربند ڪرڻ شروع ڪيو.[67]

آءِ جي فاربين (جرمني ۾ هٿيار ٺاهيندڙ اداري) جي ستر سيڪڙو مالڪي فرانس وٽ هئي. ان بابت فرانس جي حڪومت کي سڀ خبر هئي پر هٽن ڪجهه به نه ڪيو، ڇاڪاڻ ته اهي ئي هٿيارن جا ڪارخانيدار (ٻورا) جنگ جي صورت ۾ فرانس کي به هٿيار مهيا ڪن ها ۽ وڏي ڳالهه ته جيڪڏهن فرانسيسي ائين نه ڪن ها ته آمريڪي صنعتڪار جرمنيءَ کي مال مهيا ڪن ها يا انگريز اچي جاءِ والارين ها. هٽلر جي مدد ڪندڙن ۾ Pintsch جو به نالو شامل آهي جيڪا هالينڊ جي جهاز ٺاهيندڙ، فوڪر، ڪمپني جي مدد سان هلندي هئي ۽ ان ۾ انگريز انجنيئر ڪم ڪندا هئا.[68] ائين فرانس، آمريڪا ۽ برطانيه جي مدد سان جرمني هٿيار ٺاهيندڙن جي

[67] Merchant of Death. p, 243
[68] Merchant of Death. p, 201

فهرست ۾ شامل ٿي وئي. اٽلي پڻ اهم حيثيت حاصل ڪري ورتي اُها ترڪي، رومانيه، ڏکڻ آمريڪي رياستن ۽ فن ليند کي هٿيار وڪرو ڪرڻ لڳي.[69] ساڳئي وقت، بيلجيم، پولينڊ ۽ ٻيا ملڪ پڻ ملڪ کان ٻاهر هٿيار وڪرو ڪرڻ لڳا.

بهرحال، هٽلر جي اُسرڻ سان هٿيارين جي صنعت جو ڪاروبارو تيزيءَ سان وڌڻ لڳو ان لاءِ ليگ آف نيشنز جا ڏنل انگ اکر هيٺ ڏجن ٿا:

| سال | رقم (ڊالرن ۾) |
|---|---|
| 1921 | $42,811,275 |
| 1922 | 42,452,413 |
| 1923 | 39,419,100 |
| 1924 | 45,702,200 |
| 1925 | 48,102,200 |
| 1926 | 51,105,400 |
| 1927 | 48,060,400 |
| 1928 | 59,239,000 |
| 1929 | 64,091,000 |
| 1930 | 55,201,500 |

پر ان ۾ به برطانيه 30.8 سيڪڙو، فرانس 12.9 سيڪڙو، آمريڪا 11.7 سيڪڙو، زيڪوسلاويڪا 9.6 سيڪڙو، سئيڊن 7.8 سيڪڙو ۽ اٽلي 6.8 سيڪڙو ڪاروبار ڪيو. مطلب ته 1930ع تائين، دنيا جي ڪل هٿيارين جي ڪاروبار جو 55 سيڪڙو فقط برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا ڪيو. (پر ان ۾ جنگي ٻيڙن ۽ جهازن وغيره جهڙن ڳرن جنگي هٿيارين ۽ اسمگلنگ ذريعي ٿيل خرچ شامل ناهي.) اها ڳالهه ياد رهي ته ليگ آف نيشنز جي انگ اکرن کي 17 سيڪڙو درست سمجهيو ويجي ۽ انهن کي 5 سان ضرب ڪيو وڃي ته حقيقت جي ويجهو پهچي سگهجي ٿو ڇاڪاڻ ته ان سروي ۾ آمريڪا بابت ڏنل انگ اکر بلڪل ڪوڙ آهن.)[70]

[69] Merchant of Death p, 245-46
[70] Ibid. p, 252

## نازي ازم ۽ آمريڪي سرمائيدار

آمريڪي ليکڪ، انتوني سي سوٽن پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو ته "نازي ازم ۽ هٽلر جي اڀرڻ ۾ نه فقط جرمن صنعتڪارن، پر وال اسٽريٽ جي ڏوڪڙن اهم ڪردار ادا ڪيو. وال اسٽريٽ 1933ع ۾ آمريڪي صدر روزويلٽ جي ڪامياب ٿيڻ ۾ پڻ پس پرده اهم ڪم ڪيو. وال اسٽريٽ هڪڙو حڪمران ٽولو آهي جيڪو چونڊيل سياستدانن جي مٿان ۽ پس پرده عالمگير معاملن بابت فيصلا ڪري ٿو."[71] مارٽن جو چوڻ آهي ته "جنگ ڪانپوءِ ٽيل جاچ پڙتال لاءِ آمريڪي ۽ برطانوي سرمائيدارن پاڻ کي مقرر ڪرايو ته جيئن پنهنجي ملوث هجڻ کي لڪائي سگهن." "جرمن صنعتڪار گهٽين حقيقتن تان پردو کڻي سگهيا پئي پر ڪين بچايو ويو. اهم ڳالهه ته نرمبرگ ۾ هلندڙ ڪيس ۾ هٽلر جي صنعتڪارن مان هڪڙي کي به چماٽ نه لڳي."[72]

هرمن گوئرنگ جنهن وٽ 6000 RM ملين جو سرمايو، ۽ 35 لک آمريڪي ڊالر آمريڪا ۾ هئا.[73] "جرمني جي مئنيشيت لاءِ "ادولف هٽلر فنڊ" جو بنياد مئي 1933ع ۾ ڪرپس (Krupp's) جي پيش قدمي سان پيو. آمريڪي اداري، جنرل موٽرس، اٽڪل 30 لک ڊالر چڪتو ڪيا. ان مان 20 لک ڊالر انهن ڪارخانن ۾ سيٽ‍اپ ڪئي وئي جيڪي گوئرنگ ۽ ٻين نازي اڳواڻن وٽ هئا يا اهي سنڀاليندا هئا."[74/75] سان فرانسسڪو ۾ آمريڪي ۽ جرمن حڪمران ان ڳالهه تي متفق ٿيا ته آمريڪا ۽ جرمني ٻين امڪاني مارڪيٽن (چين ۽ روس) لاءِ هڪٻئي سان تعاون ڪندا ۽ اهو ڪم آمريڪي سرمائي جي مدد ڪانسواءِ ٿي نه سگهندو."[76]

جرمني ۾ مقرر آمريڪي سفير، وليم ڊوڊ، 19 آڪٽوبر 1936ع، تي روز ويلٽ (آمريڪي صدر) کي آمريڪي صنعتڪارن خلاف شڪايت ڪندي ۽ جنگ جي خطري بابت آگاهي ڏيندي لکيو ته "هن وقت آمريڪي ڪارپوريشنس جي مالي امداد (اعانت) هيٺ سو (100) کان وڌيڪ ادارا جرمني ۾ هلندڙ آهن. آمريڪا جي وڏي هٿيار ناهيندڙ ڪمپني ڊوپونٽس

---

[71] Wall Street & Rise of Hitler, by Antony C. Sutton, 1976, p, 2
[72] Ibid, p, 4
[73] Secrets of WWII, G. Deborin, p, 14
[74] Wall Street & Rise of Hitler (Congressional Record, Vol. 88, Part 10, p. AS 135)
[75] Churchill's War, p, 15
[76] Congressional Record, Vol. 88, Part 10, pp. A-3134--35

(Du Ponts) ويٺ جرمني ۾ ٽي اتحادي آهن جيڪي هٿيارن جي ڪاروبار ۾ مدد ڪري رهيا آهن. سندن منڪيه اتحادي آءِ جي فاربين (I. G. Farben) ڪمپني آهي. اسٽينڊرڊ آئل ڪمپني (آمريڪي تيل ڪمپني) ڊسمبر 1933 ۾ اٽڪل 20 لک ڊالر اماڻيا آهن ۽ هر سال جرمني کي جنگ جي مقصدن لاءِ استعمال ٿيندڙ ارسٽز گئس ٺاهڻ ۾ 5 لک ڊالر جي مدد ڪندي رهي آهي. پر اسٽينڊرڊ آئل پنهنجي منافعي کي سامان جي صورت ۾ ملڪ کان ٻاهر نٿي ڪڍي سگهي. پر حقيقتن بابت سمجهاڻي به ٿَتا ڏين. انٽرنيشنل هارويسٽر ڪمپني جي صدر ٻڌايو ته (جرمني ۾) سندس ڪاروبار ۾ هڪ سال اندر 33 سيڪڙو واڌ ٿي آهي (منهنجي خيال ۾ هٿيار ٺاهڻ لاءِ) پر اُهي ملڪ کان ٻاهر ڪجهه به نٿا ڪڍي سگهن. ايتريقدر جو اسانجي فضائيه جي ماڻهن جا ڪرپ (Krupp)، جنرل موٽرس ڪمپني ۽ فورڊ سان ڳجها انتظام ٿيل آهن ۽ بيحد وڏو ڪاروبار اٿن. آءٌ انهن حقيقتن جو ذڪر ان ڪري ڪريان ٿو ته اهي (ماڻهو) معاملن کي اينگهائي ڇڏيندا ۽ جنگ جي خطرن کي وڌائي ڇڏيندا."[77] مطلب ته "جمهوريت پسند ۽ آزادي جو علمبردار" آمريڪي صدر روزويلٽ ٻي عالمي جنگ کان ٽي سال اڳ آمريڪي صنعتڪارن جي ارادن ۽ جنگ جي خطري کان چڱيءَ ريت واقف هو!

آمريڪي سفير وڊيڪ لکيو ته "نيويارڪ جي اسٽينڊرڊ آئل ڪمپني، 1933ع جي ڊسمبر دوران، جرمني کي جنگ جي ضرورتن لاءِ هلڪي ڪوئلي مان گيسولن ٺاهڻ ۾ مدد لاءِ 10 لک ڊالر ڇو موڪليا؟ انٽرنيشنل هارويسٽر، جڏهن جرمني مان ڪجهه به حاصل نٿي ڪري ۽ جنگ دوران تيل نقصان جو ڏنڊ ونڻ ۾ به ناڪام ٿي آهي ته پوءِ جرمني ۾ شيون ٺاهڻ جو ڪم جاري ڇو رکيو پيو وڃي؟ ان جي معنيٰ فقط اها ٿي ته جيڪڏهن هڪ ٻي جنگ لڳي ته وڏو نقصان ٿيندو."[78]

1946 ۾ آمريڪي سينيٽ جي فوجي معاملن بابت ڪميٽي آڏو شاهدي دوران چيو ويو ته "ديواس منصوبو، جيڪو آگسٽ 1924ع ۾ جوڙيو ويو، اهو جرمن جنرل اسٽاف (فوج) جي فوجي اقتصادي ماهرن جي منصوبن سان بلڪل ٺهڪندڙ هو." ٻي عالمي جنگ کانپوءِ آمريڪي سينيٽ جي هارلي، ايم ڪلگور جي سربراهي ۾ جوڙيل ڪميٽي مختلف سرڪاري

[77] Wall Street & Rise of Hitler, by Antony C. Sutton, 1976, p, 4-6 .
[78] Ibid, p, 6

عملدارن کان آڏي پچا ڪرڻ ڪانپوءِ اهو تاثر ورتو ته "جڏهن (1933ع) ڪان نازي اقتدار ۾ آيا، جرمني ۾ اقتصادي ۽ صنعتيءَ لحاظ کان جنگ لاءِ تياري ڪرڻ جا پيرا 1918ع کان ملن ٿا."[79] "1933ع کان اڳ ۽ پوءِ يورپ ۾ جنگ لاءِ، 1920ع ۾ وال اسٽريٽ معرفت مالي مدد سان جرمني جو ڪارٽيل سرشتو پيدا ڪيو ويو ۽ جرمن فوج کي تيار ڪرڻ لاءِ مختلف آمريڪي ادارن ٽيڪنيڪل مدد ڪئي."

آمريڪي سينيٽ جي ڪلگور ڪميٽي اٽسڏي ريت اعتراف ڪيو آهي ته "آمريڪا اتفاقي طور تي جرمني کي ٽيڪنيڪل هٿياربند ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو." ليکڪ جبرائيل ڪولڪو لکيو ته "آمريڪي سرمائيدارن جي پريس 1935ع کان واقف هئي ته جرمني جي خوشحالي جو بنياد ان جي جنگي تيارين تي بيٺل آهي ۽ جرمني جي صنعت نازين جي ڪنٽرول ۾ آهي."[80]

"مختصر، سائنٽيفڪ گيسولن ۽ ڌماڪيدار مادن (جيڪي جديد جنگ جا اهم عنصر هئا) جي پيداوار ۾ جرمن ادارا ڪندا هئا جن کي ديواس منصوبي تحت وال اسٽريٽ قرض ڏنا." "جرمني ۾ سڀ کان گهڻيون توبون ٽاهينڊڙن ۾ اوپيل هو جيڪو آمريڪي اداري جنرل موٽرس جي مدد سان هلندو هو، ۽ فورڊ اي جي ورڪ جي فورڊ موٽر ڪمپني جي مدد سان هلندو هو." "هينري فورڊ کي نازي ازم جي خدمتن عيوض انعام سان به نوازيو ويو."[81]

"فاربين هٽلر هو ۽ هٽلر فاربين هو" (آمريڪي سينيٽر، هومر ٽي بون طرفان فوجي معاملن بابت سينيٽ ڪميٽي آڏو 4 جون 1943ع تي ڏنل بيان) فاربين جرمني جي ڪيميڪل ڪامپليڪس آءِ جي فاربين جو مالڪ هو. فاربين خود جرمني اندر هڪڙي "رياست" هئي. فاربين 1925ع کان هلندڙ هئي جنهن کي هرمن شمت (وال اسٽريٽ جي پيسن سان) منظم ڪيو. بعد ۾ ٻيون ڪمپنيون ان ۾ ضم ڪيون ويون. وال اسٽريٽ ذريعي آمريڪي لاڳاپا هئا جن جي پيسن جي مدد ڪانسواءِ ڪابه آءِ جي فاربين (جرمن سرمائيدار ادارو) ٿي نه هجي ها ۽ ذري گهٽ هٽلر به نه هجي ها ۽ اٿين جنگ به نه ٿئي ها."[82]

---

[79] Wall Street & Rise of Hitler, by Antony C. Sutton, 1976, p, 11
[80] Ibid, p, 12-13
[81] Ibid, p, 93
[82] Ibid, p, 29-30

هٽلر جي مالي مدد ڪندڙ

- هجلمر سچٽ (Hjalmar Schacht)، رچس بئنڪ جو سربراهه
- فرٽ وون ٿائيسن (Fritz von Thyssen) جرمني ۾ اسٽيل جو ڪاروبار ڪندڙ
- الفرڊ ڪرپ (Alfred Krupp) ڪرپ اسٽيل فرم جو مالڪ
- ايمل ڪردرف (Emil Kirdorf) ڪوئلي جو ڪاروبار ڪندڙ
- آءِ جي فاربين (I G Farben) جرمني جي ڪيميڪل فرم
- اوپيل (Opel) جرمني جو ڪار ٺاهيندڙ ادارو (جيڪو آمريڪي ڪمپني جنرل موٽر جي مدد سان هلندو هو.)
- سچرودر (Schroeder) بئنڪ مالڪ، رين هارڊ سچرودر هٽلر سان مليو ۽ هن کي حڪومت جوڙڻ لاءِ چيو.

ٻاهرين ڪمپنيون، ادارا ۽ شاهوڪار فرد

- فورڊ موٽرس جو مالڪ هينري فورڊ، جنهن جي ڪتاب "بين الاقوامي يهودي" جا ڪجهه ٽڪرا هٽلر پنهنجي ڪتاب ۾ ڏنا هئا ۽ فورڊ جي تصوير هن (هٽلر) پنهنجي آفيس جي پٺ تي لڳائي.
- ايم يوگن سچنڊر (M. Eugene Schneider) سچنڊر_ڪريوسٽ ڪمپني (Schneider-Creusot Company) جو صدر
- يونين بئنڪ ڪارپوريشن، نيويارڪ: جارج بش جو ڏاڏو ان ڪارپوريشن جو صدر هو.
- ڊبليو اي هيريمين اينڊ ڪو: آمريڪا جي شپنگ ۽ ريلوي ڪمپني (جارج بش جو ڏاڏو ان جو نائب صدر هو)
- اريني ڊو پونٽ (Irenee du Pont)

## فرانس ۽ برطانيه ۾ سياسي ۽ اقتصادي تضاد

ٻي عالمي جنگ ۾ ٽن ملڪن جو ابتدائي ۽ بنيادي ڪردار هو، جنهن ۾ جرمني، فرانس ۽ برطانيه شامل هئا. جرمني جي حوالي سان فرانس ۽ برطانيه جي حڪمرانن جون پاليسيون هڪٻئي کان مختلف هيون. جيتوڻيڪ، فرانس ۽ برطانيه، ٻئي، ان ڳالهه تي (عملي طور تي) متفق هئا ته بالشوازم قبول ناهي. پر فرانس ۽ برطانيه جا هڪٻئي سان تضاد

هئڻ سبب پئي هڪٻئي کان گوءِ کٽڻ جي چڪر ۾ هئا ته ڪير ٿو پهريائين اٽلي ۽ جرمني سان ويجهڙائپ قائم ڪري. جيئن ته جرمني 1870ع ۽ 1914ع ۾ فرانس تي ڪاهون ڪري چڪي هئي، تنهنڪري فرانس کي جرمني مان هر وقت ڊپ هو ان لاءِ فرانس کي هميشه تحفظ جي تلاش هئي، جڏهن ته برطانيه کي تحفظ مليل هو. ان لاءِ فرانس کي برطانيه جي ضرورت هئي، جڏهن ته برطانيه فرانس کي يورپ ۾ پنهنجو حريف پئي سمجهيو (خاص ڪري اوير ۾). گذريل چار صدين کان برطانيه جي پرڏيهي پاليسي جو بنيادي اصول اهو پئي رهيو آهي ته يورپ کنڊ ۾ ڪنهن به ٻي ڌر جي بالادستي جي مخالفت ڪرڻي آهي ۽ ان لاءِ انگريز هميشه ٻي طاقتور ڌر کي تيار ڪندا رهيا آهن. پهرين عالمي جنگ کانپوءِ جرمني اهو ڪم سرانجام ڏئي سگهي پئي، پر ان وقت جرمني جي معاشي حالت ابتر هئي پر آبادي ڪافي هئي.
فرانس جي سياسي گهرج اها هئي ته جرمني ڪمزور هجي. فرانس لاءِ مکيه خطرو جرمني هو جڏهن ته برطانيه لاءِ بالشوازم وڏو خطرو هو. تنهنڪري، برطانيه مستقبل ۾ سوويت روس خلاف جرمني کي امڪاني اتحادي پئي تصور ڪيو، پر اهو تڏهن ممڪن هو جڏهن جرمني خوشحال ۽ طاقتور هجي. ان لاءِ 1920ع کان 1926ع تائين لارڊ ڪرزن (برلن ۾ برطانوي سفير) اهو ئي ڪم ڪندو رهيو. جيتوڻيڪ، فرانس پڻ بالشوازم کان ڊنل هئي پر ان سوويت روس کي امڪاني اتحادي پئي تصور ڪيو. (توڙي جو، فرانس 1935ع تائين سوويت يونين سان اتحاد نه ڪيو.) تنهنڪري، فرانس هميشه سياسي مقصدن کي ۽ برطانيه اقتصادي مفادن کي ترجيح ڏيندي رهي.
پنهي ملڪن جي ابتڙ مفادن سبب فرانس ”ورسلز ٺاهه“ کي مستقل ۽ برطانيه ان کي ”عارضي“ بندوبست پئي سمجهيو. ان صورتحال کي ڏسندي برطانيه (جي ساڄي ڌر) ٻٽي پاليسي تي عمل ڪرڻ شروع ڪيو. هڪڙي کليل ۽ ٻي ڳجهي پاليسي. ظاهري پاليسي جو وڏو هٿيار ليگ آف نيشنز هئي جنهن کي لارڊ ڪرزن ”هڪ سٺو چرچو“ سمجهندو هو. انگريز حڪمران ظاهري طور تي هٿيار گهٽائڻ ۽ گڏيل تحفظ جون ڳالهيون ڪندا هئا پر ڳجهه ڳوهه ۾ هٿيار وڌائڻ جا معاهدا به ڪندا هئا.
ساڳئي وقت، برطانيه جي پاليسن سبب فرانس جي سياسي ۽ فوجي حالت خراب ٿي چڪي هئي. مثال طور جرمني کي (1935ع ۾) پيهر هٿياربند ٿيڻ

ڏنو ويو، جرمني کي (1936ع ۾) رائنليند ڏانهن فوج اماڻڻ ڏني وئي، فرانس کي اٽلي کان (1935ع ۾) الڳ ڪيو ويو، اسپين پڻ فرانس جي ڪم جو نه رهيو، فرانس اوپر يورپ جا سمورا اتحادي وڃائي ڇڏيا، ائين فرانس مجبور ٿي آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا واري معاملي تي برطانيه جي پاليسي جي حمايت ڪئي. فرانس جيئن ته برطانيه تي منحصر ڪري پيو تنهنڪري اهو برطانيه جي ”ريجهائڻ“ واري پاليسي تي پوئيواري ڪندو رهيو.[83]
برطانيه اهو ملڪ آهي جتي صنعتي انقلاب آيو هو، برطانيه کي هڪ جمهوري نظام وارو ملڪ سمجهيو ويندو آهي. پر اتي گهڻ پارٽي نظام ناهي. برطانيه جي جمهوري راڄ جي اصليت ڇا هئي؟ ان کي سمجهڻ لاءِ هتي مختصر روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪريان ٿو. برطانيه جي سياسي نظام ۾ ڪابينا وٽ تمام گهڻا اختيار هئا جنهن کي ”ڪابينا جي آمريت“ چئي سگهجي ٿو، پر ڪابينا توڙي هائوس آف ڪامنس کي پارٽي ۽ پارٽيءَ کي پارٽيءَ اندر هڪ ٽولو ڪنٽرول ڪندو هو تنهنڪري ان کي ”پارٽي آمريت“ چئجي ته بهتر ٿيندو. 1938ع ۾ برطانيه جي ڪنزرويٽو (conservative) پاسي جي 415 ايم پيز مان 181 ڄڻا مختلف ڪارپوريشنس جا ڊائريڪٽر هئا، ۽ هنن وٽ اٽڪل 775 ڊائريڪٽرشپس هيون. برطانيه جي تعليم جو نظام اهڙو هو جو عوام جي وڏي اڪثريت طاقت ۽ اقتدار جي اهم پوزيشن حاصل ڪرڻ تان ڇڻ ته اڻ اعلانيه بيدخل ٿيل هئي. ڇاڪاڻ ته تعليم ايتري مهانگي هئي جو برطانيه جي آباديءَ جو فقط ٿورڙو حصو ٿي اها تعليم حاصل ڪري سگهيو پئي.[84] برطانيه ۾ جج ٿيڻ لاءِ بئريسٽر ٿيڻ ضروري هو تنهنڪري 1926ع ۾ 181 مان 139 جج اهي هئا جيڪي مهانگن اسڪولن مان پڙهي آيا هئا. برطانيه ۾ 1918 کان 1940ع تائين اٺ پيرا (اتحادين سان گڏ) ڪنزرويٽوز ۽ ٻه پيرا ليبر پارٽي جي حڪومت رهي. ٻي عالمي جنگ کان اڳ برطانيه جي پاليسي به اهڙي ئي سياسي، معاشي ۽ سماجي ڍانچي جي عڪاسي ڪندڙ هئي.

## ٻي عالمي جنگ کان اڳ فاشسٽ اڪرائيون ۽ ”جمهوريت پسند“ حڪمران

سوويت يونين جو گهيرو ڪرڻ لاءِ ”ڪميونسٽ انٽرنيشنل مخالف

[83] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley pp, 214-16-17
[84] Ibid, P, 345-47-50

معاهدو" (Anti-Comintern Pact) ڪيو ويو جنهن ۾ ڪميونزم ۽ ٿين انٽرنيشنل خلاف جرمني ۽ جاپان پاڻ ۾ اتحاد ڪيو، سال بعد نومبر 1936ع ۾ اٽلي به ان ۾ شامل ٿيو، بعد ۾ هنگري ۽ اسپين (1939ع ۾) ان جو حصو بڻيا. پر اصل ڳالهه هي آهي ته انهن فاشسٽ ۽ نازي ٽولن کي ان منزل تائين پهچائڻ ۾ اهم ڪردار ڪنهن جو هو؟ ۽ انهن فاشسٽ ۽ نازي ٽولن کي رعايتون ڏئي طاقتور ٿيڻ جو موقعو ڪنهن ڏنو؟

## جاپان سامراج طرفان منچوريا ۽ چين تي ڪاهه

جاپاني سامراجي فوجي ٽولي جاپان اندر وڌندڙ جمهوري ۽ لبرل رجحانن ۽ چين ۾ وڌندڙ اتحاد ۽ عوامي راڄ کي ڏسي محسوس ڪيو ته جيستائين هيئنر ڪو قدم نه کنيوسين ته پوءِ دير ٿي ويندي، عالمي منڊي ۾ آيل گهوٽالي ان گروهه کي وڏو موقعو مهيا ڪري ڏنو. ان کان اڳ جاپاني سياسي زندگي ۾ ٽي مکيه عنصر اهڙا هئا جيڪي خطري جا لامارا ڏئي رهيا هئا. (1) فوج جو سياسي ڪنٽرول کان آزاد هجڻ (2) رجعت پرست ڌرين طرفان آزاد خيال سياستدانن جو مسلسل قتل (1918 کان 1932) (3) پورهيت طبقي ۾ سوشلزم لاءِ وڌندڙ ڪشش. مٿان وري عالمي اقتصادي ۽ مالي بحران جاپان کي وڏو نقصان رسايو. ان صورتحال ۾ فوجي ٽولي ۽ صنعتڪارن گڏجي پورهيت طبقي کي ڪچلڻ، صنعتڪاري وڌائڻ، فوج کي طاقتور بڻائڻ ۽ (خام مال ۽ مارڪيٽ لاءِ) ٻين ملڪن (خاص ڪري چين ۽ منچوريا) تي قبضا ڪرڻ لاءِ اتحاد قائم ڪيو. ان دوران، ٻئي طرف، چين اندر ڪميونسٽ پارٽي جي وڌندڙ اثر کي ڏسي چيانگ ڪائي شيڪ سن يات سين جي اصولن سان ڄاڻي ٻجهي سوشلزم ۽ جمهوريت کي ڪچلڻ وارو ڪم شروع ڪري ڏنو. چيانگ (1927ع) ۾ چين جي شاهوڪار سونگ خاندان جي ڇوڪري سان شادي ڪئي. سندس گهرواري جو پاءُ ۽ ٻيا عزيز وڏا بئنڪار ۽ صنعتڪار هئا.

اٿين جاپان 1931ع جي سيپٽمبر ۾ منچوريا تي حملو ڪري ڏنو. جنوري 1932ع ڌاري آمريڪا، ظاهري طور تي، ان حملي جي مذمت ڪئي. 21 سيپٽمبر 1931ع تي ليگ آف نيشنز (League of Nations) طرفان پڻ چين جي حمايت ڪئي وئي. برطانيه هڪڙي ڪميشن مقرر ڪئي جنهن آڪٽوبر ڌاري جاپان جي ان عمل جي مذمت ڪئي. پر ان جي مخالفت ۾

کوبہ اثرائتو گڏيل محاذ نہ جوڙيو ويو ڇاڪاڻ تہ آمريڪا ليگ جي اجلاسن ۾ مسلسل غيرحاضر رهيو ۽ برطانيہ وري آمريڪا طرفان جاپان خلاف ڪو قدم کڻڻ جي مخالفت ڪئي.. اصل ۾، آمريڪا توڙي برطانيہ جي خيال ۾ جيڪڏهن يورپ ۾ جرمني کي ناڪامي ملي ها تہ جاپان جو ڏور اوڀر ايشيا ۾ هجڻ سوويت يونين کي قابو ڪرڻ ۽ ڦاسائي رکڻ ۾ مدد ڏئي ها.[85]

اصل ۾، جاپاني سامراج ۽ آمريڪي ۽ برطانوي سامراج جا مفاد ساڳيا هئا. جاپان جي ايڊمرل ٽويودا، پيڪنگ ۾ آمريڪي سفير، فوربيز ڏانهن لکيو تہ "اسان کي روسي-چيني ڪميونزم يا اينگلو-سيڪسن (انگريز) سرمائيداريت مان ڪنهن هڪ جي چونڊ ڪرڻي پوندي. جيڪڏهن جاپان وڙهڻ تي مجبور ٿيو تہ اهو اينگلو-سيڪسن سرمائيداريت جي مهڙ وارين چوڪين جو ڪردار ادا ڪندو."[86]

جاپان ۾ موجود آمريڪي سفير گريو (Grew) پنهنجي حڪومت کي لکيو تہ "جاپان پنهنجو پاڻ کي ڏکڻ ۽ اوڀر طرف ڦهلجندڙ ڪميونزم خلاف دفاعي قلعو سمجهي ٿو. جيڪڏهن اُن کي هڪ حد تائين پڙڪايو ويجي، تہ ڪميونسٽ حڪومت، جنهن کان هي ڊڄي ٿو ۽ نفرت ڪري ٿو، اُن کي مڪمل طور تي تباهہ ڪرڻ جي ارادي سان جاپان آساني سان سائيبيريا (سوويت يونين جي علائقي) ۾ داخل ٿي ويندو."[87] ميڪس بيلوف لکيو تہ "1929ع ۾ ڪميونسٽ هٿياربند قوتن طرفان اڻ اعلانيہ جنگ ڪمزور چيني سردارن جي مزاحمت کي تيزي سان مجبور ڪري کين امن لاءِ راغب ڪيو. اهڙين ڪميونسٽ حملن کي مستقبل ۾ جاپاني فوجي طاقت ئي روڪي سگهي ٿي جيڪا منچوريا جي جنگي محاذن تي بيٺل هجي."[88]

[85] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 419-20

[86] Perpetual War for Perpetual Peace, pp, 664 (See also: Admiral Tejiro Toyoda to Ambassador Cameron Forbes, Tokyo, March 3, 1932. 793,94/4877, *Confidential file*, MS, Department of State.)

[87]. Perpetual War for Perpetual Peace, (See also: Ambassador Grew to Under Secretary Phillips, Tokyo, October 6, 1933, Foreign Relations, 1933, 111,471-24.

[88] Max Beloff, *The Foreign Policy of Soviet Russia, 1921-1942* (New York; Oxford University Press, 2947), 1, 71; K. K. Kawakami, "Manchurian Background" *Pacific Affairs*, V (Feb, 1932), 121-30; Edith E. Ware, *Business and Politics in the Far East* (New Haven, Conn: Yale University Press, 1932), p, 213

## چين

آمريڪا 1937ع ۾ ”غيرجانبداريت وارو قانون“ پاس ڪيو، (جنهن جو مطلب هو ته جنهن کي جيڪو وڙهي سو ڪري اسانجو ڪوبه واسطو ناهي.) ان جي ڪجهه مهينن کانپوءِ جاپان چين تي حملو ڪري شنگهائي ۾ وڏي خونريزي ڪئي. جنهن جي ردعمل ۾، روزويلٽ، 5 آڪٽوبر تي، تقرير ڪندي چيو ته ”جيڪڏهن دنيا ۾ ڪٿي به جارحيت ڪامياب ٿيندي ته آمريڪا مان رحم جي ڪابه توقع نه ڪئي وڃي.“ (اها تقرير ”Quarantine Speech“ ”مرض روڪ ضابطي واري تقرير“ طور مشهور ٿي.) ان ظاهري لباڙي تقرير جي اصل حقيقت ڇا هئي: ان بابت ٻئي ڏينهن اڪيلائي ۾ نورمن ڊيوس کي روزويلٽ چيو ته ”هن جي خيال ۾ ”مرض روڪ ضابطي“ وارو اصطلاح ”قطع تعلقات“ يا ڪنهن ٻئي لفظ کان وڌيڪ نرم آهي.“[89] تقرير بابت صحافيءَ سوال پڇيس ته ”ڇا تقرير غيرجانبداري واري قانون کي رد ڪري ڇڏيو؟“ جنهن تي روزويلٽ جواب ڏنس ته ”غيرجانبداري واري قانون ۽ تقرير ۾ ڪو فرق نه ڪونهي.“ تقرير جي تجويز ڏيندڙ، هُل ۽ ڊيوس، پرجوش هئا ته جنگ لڳي ته آمريڪا ان ۾ شامل ٿئي. پر هن مرحلي تي عوام کي في الحال ٿورو آماده ڪرڻ ۽ عوام کي ڊيڄارڻ لاءِ هنن صدر جي تقرير کان شروعات ڪئي. پر ان تقرير سان ٿيو ڪجهه به ڪونه.

ڪجهه هفتن کانپوءِ جڏهن معاملو ليگ آف نيشنز ۾ پيش ٿيو تڏهن نورمن ڊيوس جاپان خلاف سخت موقف رکڻ جي ڪوشش ڪئي ته هُل (آمريڪي رياست جي سيڪريٽري) کيس سختي سان حڪم ڏيندي چيو ته ”پنهنجو پاڻ کي حد ۾ رک.“ ان کانپوءِ جاپان آمريڪي جهازن کي نشانو بڻايو ته وري آمريڪي ڪانگريس ۾، رٺ پيش ڪئي وئي ته ”ڪنهن حملي جي صورت ۾، آمريڪا جنگ تڏهن ڪري سگهي ٿو جڏهن قومي ريفرينڊم ذريعي اڪثريت ان لاءِ ووٽ ڏئي.“ پر روزويلٽ پنهنجي اختيارن تي حملو سمجهندي ان جي مخالف ڪئي.

جاپاني سامراج جي فوج طرفان چين تي ڪاهه ڪرڻ کان ٻه سال پوءِ ونسٽن چرچل (ٻي عالمي جنگ دوران برطانوي وزيراعظم) جو چوڻ هو

[89] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 227

تہ برطانيہ کي جاپان جيّ قومي وقار ۽ حب الوطني جي جذبي کي ضرور سمجھڻ گھرجي. "هڪ طرف، اُهي (جاپاني حڪمران) سوويت روس جي خطري کي منهن ڏين پيا، تہ ٻئي طرف، چين اندر انتشار آهي، چار يا پنج صوبن ۾ ڪميونسٽن جي حڪومت آهي."[90] جاپان طرفان ڪيل اڳرائي خلاف ڪنهن بہ قسم جي نوس ڪوشش نہ ڪئي وئي ۽ "جمهوري ملڪ" خاموش تماشو ڏسندا رهيا. آمريڪا طرفان جاپان جي مخالفت جي حقيقت هي هئي تہ آمريڪا، 1938ع تائين جاپان کي جهازن جا حصا ۽ پرزا وڪڻندو رهيو.[91]

## فاشسٽ مسوليني ۽ ايٿوپيا تي قبضو

جديد اٽلي جي تاريخ ۾ 1922، 1925، 1927 ۽ خاص ڪري 1934 اهم سال رهيا آهن. 1922ع ۾ فاشسٽ مسوليني وارا پارلياماني نظام ذريعي ئي اقتدار ۾ آيا، پر 1925ع ۾ فاشسٽن ان پارلياماني نظام کي سياسي آمريت ۾ بدلائي هڪ پارٽي وارو نظام قائم ڪيو. انهيءَ اٽلي 1934ع ۾ آسٽريا جي جمهوري حڪومت کي ڊاهڻ ۽ سوشلسٽن ۽ پورهيتن کي ڪچلڻ ۾ آسٽريا جي فاشسٽن جي مدد ڪئي. 1935 ۾ مسوليني ايٿوپيا تي حملو ڪري ڏنو، پر اتحادين مان ڪنهن بہ ڪجھ نہ ڪيو. پر يورپي سامراجي طاقتون تہ خوش ٿيون ڇاڪاڻ تہ آفريڪا جي "غيرمهذب" ايٿوپيا تي قبضي سان يورپي "تهذيب" کي فروغ ملي ها.
فرانسيسي ليبول جو خيال هو تہ اٽلي کي آفريڪا ۾ "رعايتون" ڏئي جرمني خلاف استعمال ڪري سگھجي ٿو. پيري لول (Pierre Laval) (فرانس جو وزيراعظم) روم جو دورو ڪيو ۽ مسوليني سان زيل رستو ڳاهڻ جو معاهدو ڪيو، نہ رڳو ايترو پر ڳجھہ ڳوھ ۾ مسوليني کي رعايتون پڻ ڏنيون، هي تہ "ڪابہ قرباني ڏيڻ لاءِ تيار هو، ايتريقدر جو، ليگ آف نيشنز کي بہ ڇڏڻ لاءِ تيار هو."[92] (88) پيري لول جو خيال هو تہ مسوليني طرفان فرانس سان باهمي تعاون ڪن اعلىٰ آدرشن تي نہ پر مادي دولت تي ٻڌل آهي،[93] ۽ پوئتي پيل ايٿوپيا کي مهذب اٽلي جي فتح کان بچائڻ لاءِ يورپ

---

[90] Churchill's War, p,.36

[91] Roosevelt & Foreign Affairs Vol-8, Summer Welles, Under Secretary of State, to Roosevelt, Dec 13, 1938 (New York: Garland Publishing, 1979) p, 1476

[92] C. Grove Haines and Ross S. Hoffman, *The Origins and Background of the Second World War* (New York: Oxford University Press, 1943) pp. 378-79.

[93] Perpetual War for Perpetual Peace, p, 557

جو سڪون چو برباد ڪجي. بهرحال، عالمي دٻاءُ ڪي ڏسندي لول پنهنجي پاليسي ظاهري طور تي تبديل ڪرڻ جو اعلان ڪيو.
اٽلي واري معاملي تي برطانيه جي پاليسي "ٻهروپي" قسم جي هئي، برطانيه جا حڪمران ڪليل فورمن تي اٽلي جي جارحيت خلاف پابندين ۽ گڏيل تحفظ جون تقريرون ڪندا رهيا ۽ ساڳئي وقت، ڳجهه ڳوهه ۾ ايٿوپيا کي اٽلي حوالي ڪرڻ جو سازشون به سٽيندا رهيا. فاشسٽ اٽلي ڊسمبر 1934 ڌاري ايٿوپيا تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو جنهن آڪٽوبر 1935ع ۾ باقائده جنگي ڪاهه جي صورت ورتي. پر ان دوران اٽلي کي برطانيه جي فوجي پابندين مان ڪنهن به قسم جو خوف نه ٿيو، چاڪاڻ ته فاشسٽ فوجن جو وڏو حصو بحري جهازن ذريعي ڳاڙهي سمنڊ ۽ سئز ڪئنال کان ٿيندو ايٿوپيا پئي پهتو. جنهن مان صاف ظاهر هو ته برطانيه کي اٽلي جي اڳرائين جي اڳواٽ ئي خبر هئي. آزاد خيال ۽ جمهوريت جي دعويدار برطانيه کي ايٿوپيا جي مظلوميت جو ڪيترو احساس هو ان جو اندازو سر جان مافي جي سربراهي ۾ ٺهيل ڪميٽي (18 جون 1935) جي رپورٽ مان لڳائي سگهجي ٿو جنهن ۾ چيو ويو ته "ايٿوپيا تي اٽلي جي ڪنٽرول سان برطانيه تي ڪو به "فرق" نه پوندو." اهائي رپورٽ، ڳجهه ڳوهه ۾ اڳواٽ ئي اٽلي تائين پهچي چڪي هئي. اها ساڳي راءِ فرانس جي حڪومت جي به هئي.[94]
گڏيل تحفظ جي پاليسي جي عوامي حمايت جو فائدو وٺندي سموئل هوري (Samuel Hoare) برطانيه جو پرڏيهي سيڪريٽري، سيپٽمبر 1935ع تي ليگ آف نيشنز جي اجلاس ۾ گڏيل تحفظ ۽ اٽليءَ تي پابندي لاءِ دونهين دار تقرير ڪئي. پر ان ڪان هڪ ڏينهن اڳ هي ۽ انٿني ايڊن ۽ فرانسيسي پيئري ليول (Pierre Laval) ڳجهه ڳوهه ۾ ان ڳالهه تي متفق ٿي چڪا هئا ته "متان جنگ نه لڳي" تنهنڪري "فقط جزوي اقتصادي پابنديون لڳائجن يا سوئز ڪينال بند ڪري ڇڏجي." وڏي ڳالهه ته بيلجيم، زيڪوسلاويڪا، فرانس ۽ برطانيه سميت ڪيترين حڪومتن 1935 جي مئي ۽ جون دوران ئي ايٿوپيا کي هٿيار ۽ بارود ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو هو جيتوڻيڪ ايٿوپيا ليگ کي مارچ ڌاري مدد جي اپيل به ڪري چڪو هو، جڏهن ته اٽلي آڪٽوبر ڌاري حملو ڪيو، مطلب ته مٿين ملڪن، مدد

[94] Tragedy and Hope; pp, 425

بدران گڏجي ايٿوپيا کي فاشسٽ اٽلي اڳيان لاچار ۽ بي هٿيار بڻائي ڇڏيو هو. ايٿوپيا جون جي مهيني ۾ آمريڪا کي اپيل ڪئي پر آمريڪا جولاءِ ۾ اها اپيل رد ڪري ڇڏي.[95]

جيتوڻيڪ، ليگ آف نيشنز جي شق نمبر 16 ميمبر ملڪن کي جارح ڌر سان سمورا تجارتي ۽ مالي لاڳاپا ختم ڪرڻ جو پابند بڻائي ٿي، پر ميمبر ملڪ 1936 تائين ڪيترائي پيرا ڳالهين ۽ تجويزن تي بحث ڪندي معاملي کي ٽاريندا رهيا ۽ ايتري ۾ اٽلي ايٿوپيا تي مڪمل قبضو ڪري چڪو هو. اٽلو سموئل هوري ۽ پيري ليول ڳجهي ڊيل ڪري اٽلي کي ايٿوپيا جو هڪ ٻاڳي ڇهه حصو ڏيڻ تي راضي ٿيا“ پر فرانسيسي صحافي طرفان اها خبر ظاهر ڪرڻ سبب برطانيه ۾ بالڊون جي حڪومت خلاف وڏي ڪاوڙ جو اظهار ڪيو ويو ۽ بالڊون پنهنجي حڪومت بچائڻ لاءِ سموئل هوري کان استيعفيٰ جي قرباني ڏياري، پر جيئن ئي ايٿوپيا قبر حوالي ٿيو تہ جون 1936 ۾ هوري وري ڪابينا ۾ کنيو ويو. ساڳئي ريت، ليول کي هٽايو ويو پر ٻنهي ملڪن طرفان ساڳي پاليسي جيئن جو تيئن برقرار رهي.[96]

لارڊ هالفڪس، لنڊن ۾ اٽلي جي سفير، کي چيو تہ چيمبرلين (برطانوي وزيراعظم) جي خواهش آهي تہ روم ۽ برلن سان گڏجي ڪم ڪري جنهن کي هي ”يورپي امن جو سڀ کان اهم ٿنڀ“ سمجهي ٿو.[97] نيٺ، آمريڪا بہ اٽلي مٿان اقتصادي پابنديون لڳائڻ جو اعلان ڪيو. حقيقت ۾، انهن پابندين جي حوالي سان ڪي بہ موثر قدم نہ کنيا ويا. آمريڪي صدر روزويلٽ ۽ سيڪريٽري هل (Hull) ڪنهن بہ سفارتي پيش رفت کي اينگهائڻ ۽ بگاڙڻ وارين ڪوششن ۾ ئي رڌل رهيا. نيٺ، مسوليني جي فاشسٽ فوجن مئي 1936ع ۾ ايٿوپيا تي قبضو ڪري ورتو.[98]

2 مئي 1936ع تي اٽلي ايٿوپيا کي مڪمل فتح ڪري ورتو ۽ ٻن مهينن کانپوءِ ليگ جي ڪيترن ملڪن اٽلي تان پابنديون ئي ختم ڪري ڇڏيون. فاشسٽ مسوليني هٿان ايٿوپيا جي شڪست تمام وڏا ڀوائتا نتيجا ڏنا. ڏيک اهو ڏنو ويو تہ مسوليني 52 ملڪن جي اقتصادي طاقت کي ناڪام بڻائي ڇڏيو، پر سوئي تي سهاڳو تہ آمريڪا ڪيو جنهن ”غيرجانبدار

---

[95] Tragedy and Hope; pp, 425
[96] Ibid, pp, 426
[97] Perpetual War for Perpetual Peace, p, 101
[98] Ibid, p, 101

قانون" پاس ڪيو جنهن مطابق جنگ ٿيڻ جي صورت ۾ آمريڪا ٻنهي ڌرين (جارح ۽ جارحيت جو شڪار ٿيندڙ) جي رسد بند ڪري ڇڏيندو."[99]
ائين جاپان ۽ اٽلي کي رعايتون ڏئي ڪامياب بڻائڻ ۽ جرمني ۾ هٽلر جي اقتدار ۾ اچڻ ڪانپوءِ هاڻي اسپين جو وارو هو.جتي پڻ ساڳيو ڊرامو ڪيو ويو. اٽلي ۽ جرمني جي فاشسٽن اسپين جي کليل نموني مدد ڪئي، ته جيئن فرانڪو ڪابي ڊر کي ڪچلي سگهي.

## اسپين ۾ گهرو ويڙهه، آمر فرانڪو ۽ پورهيتن جو قتل عام

(1931ع کان 1939ع)

1931ع ڌاري اسپين ۾ جمهوري راڄ قائم ٿيو جيڪو پنج سال مس هليو ۽ 1936ع ڌاري ملڪ اندر گهرو ويڙهه شروع ٿي وئي. فيبروري 1936ع ۾ ٿيل چونڊن ۾ پاپولر فرنٽ ڪل 473 سيٽن مان 266 سيٽون کٽيون جڏهن ته ساڄي ڌر 153 سيٽون حاصل ڪيون،.ساڄي ڌر نتيجن کي قبولڻ کان انڪار ڪندي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي سازش ڪئي. ان سازش جي مکيه ڪردارن ۾ برطانيه جو ڊوگلس جيرولڊ (ايڊيٽر) هو جنهن پنهنجي آتم ڪٿا ۾ لکيو ته مون "ان مقصد لاءِ مشين گن ۽ پنج لک گوليون ۽ ٻيو بارود" پهچايو.
اٽلي جي مسوليني ته بغاوت کان اڳ ئي اسپين ۾ مداخلت ڪرڻ شروع ڪئي هئي، بعد ۾ نازي جرمني به انهن جي مدد ڪئي ۽ جاپان فرانڪو جي حڪومت (ڊسمبر 1936) کي مڃتا ڏني. اٽلي اٽڪل هڪ لک فوج ۽ ٻيو فوجي سامان موڪليو، جرمني ويهه هزار فوج ۽ بارود وغيره موڪليو. ٻئي طرف، فرانڪو جي مخالف ڌر (Loyalists) کي ٻاهران ملندڙ رسد بند ڪئي وئي، فقط ميڪسيڪو، روس ۽ آمريڪا طرفان محدود پيماني تي مدد ڪئي وئي، پر بعد ۾ "عدم مداخلت واري ٺاهه" (Non-intervention Agreement) سبب اها به بند ٿي وئي. آمريڪي ڪيٿولڪ فرقي ۽ پريس وارا گهڻو ڪري فرانڪو جا حمايتي هئا، جيڪي اٽڪل چوٿون تي پروٽسٽنٽ کان وڌيڪ هئا. جنهن تي روزويلٽ چيو ته (ملڪ کان ٻاهر/اسپين کي هٿيار ڏيڻ تان) پابندي ڪڻڻ جو مطلب ٿيندو ته ايندڙ اليڪشن ۾ ڪيٿولڪ ووٽرن تان هٿ ڪڻڻ ۽ ڪانگريس جا ڊيموڪريٽ

[99] Tragedy and Hope, By Carroll Quigley. pp, 427

ميمبر ته اڳ ۾ ئي گهبرايل ۽ ڊنل آهن جيڪي ائين ڪرڻ نٿا چاهين." روزويلٽ جي ان راءِ تي تبصرو ڪندي آئڪ لکيو ته ائين "گندي ۽ خارشي" ٻلي پنهنجي پر مان ٻاهر نڪري آئي. وڏي حيرت جهڙي ڳالهه هي هئي ته "عدم مداخلت واري قانون" پاس ٿيڻ وقت سينيٽر نيئي جيڪو "عليحدگي پسندن" جو علمبردار هو اهو پڻ "اسپين واري معاملي" تي چئي رهيو ته پابندي هٽائي وڃي؛ جڏهن ته روزويلٽ، جيڪو بظاهر "مداخلت پسند" هو، اهو ان پابندي کي برقرار رکڻ جو حمايتي بڻجي ويو. ان عمل جرمني ۽ اٽلي کي، سڌي ريت، اجازت ڏني ته ٻلي فرانڪو جي مدد ڪن. جنهن بابت، جولاءِ 1937ع ۾، سفير ڪلاڊ باور لکيو ته "منهنجي خيال ۾: چين واري معاملي کان وٺي هر پيري آڻ مجڻ، بعد ۾ ايٿوپيا ۽ تنهن کانپوءِ اسپين ۾، فاشسٽ قوتن اڳيان آڻ مجڻ واري ڪارروائيءَ مان لڳي ٿو ته گهٽي دير ڪانسواءِ بين ملڪن (جهڙوڪ زيڪوسلاويڪا) لاءِ به ائين ٿي ڪيو ويندو ۽ ائين هر پيري آڻ مجڻ سان يورپي جنگ جو نظارو وڏيڪ پوائٽو بڻجندو ويندو."[100]

مطلب ته جارح رياستن طرفان فرانڪو جي مڪمل حمايت ڪئي پر "امن سان پيار ڪندڙن" (برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا) هر طريقي سان ٻي ڌر (Loyalists) اڳيان رڪاوٽون وجهڻ جي ڪوشش ڪئي. عدم مداخلت واري ناهه عملي طور تي فرانڪو کي فائدو ڏنو. ڪيترائي مهينا (لنڊن ۾) ته اها (عدم مداخلت واري) ڪميٽي الزامن، جوابي الزامن؛ تجويزن ۽ جوابي تجويزن، جاچ پڙتال ۽ بحث مباحثن ۾ ئي ڦاٿل رهي. ان دوران فرانڪو اٽلي جي فاشسٽ ۽ جرمني جي نازي فوج جي مدد سان مخالفن کي ڪچلي ڇڏيو ۽ اسپين مٿان هڪ غيرمقبول فوجي آمريت مڙهي ڇڏي. جڏهن جنگ ختم ٿي تڏهن اسپين ۾ اٽڪل چار لک، پنجاهه هزار ماڻهو قتل ٿي چڪا هئا. اٽڪل چار لک اسپيني جيلن ۾ قيد هئا، ڪيترائي بک ۽ بدحالي سبب تڙپندا رهيا.[101]

## هٽلر ۽ نازي جرمني طرفان آسٽريا تي حملو

15 سالن (1919 کان 1933) تائين انگريز (Anglo-Saxon) حڪمران ٽولي

[100] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 223-24

[101] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. p, 445-6-7

ڇاڻي واٺي جرمن سياست کي اهڙو ناهيو جو رجعت پرست تحريڪ کي اڀاري سگهن، جيڪا سندن سياسي جاگرافيائي سازشن لاءِ استعمال ٿي سگهي. اينگلو سيڪسن برادري نازي ازم کان نہ بدتر آهي. سچت (جرمني جي مرڪزي بئنڪ جو گورنر) ۽ پين (ڪٺ پتلي پاپن Papen) آمريڪي۔ انگريز مفادن سان ملي ڀڳت ڪري جرمن جمهوريہ کي ٻوڙي ڇڏيو." [102]

هٽلر 1933ع ۾ جرمني جو چانسلر بڻيو، ڪجهہ عرصي کانپوءِ جرمن پارليامينٽ کي هٽرادو باهہ ڏياري، سمورا اختيار پنهنجي قبضي هيٺ ڪيائين ۽ ڏسندي ڏسندي ڪميونسٽ پارٽي سميت سمورين نازي مخالف پارٽين، گروهن ۽ فردن کي تشدد، جيلن، ڪيمپن ۽ قتل، ڪرائي ڇڏيائين. اخبارن ۽ ٽريڊ يونين وغيره تي پابندي هڻي ڇڏيائين. جرمني اندر هٿيارن ۽ فوج کي وڌائڻ وارا ڪم (جيڪي ورسلز ٺاهہ مطابق منع ٿيل هئا) شروع ڪري ڇڏيائين. رائنليند جيڪو غيرفوجي علائقو هو اوڏانهن 7 مارچ 1936 تي فوج اماڻيائين. پر ان سموري ماجرا تي برطانيہ تہ خاموش رهي پر ان فرانس کي بہ ماٺ ڪرايو. هٽلر جو خيال هو تہ رائن ليند ڏانهن فوج اماڻڻ وارو عمل هن جي زندگي جو سڀ کان وڏو جوکم هو. ان کي پورو گمان هو تہ جيڪڏهن فرانس ردعمل ڏيکاريو تہ فوج واپس موٽ ڪندي ۽ ائين نازي حڪومت ئي ڍير ٿي پوندي. پر فرانس وري برطانيہ جي سهڪار کانسواءِ چرپر ڪرڻ کان لاچاري ظاهر ڪئي. برطانوي حڪومت جو موقف بظاهر بڌتر ۽ مونجهاري وارو پر اصل ۾ ناٽڪي هو، جنهن بابت تبصرو ڪندي ونسٽن چرچل لکيو تہ "وزيراعظم اعلان ڪيو هو تہ پابندين جي معنيٰ ٿيندي جنگ؛ ٻيو تہ، هن جو پڪو ارادو هو تہ ڪنهن بہ صورت ۾ جنگ ناهي ڪرڻي؛ ۽ ٽيون تہ، هن وري پابندين جو فيصلو بہ ڪيو." [103] رائن ليند جي حوالي سان بلٽ (فرانس ۾ آمريڪي سفير) کي چڱي ريت خبر هئي تہ "جڏهن هٽلر رائنليند ڏانهن فوج اماڻي تڏهن برطانيہ جي پاليسي فرانس کي مداخلت ڪرڻ کان روڪي ڇڏيو. برطانيہ 1938ع ۾ وڙهڻ جو ارادو نہ پئي رکيو ۽ فرانس پڻ برطانيہ جي مدد کانسواءِ ويڙهہ ۾ حصو نہ وٺندو." [104] بهرحال،

[102] Guido giacomo Preparata, *Conjuring Hitler: How Britain and America Made the Third Reich* (London and Ann Arbor, MI; Pluto press 2005). P. xv-xvi, 157-201

[103] Gathering Storm (History of Second World War Series, Vol-I), p, 214

[104] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 76

معاملو رائنلينڊ تي پورو نہ ٿيو. رائنلينڊ تہ پهرين قسط هئي، ٻي قسط ۾ آسٽريا جو وارو هو.

آسٽريا ۾ سوشلسٽ ووٽرن جو تعداد آهستي آهستي وڌي رهيو هو، اهو تعداد 1920ع ۾ ٽوٽل ووٽرن جو 35 سيڪڙو، 1923ع ۾ 39 سيڪڙو ۽ 1927ع ۾ 42 سيڪڙو تائين پهتو هو. ان صورتحال کي ڏسندي فاشسٽ مسوليني هنگري کي هٿياربند ڪرڻ شروع ڪيو ۽ هيمور کي آسٽريا ۾ طاقت ڏيارڻ ۾ مدد ڪئي جنهن سوشلسٽن کي تباهہ ڪرڻ شروع ڪيو. مارچ 1933ع ۾ ڊولفس ريپبلڪن ڊفينس ڪور، سوشلسٽ پارٽي جي مليشا کي غيرقانوني قرار ڏيندي هيمور کي ڪابينا ۾ ڪنيو ۽ پارليامينٽ کي ختم ڪري ڇڏيو.

لارڊ هلفڪس (جيڪو 1938 دوران برطانيہ جو پرڏيهي سيڪريٽري رهيو) هٽلر کي ٻڌايو تہ "برطانيہ سمجهي ٿي تہ 1919 واري ورسلز ٺاهہ ۾ ڪيترين ئي غلطيون آهن جيڪي درست ٿيڻ کپنديون هيون. هلفڪس هٽلر کي خاطري ڪرائي تہ برطانيہ ڪنهن بہ قيمت تي موجوده صورتحال کي برقرار رکڻ ۾ يقين نہ ٿو رکي."[105]

19 نومبر 1937ع تي، لارڊ هالفڪس (برطانيہ جي پرڏيهي سيڪريٽري) هٽلر سان ملاقات ڪئي. جنهن ۾ هٽلر کيس چيو تہ "جرمني پنهنجيون پراڻيون ڪالونيون واپس حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. پر برطانيہ جا ڪجهہ رجعت پرست آهن جيڪي مخالفت ڪن ٿا." جنهن تي لارڊ هالفڪس جواب ڏنو تہ "برطانيہ جي حڪومت سياستدانن جي جوشيلن خيالن جي "غلام" نہ آهي."[106] فيبروري 1938ع ۾ سر جان سائمن ۽ چيمبرلين (هائوس آف ڪامنس ۾) اعلان ڪيو تہ "نہ ڪو ليگ آف نيشنز نہ ئي برطانيہ مان اها توقع ڪئي وڃي تہ اهي آسٽريا جي آزادي جي حمايت ڪندا." 12 فيبروري تي هٽلر ٻڌايو تہ "آءٌ آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا جي حوالي جيڪو ڪجهہ ڪرڻ چاهيان ٿو لارڊ هلفڪس ان تي راضپو ظاهر ڪيو آهي."[107]

مارچ 1938ع ۾ هٽلري فوجن آسٽريا تي قبضو ڪري ورتو. جنهن جي ردعمل ۾ آمريڪا طرفان لفظ بہ نہ چيو ويو پر الٽو، آمريڪي سفير

---

[105] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ،By David L. Hoggan. pp, 58

[106] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by Harry Elmer Barnes, p, 100

[107] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 459

ولسن، چيو تہ "ٻنهي ڌرين (آمريڪا ۽ جرمني) جي رشتن جو پاڙون انتهائي گهريون آهن تنهنڪري جيڪو ڪجهہ جرمني ۾ ٿئي ٿو اسين ان کان لاتعلق نٿا رهي سگهون."[108] هٽلري فوجن طرفان آسٽريا تي قبضو تہ ڊرامي جي ٻي قسط هئي، هاڻي زيڪوسلاويڪا جو وارو هو.

## هٽلر لاءِ زيڪوسلاويڪا جو "تحفو"

(1937 کان 1938 تائين)

زيڪوسلاويڪا يورپ جي سڀ کان وڌيڪ خوشحال، جمهوري، طاقتور ۽ بهترين انتظام هيٺ هلندڙن رياستن مان هڪ هئي جيڪا هبس برگ سلطنت جي ٽٽڻ سان (1919 ۾) وجود ۾ آئي. ونس 33 ڊويزن فوج هئي جيڪا معياري حوالي سان يورپ جي بهترين فوج هئي، ونس بهترين فوجي قلعن جو سرشتو هو ۽ فرانس، سوويت يونين ۽ ٻين ملڪن سان سندس اتحاد هئا. آسٽريا جي زبردستي الحاق ٿيڻ کان ٻہ هفتا پوءِ برطانيہ زيڪوسلاويڪا تي دٻاءُ وجهڻ شروع ڪيو تہ جرمني کي "رعايتون" ڏئي. فرانس کي بہ ائين ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. برطانيہ جرمني کي ڪنهن بہ قسم جي طاقت استعمال ڪرڻ کان روڪيو تہ جيئن ڳالهين ذريعي زيڪوسلاويڪا کي ان ڳالهہ تي آماده ڪجي تہ روس سان اتحاد ٽوڙي ڇڏي.[109]

ان نقطہ نگاهہ جو ٿهلاءُ ڪندڙن ۾ برطانوي حڪمرانن ۾ چيمبرلين، لارڊ هلفڪس، جان سائمن، سموئل هوري، هوراس ولسن، سلاودن سيٽ، نيول هينڊرسن ۽ بينسل نيوٽن شامل هئا. پنهنجي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ "خودمختياري"، "حق خوداختياريت" جي چڱائين جي تبليغ ڪندا رهيا. هنن جي خيال مطابق جيڪڏهن زيڪوسلاويڪا "سئزرلينڊ وانگر غيرجانبدار" ۽ "بيلجيم وانگر ضمانت مليل" هجيس تہ بهتر. "غيرجانبداريت" مان هنن جي مراد هئي تہ زيڪوسلاويڪا سوويت يونين ۽ فرانس سان اتحاد ٽوڙي. جڏهن تہ "ضمانت" مان مراد هئي تہ فقط جرمني ۽ فرانس جي ضمانت. (مطلب تہ جرمني جي رحم ڪرم تي.)

[108] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by Harry Elmer Barnes, p, 102. (Memorandum of a conversation between Ambassador Wilson and Dr. Goebbels, March 22, 1938, 711,62/145, MS, Department of State.)

[109] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley pp, 464

22 مارچ تي لارڊ هالفڪس پئرس ۾ سر ايرڪ فپس کي ٻڌايو ته "فرانس جي حڪومت کي چٽيءَ ريت سمجهڻ گهرجي ته جيڪڏهن جرمني زيڪوسلاويڪا تي حملو ڪيو ته انگريز فوج زيڪوسلاويڪا کي بچائڻ لاءِ خودرو حرڪت ۾ نه ايندي." ٻن ڏينهن کانپوءِ برطانوي وزيراعظم چيمبرلن هڪ غيررسمي مانجهاندي ۾ کلي ريت اعتراف ڪيو ته "زيڪوسلاويڪا تي جرمن اڳرائي جي صورت ۾" برطانيه نه وڙهندو."[110]

بهرحال، برطانيه فرانس کي ان ڳالهه تي راضي ڪرڻ لاءِ فرانس جي پرڏيهي وزير جارج بونيٽ ۽ وزيراعظم دالدر جي حمايت حاصل ڪري ورتي. ڇاڪاڻ ته فرانس کي برطانيه جي پيٽ ۾ جنگ مان وڏيڪ خوف هو، بالشوازم جو خطرو پڻ اهم عنصر هو، "زيڪوسلاويڪا" مرڪزي يورپ ۾ بالشوازم لاءِ رڪاوٽ" هوندو اهڙي خيال فرانس جي رجعت پرست حڪمرانن کي وڌيڪ اپيل ڪيو. هنن کي ڊپ هو ته هٽلر کي شڪست ملڻ سان سمورو مرڪزي يورپ بالشوازم جي حوالي ٿي ويندو. انهن ئي ماڻهن نعرو بلند ڪيو ته "بلم (فرانس جي حڪمران) کان هٽلر بهتر آهي."[111]

لارڊ رنسي مين چيو ته زيڪوسلاويڪا "لعنتي زمين" آهي. زيڪوسلاويڪا ۾ نيوٽن (برطانوي وزير) پڻ سندس خيال سان متفق هو ۽ زيڪوسلاويڪا جي صدر کي تجويز ڏنائين ته (جرمني سان) "رعايتن جي حد" مقرر ڪرڻ گهرجي."[112] لارڊ هلفڪس برلن ۾ موجود برطانوي سفير سر نيول هنڊرسن ڏانهن 21 مئي 1938ع تي هدايت موڪلي ته جرمني کي ٻڌاءِ ته جيڪڏهن جرمني زيڪوسلاويڪا ڏانهن وڌندو ته برطانيه "متان" نه وڙهي."[113] ان دوران سوويت يونين طرفان به پيرا برطانيه کي گڏيل محاذ جوڙڻ جي آڇ ڪئي وئي. پر برطانيه ٻئي پيرا آڇ رد ڪري ڇڏي. زيڪوسلاويڪا واري معاملي تي جرمن جنرل هٽلر جي راءِ سان متفق نه هئا انهن جنرلن ڪيترائي پيرا برطانيه ڏانهن پيغام اماڻيا پر

[110] John W. Wheeler-Bennett, Munich; *Prologue to Tragedy* (New York: Duell, Sloan and Pearce, 2948) p, 52: see also "Augur," *New York Times*, May 14, 2948.
[111] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 463-4
[112] Mr. Newton to Viscount Halifax, Prague, September 4, 1938, *Documents on British Foreign Policy, 1919-1939.* II, 226-29
[113] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 79

برطانيہ تعاون ڪرڻ ڪان انڪار ڪري ڇڏيو. نتيجي طور، جنرلن هٽلر کي مارڻ جو منصوبو جوڙيو، پر جيئن ئي برطانوي وزير اعظم چيمبرلين کي اها خبر پئي ته هي ترت ميونخ وڃي، هٽلر اڳيان آڻ مڃي آيو.

حقيقت ۾ برطانيہ کي اهو بہ معلوم هيو ته ان وقت، جرمني وٽ فقط 22 تربيت يافته ڊويزن فوج زيڪوسلاويڪا جي سرحد تي موجود هئي، جڏهن ته زيڪوسلاويڪا وٽ 28 ڊويزن فوج هئي جيڪا معيار ۾ بهتر هئي. 3 سيپٽمبر تي پراگ ۾ موجود برطانوي فوجي اتاشي حڪومت ڏانهن پيغام اماڻيو ته "زيڪوسلاويڪا جي فوج ۾ ڪي بہ ڪوتون نہ آهن." 21، سيپٽمبر تي فوجي اتاشي حڪومت کي ٻڌايو هو ته جرمني فقط 22 ڊويزن فوج سان حملو ڪرڻ وارو آهي." ان وچ ۾ جرمني وڏيڪ فوج کي حرڪت ۾ آڻي ڪل 36 ڊويزن فوج ميدان ۾ لاهڻ جي قابل تي ويو هو. جڏهن ته زيڪوسلاويڪا وٽ 34 ڊويزن فوج هئي. (مطلب ته زيڪوسلاويڪا جرمني سان مقابلو ڪرڻ جي صلاحيت رکي پيو.) پر ان جي بلڪل ابتڙ برطانيہ جي حڪومت لنڊن جي شهرين کي گيس ماسڪ پارائڻ شروع ڪيا، پارڪن ۾ خندقون ڪوٽيون ويون، اسڪول جي ٻارڙن کي محفوظ هنڌن منتقل ڪيو ويو. برطانيہ طرفان اهي سموريون سرگرميون ڪيون ويون جن سان خوف کي وڌائي سگهجي.[114] (ته جيڪڏهن هٽلر جي آڏو رڪاوٽ بڻجنداسين ته "هٽلر اسان کي ماريندو!")

1937ع جي نومبر جي منجهند ڏاري هٽلر پنهنجن جنرلن جي ڪانفرنس سڏائي جنهن کي مخاطب ٿيندي هن چيو ته "برطانيہ يقيني طور تي ۽ فرانس گهٽو ڪري امڪاني طور تي، زيڪوسلاويڪا لکي ڏئي چڪا آهن ۽ ان ڳالهہ تي متفق آهن ته جرمني جو اهو سوال واجبي انداز سان حل ڪيو ويندو." اها ڳالهہ ٻڌڻ کانپوءِ جڏهن سندس جنرلن چيس ته فقط فرانس جي فوج ئي اسان کان تمام گهڻي طاقتور آهي. جنهن تي هٽلر انهن شڪن کي پاسيرو ڪندي اهو تاثر ڏنو جڻ ته "هن کي برطانيہ جي عدم شرڪت جي پڪ هئي ۽ تنهنڪري هن کي فرانس طرفان جرمني سان جنگ ڪرڻ واري امڪان تي بہ اعتبار نہ هو." پولينڊ واري معاملي تي بہ هٽلر جو خيال هو ته "وڏو امڪان آهي ته اولهہ مداخلت نہ ڪندو." هوئن بہ هٽلر جو ارادو اوير طرف هو نہ کي برطانيہ ۽ فرانس.[115]

---

[114] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 468

[115] The Origins of the Second World War by A. J. P. Taylor

نيٺ، 29 سيپٽمبر 1938ع تي برطانيہ، فرانس، جرمني، اٽلي ۽ زيڪوسلاويڪا جي نمائندن جي ڪانفرنس ۾ فيصلو ڪيو ويو تہ سوڊنليند (زيڪوسلاويڪا) جا علائقا جرمني کي ڏنا ويندا. جنهن کي "ميونخ معاهدو" سڏيو ويو. ڪجهہ عرصي ڪانپوءِ هٽلر، 15 مارچ 1939 تي زيڪوسلاويڪا تي مڪمل طور قبضو ڪري ورتو. پر ان باوجود "ميونخ ٺاهہ" تي صحيح ڪندڙ برطانيہ ۽ فرانس ڪجهہ بہ نہ ڪيو. هٽلر جڏهن زيڪوسلاويڪا جي ٻين علائقن تي قبضو ڪيو، تڏهن برطانوي وزيراعظم چيمبرلين، پارليامينٽ ۾ تقرير ڪندي، چيو تہ "زيڪوسلاويڪا اندروني طور تي هڪ وحدت ناهي رهيو. تنهنڪري، برطانيہ طرفان ڏنل ضمانت اهڙي صورت ۾ لاڳو نہ ٿي ٿئي." (ڇاڪاڻ تہ اهو ملڪ ئي نہ رهيو!) ان ڪانپوءِ چيائين تہ "ڪابہ ڏر جيڪڏهن طاقت جي زور تي دنيا تي حاڪميت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي تہ جمهوري حڪومتون ان جي مزاحمت ڪنديون."[116] (مطلب تہ پرامن نموني ڀلي قبضا ڪري.) ائين برطانيہ ۽ فرانس "ميونخ ٺاهہ" ذريعي جرمني کي مرڪزي يورپ ۾ سڀ کان مٿاهين حيثيت ڏياري ڇڏي، ۽ ان کي گڏيل طاقت سان گهٽائڻ جا امڪان بہ گهٽجي ويا. بهرحال، اهو سڀ ڪجهہ ٿيو جيڪو چيمبرلين ۽ ان جي دوستن چاهيو پئي.

ميونخ ۾ 30 سيپٽمبر 1938ع تي چيمبرلين ۽ هٽلر هٿيارن جي گهٽائڻ واري معاملي تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي. هٽلر گهڻو زور ان ڳالهہ تي ڏنو تہ هن کي بنيادي طور تي گهڻي ڳڻتي سوويت يونين ۽ ڪميونسٽ نظريي مان آهي جيڪي روسي پوري دنيا ۾ ڦهلائڻ چاهين ٿا. جڏهن گفتگو ختم ٿيڻ واري هئي تڏهن چمبرلين هٽلر کي "انگريز-جرمن دوستي"لاءِ ٺاهہ ڪرڻ جو چيو.[117]

## برطانيہ جي يورپي پاليسي

1938 کان 1939 تائين واري عرصي دوران بين الاقوامي سياست جي تاريخ انتهائي پيچيده ۽ مبهم هئي جنهن کي سمجهڻ لاءِ ضروري هو تہ ان ڳجهارت جي ڪنجي "برطانيہ جي پوزيشن" معلوم ڪجي. ان

[116] America's Second Crusade, By William Henry Chamberlin, p, 56-57
[117] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 89

سموري عرصيَ دوران برطانيہ جا حڪمران ”ڀهروپي پاليسي“ تي عمل ڪندا رهيا هڪڙا جرمنيءَ خلاف ڳالهائيندا رهيا تہ ٻيا وري هٽلر کي لڪ چُپ ۾ رعايتون ڏيڻ جو ڪم ڪندا رهيا. هڪڙي ڪليل ۽ ٻي لڪل پاليسي هئي. ايتريقدر جو برطانيہ جي حڪمرانن ”امن محاذ“ جوڙڻ جون ڳالهيون ڪيون تہ جيئن برطانيہ جو عوام حڪومت کي جنگ جي اعلان لاءِ مجبور نہ ڪري. (475)

ٻئي طرف، فرانس لاءِ ليگ آف نيشنز جي اهميت اها هئي تہ اها مستقبل ۾ جرمني جي ڪنهن حملي کان سندس بچاءَ ڪري سگهي. پر اهڙو نقطہ نگاهہ برطانيہ لاءِ هرگز قابل قبول نہ هو جيڪا ڪنهن بہ يورپي سياسي تنظيم جي خواهشمند نہ هئي.

## سوويت يونين کي سوڙهو ڪرڻ لاءِ ٽہ ڌريو بلاڪ

برطانيہ ۾”گول ميز گروپ“ پڻ ساڳئي مقصد تحت سرگرم عمل هو جنهن ۾ لارڊ ملنر (Lord Milner)، لوپ اولڊ امريءَ ۽ ايڊورڊ گرگ، لارڊ لوٿين، سمٿ، لارڊ ايسٽن لارڊ براند (جيڪو ليڊي ايسٽر ۽ بين الاقوامي بئنڪارن جي لزرڊ برادرس جي مينيجنگ ڊائريڪٽر جو سالو هو)، ليونل ڪرٽس، جيوفري ڊاسن (ٽائيمز اخبار جو ايڊيٽر) ۽ سندس مددگار شامل هئا. ان گروهہ جو برطانيہ جي سياست ۾ وڏو اثر رسوخ هو ڇاڪاڻ تہ روڊز ٽرسٽ (Rhodes Trust) ۽ بيٽ ٽرسٽ، ٽائمز آف لنڊن، دي آبزرور، ۽ ماهي ”رائونڊ ٽيبل“ وغيره ان گروهہ جي ڪنٽرول هيٺ هلندا هئا. ان”گول ميز گروپ“ ۾ اهي ماڻهو شامل هئا جيڪي ”ٽن بلاڪن واري دنيا“ (Three Bloc World) جا حمايتي هئا جنهن جو مقصد هو تہ جرمني جي حاڪميت هيٺ يورپ ۽ انگريزي ڳالهائيندڙ بلاڪ ذريعي سوويت يونين جو گهيرو ڪري ان کي تباهہ ڪجي.[118]

جنرل سمٿ 23 آڪٽوبر 1923ع تي (ايچ اي ايل فشر سان مانجهاندي ۾) ڪيل تقرير ۾ ان گروپ جي نقطہ نگاهہ جو اظهار ڪيو. انهيءَ ئي گروهہ ڊيواس منصوبو (جرمني جي معاشي نظام کي هلائڻ) ۽ لوڪارنو معاهدو تيار ڪيو هو. ابرنون (D'Abernon)، سمٿ، سر جان سمن ۽ ايچ اي ايل فشر جرمني جي تعمير ۽ فرانس جي تباهي لاءِ ڪنهن بہ انتها تائين وڃڻ

[118] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley pp, 431

لاءِ تيار هئا. ابرنون سر مارس هانڪي (جيڪو جنگين جي وچ واري عرصي دوران گهڻو ڪري سڀني بين الاقوامي ڪانفرنسز جو سيڪريٽري رهيو) ڏانهن خط موڪليو جنهن ۾ هن ”سوويت يونين خلاف برطانيه طرفان جرمني جي فوجي اڳواڻن سان گڏجهو اتحاد ڪرڻ“ جي وڪالت ڪئي.“ ابرنون 1920 کان 1926 تائين برلن ۾ سفارتڪاري دوران ان پاليسي تي عمل ڪندو رهيو. ”تن بلاڪن واري دنيا“ مان مراد هئي ته (يورپ تي قبضي ڪرڻ ڪانپوءِ) جرمني کي ٿاري رکڻ لاءِ ائٽلانٽڪ بلاڪ ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ ڦاسايو وڃي، جڏهن ته سوويت يونين کي مانو ڪرڻ لاءِ ان کي جاپان ۽ جرمني جي وچ ۾ ڦاسايو وڃي. اهو منصوبو تڏهن ڪم ڪندو جڏهن جرمني ۽ سوويت يونين جي وچ ۾ ٽڪر ٿئي ۽ اهو تڏهن ٿيندو جڏهن جرمني کي آسٽريا، زيڪوسلاويڪا ۽ پولينڊ وارو لنگهه ڏنو وڃي. اهو گروهه 1937 کان 1940 تائين برطانيه جي حڪومت تي حاڪميت ڪندو رهيو. ان گروپ ۾ لارڊ هلفڪس، امري ۽ لارڊ لوٿين جرمني ۽ سوويت مخالف هئا ته وري چيمبرلين، هوراس ولسن ۽ جان سائمن وارا جرمني سان بغير ويڙهه جي جنگ ۽ سوويت يونين خلاف باقائده جنگ جا حمايتي هئا. پر چيمبرلين، سر جان سائمن ۽ سموئل هوري وري ”هر قيمت تي امن“ جي پاليسي تي عمل ڪرڻ جا خواهشمند هئا. جنهن جو مطلب هو ته جرمني کي ”پرامن“ انداز سان رائنلينڊ، آسٽريا، زيڪوسلاويڪا ۽ پولينڊ تي قبضا ڪرڻ ڏجن ۽ پوءِ جرمني ڊوڙ ڪري سوويت يونين سان ويڙهه ڪري. ان سموري عرصي دوران چيمبرلين عوام کي ڏيکارڻ لاءِ ”مزاحمت“ جي ڳالهه ڪندو رهيو ۽ گڏجهه ڳوهه ۾ هٽلر کي هر ممڪن ”رعايتون“ ڏئي سوويت يونين خلاف تيار ڪندو رهيو. برطانيه جي بالشويڪ مخالف گروهه طرفان چئن طاقتن واري معاهدي (Four-Power Pact) جي ڳالهه بنيادي طور تي سوويت يونين خلاف متحده محاذ جوڙڻ جو منصوبو هو. ان جو مظاهرو 1938ع جي سيپٽمبر ۾ ٿيل ميونخ ڪانفرنس ۾ ٿيو جنهن ۾ چئن طاقتن (برطانيه، فرانس، اٽلي ۽ جرمني) زيڪوسلاويڪا جي تباهي جو فيصلو ڪيو.[119]

[119] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley pp, 434

## نازي مقصدن نہ پر طريقن تي اعتراض

برطانيہ جي پرڏيهي پاليسي کي ڪنٽرول ڪندڙ ٽولي طرفان جرمني سان کهڙو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي ان لاءِ ست نقاطي فيصلو ڪيو. جنهن مطابق

(1) يورپ ۾ ڪميونزم جي ڦهلاءَ کي روڪڻ لاءِ هٽلر جي جرمني کي اڳيان آڻڻ

(2) برطانيہ، فرانس، اٽلي ۽ جرمني طرفان (روس کانسواءِ) چار طاقتن جو اتحاد قائم ڪرڻ

(3) جرمني طرفان آسٽريا، زيڪوسلاويڪا ۽ ڊينزگ کي حاصل ڪرڻ تي برطانيہ طرفان ڪوبہ اعتراض نہ ڪرڻ

(4) جرمني پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ طاقت جو استعمال کان روڪڻ (ڇاڪاڻ تہ ان صورت ۾ برطانيہ عوام جي دٻاءِ هيٺ اچي جنگ ڪرڻ تي مجبور ٿيندو، تنهنڪري، جرمني صبر سان پنهنجو ڪم ڪري.)

(5) جرمني جي بمبار جهازن جو تعداد ۽ استعمال روڪڻ لاءِ برطانيہ سان معاهدو ڪرڻ

(6) جرمني کي بيلجين ڪانگو ۽ پوچوگيز انگولا سميت ڏاکڻي مرڪزي آفريڪا ۾ ڪالونيز ڏيڻ

(7) برطانيہ طرفان زيڪوسلاويڪا ۽ پولينڊ تي دٻاءُ وجهندو رهڻ تہ جيئن اهي جرمني سان ڳالهيون ڪن ۽ مصلحت پسنداڻو رويو رکن

مٿي بيان ڪيل ست ئي نقطا مختلف اثررسوخ رکندڙ ماڻهن ۽ سفارتڪارن ذريعي 1937 کان وٺي ڪيترائي ڀيرا جرمني تائين پهچايا ويا. (ان جا ثبوت تازو ڇپيل جرمن سرڪاري ڪاغذن ۽ برطانيہ جي سرڪاري ڪاغذن مان مِلن ٿا. خاص ڪري چيمبرلين جي ڊائري وغيره) انهن سمورن بحثن مباحثن دوران برطانيہ جا حڪمران جرمني جي مقصدن ۽ جرمني جي طريقن وچ ۾ فرق بيان ڪندا رهيا. انهن کي يورپ ۾ جرمني جي مقصدن تي اعتراض نہ هو پر هنن جو زور هو تہ جرمني انهن مقصدن کي حاصل ڪرڻ لاءِ طاقت جو استعمال نہ ڪري ڇاڪاڻ تہ ان سان جنگ جو خطرو پيدا ٿيندو. 8 جون 1938ع تي ڊرڪسن (Dirksen) جرمني جي پرڏيهي وزير ربن ٽراپ کي لکيو تہ ”ڪابہ شي

جيڪا بغير گولي هلائڻ جي حاصل ڪري سگهجي ٿي، ته ائين سمجهو ته اها برطانيه جي رضامندي سان ٿئي ٿي.“[120]

سيپٽمبر 1938ع دوران متين ستن نقطن ۾ انون نقطو به شامل ڪيو ويو ان مطابق جرمني جي اقتصادي مدد ڪجي ته جيئن اوير يورپ طرف پيش قدمي ڪري سگهي. ڇاڪاڻ ته ان دوران جرمني جي معاشي حالت بلڪل بدتر ٿي چڪي هئي. گوئرنگ هڪ ڪانفرنس ۾ (14 آڪٽوبر 1938ع) تقرير ڪندي چيو ته ”آءُ تمام مشڪل حالتن کي منهن ڏئي رهيو آهيان. خزانو خالي آهي، صنعتي گنجائش به پوري ٿي چڪي آهي.“ ان عرصي دوران جرمني جا پاڙيسري ملڪ برطانيه کان مدد گهرندا رهيا ته جيئن نازي جرمني خلاف مزاحمت ڪري سگهن پر، ان جي ابتڙ برطانيه، برطانوي صنعت جي فيڊريشن معرفت، جرمني جي صنعتي نظام کي بهتر ڪرڻ لاءِ ڳالهيون شروع ڪيون. انهيءَ سلسلي ۾، (جنوري 1939) ”ڪوئلي بابت معاهدو“ به ڪيو ويو.

جرمني ۾ اقتصادي بحران جي حالت ايتري ابتر هئي جو هٽلر چيو ته ”يا اسان سامان ٻاهر موڪليون يا مرون.“ برطانيه جي فوجي اتاشي ان سموري ”اقتصادي صلح“ واري-برطانوي پاليسي تي سخت احتجاج ڪندي (27 فيبروري تي) چيو ته ”اسين هٿيارن جي ڊوڙ کي تڏهن ئي گهٽائي يا روڪي سگهنداسين جڏهن جرمني کي سوڙهو ڪنداسين. تنهنڪري، هن وقت جرمني کي اقتصادي رعايت ڏيڻ بلڪل غيرمعقول ٿيندو.“ ان باوجود برطانيه وري هڪ نمائندي کي جائزو وٺڻ لاءِ جرمني موڪليو ته ”اقتصادي بحالي ۽ ٻيهر تعمير لاءِ ڪهڙا رستا کليل آهن ۽ ڪهڙا بند آهن.“[121]

## ”اسين هٽلر کان ڊڄون ٿا“

مختلف ملڪن جي هٿيارن ۽ جنگ جي تيارين بابت برطانيه حڪومت طرفان 1938ع جي بهار کان وٺي مڪمل غلط نقطه نگاهه جي پروپيگنڊا ڪئي وئي. جيتوڻيڪ، حڪومت جي دعويٰ هئي ته اسان جي صورتحال اطمينان جوڳي آهي. جڏهن ته چرچل ۽ ٻيا ان معاملي تي سوال اٿاريندا رهيا ته اسان وٽ هٿيار ناڪافي آهن. مارچ 1938ع دوران چيمبرلين

[120] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 458-9
[121] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 476

چوندو رهيو ته "اسان وٽ زبردست طاقت آهي." پر سال جي پڇاڙي ۾ سندس رويو بلڪل مختلف ٿي ويو. چاڪاڻ ته "جرمني اڳيان آڻ مڃڻ" لاءِ ضروري هو ته حڪومت ۽ ان جا حمايتي عوام کي مطمعن ڪرڻ لاءِ اهو بهانو ڪن ته جرمني جي پيٽ ۾ اسان وٽ هٿيار بلڪل ناڪافي آهن." (بهرحال، هاڻي ته ڪاغذ به موجود آهن جن مان ثابت ٿئي ٿو ته 1936 کان 1939 تائين جرمني جي جهازن جي ماهوار پيداوار 425 جهازن کان مٿي نه هئي، 1939 دوران جرمني 247 ٽوبون ۽ برطانيه 314 ٽوبون تيار ڪنديي هئي. ميونخ واري بحران دوران جرمني وٽ ڪل 35 پيادا ۽ چار موٽر ڊويزن فوج هئي جنهن وٽ جديد هٿيار به نه هئا.) ان مان ثابت ٿئي ٿو ته برطانيه برتر جرمن هٿيارن ۽ فوج جي اڳيان آڻ نه مڃي هئي جيئن انهن ڏينهن ۾ بيان ڪيو ويو هو.[122]

1936ع ۾ جرمني جي فوج جي حالت اها هئي ته وٽس ڪل 25 "ڪاغذي" فوجي ڊويزنون هيون جنهن سبب جرمن جنرلن فرانس طرفان ڪنهن به امڪاني جوابي حملي جي خطري کان بچڻ لاءِ اڳواٽ ئي "پنتي هٽڻ" جو حڪم نامو لکرائي ڇڏيو هو. پر رائنلينڊ ڏانهن جرمن فوج اماڻڻ وقت فرانس طرفان ڪجهه به نه ڪيو ويو. ان جا مکيه به ڪارڻ هئا.(1) فرانسيسي سرمائيدارن کي ڊپ هو ته فرانڪ (فرانسيسي روپيو) جو ملهه ڪري پوندو (2) فرانس طرفان ڪا به چرپر ڪرڻ تي برطانيه کي اعتراض هو.

جاپاني اڳرائي، فاشسٽ مسوليني جا حملا، نازي هٽلر طرفان رائنلينڊ، آسٽريا، زيڪوسلاويڪا ڏانهن ڪاهه ڪرڻ ۽ برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا طرفان اعتراض ڪرڻ باوجود (ڳجهه ڳوهه ۾) جرمني سان رعايتون ڏينديون رهيون ۽ ساڳئي وقت، جنگ لاءِ تياريون به هلنديون رهيون. پر هاڻي فرق اهو هو ته رعايتون "ڳجهه ڳوهه" ۾ پئي ڪيون ويون چاڪاڻ ته هاڻي عوامي راءِ وڏيڪ ڪنهن به "ريجهائڻ واري پاليسي" کي رد ڪري چڪي هئي. ڳجهين رعايتن جي جاري رهڻ جا مکيه ٽي سبب هئا (1) ايندڙ جنگ لاءِ ڀرپور تياري ڪرڻ (2) جرمني کي سوويت يونين خلاف تيار ڪرڻ ۽ (3) 1939_1940ع ۾ برطانيه جي عام چونڊن لاءِ تياري ڪرڻ. سوويت يونين خلاف رٿيل سازش جو کليل نمونو اظهار ڪرڻ

[122] Ibid. pp. 457-8-9

ناممڪن هو، جڏهن ته جرمني جا حڪمران ان حقيقت کان واقف هئا ته برطانيه پولينڊ خاطر جنگ نه ڪندو.

## فاشسٽن کي "ريجهائڻ" لاءِ آمريڪي سفيرن جي ڊوڙ

جاپان، اٽلي ۽ جرمني طرفان ڪيل حملن ۽ قبضن، نازي هٽلر جي اقتدار ۾ اچڻ، رائن لينڊ تي قبضو ڪرڻ، آسٽريا، زيڪوسلاويڪا ۽ بعد ۾ پولينڊ تي ڪاهه ڪرڻ دوران آمريڪي حڪمرانن جا ڪهڙا ارادا ۽ خيال هئا؟
جڏهن هٽلر جهڙو فاشسٽ جرمني جو اڳواڻ ٿيو، تڏهن آمريڪي صدر جي ان بابت ڪهڙي راءِ هئي (جرمن بئنڪار سچٽ مئي 1933ع ۾ واشنگٽن آيو،) روزويلٽ هن کي ٻڌايو ته "هٽلر جرمني لاءِ صحيح ماڻهو آهي ۽ ڪوبه ٻيو ماڻهو اهڙو اعتماد پيدا نه ڪري سگهي ها." صدر روزويلٽ سيموئل آر فلر (پراڻو ڪاروباري دوست) کي هٽلر سان ڳالهائڻ لاءِ چيو. فلر سچٽ سان آمريڪي سفارتخاني ۾ مليو ۽ "جرمن ڪالونيز واپس ڪرڻ ۽ ڪرنسيءَ جي معيار کي برقرار رکڻ ۽ آمريڪا سان نئون تجارتي معاهدو ڪرڻ سميت ڪيترين ٻين تجويزن تي ڳالهه ٻولهه ڪئي." بعد ۾ فلر برطانوي وزيراعظم اسٽينلي بالڊون ۽ پرڏيهي سيڪريٽري سموئل هوري سان ملڻ لاءِ ويو.
جڏهن جرمن فوجون 7 مارچ تي رائن لينڊ ۾ داخل ٿيون تڏهن آمريڪي سفير ڊوڊ احتجاج ڪيو پر وائيٽ هائوس بلڪل خاموش رهيو. سيپٽمبر 1937ع دوران آمريڪي سفير ويلز (Wells) ڪيترن ئي يورپي ملڪن جي گادي وارن شهرن جو دورو ڪيو ۽ آمريڪا موڻ ڪانپوءِ راءِ ڏنائين ته "آمريڪا کي هٽلر جي ڪالونيز واري مطالبي سان گڏ "يورپ ۾ ردوبدل" واري معاملي تي حمايت ڪرڻ گهرجي." (ان تجويز کي بعد ۾ ويلز وارو منصوبو جو نالو ڏنو ويو).
زيڪوسلاويڪا تي متوقع نازي ڪاهه جي حوالي سان آمريڪي حڪمرانن جا ڪهڙا خيال هئا؟ بلٽ (فرانس ۾ آمريڪي سفير) فرانس جي پرڏيهي وزير جارج بونيٽ تي زور ڀريو ته فرانس پراگ (زيڪوسلاويڪا جي گاديءَ جو هنڌ) بابت توقعات کي گهٽائي. آمريڪي (Charged Affaires Geist) گسٽ تجويز ڏني ته برطانيه لاءِ بهتر ٿيندو ته جرمنيءَ جي اوڀر طرف ڦهلاءَ آڏو رڪاوٽ نه بڻجي." [123]

---

[123] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan, pp, 236

آمريڪي سفير ڪينيڊي جرمن سفير هربرٽ وون ڊرڪسن ڪي لنڊن ۾ خاطري ڪرائي ته "هو نه صرف جرمني جي نسلي پاليسي سان پڻ اوپر يورپ ۽ ڏکڻ اوڀر يورپ ۾ سندن اقتصادي مقصدن سان به همدردي رکي ٿو." برلن ۾ آمريڪي سفير، هگ ولسن زيڪوسلاويڪا جي صدر تي تنقيد ڪندي چيو ته "زيڪوسلاويڪا جي سرحد جو جمهوري انداز، سان دفاع غيرحقيقت پسنداڻي ڳالهه ٿيندي." برطانيه ۾ ٿيل هڪڙي دعوت دوران هن بينز (زيڪوسلاويڪا جي صدر) کي خبردار ڪندي چيو ته "آمريڪا مان ڪنهن به قسم جي حمايت جي اميد نه رکجو. بهترين ڳالهه اها ٿيندي ته جرمني کي راضي ڪرڻ لاءِ روس سان ڪيل دفاعي معاهدو منسوخ ڪريو." ڪرنل ٽريومين سمٿ (برلن ۾ آمريڪي فوجي اتاشي) پولينڊ جي اتاشي سان بحث ڪيو ته "زيڪوسلاويڪا جي ڪهڙا حصا هنگري ڏانهن ويندا ۽ ڪهڙا پولينڊ ڏانهن." فرانس کي زيڪوسلاويڪا جي امڪاني مدد کان روڪڻ لاءِ آمريڪي ويلز فرانس کي ٻڌايو ته 80 سيڪڙو آمريڪي راءِ ڪنهن به مداخلت جي خلاف آهي. "جنگ جي وقت فرانس کي جهاز به نه ڏيندا سين" جن جو آرڊر مئي ۾ ڏنو ويو هو ۽ جنهن لاءِ آمريڪا پئسا به وٺي چڪو هو.

ميونخ معاهدي جي نتيجن تي تبصرو ڪندي جرزي پٽوڪي (واشنگٽن ۾ پولينڊ جي سفير) چيو ته "صدر روزويلٽ سياست جو چالاڪ رانديگر آهي ۽ آمريڪي ذهنيت جي پرک رکندڙ آهي؛ هن تيزي سان آمريڪي عوام جو ڌيان ملڪ جي اندروني صورتحال کان ڦيرائي پرڏيهي معاملن ڏانهن ڪري ڇڏيو. ميونخ وارو معاهدو ته صدر لاءِ خدا طرفان موڪليل (تحفو) ڇئجي. سچو ڏوهه ته برطانيه ۽ فرانس تي اچي ويو."[124] (111)

"روزويلٽ جرمني سان جيترو ٿي سگهي اوترو دوستاڻو رشتو رکڻ چاهيو پئي. هن جو خيال هو ته "جرمني اندر جنهن به قسم جي حڪومت آهي اهو انهن جو "اندروني معاملو" آهي." برطانوي انٽيليجنس ڏيکاريو ته روزويلٽ جي شديد خواهش آهي ته "هٽلر سان صلح (امن) ڪريان" برطانوي انٽيليجنس جي راءِ مطابق روزويلٽ پيهر چونڊجڻ لاءِ "گندي انٽڪل" ۽ "ڪامن سينس خلاف ڏوهه" ڪري رهيو آهي. ميونخ

[124] Count Jerzy Potocki to Polish Foreign Minister, Washington, January 12, 1939, The German White Paper: *Full Text of the Polish Documents Issued by the Berlin Foreign Office:* with a forward by C. Hartley Grattan (New York: Howell, Soskin & Co., Inc., 1940) p, 29-31

ناهه بعد روزويلٽ صدر بينز کي جنگ ۾ گهلجڻ کان انڪار ڪرڻ تي مبارڪون ڏنيون. جڏهن ته ويلز فرانس کي ٻڌايو هو ته "ميونخ معاهدو فرانس جي قبضي هيٺ آيل اڳوٽين جرمن ڪالونين سميت وڏيڪ رعايتون، حاصل ڪرڻ لاءِ هٽلر جي راهه هموار ڪندو." اهوئي ويلز ميونخ ناهه ڪانپوءِ مسوليني جي تعريف ڪري رهيو هو.

جرمني طرفان ڊينمارڪ ۽ ناروي تي قبضي باوجود آمريڪا مسوليني جي اٽلي جي اهم ريشم جي ايڪسپورٽ تان ڊيوٽي هٽائڻ جو فيصلو نه ڪيو. 10 اپريل تي تقرير ڪندي روزويلٽ چيو ته "آمريڪا ڪيترن ئي آمراڻين حڪومتن وارن ملڪن سان دوستاڻا تعلقات قائم رکندو." آمريڪي سفارتڪار فلر، بلٽ، ولسن، ڊيوس، موني ۽ ويلز وغيره هٽلر ۽ مسوليني جهڙن فاشسٽن کي رعايتون ڏيڻ ۽ ريجهائڻ ۾ پورا هئا. نازي جرمني جي طرفداري ڪرڻ ۾ شايد ٻين سيني کان وڌيڪ فرينڪلن ڊي روزويلٽ ملوث هو. هن ان پوري ڏهاڪي دوران واشنگٽن ۽ برلن جي وچ وارا سمورا رستا آزمايا. عام طور تي سمجهيو ويندو آهي ته هي آمريت جو سخت دشمن هو.[125]

پولينڊ جو سفير (Count Jerzy Potocki) 21 نومبر 1938ع تي آمريڪي سفير وليم سي بلٽ سان مليو جنهن کي بلٽ ٻڌايو ته صدر روزويلٽ جو پڪو ارادو آهي ته اينڊڙ يورپي جنگ ۾ آمريڪا کي شامل ڪري." بلٽ اڳڪٿي ڪندي چيس ته يورپ ۾ ترت هڪ ڊگهي جنگ لڳندي.جيڪا شايد ڇهن سالن تائين هلي ۽ جرمني کي اهڙي حد تائين پهچائي جو جرمني وري بيهي نه سگهي." جنهن تي پولش سفير پڇيس ته اهڙي جنگ ڪيئن لڳندي؟" بلٽ چيس ته "پهريائين جنگ مٿان جرمني ۽ ڪنهن ٻي قوت جي وچ ۾ لڳي ۽ پوءِ اولهه (فرانس برطانيه وغيره) جون طاقتون اهڙي جنگ ۾ مداخلت ڪن. بلٽ جو خيال هو ته آخرڪار سوويت جرمن جنگ لڳڻ اٽلر آهي." بلٽ آخر ۾ پولش سفير کي چيو ته اوهين (پولينڊ وارا) جرمني خلاف سخت موقف (stand) رکجو."[126] (ان جو اصل مطلب هي هو ته پولينڊ وارا سخت موقف رکن ۽ هٽلر مٿن حملو ڪري،پوءِ ته آسان ڪجهه به نه ڪنداسين.)

---

[125] Six between Roosevelt & Hitler: America's Role in the Appeasement of Nazi Germany, by Frederick W. Marks III (Historical Journal, Vol. 28. No 4. (Dec. 1985. Printed in Great Britain). Pp. 969-982

[126] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 122

ٻي عالمي جنگ کان اڳ تائين برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جي سامراجي حڪمرانن فاشسٽ هٽلر، مسوليني ۽ جاپاني اڳواڻن جي ڪيل يلغارن ۽ اڳرائين کي روڪڻ لاءِ ڪي به موثر اپاءَ نه ورتا، پر ڪين رعايتون ڏئي تيار ڪيو ويو ته جيئن (سوويت يونين، چين، جاپان، جرمني، اٽلي، آسٽريا، اسپين، خود فرانس، برطانيه ۽ آمريڪا ۾ به) اهي بين الاقوامي سطح تي هلندڙ ڪميونسٽ تحريڪ کي ڪچلي سگهن. انهيءَ حوالي سان "ڪميونسٽ انٽرنيشنل مخالف معاهدو" به ڪيو ويو ته جيئن ان ڪانپوءِ سوويت يونين تي حملو ڪري ۽ ڪرائي سگهن.

## سوويت_جرمن معاهدو"يورپي حڪمرانن لاءِ قيامت جو آواز"

جڏهن هٽلر يورپ ۾ ايڏيون ڪارستانيون ڪري رهيو هو تڏهن 1937ع ۾ آمريڪي ڪانگريس "غيرجانبداريت جو قانون" (Neutrality Act) پاس ڪري، اٽسڌي ريت، فاشسٽن کي ٻڌايو ته "جيڪو وٺي ڪريو اسانجو ڪوبه واسطو ناهي." آمريڪي سفير ويلز شايد اٽلي جي مسوليني کي اهو تاثر ڏنو ته "فرانسيسن ۽ انگريزن جي سخت ڳالهه ٻولهه مڙئي ٻناڪ آهي. مطلب ته اٽسڌي ريت، ڪيس اشارو ڏنو ته ٻلي وڏيڪ مطالبا ڪري."[127] آمريڪا جي جرمني سان سفارتي "نقلي جنگ" (Phony War) 1938ع وارو ميونخ ناهه ڪانپوءِ شروع ٿي. جرمني کي تيار ڪري پوءِ وٺي دانهون ڪيائون "مري وياسين هٽلر ته بمبار جهاز ۽ فوجون پيو تيار ڪري." ميونخ واري معاهدي بابت يورپي حڪمرانن جيڪو تاثر ڏنو ته "سڀ خير ٿي ويو." ان حوالي سان آمريڪي رياست جي سيڪريٽري ڪورڊل هل، پنهنجين ياگيرين ۾ لکيو ته "ميونخ (معاهدي) ڪجهه به طئي (حل) نه ڪيو."[128]

برطانيه (1 اپريل تي) روس کي ڳالهيون ڪرڻ جي آڇ ڪئي. پر سوويت يونين سمجهيو ته "اسانکي ڦاسائڻ جي اٽڪل آهي، برطانيه اسان کي جرمني سان ويڙهائڻ چاهي ٿي ۽ جنگ لڳڻ جي صورت ۾ برطانيه (روس بدران) جرمني جي مدد ڪندي. حقيقت ۾، اهو شڪ ڪنهن به صورت ۾ غلط نه هو ڇاڪاڻ ته برطانيه (مارچ 1940ع ۾) روس تي حملي ڪرڻ لاءِ فوج به تيار ڪئي هئي.

[127] The Ciano Diaries, By Ciano, p, 212
[128] The Memoirs of Cordell Hull By Cordell Hull (New York: Macmillan, 1948) p, 586-590

پر سوويت يونين، برطانيہ ۽ فرانس ۾ ٿيندڙ اتحاد آڏو رنڊڪ وجهڻ ۾ آمريڪي حڪمرانن پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو. آمريڪي سفير ويلز (فرانس جي حڪمرانن کي) اهو تاثر ڏنو تہ آمريڪي سمجهن ٿا تہ "جرمني ناقابل شڪست آهي ۽ فرانس ۽ برطانيہ کي گهرجي تہ صلح سانت سان مصلحت جي ڪوشش ڪن جنهن سان جرمني کي مرڪزي ۽ اوڀر يورپ جو ڪنٽرول ملي ويندو."[129] فرانس ۾ آمريڪي سفير بلٽ، فرانس طرفان سوويت يونين سان ڪنهن بہ فوجي اتحاد ڪرڻ ۽ سوويت يونين کي قرض ڏيڻ ۽ مدد ڪرڻ جي مخالفت ڪئي."[130] بلٽ جي دعوىٰ موجب فرانس ۽ برطانيہ جي حڪومتن ڪيٰ اسان (آمريڪا) طرفان خبردار ڪيو ويو تہ "اسٽالن هٽلر خلاف معاهدو ڪرڻ لاءِ هنن سان ڳالهيون فقط ان سبب ڪري رهيو آهي تہ جيئن هُو، پس پرده، پاڻ هٽلر سان معاهدو تيار ڪري سگهي."[131] مطلب تہ بلٽ فرانس ۽ سوويت يونين ۾ معاهدي کي ملتوي ڪرائڻ لاءِ ڪوشش ڪندو رهيو. هيملٽن فش جي راءِ هئي تہ بلٽ طرفان فرانسيسن کي ڳالهين کان منع ڪرڻ سبب ٻئي ڌريون وڌيڪ سخت گير بڻجي ويون.[132]

ان وچ ۾ 24 آگسٽ 1939ع تي، سوويت يونين ۽ جرمني "هڪٻئي خلاف اڳرائي نہ ڪرڻ جو معاهدو" ڪيو جيڪو يورپي حڪمرانن جي ڪنن تي "قيامت جي آواز" وانگر ڌماڪو ٿي لڳو. برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪي حڪمران جا سمورا خواب چڪنا چور ٿي ويا ۽ سندن وايون بتال ٿي ويون. هن ڳالهہ نہ صرف سوويت يونين کي ڦاسائڻ جا بندوبست پٺي ڪيا پر عارضي طور تي سچو ڦندو سندن ڳچيءَ ۾ پئجي ويو.

## ٻي عالمي جنگ جي ابتدا: پولينڊ تي نازي حملو

(1 سيپٽمبر 1939)

هٽلر طرفان آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا ڊهيل ڪاهون تہ ٻي عالمي جنگ

---

[129] Orville H. Bullitt, ed, *For the President: Secret & Personal; Correspondence between FDR & W. C. Bullitt* (Boston: Houghton Mifflin, 1972) p, 410

[130] Ambassador Dodd's Diary: 1933-1938, ed, W. E. Dodd & M. Dodd (New York: Harcourt Brace, 1941) p, 30s. (Bullitt to Hull, Feb 1, 1937, file 751.6111/185, RG 59, National Archives.)

[131] How We Won the War & Lost the Peace By William C. Bullitt (*The Great Globe Itself.* New York: Charles Scribner's Sons, 1946) p, 172-217

[132] FDR: *The Other Side of the Coin: How we were Tricked into World War II* (New York: Vantage Press, 1962) p, 74-77

جي ڊرامي جون پهريون به "پرامن" قسطون هيون اصل پرتشدد کهاڻي ته هاڻي شروع ٿيڻ واري هئي. پهرين عالمي جنگ جي پڄاڻي تي (برطانيه، فرانس) طرفان کيل ورسلز ناهُ تحت اڳوڻي جرمن سلطنت جو شهر ڊينزگ جرمني کان الڳ ڪيو ويو ۽ ان کي سڏي ريت ليگ آف نيشنز جي انتظام هيٺ هلايو ويو ۽ ان وچ ۾ پولينڊ کي ڏنل علائقو هو جنهن کي لنگهه (Corridor) چيو ويندو هو، اهو لنگهه اوڀر جرمني ۽ اولهه جرمني جي وچ ۾ هو. هٽلر پولينڊ کان مطالبو ڪيو ته "لنگهه ۽ ڊينزگ شهر" اسان جي حوالي ڪريو. حقيقت ۾ برطانيه اڳواٽ ئي هٽلر کي اهو پيغام پهچائي چڪو هو. لارڊ هلفڪس 19 نومبر 1937 تي هٽلر سان مليو. هن هٽلر سان ڊينزگ (شهر) واري معاملي تي ڳالهائڻ چاهيو پر هٽلر ٽاري ويو. پر لارڊ ان حقيقت کي راز رکڻ بدران سڌو سئون چئي ڏنو ته هن جي توقع آهي ته ڊينزگ کي حاصل ڪرڻ لاءِ جرمني قدم کڻي."[133]

پر برطانيه جي حڪمرانن ظاهر ائين ڪيو ڄڻ ته هنن کي ڪابه خبر نه هئي. جڏهن لنڊن اها خبر پهتي ته هٽلر پولينڊ جو به مطالبو ڪري رهيو آهي تڏهن برطانيه جي حڪومت (31 مارچ تي) اوچتوئي پولينڊ کي هڪ طرفي فوجي ضمانت ڏيڻ جو اعلان ڪيو. نه رڳو پولينڊ پر رومانيه ۽ يونان کي به ضمانت ڏني وئي (خاص ڪري البانيه تي اٽلي جي حملي ڪانپوءِ) پر اها سموري ماجرا غيرمعمولي پئي لڳي. ڇاڪاڻ ته برطانيه جي حڪومت 1918ع کان وٺي اولهه يورپ جي ڪنهن به رياست سان هڪ طرفي ضمانت ته نهيو پر به طرفي ضمانت کي به رد ڪندي رهي. هاڻي وري اها، اولهه يورپ نه پر اوڀر يورپ جي ڏورانهين رياست پولينڊ کي به هڪ طرفي ضمانت ڏئي رهي هئي ۽ موٽ ۾ ڪجهه به نه وٺي رهي هئي. جيڪا ڳالهه بلڪل اڻ ٿيڻي پئي لڳي. پر ان ضمانت جي نتيجي ۾ صورتحال اها ساڳي ئي رهي جهڙي پهريائين هئي سواءِ خالي اعلان جنگ جي. جيتوڻيڪ، ان عرصي دوران برطانيه جرمني کي چوندو رهيو ته ڳالهين ذريعي مسئلو حل ڪريو نه ته برطانيه جي عوام جو دٻاءُ اسانکي اعلان جنگ ڪرڻ تي مجبور ڪندو. بهرحال، جيڪڏهن ان هڪ طرفي ضمانت جو مقصد اهو هو ته جرمني کي ڊيڄاري سگهجي ته به

[133] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan, pp, 50

نتيجو ان جي بلڪل ابتڙ نڪتو. برطانوي ضمانت جو ٻڌندي هٽلر (3 اپريل تي جرمن فوج کي جنگي حڪم نامو نه جاري ڪيو جنهن موجب 1 سيپٽمبر تي پولينڊ تي حملي ڪرڻ جو فيصلو طئي ڪيو ويو هو.
ٻئي طرف، برطانيه جيڪا جرمني جي حملي جي صورت ۾ پولينڊ کي فوجي مدد جي ضمانت ڏئي چڪي هئي ان پنهنجو هڪڙو فوجي وفد جولائي جي مهيني ۾ پولينڊ ڳالهيون ڪرڻ لاءِ موڪليو پر ان ڪجهه به نه ڪيو. پولينڊ کي هٿياربند ڪرڻ لاءِ اقتصادي مدد به دير سان ڏني وئي، ۽ جيڪا ڏني وئي سا به ناڪافي ۽ ناقابل عمل طريقي ڪار سان. پهرين آگسٽ تي برطانيه پولينڊ کي 8،163،000 ڊالر ڏنا، ٻئي طرف، برطانيه جا سرمائيدار (ڳجهن قرض جي صورت ۾) 1،000،000،000 (برطانوي روپيا) نازي جرمني کي ڏيڻ لاءِ گپ شپ ڪري رهيا هئا.
اهڙي عمل مان نتيجو اخذ ڪرڻ مشڪل نه هو. 22 آگسٽ تي هٽلر پنهنجن جنرلن جي هڪڙي ڪانفرنس کي خطاب ڪندي چيو ته "پولينڊ پيهر هٿياربند ٿيڻ لاءِ برطانيه کان قرض گهريو آهي ۽ برطانيه اهو قرض ان لاءِ ڏنو آهي ته جيئن پولينڊ برطانيه مان ئي خريد ڪري سگهي، جيتوڻيڪ، برطانيه سامان پهچائي سگهندو ئي ڪونه. ان جي معنيٰ اها ٿي ته برطانيه سچ پچ پولينڊ جي مدد نه ٿي ڪرڻ چاهي." [134]
حقيقت ۾، برطانيه طرفان پولينڊ جي سياسي، اقتصادي ۽ فوجي مدد نه ڪرڻ جو مقصد اهو هو ته پولينڊ کي مجبور ڪجي ته هٽلر سان ڳالهيون ڪري. ڊرڪسن جرمن حڪومت کي 21 جولاءِ تي هڪ رپورٽ اماڻي جنهن ۾ لکيو ته "سر هوراس ولسن چيو آهي ته هن سرءُ ۾ برطانيه ۾ اليڪشن ٿي رهي آهي. ان ڪري اندروني سياسي اٽڪلن سبب حڪومت سوچي رهي آهي ته اليڪشن "ايندڙ جنگ جي تياري" يا "جرمني سان ڳالهيون" ڪرڻ مان ڪهڙي ايجنڊا تحت اليڪشن وڙهي وڃي. جيتوڻيڪ، اسين عوام کي ٻنهي ايجنڊائن تي آماده ڪري سگهون ٿا پر "پر امن رڙ" کي ترجيح ڏينداسين." اها خبر فرانس طرفان ليڪ ڪئي وئي. جرمني جي پرڏيهي وزير، ربن ٽراپ، اٽلي جي پرڏيهي وزير، ڪائونٽ ڪيانو کي 11 آگسٽ 1939ع تي ٻڌايو ته "پولينڊ سان جنگ ٿيڻ واري آهي. برطانيه ۽ فرانس غيرجانبدار رهندا." [135]

[134] Tragedy and Hope; By Carroll Quigley. pp, 479
[135] America's Second Crusade, By William Henry Chamberlin, p, 69

جرمنيءَ طرفان ظاهر ڪيل ڳجهن پولينڊ جي دستاويزن ۾ ڏيکاريو ويو آهي ته ”فرانس ۾ مقرر پولينڊ جو سفير، جوليس، 24 مارچ تي آمريڪي سفير، وليم سي بلٽ سان ملاقات ڪئي. جنهن ۾ جوليس ناراضگي جو اظهار ڪندي چيس ته برطانيه، بغير ڪنهن به تياري جي، پولينڊ ڪي جنگ جي جوکم ۾ وجهڻ واري پاليسي تي عمل ڪري رهي آهي. ”پولينڊ کي جنگ يا امن لاءِ ذميوار ٺهرائڻ بلڪل غلط آهي ۽ اها ڳالهه ٿيندي. ان جي گهڻي ذميواري برطانيه ۽ فرانس تي ٿئي ٿي.“

انهن ئي ڪاغذن ۾ واشنگٽن ۾ مقرر پولينڊ جي سفير، جرزي پتوڪي (Jerzy Potocki) طرفان 16 جنوري 1939ع تي آمريڪي سفير بلٽ سان ٿيل حال احوال به ڏنو ويو آهي. پولينڊ جي سفير کي آمريڪي سفير بلٽ ٻڌايو ته ”صدر (روزويلٽ) جي پختي راءِ آهي ته فرانس ۽ برطانيه ڪنهن به آمر ملڪ سان ڪنهن به قسم جي مصلحت پسنديءَ واري رويي کي ختم ڪن. انهن کي اخلاقي ضمانت ڏيون ٿا ته آمريڪا پنهنجي عليحدگي واري پاليسي کي ڦٽو ڪندو ۽ جنگ جي صورت ۾ برطانيه ۽ فرانس جي طرفداري ۾ سرگرم مداخلت ڪرڻ لاءِ تيار آهي.“[136]

لائڊ جارج (اڳوڻي برطانوي وزيراعظم) چيو ته ”جيڪڏهن پولينڊ جي مدد لاءِ برطانيه سوويت يونين جي حمايت حاصل نه ڪئي ته پوءِ اهو فقط دوکي سان ڦاسائڻ وارو عمل ٿيندو.“ پوليند کي ڏنل ضمانت واري اعلان تي ردعمل ظاهر ڪندي، پارليامينٽ ۾ خطاب ڪندي، لائڊ جارج چيو ته ”جيڪڏهن سڀاڻي جنگ لڳي ته توهين هڪڙي ٻٽالين به پولينڊ نه موڪلي سگهندا.“ ان فيصلي بابت چرچل لکيو ته ”آخرڪار، بدترين ممڪن گهڙيءَ ۾ ۽ گهٽ کان گهٽ مطمعن ڪندڙ دليلن تي، فيصلو ڪيو ويو، جيڪو پڪ سان لکين ماڻهن جي قتل عام ڏانهن وٺي ويندو.“[137]

ائين 1 سيپٽمبر 1939 تي هٽلري فوجن پولينڊ تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪري ورتو. پر جرمني طرفان 1 سيپٽمبر تي پولينڊ حملي ڪرڻ کانپوءِ به برطانيه ۽ فرانس طرفان ڳالهين جو سلسلو ختم نه ٿيو اهوئي سبب هو جو ٻه ڏينهن گذرڻ کانپوءِ برطانيه ۽ فرانس 3 سيپٽمبر تي اعلان جنگ ڪيو.

[136] America's Second Crusade, By William Henry Chamberlin, p, 59-60
[137] Gathering Storm (History of Second World War Series, Vol-I), p, 402

## برطانيہ طرفان "نقلي جنگ"

پولينڊ تي ٽيل حملي (1 سيپٽمبر 1939) کان وٺندي ڊينمارڪ ۽ ناروي تي ٽيل ڪاهہ (9 اپريل 1940) تائين واري عرصي کي "نقلي جنگ" (Phone War) سڏيو وڃي ٿو جيڪا حقيقت ۾ "وينٽل جنگ" (Sitzkrieg) هئي ڇاڪاڻ تہ اولہ جي طاقتن جرمني سان ويڙهہ ڪرڻ لاءِ ڪابہ حقيقي ڪوشش نہ ڪئي. چيمبرلين جو خيال هو تہ "جرمني کي فقط اقتصادي ناڪابندي ذريعي ئي شڪست ڏئي سگهجي ٿي." ايتريقدر جو فرانس کي شڪست ملڻ کانپوءِ بہ برطانيہ جي فوجي جنرلن جو خيال هو تہ "جرمني کي ڪيرائڻ لاءِ فقط اقتصادي عنصر تي ئي منحصر ڪري سگهجي ٿو."[138]

ان عرصي دوران جرمني طرفان ڊينمارڪ ۽ ناروي تي 9 اپريل 1940 تي حملو ڪري انهن کي شڪست ڏئي ڇڏي. ناروي ۾ مليل شڪست برطانيہ جي حڪومت لاءِ وڏي بحران کي جنم ڏنو. نيٺ، 10 مئي تي چيمبرلين استيعفيٰ ڏئي ڇڏي ۽ ونسٽن چرچل برطانيہ جو نئون وزيراعظم بڻيو.

## فرانس سان ڪيل دغا

فرانس ۽ برطانيہ جي حڪمرانن کي هڪٻئي تي اعتماد نہ هو. ان حوالي سان بلٽ (فرانس ۾ آمريڪي سفير) آمريڪي حڪومت کي رپورٽ ڪيو تہ فرانس کي ڊپ آهي تہ چيمبرلين وچ اوير ۾ پنهنجن مفادن جي بچاءَ خاطر فرانس جو سودو ڪندو."[139]

فرانس جي وزيراعظم ايڊورڊ دالدر (Edward Daladier) بلٽ کي ٻڌايو تہ "چيمبرلين "هڪ سُڪل ڪاٺي آهي؛ بادشاهہ هڪ طفل دماغ ٻار؛ ۽ راڻي انتهائي لالچي عورت آهي جيڪا انگلينڊ جي راڻي ايلزبيٿ طور قائم دائم رهڻ لاءِ ڪنهن بہ ٻئي ملڪ جي قرباني ڏئي سگهي ٿي."[140] فرانسيسي وزيراعظم دالدر جي خيال ۾ برطانيہ هڪ "ڪمزور نڙ تي

---

[138] Tragedy and Hope, By Carroll Quigley. pp, 480
[139] The FDR & Foreign Affairs (Dec 1939-Feb 1939 Vol-8, New York: Garland Publishing, 1979) 1505
[140] FDR & U. S.-French Relations, 1938-1942 By Clayton R. Baird (Bullitt to Secretary of State, Feb 6, 1939, file 740,00/565, RG 59, National Archieves.)

منحصر ڪري ٿي.“[141] اهوئي سبب هو جو فرانس آمريڪا کان مدد جي طلبگار هئي. فقط هٿيارن جي ڪپٽ تان پابندي هٽائي وئي جڏهن ته فرانس آمريڪا کان قرض يا مدد نه پئي حاصل ڪري سگهي. روزويلٽ پريس ڪانفرنس ڪندي چيو ته ”ملڪ ۾ جهاز ٺاهيندڙ گهڻا ڪارخانا اجايا پيا آهن. تنهنڪري، فرانس طرفان خريداري ڪرڻ سبب پيداوار ۾ اضافو ٿيندو.“ جرمني طرفان فرانس تي حملي کان اڳ صدر روزويلٽ جي موڪليل پيغام مان چرچل ٻه نقطا اخذ ڪيا (1) جنگ جاري رهڻ جي صورت ۾ آمريڪا جنگي سامان جي صورت ۾ مدد ڪندو ۽ (2) آمريڪا جنگ جاري رکڻ جي تائيد به ڪري ٿو.“ ان بنياد تي چرچل فرانس جي وزيراعظم ريناڊ کي تجويز ڏني ته جيڪڏهن فرانس جنگ جاري رکندي ته ”اسين سمجهون ٿا ته آمريڪا کي جنگ ۾ ڌڪ ڏيڻ لاءِ باقي رهيل ڪجھ قدم کڻڻا پوندا.“[142] پر روزويلٽ پٺي ڏينهن ٿي ڦري ويو ته ”منهنجو مطلب اهو نه هو.“

## ڊنڪرڪ ”پچو ته پچون“

10 مئي 1940ع تي هٽلري فوجن فرانس تي حملو ڪري ڏنو. پر ان هلندڙ لڙائي دوران برطانيه جون فوجون پنتي هٽندي وڃي ڊنڪرڪ واري ڪناري تي پهتيون، جڏهن ته جرمن فوجون فقط چند ڪلوميٽر پوئتي هيون. ان دوران اوچتوئي 23 مئي تي هٽلر پنهنجي فوج کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جو حڪم ڏنو. جنهن سبب برطانيه ۽ فرانس اٽڪل ٽي ساڍا ٽي لک فوج آساني سان ڪڍي وڃڻ ۾ ڪاميابي ملي. (۽ 14 جون تائين جرمن فوج پئرس تي قبضو ڪري ورتو) ٻي عالمي جنگ جي تاريخ ۾ ڊنڪرڪ واري واقعي کي برطانيه پنهنجي وڏي سوڀ طور پيش ڪندي رهي آهي. جيتوڻيڪ، چرچل انگريزن کي ياد ڏياريندو رهيو ته ”ڪنهن جاءِ خالي ڪرڻ سان ڪنهن کي به فتح نه ملندي آهي.“
ڊنڪرڪ ڏانهن نه وڌڻ جا ڪيترائي سبب نظر اچن ٿا. جن مان سڀ کان اهم امڪان اهو هو ته متان اڳتي هلي چرچل ۽ هٽلر جي بالشوازم سان نفرت واري ساڳئي موقف تحت اتفاق پيدا ٿي پوي. ان لاءِ انگريز فوج کي ڊنڪرڪ مان نڪري وڃڻ جو موقعو ڏئي، هٽلر چرچل کي ذليل ٿيڻ کان بچائي ورتو. ساڳئي وقت، اهو خوف به هو ته جيڪڏهن برطانيه جا

[141] Bullitt, *For the President Personal & Secret*, p, 309
[142] America's Second Crusade By William Henry Chamberlin, p, 79

وسيلا ۽ فوج آتي ئي پورا ٿي پيا ته پوءِ سوويت يونين خلاف ويڙهه مشڪل ٿي پوي ها. هوڏانهن به هٽلر کي، ان وقت تائين، انگريز-جرمن ناهه ڪرڻ وڌيڪ آسان پئي لڳو.

پر هتي هڪڙو اهم پاسو هي به آهي ته آمريڪا جيڪو هن مهل تائين فرانس جي مدد ڪرڻ جي هام هڻندو پئي آيو اهو ڪيڏانهن ويو؟ فرانسيسي حڪومت آمريڪي حڪومت کي منٿون ڪندي رهي ته "مدد ڪريو" پر آمريڪي حڪمران جيڪي هن مهل تائين يورپ کي مدد ڪرڻ جا ڏٽا ڏيندا رهيا سي عين وقت تي ڦري ويا. چيائون ته چا آهي ته "فرانس ته هونئن ئي شڪست پيو کائي." برطانيه ڊنڪرڪ وٽ پنهنجون فوجون صحيح سلامت ڪڍي پيجي ويو. فرانسيسي وزيراعظم، ريناڊ، آمريڪي صدر کي ٻڌايو ته "محدود رسد ۽ آمريڪي غيرسرگرميءَ سبب هن کي جرمنيءَ سان جنگ بندي ڪرڻي پئي."[143] فرانس سان ٿيل ڄٽ جي حوالي سان ونسٽن چرچل دعويٰ ڪئي ته "لڙائي جي شروعات کان اتحادين کي همٿائيندو رهڻ ڪاڻپوءِ آمريڪا مٿان اخلاقي فرض هو ته ان تڪرار ۾ شامل ٿئي ها"[144] ۽ هيملٽن فش لکيو ته "روزويلٽ فرانسيسين کي گمراهه ڪيو."[145] جرمنيءَ آڏو آڻ مڃڻ کانپوءِ صورتحال وڃي اها بيٺي ته فرانس ۽ برطانيه هڪبئي خلاف اڻ اعلانيه جنگ ڪرڻ شروع ڪري ڏني.

## آمريڪا کي جرمني ۽ جاپان سان "اقتصادي سهڪار" وڌائڻ کپي

اٺين يورپ جا ڏهه ملڪ هٽلر جي حاڪميت هيٺ مفتوح ۽ غلام ملڪ بڻجي چڪا هئا. جنهن ۾ جرمني، آسٽريا، زيڪوسلاويڪا، پولينڊ، لڪسمبرگ، بيلجيم، هالينڊ، ناروي، ڊينمارڪ ۽ فرانس شامل هئا. پر جنگ اڃان ختم نه ٿي هئي ڇاڪاڻ ته برطانوي سلطنت اڃاتائين قائم دائم هئي ۽ ظاهري طور تي آڻ مڃڻ کان انڪار ڪيو بيٺي هئي. اهڙي بدترين صورتحال باوجود ڪيترائي اثر رسوخ رکندڙ آمريڪي حڪمران فاشسٽ رياستن سان هم آهنگي ڪرڻ جي اميد ڪيو ويٺا هئا. جوزف ڪينيڊي ۽ وليم بلٽ

---

[143] Telegram from the French Council of Ministers (Reynaud) to President Roosevelt, 14, june 1940 (*Peace & War, United States Foreign Policy; 1931-41*, p, 551-552
[144] Their Finest Hour (Second World War Series) By Winston Churchill (Boston: Houghton Mifflin; 1949) p, 185-86
[145] Tragic Deception: FDR & America's Involvement in World War II (Old Greenwich: Devin-Adair, 1983) p, xx-xxvii, 3-12

جهڙن سفيرن جو خيال هو ته نازي جرمني ايڏو وڏو خطرو ناهي جيترو سوويت يونين مان خطرو آهي. برڪنرج لانگ (اٽلي جي اڳوڻي آمريڪي سفير) جو خيال هو ته برطانيه طرفان مسوليني. سان غيرمناسب رويو يورپ جي امن لاءِ وڏو خطرو آهي.[146] 16 آگسٽ ۽ 6 نومبر 1940ع وارين تاريخن تي، لانگ، پنهنجي ڊائري ۾، لکيو ته فلپ (سفير) سمجهي ٿو ته جرمني ڪامياب ٿيندي، ۽ وڏيڪ پڙڪائيندڙ بيان نه ڏيڻ گهرجن. ڪينيڊي (سفير) "حقيقت پسند آهي ۽ هو برطانيه کي ناڪام ٿيندي ڏسي ٿو" ۽ ڪڊهي (Cudahy) (سفير) کي پڪ آهي ته جرمني کٽي ويندي. ڪينيڊي سوچي ٿو ته آمريڪا کي جرمني ۽ جاپان سان "اقتصادي سهڪار" لاءِ پيش رفت ڪرڻ گهرجي، جڏهن ته ڪڊهي (سفير) جي خيال ۾، جيڪڏهن جرمني ڪامياب ٿئي ته اسانکي ڪوبه نقصان ناهي."[147] آمريڪي ڪرنل چارلس اي لنڊبرگ جو خيال هو ته "جرمنيءَ سان هم آهنگي ذريعي مستقبل ۾ دنيا جي امن ۽ تهذيب کي برقرار رکي سگهجي ٿو."[148]

## "آمريڪا جي عيد" ۽ "آزاد آمر"

جنوري 1938ع ۾، مون (جان ٽي فلين، آمريڪي صحافي) صدر جي انتهائي ويجهڙي صلاحڪار سان ڳالهه ٻولهه ڪئي.
مون پڇيس ته "ڇا صدر کي خبر آهي ته اسين ڪاروبار ۾ مندي (اُباٽڪائي) واري حالت ۾ پيا گذاريون؟" چيائين "ها، صدر ڄاڻي ٿو"
مون پڇيس ته "صدر وٽ ان مسئلي جي حل لاءِ ڪهڙي تجويز آهي؟"
هن جواب ڏنو ته "ڪيپٽ وري بحال ڪندو"
مون چيس ته "هن کي شيون، ته ڏکيون ملنديون"
هن جواب ڏنو "اها به خبر اٿس"
پوءِ مون پڇيس ته "پلا ڇا ڪيائيندو؟"
هن مسڪرائيندي هڪڙي لفظ ۾ جواب ڏنو "ويڙهاڪ ٻيڙا"
مون پڇيس "ڇو؟" هن چيو ته "توکي ته خبر آهي ته اسين جنگ ڪرڻ پيا وڃون."

[146] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 288
[147] Ibid, p, 303
[148] Ibid, p, 312

جنهن تي مون پڇيس "ڪنهن سان؟" هن چيو "جاپان"
وري مون پڇيس "ڪٿي ۽ ڪڏهن؟" هن چيو "ڏکڻ آمريڪا ۾."
مون چيس ته "بلي! توهين وڏي حساب ڪتاب سان اوڏانهن ئي وڃو پيا. پر ان لاءِ اوهان کي هڪڙو دشمن هٿ ڪرڻو پوندو. جنهن سان وڙهندي اوهين جنگ ڪري سگهو."[149] بهرحال، اها ڪا نئين ڳالهه ناهي. بادشاه ۽ وزير صدين کان ائين ڪندا پيا اچن.
پر ان دوران اندروني مسئلن روزويلٽ کي ڦاسائي ڇڏيو ۽ جڏهن يورپ ۾ جنگ جا ڪڪر ڳڙجڻ شروع ٿيا ته هن جي ته ڄڻ عيد ٿي پئي. روزويلٽ کي پڪ هئي ته جنگ لڳڻ واري آهي. جيڪڏهن آمريڪا پاڻ جنگ نه ڪئي ته آخر ۾ اچي ٽياڪڙي جو ڪردار ادا ڪندو.
ايٿوپيا تي مسوليني جي حملي ۽ اسپين ۾ ٽيل گهرو ويڙهه تائين آمريڪا "غيرجانبداري واري قانون" تي عمل ڪندو رهيو پر جيئن ئي جاپان چين تي حملو ڪيو ته هن ان قانون کي لاڳو ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته مختلف ملڪ (برطانيه، فرانس، جرمني، اٽلي، چين ۽ جاپان) اسٽيل، لوهه، تيل، جهازن ۽ جهازن جي حصن جي خريدي لاءِ آمريڪا کي آرڊر ڏئي رهيا هئا. فقط برطانيه طرفان ئي 7،500،000،000 ڊالر جنگ جي تياري لاءِ اڳئي بچائي رکيا ويا هئا. هزارين آمريڪي جيڪي تڪڙ ۾ شاهوڪار ٿيڻ جي چڪر ۾ هئا انهن جا ته وارا نيارا ٿي ويا. ٻئي طرف، اٽڪل هڪ ڪروڙ آمريڪي ماڻهو بيروزگار هئا. ائين آمريڪي حڪمرانن جي ڄڻ ته الله ٻُڌي.[150] آمريڪي حڪومت چين ۽ جاپان ڏانهن جنگي سامان اماڻڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. حقيقت ۾، آمريڪي جيترو سامان چين کي ڏئي رهيا هئا ان کان ڇهوڻ تي وڌيڪ سامان جاپان کي موڪلي رهيا هئا.[151]
21 جون 1940ع تي هٽلر فرانس جي عملدارن کي (شڪست قبولڻ وارن ڪاغذن تي صحيح ڪرڻ لاءِ) ان ساڳي تاريخي فوجي گاڏي ۾ گهرايو جنهن ۾ 1918ع ڌاري فرانسيسي مارشل فوڪ جي اڳيان جرمن قيصر جي فوج هٿيار ڦٽا ڪرڻ واري دستاويز تي صحيح ڪئي هئي. بعد ۾ هٽلر اها گاڏي جرمني ڪٽائي ويو. انهن ئي ڏينهن ۾، آمريڪي ريپبلڪن

---

[149] Roosevelt Myth By Flynn, p, 174
[150] Roosevelt Myth, By John T. Flynn (The Devin-Adair Company, New York 1948) p, 172
[151] Ibid p, 172

پارٽي جو ڪنوينشن ٿي رهيو هو، جنهن جي مکيہ ايجنڊا جنگ هئي. آمريڪي حڪومت اڳ ۾ ئي اربين روپيا دفاع تي خرچ ڪرڻ لاءِ مختص ڪري ڇڏيا هئا. جنگ جا هٿيار ناهيندڙ ٺيڪيدار واشنگٽن ڏانهن اچي رهيا هئا. ان دوران بيروزگاري، گهٽ قيمتن ۽ ٻاڙائي وارا سوال ختم ٿي چڪا هئا.

24 جون 1940ع واري ريپبلڪن ڪنوينشن ۾ تقرير ڪندي اڳوڻي آمريڪي صدر هُوور چيو ته "يورپ جيڪو صدين تائين آزادي لاءِ وڙهيو، اهو يورپ ڪيئن نہ 20 سالن اندر غلاميءَ ۾ بدلجي ويو. اهو ڪميونزم يا فاشزم سبب نہ ٿيو هو، پر اهو تہ نتيجو هو. "آزادي تہ گهٽو وقت اڳ، آمرن جي اڀرڻ ڪان پهريائين، ئي ڪمزور ڪئي وئي. آمراڻين حڪومتن جي اسرڻ ڪان پهريائين هڪڙو دور آهڙو اچي ٿو جنهن ۾ اقتصادي رٿابندي ڪندڙ حاڪم هُجن ٿا. جيڪي پاڻ کي آزاد خيال سمجهن ٿا. هنن جي خيال ۾ هُو بيوروڪريسي ذريعي اقتصادي آمريت مڙهي سگهن ٿا ۽ ساڳئي وقت، اظهار جي آزادي، عدل ۽ آزاد حڪومتن تي پابندي وجهي سگهن ٿا: انهن کي "آزاد آمر" چئي سگهجي ٿو. اصل ۾ اهي ئي نئين رٿا (New Deal) جا روحاني بابا آهن. اهي نہ ڪميونسٽ آهن نہ ئي فاشسٽ، پر هي انهن خيالن جي ملاوت سان آزاد نظام ۾ ڪچٽي ٺاهين ٿا."[152]

## برطانيہ تي حملو: "جيڪڏهن ضروري هجي تہ"

جيتوڻيڪ، هٽلر اڃاتائين برطانيہ مان ڪنهن قسم جي مفاهمت ۽ مصلحت جي توقع ڪري رهيو هو. ڇاڪاڻ تہ هن جي خيال ۾، انگريز وري بہ آريا نسل مان هئا.

نيٺ، هٽلر (16 جولاءِ تي) "برطانيہ تي حملي ڪرڻ" جي تيارين بابت جنگي هدايت نامو جاري ڪيو. جنهن ۾ هن لکيو تہ "برطانيہ، پنهنجي بدتر فوجي حالت باوجود، اڃاتائين معاملا طئي ڪرڻ لاءِ راضپو نٿي ڏيکاري، تنهنڪري، مون فيصلو ڪيو آهي تہ "جيڪڏهن ضروري ٿئي تہ برطانيہ تي حملي ڪرڻ لاءِ تياري ڪئي وڃي." "ان آپريشن جي مقصدن ۾ جرمني خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ انگريزن جي ڌرتي تي موجود اڏي کي ختم

[152] Roosevelt Myth, By John T. Flynn (The Devin-Adair Company, New York 1948) p, 205

ڪرڻ ۽ جيڪڏهن ضروري هجي ته ان تي مڪمل قبضو ڪرڻ شامل آهن."
جنگي هدايت نامو ڏڙڪ ۽ ٻڌر وارو پئي لڳو ڇاڪاڻ ته ان ۾ ٻه پيرا "جيڪڏهن ضروري هجي" جا لفظ لکيل هئا جيڪي هٽلر جي نفسياتي حالت کي ظاهر ڪن پيا.ڇاڪاڻ ته ان هدايت نامي مان سوال پئي پيدا ٿيو ته جيڪڏهن ضرورت نه ٿئي ته پوءِ؟ ان (اڻپوري ۽ اڌوري حڪم نامي) مان صاف ظاهر هو ته هٽلر اچاتائين ڳالهين ذريعي آڻ مڃائڻ جو سوچي رهيو هو.396 (يا برطانيه سان سچ پچ وڙهڻ ئي نه پئي چاهيو. فقط ڊرامو ڪرڻو هو ته جيئن سوويت يونين تي چرڪائيندڙ جنگي حملو ڪري سگهي."
جرمني ۽ برطانيه ۾ جنگ جيڪا جولاءِ مهيني ۾ شروع ٿي هئي سان وقفن وقفن سان سيپٽمبر تائين هلندي رهي، پر جنگ ڪنهن نتيجي تي نه پهچي سگهي.ان دوران اٽلي طرفان (28 آڪٽوبر 1940) تي يونان تي حملو ڪيو ويو، بلغاريه جرمني، جاپان ۽ اٽلي جي اتحاد ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو. جرمني يوگوسلاويا تي 10 اپريل 1941 حملو ڪري ڏنو، ٻئي طرف، آفريڪا ۾ جرمن جنرل روميل جون فوجون مصر جي ويجهو پهچي چڪيون هيون. پر اهو سڀ ٿيڻ باوجود جرمني ۽ برطانيه جي عشق ۾ ڪُو فرق نه پيو هو. اهوئي سبب هو جو هٽلر جو نائب ردولف هيس شايد برطانيه سان ڳجهيون ڳالهيون ڪرڻ لاءِ اوچتوئي، 10 مئي 1941 تي اسڪاٽ لينڊ ڏانهن اڏاڻو.
ڇا هٽلر جي خيال ۾ برطانيه مڪيه دشمن ملڪ هو؟ جيڪڏهن ها ته پوءِ هٽلر هيٺ ڏنل سوالن جا حل ڇو نه ڪڍيا؟
جيڪڏهن برطانيه تي سڌي ريت حملي ڪرڻ واري منصوبي جي ڪاميابي جا امڪان گهٽ هئا ته هٽلر جبرلٽر ۽ سئز ڪينال وارن اهم جاين تي حملو ڪري سگهيو پئي جيڪي ميڊيٽيرين سمنڊ جي ٻنهي ڇيڙن تي انگريز سلطنت جي آمدرفت جون اهم جايون هيون. سوال ٿو پيدا ٿئي ته هٽلر اُتي حملو ڇو نه ڪيو؟
ٻئي طرف، اتر آفريڪا ۾ جرمن ڪمانڊر، فيلڊ مارشل روميل، جيڪو زبردست ڪاميابي ماڻي رهيو هو، پر سئز ڪينال ۽ سڪندريه طرف ڪامياب پيش رفت کي ممڪن بنائڻ لاءِ روميل کي ڪڏهن به ڪافي فوج ۽ سامان نه موڪليو ويو. ڇو؟
برطانيه سان جڏهن جنگ هلندڙ هئي تڏهن، هٽلر جو نائب، رڊولف هيس اوچتو ئي اوچتو برطانيه ڏانهن روانو ڇو ٿيو؟

برطانيہ خلاف جنگ محدود وسيلن ۽ وقفن وقفن سان ڇو ڪئي وئي؟ اصل ۾ برطانيہ سان جنگ فقط "حقيقي ڊڪ" هو. ڇاڪاڻ تہ برطانيہ سان جنگ هلندڙ هئي، تہ هٽلر 5 ڊسمبر 1940ع تي "Case Barbarosa" (ڪيس باربروسا: سوويت يونين تي حملي جو منصوبو) نالي پنهنجو 21 هون جنگي هدايت نامو جاري ڪري ڇڪو هو. (جنهن تي 22 جون 1941ع تي عمل ڪيو ويو.) نيٺ، 22 جون 1941 تي نازي فوج طرفان سوويت يونين تي ڪاهہ ڪئي وئي.

## ڇا هٽلر برطانيہ جو ايجنٽ هو؟

"هٽلر جي پس پرده برطانيہ آهي." (بوراهہ Borah، آمريڪي سينيٽر 1939)[153]
مٿي ڏنل سمورو داستان پڙهڻ کانپوءِ ذهن ۾ ڪجهہ سوال پيدا ٿين ٿا تہ آخرڪار برطانيہ جو اصل مقصد ڇا هو؟ ڪٿي هٽلر برطانيہ جو ايجنٽ تہ نہ هو؟ گريگ هيلٽ (Greg Hallett) 2005ع ۾ "هٽلر برطانيہ جو ايجنٽ هو" نالي ڪتاب ڇپايو. جنهن ۾ گريگ لکي ٿو تہ "جنگيون باقائده رٿابندي تحت ٿين ٿيون، جيئن هڪ مقصد جي پورائي ۽ مخصوص مفاصلي تائين، مخصوص رفتار سان مقرر هدف ڏانهن سفر ڪرڻ لاءِ ڪار ناهي ويندي آهي،" "هر جنگ ڳجهن ۽ رازن جي جنگ هوندي آهي. جنهن جنگ ۾ گهٽا راز هوندا آهن اها گهٽو عرصو هلندي آهي." ونسٽن چرچل، هٽلر ۽ فوجي نفسياتي تربيت ڏيندڙ اسڪول جي لائين ساڳي آهي ڇاڪاڻ تہ اهي ٽئي ان ساڳئي خيال جا آهن تہ "جنگ جي وقت، سچائي ايتري قيمتي هوندي آهي جو ان کي هميشہ ڪوڙ ۾ ويڙهي پيش ڪيو ويندو آهي." "هر شي کان انڪاري ٿيڻ جاسوسي جي اٽڪلن مان هڪ آهي." "جنگيون هميشہ "ٻہ طرفن ايجنٽن" (Double Agents) ذريعي ئي پيدا ڪيون وينديون آهن. جنگيون هميشہ منافعي لاءِ ٿين ٿيون. جيڪو منافعو ماڻين ٿا انهن لاءِ موت ڪا معنيٰ نٿو رکي.هڪ جنگ پيدا ڪرڻ لاءِ، توهانکي ٻهريائين ڪوڙو دشمن ايجاد ڪرڻو آهي ۽ پوءِ وچو ۽ انهن کي قتل ڪريو (پنهنجي ٻہ طرفي ايجنٽ کي قتل ڪرڻ کانسواءِ.) "جنگ جي مشين کي جنگ جي ضرورت آهي ۽ ان جي معنيٰ آهي تہ جنگ لاءِ تربيت يافتہ پيئسن جي مدد ۽ ساٿ سان تيار ڪيل ڊبل ايجنٽ ڪپن ٿا

[153] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 288

جيڪي وقت تي قربانيءَ جي ٻڪرن (patsies)، ڪٺ پتلين ۽ بظاهر دشمن ڪٺ پتلين جو ڪم ڏين."
هيلٽ جي خيال مطابق هٽلر برطانيه جو ايجنٽ هو. ان حوالي سان هي هٽلر جي مختلف پاسن جي ڪڙين کي ڪڙين سان ملائي تصويري شاهدي تي پاڙي ٿو. ان لاءِ هيءُ ڪجهه سوال پڙهندڙن جي اڳيان رکي ٿو. جيڪي هيٺين ريت آهن:

(1) سڀ کان وڏي غيرامڪاني ڳالهه اها هئي ته آسٽريا جو رهاڪو، گهٽيون صاف ڪندڙ ۽ هڪ لونڊو جرمني جو چانسلر ڪيئن ٻڻجي ويو؟ (اصل ۾ هٽلر ٻه انهن بليڪ ميل ٿيڻ جوڳن ماڻهن جي لسٽ منجهان هڪ هو جن کي "اڻ ڏٺل هٿ" جڳ مشهور ٻڻائن ٿا.)
(2) پهرين عالمي جنگ دوران ٻه ڀيرا برطانوي فوج هٿان پڪڙجي پيو پر پئي ڀيرا برطانوي انٽيليجنس جي "ملائڪن" جي ڪري بچي ويو.
(3) هٽلر 1912 کان 1913 تائين برطانيه ۾ رهيو (ان جو ذڪر سندس ساليءَ پنهنجي ڪتاب "هٽلر جون يادگيريون" (1971) ۾ به ڪيو آهي.)
(4) برطانيه جي بئنڪ آف انگلينڊ ۽ آمريڪا جي مالي ادارن نازي جنگي مشين جي مالي مدد ڇو ڪئي؟
(5) هٽلر بغير ڪنهن خوف جي (ته متان برطانيه ۽ فرانس جوابي ڪارروائي نه ڪن) رائنليند طرف پنهنجون فوجون ڇو موڪليون؟
(6) ڇو هٽلر ميڊيٽيرين سمنڊ جي جبرلٽر وارو لنگهه ڪڏهن به بند نه ڪيو؟
(7) فرينڪ فرٽ ۾ موجود آءِ جي فاربين جي هيڊ ڪوارٽر تي ڪڏهن به بمباري نه ٿي ڇو؟
(8) هٽلر ڊنڪرڪ وٽ اٽڪل ٽي لک پنجٽيهه هزار انگريز ۽ فرانسيسي فوجين کي ڀڄي وڃڻ جو موقعو ڇو ڏنو؟
(9) جيڪڏهن هٽلر جو ارادو برطانيه تي حملو ڪرڻ هجي ها ته هُو روس تي حملي کان اڳ برطانيه تي ڪاهه ڪري ان کي مڪمل طور تي فتح ڪري پوءِ سوويت يونين تي حملو ڪري ها. پر هن ائين نه ڪيو.

(10) ڇو هٽلر ڪڏهن به ان ڳالهه جي نشاندهي نه ڪئي ته سندن ڳجهي لڪيڙهه ڪي دشمن سمجهڻ ۾ ڪامياب ٿي چڪو آهي؟[154]

گريگ هيلٽ ڪان علاوه رابرٽ پيني پنهنجي ڪتاب "هٽلر جي زندگي ۽ موت" ۾ لکي ٿو ته هٽلر ٽن ڪان چار مهينن تائين اڪيلي نموني اٿڻ ڄاڻ جاءِ تي برطانيه ۾ رهيو پر ان بابت ڪنهن ڪي به ڄاڻ نه آهي. هٽلر پنهنجي ڪتاب "منهنجي زندگي" ۾ لکيو ته "ميونخ جي آزاديءَ کان ڪجهه ڏينهن بعد انقلاب دوران مونکي بين (2) پيادا رجمينٽ جي ڪارڪردگي جي جاچ پڙتال ڪرڻ جو حڪم مليو." مطلب ته هن لکل ۽ اٿستڌي ريت، قبول ڪيو ته هي هڪ مخبر بڻجي چڪو هو. هن جي ٿي "اگرين" ڪٽڻ تي سوويت جمهوريه سان همدردي رکندڙن (جرمن فوجين) کي گرفتار ڪيو ويو. هن جي ڪارڪردگي کي ڏسي ڪيپٽن ڪارل ميئر هٽلر کي فوج جي جاسوس اداري ۾ "ڳجهي ايجنٽ" (undercover agent) طور مقرر ڪيو. بعد ۾ ڪيس بين فوجين جي "نظرياتي تربيت" ڪرڻ لاءِ استاد مقرر ڪيو ويو. (جنهن کي قانوني ٻولي ۾ "تربيت ڏيندڙ آفيسر" چيو ويندو هو.) جيڪو گهڻو وقت يهودين ۽ ڪميونسٽن خلاف تقريرون ٿي ڪندو رهندو هو. ان ڪيپٽن ٿي هٽلر کي هدايت ڪئي ته جرمن ورڪرز پارٽي تي نظر رکي.[155] انهيءَ شڪ جي حمايت ۾ وڌيڪ ثبوت هيٺ ڏجن ٿا.

## برطانيه جي عشق ۾ غش هٽلر

هٽلر 1925 ۾ پنهنجي ڪتاب "منهنجي جدوجهد" ۾ لکيو ته "اسين روس خلاف يورپي علائقائي پاليسي فقط تڏهن ٿي عمل ۾ آڻي سگهنداسين جڏهن برطانيه اسانجو اتحادي هوندو." (صفحو: 133) "تنهنڪري، برطانوي قوم کي دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ قيمتي اتحادي سمجهيو ويندو." (صفحو: 291) "جيڪڏهن روس طرف پيش رفت ڪجي ته ان پاليسي لاءِ يورپ ۾ فقط برطانيه ئي واحد اتحادي ٿي سگهي ٿو." (صفحو: 130) "اهو سچ آهي ته برطانوي حڪمران هميشه برطانيه جي فائدي، نه ڪي جرمني جي فائدي واري پاليسي تي هلندا. پر اهو پڻ سچ

[154] Hitler was British Agent, By Greg Hallett (FNZ Inc. Auckland, New Zealand 2005) (Visit also: www.hitlerwasbritishagent.com)
[155] The Life and Death of Adolf Hitler, By Robert Payne (Dorset Press, New York) pp, 97-127-134

آهي تہ سنڌن ڪجهہ نوس مفاد ڪيترن ئي حوالن سان جرمني جي مفادن سان ٺهڪندڙ آهن.“ (صفحو: 527) مطلب تہ جيڪڏهن فقط هٽلر جي پنهنجي لکيل دستاويز ڪي بنياد بڻائجي تہ بہ اصل تصوير ڏسڻ ۾ گهڻي مشڪل نہ ٿيندي. يعني هٽلر ويهن سالن کان روس تي قبضو ڪرڻ ۽ برطانيہ سان اتحاد ڪرڻ جا خواب ڏسي رهيو هو ۽ پر سوال هي آهي تہ برطانيہ اهوئي ملڪ هو جنهن جرمني کي پهرين عالمي جنگ ۾ فرانس سان گڏجي شڪست ڏني هئي ۽ ورسلز ٺاهہ تحت جرمني کي پنڻ جهڙو ڪري ڇڏيو هو. سوچڻ جهڙي ڳالهہ هي آهي تہ پوءِ اهڙي ملڪ لاءِ هٽلر کي اوچتو عشق ڪٿان لڳو!؟

بهرحال، ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ وقت گذرڻ سان گڏ شايد سندس (هٽلر جا) خيال بہ بدلجي ويا هجن. پر نہ! هي همراهہ تہ آخر تائين انهن ئي ناپاڪ ارادن کي ڇهتيو پيو هو ۽ برطانيہ جي عشق ۾ غش هو. جنهن جي شاهدي ڪيترائي واقعا ۽ فرد ڏين ٿا.

نگ ولسن (جرمني ۾ آمريڪي سفير) I فيبروري 1938ع تي هل (Hull) ڏانهن موجوده صورتحال بابت تجزيو موڪليندي لکيو تہ ” هٽلر جي سفارتڪاري جي پهرين ترجيح جرمني ۽ برطانيہ ۾ بهتر تعلقات قائم ڪرڻ آهي، ائين ئي جيئن 1934ع ۾، يا 1924ع ۾ جڏهن هن پنهنجو ڪتاب لکيو هو.“[156]

ڊنڪرڪ واري واقعي وقت جڏهن هٽلر پنهنجي فوج کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جو حڪم ڏنو هو ان وقت (24 مئي) تي هٽلر وون رنڊشٽ ۽ ٻن ٻين جرمن جنرلن کي چيل لفظن بابت جنرل ٻڌائين ٿا تہ ”هٽلر اسان کي حيران ڪري ڇڏيو جڏهن هن برطانوي سلطنت جي مان ۽ شان ۽ ان جي وجود جي ضرورت ۽ ان تهذيب جيڪا برطانيہ دنيا ۾ آندي، ان بابت ڳالهايو. هن برطانوي سلطنت کي ڪيٿولڪ چرچ سان ڀيٽ ڪندي چيو تہ اهي ٻئي دنيا ۾ استحڪام لاءِ لازمي عنصر آهن. هن چيو تہ هي برطانيہ جي مدد لاءِ پنهنجي فوج بہ موڪلي سگهي ٿو.“[157] اٽلي جو پرڏيهي وزير ڪائونٽ ڪيانو لکيو تہ ”ربن ٽراپ (جرمني جي پرڏيهي وزير) مونکي چيو تہ هٽلر جي خيال ۾ برطانوي سلطنت جو وجود دنيا

---

[156] THE FORCED WAR When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 78

[157] Barnes, Harry Elmer, Perpetual War for Perpetual Peace, 162. German Generals Talks, Liddle Hart, p, 135

۾ سماجي نظم ضبط ۽ پائداري برقرار رکڻ جو هڪ انتهائي ڪارائتو عنصر آهي.“ [158]

هٽلر جنگ مان حاصل ٿيندڙ نتيجن بابت ڳالهائيندي چيو ته ”يورپي جنگ اسانجي سمورين ڪوششن کي بيڪار ڪري ڇڏيندي، پلي پوءِ اسين سوڀارا ٿي چو نه ٿيون، ڇاڪاڻ ته برطانوي سلطنت جو خاتمو ٿيڻ نياڳ ٿيندو جيڪا اسين وري نه ٺاهي سگهنداسين.“ [159] هٽلر چيو ته ”برطانوي سلطنت جو برقرار رهڻ پڻ جرمني جي مفاد وٽان آهي.“ [160]
هٽلر انهن مهينن ۾، پنهنجي چانسلري ۾ ٽيليفون تي رڙيون ڪندو رهيو ته ”برطانيه کي تباهه ڪرڻ سان اسانجو ڪوبه واسطو نه آهي.“ ”جيڪڏهن اها (برطانيه) تباهه ٿي ته خراب نتيجا نڪرندا.“ [161] ٻي عالمي جنگ کان اڳ، هٽلر غيرسرڪاري طور تي، برطانيه کي ڪيترائي نياپا موڪلي چڪو هو ته سندس سياسي مقصد اوڀر (سوويت يونين) طرف آهن نه ڪي اولهه طرف. هرمن گوئرنگ، انگريز سفير، سر نيول هندرسن کي تجويز ڏني ته ”برطانيه ۽ جرمني جي وچ ۾ ٻن نقطن تي معاهدو ٿيڻ گهرجي، (1) جرمني برطانيه کي سامونڊي قوت طور تسليم ڪندو ۽ جڏهن به ضرورت پئي تڏهن جرمني پنهنجا سمورا وسيلا برطانوي سلطنت جي اختيار ۾ ڏيندو، (2) برطانيه يورپي کنڊ ۾ جرمني جي حاڪميت کي تسليم ڪندي ۽ جرمني جي جائز ڦهلاءَ (اوڀر يورپ جي ملڪن تي قبضا) آڏو رنڊڪ نه بڻبي.“ [162]

اهي ته هئا فاشسٽ هٽلر ۽ سندس ساٿارين جا خيال ۽ ارادا. پر اصل معاملو ته انهن قوتن جو آهي جن فاشزم کي اپاريو ۽ هٽلر ۽ سندس ساٿارين کي ڇوٽ ڏني ته پلي آسٽريا، زيڪوسلاويڪا، پولينڊ، ناروي، ڊينمارڪ، هالينڊ، فرانس ۽ سڀ کان اهم ڳالهه ته سوويت يونين تي قبضو ڪري ڪروڙين انسانن جو قتل عام ڪن. حقيقت ۾، ان سموري بربريت ۽ وحشانيت جا ذوهاري فقط نازي درنده نه هئا پر ”جمهوريت، امن ۽ تهذيب“ جا علمبردار برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جا سفاڪ، عيار ۽ قاتل رهزن حڪمران ٽولا به هيا.

---

[158] Ciano's Diplomatic Papers, by Count Ciano, p, 373 (See also: America's Second Crusade By William Henry Chamberlin, p, 76)
[159] Michael McLaughlin, For Those Who Cannot Speak, page 10
[160] Irving, David, Hitler's War, pp, 236
[161] Ibid. pp, 236
[162] America's Second Crusade, By William Henry Chamerlain, p, 49-50

## سامراجي حڪمرانن جي پاليسي "نانگ بہ مري ۽ لٺ بہ بچي"

برطانيہ جي ظالم حڪمرانن جي تاريخ اُن مڪاري ۽ چالاڪي جي شاھد آھي، ھنن سدائين ٻين کي ويڙھائي پاڻ قبضو ڪرڻ، "ورھايو ۽ حڪمراني ڪريو" جھڙين پاليسين تي عمل ڪيو. ڪيترائي سال برطانيہ کي سندس جزيري واري جاگرافيائي بيهڪ گھڻو فائدو ڏنو. برطانيہ جنهن جي سلطنت تان سج ئي نہ لھندو ھو. انهي برطانيہ ڪنهن ٻي طاقت کي يورپ توڙي ٻي دنيا ۾ وڏي قوت بڻجڻ کان روڪڻ ۽ پنهنجي بالادستي کي برقرار رکڻ لاءِ، برطانيہ جي روايتي سفارتڪاري، راڻي ايلزبيٿ جي حڪومت کان وٺي، منظم انداز سان، ھٿياربند مداخلت سميت ھر ممڪن طريقو استعمال ڪندي رھي آھي. برطانيہ نيپولين بونا پارٽ کي پڄڻ ان لاءِ شڪست ڏني تہ فرانس ھن جي برابر جي قوت ٿي چڪو ھو. ھن نيدرلينڊ، اسپين کي ڪمتر بحري قوت جي حيثيت ۾ رکيو، ھميشہ يورپ اندر عدم استحڪام پيدا ڪيو. نيپولين بونا پارٽ، بحري قوت نہ ھجڻ سبب، انگريزن کي شڪست نہ ڏئي سگھيو. نيپولين انگريزن کي "دڪاندارن جي قوم" سڏيو ھو. ايتريقدر جو برطانيہ لاءِ اھو بہ مشھور ٿيو تہ "برطانيہ ھميشہ ھڪ لڙائي ئي کٽيندو آھي ۽ اھا آھي آخري لڙائي." يعني ان کان اڳ پلي ٻيون ڌريون پاڻ ۾ وڙھي ڏانگيون ٿي وڃن ۽ آخر اچي ٿڪل ڌر کي شڪست ڏجي. جڏھن ھٽلر پولينڊ تي حملو پئي ڪيو تڏھن سندس جنرلن سخت اعتراض واريا تہ جيڪڏھن پاڻ پولينڊ تي حملو ڪنداسين تہ برطانيہ اسان خلاف اعلان جنگ ڪندو. جنهن تي ھٽلر ڪين جواب ڏنو "انگريز ايترا جذباتي ناھن، ھُو ٿڌي دماغ وارا ماڻھو آھن. ايترو پري واري ملڪ لاءِ انگريز وڙھن، اھو لڳي ئي نٿو."[163]

برطانيہ جي پاليسي جي حوالي سان چرچل چيو تہ "اسان پنهنجي قوت کي استعمال ڪرڻ کان لنوائڻ/ٽائڻ لاءِ ان جو ڏيکاءُ ڏيڻ واري اصول تي عمل ڪيو."[164] برطانيہ ۽ فرانس، جيڪي ان دور جون عالمي طاقتون ھيون جن کي سوويت يونين جي وڌندڙ طاقت ۽ اثر رسوخ مان تمام وڏو خطرو ھو، تنهنڪري برطانيہ ۽ فرانس وڏي چالاڪي، مڪاري ۽ عياري سان، پنهنجو پاڻ کي جنگ کان بچائڻ چاھيو ۽ ساڳئي وقت،

---

[163] History of Second World War, Liddle Hart, p, 13
[164] , History of Second World War, Liddle Hart, p, 61

سوويت يونين کي ختم به ڪرڻ پئي چاهيو. مطلب ته ٽانگ به مري ۽ لٺ به بچي!!

## "جرمني ۽ روس کي پاڻ ۾ وڙهي تباه ٿيڻ ڏيو"

برطانيه ۽ آمريڪا جي حڪمران ٽولن جا سوشلزم ۽ سوويت يونين، هٽلر ۽ فاشزم وغيره بابت ڪهڙا خيال ۽ ارادا هئا؟ اسٽينليءَ بالڊون (1923، 1924 ۽ 1937) ٽي ڀيرا وزيراعظم رهيو، نيولن چيمبرلين (مئي 1937 کان مئي 1940) ۽ ونسٽن چرچل (مئي 1940 کان جولاءِ 1945)، اهي ٽئي اڳواڻ، ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران، ترتيبوار برطانيه جا وزيراعظم رهيا. برطانوي حڪمرانن جو خيال هو ته جيڪڏهن جرمني سوويت يونين کي شڪست ڏني تڏهن به اسان کي فائدو ۽ جيڪڏهن سوويت يونين جرمني کي شڪست ڏني تڏهن به اسان کي فائدو ٿيندو، ڇاڪاڻ ته پوءِ ڪنهن به هڪ ڪامياب پر ٿڪل ملڪ کي هارائڻ آسان ٿي پوندو. ان لاءِ هنن اٽسڊي طرح هٽلر کي تيار ڪيو ته جيئن جرمني ۽ سوويت يونين پاڻ ۾ وڙهي هڪٻئي کي شڪست ڏئي تباه ڪن پوءِ "ڪاءُ ڙڪي وتايا، ڪاءُ". انهيءَ برطانوي پاليسي جو اظهار هينسن ڊبليو بادون هنن لفظن ۾ ڪيو "سوويت يونين جي ايتري مدد ڪئي وڃي ته جيئن اهو پنهنجي جنگ جاري رکي سگهي ۽ (ساڳئي وقت) وري جرمني کي پڻ ايترو نقصان نه ڏجي جو اهو جنگ مان ئي نڪري وڃي."[165]

ايڊورڊ (VIII)، ويلز جو شهزادو (جيڪو چرچل جو گهاٽو دوست هو) اهو نيشنل فاشزم ۽ هٽلر جو مداح هو. لائڊ جارج (ڊسمبر 1918 کان آڪٽوبر 1922 تائين برطانيه جو وزيراعظم رهيو) برطانوي حڪومت تي زور ڀريو ته جرمني سان شودرن واري هلت بند ڪريو، اڳتي هلي، اُن (جرمني) کي ڪميونزم خلاف دفاعي قلعي طور ڪتب آڻي سگهجي ٿو. جيڪڏهن جرمني ڊهي پيو ۽ ان تي ڪميونسٽن قبضو ڪري ورتو ته پوءِ سمورو يورپ ان جي پوئواري ڪندو."[166]

1933 ۾ لارڊ رٿرمور رازداري ۾ هٽلر سان خط و ڪتابت ۽ ملاقاتون به ڪندو هو، (۽ رٿرمور چرچل کي پيسن ڏوڪڙن ۾ مدد به ڪئي.)[167]

[165] Conduct of War (1789-1969), J. F. C. Fuller, p, 265
[166] Churchill's War, p, 42
[167] Ibid, p, 38

رٽرموز هٽلر ڏانهن خط ۾ لکيو ته ”منهنجا پيارا، جرمني-برطانيه جي تعلقاتن ۾ رخنو وجهڻ واري عمل کي دل ۾ نه رکجو. هتان (برطانيه) جي پارلياماني سياستدانن جا خيال ۽ احساس تيزي سان بدلجي ويندا آهن.“[168] 1935ع اپريل ۾ لکيل خط ۾ روٿر (هٽلر کي).چيو ته ”برطانيه هڪ سامونڊي طاقت آهي ۽ نوآبادين تي قبضن ڪرڻ جو بيمثال تجربو اٿس، ۽ انهن کي گهرجي ته دنيا جي پهرين نمبر ويڙهاڪ نسل (جرمن) سان ملي هڪ ٿي وڃن ۽ پوءِ جيڪڏهن اُن اتحاد ۾ آمريڪا شامل ٿي وڃي ته پوءِ ڪنهن کي به دنيا جي امن ۾ رخنو وجهڻ جي طاقت نه ٿيندي.“ (p, 50) برطانيه جي وزيراعظم چمبرلين لکيو ته آءُ اعتراف ٿو ڪريان ته مونکي سوويت يونين کان شديد نفرت آهي.“[169]

## ونسٽن چرچل نسل پرست انگريزن مان هڪ هو

ونسٽن چرچل هڪ نسل پرست ماڻهو هو جيڪو ”ڪمتر نسلن“ جي پيدائشي عمل کي گهٽائڻ ۽ ”برطانوي نسل“ جي دفاع لاءِ قدم کڻڻ جي ڳالهه ڪندو هو. 1943ع ۾، چرچل، جيڪو بعد ۾ وزير اعظم ٿيو، برطانوي ڪابينا ۾ بنگال ۾ آيل ڏڪار بابت ڳالهائيندي رياست جي انڊيا واري سيڪريٽري (ليو اميري) کي چيو ته انڊيا وارا ”جرمني وارن کان پوءِ دنيا جا سڀ کان بدتر حيوان آهن.“ ۽ انهن کي ”ڪٽڻ وانگر“ ڪارايو ويندو. جنهن تي اميري تبصرو ڪندي چيو ته منهنجي نظر ۾ چرچل ۽ هٽلر ۾ ڪو گهڻو فرق نه هو.“

چرچل جي سوانح حيات لکندڙ سلائو پونٽنگ لکيو ته چرچل فقط انهن خيالن جو اظهار ڪيو جيڪي اُن وقت جي انگريز حڪمرانن جي اڪثريت جا خيال هئا. گارجين رويور (Guardian Reviewer) ۾ لکندڙ رچرڊ گوٽ (Richard Gott) لکيو ته چرچل جهڙا انگريز ۽ آمريڪي حڪمران ڪالونيز ۾ رهندڙ آبادين لاءِ هن قسم جا لفظ عام طور تي استعمال ڪندا هئا ”مثال طور: ”ڪارا“ ”قولي“ (hottentot) (chink) (nigger) (Coolie) وغيره. هندن لاءِ چرچل جو خيال هو ته هندو ”هڪ ناڪام (foul) نسل آهي جيڪو پنهنجي گندگي سبب ختم ٿيڻ کان بچيو پيو آهي جڏهن ته موت مٿن واجبي آهي.“[170]

---

[168] Churchill's War, p, 49

[169] Life of Nevile Chamberlain, Keith Feiling, p, 403

[170] Executive Intelligence Review, May 20, 1994, Vol 21, No 21. by Mark Burdman

## لباڙي بمقابلہ لباڙي

جيتوڻيڪ اهو سچ آهي تہ هٽلر جنگ لاءِ هتيار ناهي ۽ ڪڏ ڪري رهيو هو پر برطانيہ ان جو هدف هرگز نہ هو. هٽلر جا برطانيہ بابت ڪهڙا خيال هئا انهن بابت مٿي ذڪر تي چڪو آهي ۽ نازي فوج برطانيہ تي جيڪو ڪوڙو ظاهري حملو ڪيو اهو بہ آگسٽ 1940 ۾ ڪيو (هوئن بہ ڪنهن وڏي ڌوکي کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ان ۾ چڱو خاصو سچ شامل ڪرڻو پوندو آهي نہ تہ معاملو پڌرو ٿي پوندو). ساڳئي وقت چرچل پاڻ هٽلر جي اوڀر (روس) طرف ڪاهہ ڪان اڳواٽ ئي واقف هو پر ان باوجود هن ڪوڙا انگ اکر پيش ڪيا ۽ ونسٽن چرچل 1933 کان زبردست تقريرون ڪندي چوندو رهيو تہ "جنگ بلڪل مٿان لامار پئي ڏئي، وڏيڪ هتيار ناهڻ جي ضرورت آهي."[171] چرچل مسلسل چوندو رهيو تہ "جرمني وٽ اپترا جهاز آهن جو هو لنڊن تي بہ حملو ڪري سگهي ٿو، جرمني هتيار ٻيو ڳڏ ڪري، تجرمني هاڻ پاڻ سان وڙهندو" وغيره.[172]

ونسٽن چرچل کي فوڪس (Focus) نالي سرمائيدارن، صنعتڪارن، ٽريڊ يونينسٽن، واپارين، يهودين جي تنظيم (جنگ جي ابتدا تائين) پيسا ڏوڪڙ ڏيندي هئي. ان تنظيم جي پس پرده اصل هٿ يهودي هتيارن ۽ ڪيميڪل جي ڪارخانيدارن جا هئا. انهيءَ تنظيم ۾ برطانيہ جا ڪيترائي ٻيا اهم اڳواڻ پڻ شامل هئا جن ۾ هرلڊ نڪولسن، ڊرڪ گنسٽن، رونالڊ ڪارٽلنڊ، پال ايمرس ايونس ۽ هرالڊ ميڪملن وغيره.[173]

جهڙي ريت، هٽلر هڪڙو "زبردست" مقرر هو پر ان جي مقابلي يا ان کان بہ رتيون ڪس، چرچل پڻ "زبردست" مقرر هو. يعني لباڙي بمقابلہ لباڙي ميدان تي لٿل هئا جيڪي صبح شام جنگ و جدل جون شعلہ بيان تقريرون ۽ خطاب ڪندا رهندا هئا. چرچل جي باري ۾ مشهور هو تہ روز روز پارٽيون ۽ موقف بدلائيندو آهي. ان حوالي سان چرچل جو بيان هو تہ "پارٽيون ۽ ليبل بدلائڻ تي ماڻهو مون تي اڪثر طنز ڪن ٿا ۽ چون ٿا تہ آءُ ڪيڏي مهل ٽوري (رجعت پرست پارٽي)، تہ ڪيڏي مهل لبرل، اتحادي، آئين پسند، ۽ وري آخر ۾ ٽوري ٿيندو رهندو آهيان. پر حقيقت هي آهي تہ آءُ هميشہ کان ٽوري (Tory) رهيو آهيان."[174]

---

[171] Churchill's War, p,, 38
[172] Ibid, p, 40
[173] Ibid, p, XVI-59-102
[174] Ibid, p, 9

چرچل ڏهن سالن تائين ڪنهن اهم عهدي تي نه رهيو ۽ هن بابت برطانيه ۾ تاثر اهو هو ته هي "جنگ ڀڙڪائڻ" چاهي ٿو. "هن وٽ ڪابه پارٽي نه هئي، هي هميشه هڪڙي پارٽي سان سچو هو اها پارٽي جيڪا سندس ٽوپي هيٺ گڏ ٿئي." چرچل جو چوڻ هو ته "منهنجا به مقصد آهن، پهريون، وزير اعظم ٿيڻ ۽ ٻيو، آمريڪا جي صدر سان خط و ڪتابت ڪرڻ" وري ٻئي هنڌ چيائين ته "هڪ ڏيتهن آءٌ ضرور وزير اعظم ٿيندس" "جيڪڏهن آءٌ دنيا جو چونڊيل آمر هجان ها، ته آءٌ سڀني سائنسدانن کي ماري ۽ ڪتابن کي ساڙي ڇڏيان ها."[175]

ونسٽن چرچل جا سوويت يونين ۽ سوشلزم، مسوليني ۽ فاشسٽ جارحيت بابت ڪهڙا خيال هئا؟ اچو ته ان جو مختصر جائزو وٺون. پنهنجي ابتدائي صحافتي ڪم دوران، Sunday Herald اخبار جي 8 فيبروري 1920 واري شماري ۾ لکيائين ته "يهودين ۾ اها تحريڪ نئين ناهي. اسپارٽيڪس وشپ جي ڏينهن کان ڪارل مارڪس، ۽ ٽراٽسڪي (روس) تائين، بيلا ڪن (هنگري)، روزا لگزمبرگ (جرمني)، ۽ ايما گولڊمين (آمريڪا) تائين، هيءَ تهذيب کي تباهه ڪرڻ جي هڪڙي عالمگير سازش آهي جيڪا (دائري اندر) قيد ترقي جي بنيادن تي معاشري جي ٻيهر تعمير ڪرڻ ۽ متعصب بدديانتي، ۽ ناممڪن برابري، طرف آهستي آهستي وڌي پئي. اها 19 هين صدي دوران هر تخريبڪار تحريڪ جي مکيه قوت پئي رهي آهي؛ ۽ هاڻي آخرڪار، يورپ ۽ آمريڪا جي عظيم شهرن کي ڏوهارين جي منظم ٽولي (underworld) جي غيرمعمولي شخصيتن روسي عوام کي پنهنجين ڏاڙهين جي وارن سان قابو ڪيو آهي ۽ اهي (بالشوڪ) عملي طور تي هيڏي وڏي سلطنت (روس) جا غيرتڪراري مالڪ بڻجي ويا آهن."

چرچل اهو ماڻهو هو جنهن روس ۾ بالشوڪن خلاف 1919 ۾ ڪولاچڪ ۽ ڊينڪن جي سفيد فوج جي مدد ڪئي. چرچل تجويز ڏني ته جرمني، برطانيه ۽ فرانس گڏجي "جرمن قيادت هيٺ" سوويت يونين کي عالمي مارڪيٽ ۾ ٻوڙي سگهن ٿا.[176] "يورپ جي ڀٽڪيل عوام" کي ڪميونسٽ ڦهر کان بچائڻ لاءِ برطانيه ۽ آمريڪا کي گڏ ٻيهڻ گهرجي.[177]

---

[175] Churchill's War, p, 11-13-20-25-32
[176] Ibid, p, 18
[177] Churchill's War, p, 22 (Speech in New York, 28 Jan, 1932, Gilbert, Vol, V, 425)

1927 ۾ اٽلي جي فاشسٽ اڳواڻ مسوليني، "ڪمانڊنگ قابليت" جي تعريف ڪندي چيائين ته اٽلي ۾ "نظم و ضبط، سنائي ۽ ڀڪندڙ چهرا" آهن، وڏيڪ ٻئي هنڌ لکيائين ته "جيڪڏهن آءُ اٽلي جو هجان ها، ته آءُ مڪمل طور تي ابتدا کان اختتام تائين، لينن ازم جي جذبي ۽ خوس خلاف تنهنجي فاتحانہ جدوجهد ۾ توسان (مسوليني) گڏ هجان ها. توهانجي تحريڪ سنجي دنيا لاءِ خدمت آهي." [178]

پر ڇا سوويت يونين کي ختم ڪرڻ ۽ ٻي عالمي جنگ ڀڙڪائڻ ۾ فقط برطانيہ جي حڪمران ٽولي جو ڪردار هو؟ نہ بلڪل نہ. ان وحشتناڪ ۽ بربريت واري ڪم ۾ ساڻس فرانسيسي ۽ آمريڪي حڪمران بہ گڏ هئا.

## فرانس طرفان ٽُڙڪو ماٺهو جي پنيرائي

جرمن چانسلر، ڊاڪٽر برننگ لکيو تہ "هٽلر جي اڀرڻ ۾ مکيہ فيڪٽر هيءَ حقيقت هئي تہ هن (هٽلر) 1923ع ۾ پرڏيهي ملڪن کان تمام گهٽي رقم وصول ڪئي ۽ بعد ۾ (فرانس، پولينڊ ۽ زيڪوسلاويڪا) ۽ رهر ضلعي ۾ ٿيندڙ دفاعي مزاحمت کي ڦٽائڻ لاءِ ڪيس بهتر رقم ڏني وئي. بعد ۾ پڻ ڪيس رقم ڏني وئي تہ جيئن مرڪزي آئيني حڪومت کي هلڻ نہ ڏي." [179]

لوئس پي لوچنر پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ "آءُ سمجهان ٿو تہ هٽلر کي اقتدار تائين پهچائڻ ۾ سڌي ريت جيڪڏهن ڪو سفارتڪار ذميوار هو تہ اهو هوشيار انڊري فرانڪوس پونڪيٽ، برلن ۾ فرانس جو سفير، هو. سندس خيال هو تہ برننگ (جرمن چانسلر) تجربي ڪار سياستدان آهي، جڏهن تہ هٽلر هڪ بيوقوف ۽ هڪ سياسي ٽُڙڪو ماٺهو آهي. نازي اڳواڻن جي اقتدار ۾ اچڻ سان ساڻن ڊيل ڪرڻ وڌيڪ آسان هوندو جيڪو فرانس جي فائدي ۾ هوندو." [180] (76)

1932 ۾ ڊاڪٽر برننگ جي شڪست ۾ وڏو هٿ فرانس جي حڪومت جو هو. ڇاڪاڻ تہ جڏهن فيبروري 1932 ڌاري جنيوا ۾ هٿيارن جي خاتمي

---

[178] Churchill's War, p, 23 (Colville Diary, Nov 3, 1940)

[179] Perpetual War for Perpetual Peace, pp, 76: (Dr. Heinrich Bruening to Rev. Edward J. Dunne, S.J., cited in E. J. Dunne, "The German Center Party in the Empire and the Repulic," MS, dissertation for the degree of Doctor of Philosophy, Georgetown University Library.)

[180] Louis P. Lochner, *What About Germany?* (New York: Dodd, Mead & Company, Inc., 1942, p, 42-43.

بابت ڪانفرنس ٿي. جنهن ۾ ڊاڪٽر برننگ جي تجويز ڪي فرانس جي ٽراڊ التوي جو شڪار بڻائي ڇڏيو. جڏهن ڊاڪٽر برلن هتين خالي موٽيو تڏهن هيڊنبرگ (جرمن صدر) مٿس سخت تنقيد ڪئي، جنهن بعد سندس استعيفي ڪانسواءِ ٻيو ڪوبه حل نه بچيو هو.

والٽر ليپمين لکيو ته "ڊاڪٽر برننگ جي شڪست جي قيمت پوري دنيا کي ادا ڪرڻي پوندي. جيتوڻيڪ، ظاهري طور تي سندس حڪومت نازين جي سازشن سبب ڊهي پئي، پر هن جي حڪومت کي اندران ئي اندران کوکلو ڪرڻ ۽ سازشن کي ڪامياب ٿيڻ ۾ اهم ڪردار فرانس، برطانيه ۽ آمريڪا جو آهي، جن ڪي به تعميراتي قدم نه کنيا."[181]

## "آمريڪا کي زبردستي جنگ ۾ آندو ويو!" تاريخ سان مذاق

آمريڪا پنهنجي مخصوص جاگرافيائي بيهڪ سبب پهرين ۽ ٻين عالمي جنگ ۾ سڌي ريت شڪار ٿيڻ کان بچيل رهيو ۽ آمريڪا ٻنهي جنگين ۾ ابتدائي طور تي شرڪت نه ڪئي. ٻنهي جنگين جي حوالي سان آمريڪي حڪمرانن جي دعوىٰ رهي آهي ته ڪين "جنگ ۾ زبردستي آندو ويو." خود آمريڪي تاريخ نويسن (مثال طور: جنرل آئز هاور) پڻ ان جنگ کي "جهاد" (Crusade) سڏيو. مطلب ته آمريڪا ڪنهن مجبوري سبب نه پر "حق" "سچ" ۽ "چڱائي" خاطر جنگ ڪئي. حقيقت هيءَ هئي ته آمريڪا ٻنهي جنگين ۾ پاڻ کي زبردستي آندو.

جيئن ته پهرين عالمي جنگ سڌي ريت برطانيه، فرانس، روس، اٽلي ۽ جرمني، آسٽريا هبس برگ ۽ ترڪي وچ ۾ هئي. مطلب ته آمريڪا جو سڌي ريت ان سان ڪوبه واسطو نه هو. ايتريقدر جو آمريڪي صدر ووڊرو ولسن پڻ ان ايجنڊا سبب اليڪشن ۾ ڪامياب ٿيو هو ته "آمريڪا جنگ جو حصو نه بڻجندو." پر روس ۾ آيل آڪٽوبر انقلاب ڪانپوءِ بالشوڪ پارٽي "عالمي جنگ" کي "سامراجي جنگ" سڏي جنگ خلاف زبردست پرچار ڪيو ۽ ڏسندي ڏسندي فرانس ۽ اٽلي جي فوجن بغاوت شروع ڪري ڇڏي ۽ خود جرمني اندر انقلابي قوتن جو اڳتي اچڻ ۽ اقتدار تي قبضو ڪرڻ جو خدشو ۽ اتحادي فوج جي ڪمزور حالت وغيره کي ڏسندي آمريڪي سامراج کي اچي ڌپ لڳو ته ڪٿي برطانيه، فرانس ۽

[181] New York Herald Tribune, June 1, 1932.

اٽلي جنگ هارائي نہ وڃهن ۽ جرمني تي ڪميونسٽ قبضو نہ ڪري وڃهن. جيتوڻيڪ، جنگ ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ آمريڪا اتحادين جي مالي ۽ مادي مدد ڪندو رهيو. پر ان سڄي صورتحال کي ڏسندي آمريڪي حڪمران ٽولي آمريڪا اندر جنگ جي حمايت ۾ ماحول جوڙڻ لاءِ زبردست پروپيگنڊا شروع ڪئي جنهن ۾ جرمن فوج جي ظلم ۽ ڏاڍ وڏائي چڙهائي ڏيکاريو ويو. ان سموري سازش کي سمجهڻ لاءِ برطانيہ جي پرڏيهي سيڪريٽري، سر ايڊورڊ گري طرفان 22 فيبروري 1916 تي پنهنجي حڪومت ڏانهن موڪليل پڇهي دستاويز ۾ لکيل لفظ ئي ڪافي آهن. جنهن ۾ هن لکيو تہ "جنگ جي حمايتي آمريڪي عملدارن "امن ڪانفرنس" جي تجويز ان لاءِ ڏني چاڪاڻ تہ ڪين توقع هئي تہ جرمني انڪار ڪندو ۽ ان طريقي سان (آمريڪي حڪمران ٽولو) آمريڪا کي جنگ ۾ شامل ڪري سگهندو."[182]

آمريڪي حڪمرانن کي هر وقت اهو ڊپ هو تہ روس کان ايندڙ بالشوازم جون چڻگون جرمني جي پگهل ٽٽل رياستي ڍانچي ۾ آساني سان داخل نہ ٿي وڃن. اهڙن خوفن کي جرمني جي سفارتي حلقن سان تعلق رکندڙن جي بيانن وڌيڪ تقويت ڏني. آڪٽوبر 1919 ۾ ڪائونٽ وون برنسٽارف (جرمن سفارتڪار) چيو تہ "هاڻي جرمني ۾ بالشوازم جي شروعات ٿي چڪي آهي، اسين روسين جا "سوٽ ماسات" بڻجي رهيا آهيون. اسانکي لازمي طور تي بالشوڪن سان تعلقات رکڻا پوندا."[183]

پروفيسر وليم ڊوڊ (برلن ۾ آمريڪي سفارتڪار) کي سندس حڪومت لکيو تہ "ٽين (ڪميونسٽ) انٽرنيشنل جي اندروني سرگرمين سبب يورپ ۾ بالشوڪ خطرو وڏي ويو آهي. روس جي سفارتي اڪيلي سبب يورپ جون اهي رياستون جيڪي طاقتور جرمني جي پيهر جنم کان ڊنل آهن، ان جي ويجهو وڃي رهيون آهن."[184] 96)

---

[182] America's Second Crusade, By William Henry Chamerlain, p, 6-7-9

[183] American Embassy (Paris) to the Secretary of State, Oct 24, 1919, 862,00/754, MS, National Archives.

[184] Ambassador Dodd to Secretary Hull, Berlin, September 3, 1936, 740,00/59, *Confidential file*, MS, Department of State.

## صدر روزويلٽ "استاد ماڻهو هو"

1940ع وارين آمريڪي عام چونڊن جي مهم دوران روزويلٽ جي مخالف اميدوار وڪي (Willkie)، جلسي کي مخاطب ٿيندي چيو ته "جيڪڏهن توهان هن (روزويلٽ) کي ٻيهر چونڊيندا ته اوهين اپريل 1941ع ۾ جنگ جي پڪ سمجهو." ان جي جواب ۾، ٻئي هنڌ، روزويلٽ چيو ته "آءُ اڳ ۾ به چئي چڪو آهيان پر آءُ وري وري چوندو رهندس ته "توهانجن (آمريڪي) نوجوانن کي ڪنهن به پرڏيهي جنگ ۾ نه اماڻيندس."[185] ان واعدي سان روزويلٽ اليڪشن کٽي 1940ع ۾ ٽيون ڀيرو آمريڪا جو صدر بڻيو.

ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران آمريڪي ڪردار کي سمجهڻ لاءِ فرينڪلن ڊي روزويلٽ جي ڪردار کي جاچڻ انتهائي ضروري آهي ڇاڪاڻ ته روزويلٽ 1932ع کان 1945ع تائين آمريڪا جو صدر رهيو. ان سموري عرصي دوران آمريڪي سرگرميءَ ۾ هن جو اهم ۽ مکيه ڪردار هو.

آمريڪي ليکڪ ٿانسل ۽ فش جي راءِ مطابق روزويلٽ متضاد مزاج جو ماڻهو هو. صدر جي پاليسين ۽ تقريرن مان اندازو لڳائي سگهجي پيو ته ڪا نه ڪا ڳجهي ايجنڊا ضرور هئي. ٿامس فلمنگ جو دليل آهي ته صدر اڪثر ڪري اهڙا بيان ڏيندو هو جيڪي سندس اصل مقصدن جي عڪاسي نه ڪندا هئا."[186] روزويلٽ جي پاليسي ٽڙيل، پس انديش ۽ ڪيترائي ڀيرا متضاد هئي. هڪ طرف امن جا دليل ڏئي رهيو هو ته ٻئي طرف فرانس (۽ برطانيه) جي غيرمشروط حمايت به ڪري رهيو هو."[187] "هن جون پاليسيون غيرسرڪاري دوکا (De facto deception) ۽ ڀڳل ٽٽل واعدا هئا."[188] هملٽن فش جي خيال مطابق روزويلٽ "استاد سياستدان" هو جيڪو اندروني پاليسين بابت ڪانگريس سان ڪٺي پليءَ جي راند کيڏندو هو." روزويلٽ گهٽ کان گهٽ سياسي ۽ مالي ڪوششن

[185] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 320
[186] The New Dealer's War: FDR & War within World War II By Thomas J. Fleming (New York: Basic Books, 2001), 34-48
[187] Tragic Deception By Hamilton Fish, p, 90-92
[188] Roosevelt Deceived the Public in the *Roosevelt Diplomacy & World War II*, By Charles Beard, ed By Robert Dallek (Malabar: Robert E. Krieger Publishing, 1970) p, 12-14

سان جنگ وڙهڻ جي ڪوشش ڪئي. "هي محدود وسيلن واري جنگ جي خيال ڪان وڌيڪ متاثر هو."[189] روزويلٽ سمورا آپشن کليل رکندو هو ۽ رازداري وارين اٽڪلن ڪان ڪم وٺندو هو ڇاڪاڻ ته جڏهن به ڳالهه پڌري ٿي پئي ته هي ان ۾ ملوث هجڻ کان انڪار ڪري سگهي. "هن گهرو سياست ۾ وڏا اعلان ڪيا پر آخر ۾ سياسي مخالفن سان مصلحت ڪري ڇڏي."[190]

1936ع جي جون ۾، پادري ڪوگلن صدر روزويلٽ تي تنقيد ڪندي چيو ته "وڏو دغاباز ۽ ڪوڙو آهي." جنهن جي جواب ۾ گومر سمٿ چيو ته صدر "روزانو چرچ ويندڙ، بائيبل پڙهندڙ ۽ خدا کان ڊڄندڙ ماڻهو آهي، سون جهڙي دل وارو محب وطن آهي جنهن ملڪ کي ڪميونزم کان بچايو."[191] هڪ ڊيموڪريٽ اڳواڻ ڪامرس جي سيڪريٽري ڊينل راپر کي ٻڌايو ته "جيڪڏهن يورپ ۾ ٻي جنگ لڳي ته صدر روزويلٽ ٽيهر نامزد ٿي ويندو ۽ ٽيهر چونڊجي ويندو."[192] ٿامس گور، اڳوڻي ڊيموڪريٽ سينيٽر، لکيو ته "جڏهن هي (روزويلٽ) 1932ع ۾ نامزد ڪيو ويو مونکي ڪڏهن به هڪ لمحي لاءِ به شڪ نه ٿيو ته هي ٽيون ڀيرو به ايندو. سيزر ٽي ڀيرا بادشاهي تاج ڪان انڪار ڪيو هو، پر هن سيزر ته ڪڏهن به نه."[193]

روزويلٽ پرڏيهي پاليسي ۾ به ساڳئي ڀهروپي پاليسي جي پوئواري ڪئي جيڪا هن اندروني معاملن ۾ اختيار ڪئي هئي. هن جي خيال ۾ اتحادين کي گهٽ کان گهٽ مدد ڏئي، هي جرمني کي هڪلي ۽ ڪاٽ هٽي، متي پهچي ويندو. روزويلٽ چيو ته "جيڪڏهن جنگ پڙڪي پئي" ته پوءِ ڪوبه اڳڪٿي نه ٿو ڪري سگهي ته "آمريڪا اُن ۾ شامل ٿيندو يا نه."[194] هن هڪ ئي وقت تي علحدگي پسند (Isolationist) ۽ مداخلت پسند (Interventionist) پاليسين تي عمل ڪيو. روزويلٽ "يورپي آمرن سان ملي پڳت ڪرڻ پئي چاهي" ۽ "جڏهن جاپان جو وارو آيو تڏهن

---

[189] FDR & Limited War in Europe: A Plausible Middle Course? By Stephen G. Bunch (New York: M. E. Sharpe, 2003) p, 61-62

[190] The Compromising Roosevelt By R. G. Tugwell (The Western Political Science Quarterly 6, no. 2 (June 1953): 320-341.

[191] Franklin D. Roosevelt & The New Deal, By William E. Leuchtenburg, p, 182

[192] Ibid, p, 315

[193] Ibid, p, 317

[194] Rise and fall of Third Reich By William L. Shirer (New York: Simon & Schuster, 1969) p, 400

سندس جنگي تلوار کڙ کڙ ڪرڻ لڳي.“[195] صدر روزويلٽ جيڪو عليحدگي پسند هجڻ جو تاثر ڏئي رهيو هو انَ کي فرانس جي شڪست سبب پھريون جواز مليو ۽ جاپان جي حملي ڪانپوءِ آخري رڪاوٽ به ختم ٿي وئي. ”صدر اتڪل ڪري جاپان کي پھريائين حملو ڪرڻ ڏنو.“[196]

ٻي عالمي جنگ جي حوالي سان، برطانوي تاريخ نويس جي ايف سي فلر جي خيال مطابق ”آمريڪي صدر روزويلٽ هٽلر کي جنگ لاءِ پڙڪائڻ خاطر چا ٺچا نه ڪيو. هن انھن ماڻھن (جن سان هٽلر امن جو خواهشمند هو) انھن خلاف اعلان جنگ ڪرڻ لاءِ (هٽلر کي) پڙڪايو. هن برطانيه کي آمريڪي هٿيار ڏنا، هن آمريڪي فوجن کي آئس لينڊ ۾ لاٿو، ۽ هن برطانوي سامان بردار ٻيڙن جي تحفظ لاءِ ائٽلانٽڪ ۾ فوجي گشت شروع ڪرايو، اهي سڀ جنگ جا عمل هئا. ...... آمريڪا کي جنگ کان ٻاهر رکڻ وارن اعلانن باوجود، هن ڪونه ڪو واقعو ڪرائي پاڻ کي جنگ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي.“[197]

جوزف پي ڪينيڊي (برطانيه ۾ آمريڪي سفير) چيو ته 1938ع ۾ برطانيه وٽ ڪجھ به ڪونه هو جنهن سان اُها ويڙهه ڪري سگھي ها ۽ اُها هٽلر سان جنگ ڪرڻ جو جوکم نه پئي کڻي سگھي. بلٽ (فرانس ۾ آمريڪي سفير) جيڪڏهن روزويلٽ تي پولينڊ واري معاملي تي اسٽينڊ وٺڻ لاءِ زور نه پري ها ته نه ڪو برطانيه ۽ نه ئي فرانس پولينڊ جي ڪري جنگ ڪن ها، هٽلر ته برطانيه سان ڪنهن به تڪرار ڪانسواءِ روس سان وڙهي ها.“ ڪينيڊي وڌيڪ چيو ته چمبرلين جو خيال هو ته آمريڪا ۽ دنيا جي يھودين برطانيه کي جنگ ۾ زبردستي ڌڪيو.“ ”جيڪڏهن ٿورو پوئتي نظر ڦيرائي ڏسجي ته هٽلر جي حملي کي روس ڏانهن ڦيرائي سگھجي پيو.“[198] 120)

روزويلٽ انتظاميه جون پاليسيون اهڙيون هيون جو، ايڊمرل هرالڊ آر اسٽارڪ، آمريڪي بحري آپريشنن جي چيف، سيپٽمبر 1941 ۾ صدر لاءِ هڪ ڳجھو سرڪاري ياداشت نامو موڪليو جنهن ۾ هن اٽسڌي ريت

[195] The Secret Diary of Harold L. Ickes; The Inside Struggle: 1936-1939, By Ickes, p, 348
[196] Tragic Deception: *FDR & America's Involvement in World War II* (Greenwich: Devin-Adair, 1983) pp, 13-21 (See also: Tansill, *Back Door to War,* 619-639)
[197] J. F. C. Fuller, A Military History of the Western World , Vol. 3 (New York: DaCapo, 1987), p. 416
[198] *The Forrestal Diaries,* edited by Walter Millis and E. S. Duffield (New York: Vanguard Press, 1951) p, 121-22.

قبول ڪيو آهي تہ ”اسان خلاف اعلان جنگ ڪرڻ لاءِ هاڻي هن (هٽلر) وٽ دنيا کي ٻڌائڻ لاءِ سمورا جواز آهن، جيڪڏهن هن جو اهڙو خيال ٿيو.“[199] ليسلي هوربلشا (جنگ جي کاتي جي سيڪريٽري)، آمريڪي صحافين کي 27 اپريل تي ٻڌايو تہ حڪومت جي پاليسي آهي تہ هٽلر کي ”پنهنجو پيٽ مڪمل پڙهڻ“ ڏنو وڃي.“[200]

اصل ۾ ٻي عالمي جنگ ۾ آمريڪي صدر روزويلٽ جو اهم ڪردار هو. هن پنهنجن سياسي مقصدن جي حاصلات لاءِ جنگ جي شروعات ڪرائي. روزويلٽ جي ڪابينا جي ميمبر، جيسي جونز، بيان ڪري ٿي تہ ”جيتوڻيڪ هي (روزويلٽ) اڪثر ڪري چوندو هو تہ ”آءٌ جنگ کان نفرت ڪريان ٿو“ پر حقيقت ۾، پاڻ ٽيون ڀيرو اقتدار ماڻڻ لاءِ ويڙهہ ڪرڻ لاءِ تيار هو.“[201] جنرل آئزن هاور جي ڀاءُ، ڊاڪٽر ملٽن آئزن هاور، چيو تہ ”صدر روزويلٽ پنهنجين پاليسن کي بچائڻ لاءِ ٻي عالمي جنگ ۾ شامل ٿيڻ ضروري سمجهيو.“[202]

جاپان سان جنگ جو اعلان تہ ڊسمبر 1941ع ۾ ڪيو ويو پر ان جا پيرا 1933ع کان ملن ٿا. صدر روزويلٽ (جنوري 1933ع ۾) ٽگويل سان گفتگو ڪندي چيو تہ ”اهڙي جنگ دير بدران هيئنر اچي تہ بهتر.“ ”صدر روزويلٽ کي اڃان هفتو ئي مس گذريو هو تہ هن آمريڪي ڪابينا جي گڏجاڻيءَ ۾ جاپان سان جنگ جي امڪان تي بحث ڪيو.“[203]

هملٽن فش، 8 ڊسمبر 1941 تي ڪانگريس ۾ تقرير ڪندي جاپان خلاف اعلان جنگ ڪرڻ لاءِ تقرير ڪئي هئي. هن پنهنجي ڪتاب، ”ايف ڊي آر: سڪي جو ٻيو پاسو“ ۾ لکيو تہ اڄ هي (هملٽن فش) پنهنجي ان ڏينهن واري تقرير لاءِ شرمسار آهي ۽ جيڪڏهن هن کي ڄاڻ هجي ها تہ جاپان کي حملي لاءِ ڀڙڪائڻ لاءِ روزويلٽ ڇا ڇا ڪيو، تہ هي ڪڏهن بہ اعلان جنگ لاءِ تقرير نہ ڪري ها.“ فش چيو تہ يورپ ۽ پئسفڪ ۾ جنگ جي باهہ ڀڙڪائڻ لاءِ مڪيہ ڪم روزويلٽ ڪيو.“[204]

---

[199] Robert E. Sherwood, Roosevelt and Hopkins: An Intimate History (New York: Harper & Brothers, 1948), p. 380

[200] Ibid, p, 132

[201] Jones, Jesse H., with Edward Angly, Fifty Billion Dollars: My Thirteen Years with the RFC: 1932-1945, New York: the Macmillan Company, 1951, 260

[202] Grieb, Conrad, American Manifest Destiny and the Holocaust, 124-5

[203] FDR & The New Deal (1932-40) By William E. Leuchtenburg (Harper & Row, Publishers) p, 214-15

[204] Walendy, Udo, The Methods of Reeducation, 149

• ڪيپٽن اوليور ليٽلن (رسد جي برطانوي وزير) 20 جون، 1944 تي چيو ته ”آمريڪا جاپان کي، ايتري حد تائين پڙڪايو جو جاپاني پرل هاربر (آمريڪي بحري اڏي) تي حملو ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيا ويا. ائين چوڻ ته، ”آمريڪا کي جنگ ۾ زبردستي آندو ويو“ اهو تاريخ سان مذاق آهي،“[205]

## ”فقط آمريڪا کي ئي جنگ مان فائدو ٿيندو“

جنگ کان ڪجهه سال پوءِ، اڳوڻي آمريڪي صدر هربرٽ هوور (روزويلٽ جي پاليسي تي تنقيد ڪندي) چيو ته ”جون 1941ع ۾، جڏهن هٽلر اسٽالن (سوويت يونين) ڏانهن حملي جو رخ موڙيو، تڏهن برطانيه جرمنيءَ جي ڪاهه کان بچي ويو هو، مون زور ڀريو هو ته سوويت حڪومت جي مدد ڪرڻ وارو ڪم اسان لاءِ سموري تاريخ ۾ عذاب (gargantuan jest) رهندو. مون زور ڀريو ته اسين پنهي آمرن کي ڇڏي ڏيون ته ٻلي هڪبئي کي نپوڙي ڇڏين. سوويت يونين جي مدد ڪرڻ جي معنيٰ ٿيندي ڪميونزم کي ڦهلائڻ. بهرحال پوءِ وارن واقعن ثابت ڪيو ته آءُ درست هئس.“ [206]

وليم سي بلٽ کي ڄاڻ هئي ته صدر روزويلٽ يورپ ۾ جنگ لاءِ برطانيه جي ڪنهن به بهاني جي آجيان ڪندو.“[207] نومبر 1938 ۾، وليم سي بلٽ (روزويلٽ جو دوست ۽ پئرس ۾ سفارتڪار) پولش (حڪمرانن) کي اشارو ڏيندي چيو ته صدر جي خواهش آهي ته ”جرمني ۽ روس پاڻ ۾ ويڙهاند ڪن، ۽ پوءِ جمهوري قومون جرمني تي حملو ڪنديون ۽ ان کي آڻ مڃائينديون.“ 1939 جي اونهاري ۾، بلٽ، روزويلٽ جي چيل لفظن جو حوالو ڏيندي، لکي ٿو ته، ”جنگ ۾ ابتدا کان حصو نه وٺون، پر آخر ۾ اچون.“[208]

ڪيپٽن رسل گرنفيل، پنهنجي ڪتاب ۾ (Main Fleet to Singapore, 1952) لکيو ته ”ان ڳالهه تي ڪوبه شڪ ناهي ته صدر روزويلٽ پنهنجي ملڪ (آمريڪا) کي جنگ جو حصو بنائڻ چاهيو پئي پر سياسي سببن جي

---

[205] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by, Harry Elmer Barnes, (1953), p, 661
[206] Scott Horton, "Saving England Wasn't Worth It," June 2007.
( http://www.antiwar.com/horton/?articleid=11213 )
[207] THE FORCED WAR; When Peaceful Revision Failed ,By David L. Hoggan. pp, 208
[208] Irving, David, Hitler's War, paperback edition, Avon History, 235

ڪري. هميشه بي تاب هوندو هو ته پهريائين ڪا ٻي ڌر اڳرائي ڪري. جنهن لاءِ هن جاپانين تي ان حد تائين دٻاءُ وڌو جو ڪابه قوم هٿيار کڻڻ کانسواءِ اهڙي دٻاءَ کي برداشت نٿي ڪري سگهي."[209] ايڊمرل رائل اي اگرسول ٻڌايو ته مونکي صدر روزويلٽ، 1937ع جي ڊسمبر ۾ لنڊن ڏانهن اماڻيو ته برطانيه کان حال احوال وٺي اچ ته جيڪڏهن جاپان سان ڏور اوير ۾ جنگ ڪريون ته اسين ڇا ڇا ڪري سگهون؟". ايڊمرل وڏيڪ چيو ته "دير يا سوير اسين سڀ پئسفڪ سمنڊ جي جنگ ۾ ڦاٿل هونداسين، جنهن ۾ ڊچ، چيني، روسي، انگريز ۽ خود اسين (آمريڪي) شامل هونداسين." "باقي لنڊن ۾ تيل ڳالهين ۾ ته "گڏجي ڪوڊن ۽ انهن جي ٽوڙ جي ورڇ" ڪئي وئي."[210] (70)

جنگ کان اڳ آمريڪا طرفان برطانيه ۽ فرانس جي مدد ڪرڻ جا واعدا ڪيا ويا ۽ اهوئي سبب هو جو 1940 دوران فرانس جو وزيراعظم تڪڙي امداد لاءِ مسلسل نياپا موڪليندو رهيو جنهن مان لڳي ٿو ته آمريڪا ساڻن دغا ڪئي. هٽلر طرفان برطانيه لاءِ نرم گوشو رکڻ ۽ برطانيه سان ٺينڊڙ ويڙهه کي جلدي اڪلائڻ ۽ سوويت يونين تي حملو ڪرڻ سبب شايد صدر روزويلٽ کي انهيءَ تڪرار (ٻي عالمي جنگ) ۾ شامل ٿيڻ جو ڪو وجهه نه ملي سگهيو. نيٺ، جاپان طرفان پرل هاربر تي حملو ڪيو ويو. جنهن لاءِ چيو ويو ته آمريڪا کي اڳواٽ خبر ئي نه پئجي سگهي. حقيقت ۾، "7 ڊسمبر 1941 تي، جڏهن جاپاني جهازن آمريڪي بحري اڏي پرل هاربر کي نشانو بڻايو تڏهن آمريڪا جي حڪمرانن ۽ جاسوس ادارن کي اڳواٽ ئي خبر هئي."[211]

ميونخ واري معاهدي لاءِ مسوليني معرفت زيڪوسلاويڪا جو "پرامن" انداز سان سودو ڪرڻ، پولينڊ کي فوجي مدد جي خاطري ڏيارڻ لاءِ برطانيه تي زور پرڻ، برطانيه ۽ فرانس کي جنگ جاري رکڻ لاءِ زور پرڻ ۽ سامان مهيا ڪرڻ، عين وقت تي، فرانس کي مدد ڏيڻ جي خاطري ڪرائي ڦري وڃڻ ۽ فرانس کي سوويت يونين سان اتحاد ڪرڻ کان روڪڻ، جاپان کي هٿيار وڪرو ڪندو رهڻ، هٽلر ۽ مسوليني کي

---

[209] Perpetual War for Perpetual Peace, Ed by, Harry Elmer Barnes, (1953), p, 661

[210] Testimony of Admiral R. E. Ingersoll during the Hearings Before the Joint Committee on the Investigation of the Pearl Harbor Attack, 79 Ccng., 2 sess. (39 parts; Washington, D. C: Government Printing Office, 1946), IX, 4274-77.

[211] History of Second World War, Liddle Hart, p, 226

ريجهائيندو رهڻ ۽ اِن دوران "عدم مداخلت" جهڙا قانون پاس ڪري آمرن کي ڇوٽ ڏيڻ، جاپان کي چاٽي ٻجهي خملي ڪرڻ لاءِ ڀڙڪائڻ ۽ موقعو ڏيڻ جهڙين سازشن مان ثابت ٿئي ٿو ته آمريڪا جنگ ڀڙڪائڻ واري معاملي ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو.

انهيءَ ساڳئي ظالم حڪمرانن واري ذهنيت جي عڪاسي ۽ ان ڪان به رتيون ڪسر، سفاڪ ۽ بيرحم پاليسي جو اظهار آمريڪي حڪمرانن تڏهن ڪيو جڏهن هنن پنهنجا فوجي مارائڻ ڪانسواءِ، هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرايا ۽ هڪ ئي ڌڪ ۾ لکين معصوم جاپاني شهرين جو قتل عام ڪيو. حقيقت ۾، جاپان تي تيزي سان ائٽمي حملي ڪرڻ جو بنيادي ڪارڻ پڻ سوويت يونين هو. ڇاڪاڻ ته جرمني کي شڪست ڏيڻ ڪانپوءِ سوويت يونين آزاد ٿي چڪو هو ۽ اهو اڪيلي سر جاپان کي شڪست ڏئي سگهيو پئي. اهو ئي ڊپ هو (متان اسان ڪان اڳ سوويت يونين جاپان تي حملو نہ ڪري وجهي) جنهن سبب آمريڪي سامراج ائٽم بم ڪيرائي جلد ڪان جلد مسئلي جو حل ڪڍيو.

ائٽم بم ڪيرائڻ ڪان اڳ جاپاني امن لاءِ منٿون ڪندا رهيا، ۽ ميڪ آرٿر (آمريڪي جنرل) پڻ ان لاءِ سفارش ڪئي. پر روزويلٽ ان تجويز کي رد ڪندي تبصرو ڪيو تہ "ميڪ آرٿر اسانجو سڀ ڪان عظيم جنرل آهي ۽ سڀ ڪان غريب سياستدان." [212]

آمريڪي صدر، روزويلٽ چيو تہ "اقتصادي حوالي سان ڏسجي تہ يورپ ۾ جنگ ٿئي يا نہ، پر آمريڪا کي فائدو آهي. هٿيار خريدڻ سبب يورپ جو سون (Gold) هاڻي آمريڪا ڏانهن اچي پيو. برطانيہ ۽ فرانس جي شهرين وٽ آمريڪا ۾ وڏيون ملڪيتون آهن ۽ جنگ ٿيڻ جي صورت ۾ اهي وڪرو ڪرڻ تي مجبور ٿيندا. فقط آمريڪا کي ئي جنگ مان فائدو حاصل ٿيندو." [213]

"جنرل" اينجلس جي ڪيل اڳڪٿي مطابق جنگ جي خاتمي وقت، فقط آمريڪا ئي اهڙو ملڪ هو جيڪو عالمي جنگ جي تباهين جو گهٽو شڪار نہ ٿيو. پر الٽو جنگ ڪانپوءِ دنيا جي اقتصادي، فوجي ۽ مالي طاقت بڻجي ويو. آمريڪا لاءِ 1945 ڪان 1990 تائين وارو عرصو زبردست اقتصادي ترقي جو دور هو.

[212] Chamberlin, William Henry, America's Second Crusade, 219
[213] Churchill's War, p, 136

ٻي عالمي جنگ کانپوءِ سرد جنگ جو دور شروع ٿيو ان سموري دور ۾ پڻ سامراجي طاقتن طرفان سوويت يونين کي ڊاهڻ لاءِ ننهن چوٽي جا زور لڳايا ويا. ۽ جيڪڏهن آمريڪا، برطانيه ۽ فرانس جو وس هجي ها ته سوويت يونين سان سڌي جنگ ڪري ڪيس گهڻو وقت اڳ تباهه ڪري ڇڏين ها پر جيئن ته سوويت يونين ٻي عالمي جنگ ۾ پنهنجي جدوجهد ذريعي ثابت ڪري چڪو هو ته سوويت يونين کي جنگ ذريعي شڪست ڏيڻ تمام ڏکيو آهي ۽ سوويت يونين سان ويڙهه جو مطلب هجي ها ٽين عالمي جنگ، پر ان کان به وڌو خطرو ائٽمي جنگ لڳڻ جو هو. تنهنڪري بِفاڪ ۽ چالاڪ آمريڪي ۽ برطانوي سامراج سڌي جنگ ڪرڻ بدران سوويت يونين کي اندران ئي اندران ٽوڙڻ جون سموريون سياسي، سفارتي، اقتصادي، اخلاقي، ۽ ايشريقدر جو، فوجي سازشون پڻ ڪيون (جنهن جو وڏو ثبوت نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن (NATO) جو ٺهڻ پڻ انهيءَ ساڳئي سلسلي جي ڪڙي هئي.

## برطانيه ۽ هٽلر ۾ ڳجهو رشتو ۽ گڏيل طبقاتي مفاد

مٿي بيان ڪيل دليل جنگ کان اڳ ۽ ڪجهه جنگ جي دوران جا آهن پر ان ۾ اقتصادي ۽ سياسي پاسن تي بحث ڪيو ويو آهي. پر خود جنگ دوران سامراجين طرفان جنگي اٽڪلون ڪهڙيون ڪيون ويون اهي هيٺ بيان ڪجن ٿيون.

1. 1931ع ۾ جاپاني سامراج طرفان منچوريا ۾ فوج لاٿي وئي. جنهن جا بنيادي مقصد (1) سامراجي بالادستي قائم ڪرڻ، (2) چين اندر وڌندڙ انقلابي تحريڪ کي ڪچلڻ ۽ (3) چين تي قبضو ڪرڻ کانپوءِ سوويت يونين خلاف جنگ ڪرڻ هئا.[214]
2. هٽلر اقتدار ۾ اچڻ کانپوءِ "ورسلز ٺاهه" ۾ طئي ڪيل سمورن شرطن جي ڀڃڪڙي ڪرڻ سميت ڪيترائي ٻيا غيرانساني عمل شروع ڪيا، مثال طور جرمني اندر يهودين کي نشانو بنائڻ، فوجي آمريت مڙهڻ، ٻين سياسي جماعتن ۽ يونين تي پابندي هڻڻ سميت وڏي ۽ مضبوط فوج تيار ڪرڻ، غيرفوجي قرار ڏنل علائقن ۾ فوج موڪلڻ وغيره.[215] (انهن سمورين ڪارروائين باوجود برطانيه ۽

[214] Myth and Realities of WWII, p, 11, 41, 47
[215] History of Second World War, Liddle Hart, p, 8, 12

فرانس هٽلر خلاف ڪوبه قدم نه کنيو. مطلب ته برطانيه ۽ فرانس طرفان جرمني اندر هٽلر کي اڻسڌي ريت تيار ڪيو ويو ۽ ان جي ابتدائي اڳرائين جي همت افزائي پڻ ڪئي وئي.)

3. فاشسٽ جرمني، ٻئي مرحلي ۾، پنهنجي "پراڻي سلطنت" جي علائقن، آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا تي قبضا ڪرڻ شروع ڪيا. پر ان سموري لقاءَ کي ڏسندي به برطانيه ۽ فرانس طرفان ان کي روڪڻ لاءِ ڪجهه به نه ڪيو ويو. اٽلي، جرمني، برطانيه، فرانس اٽلي گڏجي زيڪوسلاويڪا جي علائقن کي هٽلر کي ڏيڻ لاءِ 1938ع ۾ "ميونخ ٺاهه" ڪيو. يعني برطانيه جا حڪمران زيڪوسلاويڪا هٽلر کي لکي ڏئي آيا ۽ وري نڪ جي پڪائي ته ڏسو، اُتان موٽڻ ڪانپوءِ برطانوي وزيراعظم چيمبرلين چيو ته "هي نيو پيرو آهي ته جرمني کان (واپس ايندي) هتي مان مرتبي سان امن کڻي آيو آهيان."[216] (مطلب ته قانوني طور تي زيڪوسلاويڪا کي هٽلر کي لکي ڏئي آيا ۽ ائين هٽ وٺي هٽلر کي اوڀر (سوويٽ يونين) طرف اڳتي وڌڻ لاءِ ماحول تيار ڪري ڏنو.) اسٽالن چيو ته "زيڪو سلاويڪا جا ڪجهه علائقا پيشگي رقم طور (جرمني کي) ڏنا ويا آهن." آسٽريا جي آزادي جو تحفظ ڪرڻ جي واعدي باوجود هنن ان کي ڇڏي ڏنو، هنن سوڊيٽن ليند کي ڦٽو ڪيو، ۽ زيڪوسلاويڪا کي ٻگهڙن حوالي ڪري ڇڏيو ائين ڪندي، هنن سمورا واعدا اقرار ٽوڙي ڇڏيا، پر ان ڪانپوءِ سندن اخبارن "سوويٽ فوج جي ڪمزوري" بابت زور شور سان مهم هلائي..... هنن جرمن حڪمرانن تي زور ڀريو ته اڃا وڌيڪ اوڀر (سوويت يونين) طرف وڃن. "توهان فقط بالشوڪن خلاف جنگ جي ابتدا ڪر، باقي سڀ ڪجهه ٺيڪ ٿي ويندو."[217]

4. هٽلر جي اڳرائين ۽ سازشي منصوبن کي ڏسندي سوويت يونين طرفان اهڙي فاشزم کي روڪڻ لاءِ برطانيه ۽ فرانس کي به پيرا ڳالهين جي آڇ ڪئي وئي پر ٻئي پيرا برطانيه طرفان اهي آڇون رد ڪيون ويون. جيڪڏهن برطانيه طرفان ڪي ڪوششون ڪيون ويون سي به سست رفتاري سان يا وري نمائنده اهڙا موڪليا ويا

[216] Anthony Eden, by V. Trukhanovsky, p, 142
[217] Russia at War, p, 37

جن وٽ فيصلو ڪرڻ لاءِ ڪيٍ بہ اختيار ئي نہ هئا. جڏهن تہ ان کان اڳ برطانوي وزيراعظم، چيمبرلين، بذات خود هٽلر سان ملڻ لاءِ ٽي ڀيرا وڃي چڪو هو. (مطلب تہ برطانيہ ۽ فرانس جو خيال هو تہ معاملي کي اينگهائي جرمنيءَ تي دٻاءُ وجهجي تہ جيئن هٽلر ساڻن اتحاد ڪري ۽ سوويت يونين کي اڪيلو ڪيو وڃي. "سوويت يونين جون آڇون رد ڪرڻ وارو عمل چٽي ريت هٽلر لاءِ پيغام هو تہ هو پنهنجن مقصدن جي حاصلات لاءِ اڳيان وڌيڪ اڳرائيون ڪري."[218] انهيءَ معاملي جي حقيقت بابت اسٽالن چيو تہ "حقيقت ۾، عدم مداخلت جي معنيٰ ٿي تہ جارحيت کي لڪ ڇپ ۾ همٿائڻ ۽ جارح ڏر کي هڪ عالمي جنگ ڏانهن موڙڻ....... اهو مجرمانہ ڪم آهي..... غيرجارح قوتن کي امن لاءِ اڳتي نہ اچڻ (جو مطلب آهي تہ) ...... پلي سيني کي چڏيو تہ وڙهي وڙهي ٿڪجي پون ....... اوهان (برطانيہ، فرانس جو اهو) انتهائي عمدو ۽ سستو طريقو آهي."[219]

5. 1 اپريل 1939 تي برطانوي وزيراعظم چيمبرلين طرفان اعلان ڪيو ويو تہ پولينڊ تي ڪو بہ حملو ٿيو تہ اسين ان جو دفاع ڪنداسين. حقيقت ۾ پولينڊ برطانيہ کان پري هو ۽ پولينڊ جي دفاع لاءِ سوويت يونين جي مدد لازم هئي پر برطانيہ طرفان سوويت يونين کان مدد نہ ورتي وئي ۽ ائين 1 سيپٽمبر 1939 تي جرمني طرفان پولينڊ تي حملي سان ٻي عالمي جنگ جي ابتدا ڪئي وئي. (مطلب تہ پولينڊ جي حمايت اٽسڌي ريت هٽلر کي پڙڪائڻ لاءِ ڪئي وئي، نہ ڪي سچ پچ ان جي مدد ڪرڻ لاءِ.)

6. پولينڊ تي نازي حملي کانپوءِ برطانيہ ۽ فرانس طرفان جرمني خلاف اعلان جنگ ڪيو ويو پر "اعلان جنگ" باوجود هنن جرمني خلاف هڪڙي گولي بہ نہ هلائي. پولينڊ تي حملي کانپوءِ ڇهن مهينن تائين Phony War (ڪوڙي/نقلي جنگ) ڪئي وئي، ۽ ان عرصي گذرڻ باوجود برطانيہ ۽ فرانس طرفان هٽلر جي اڳرائي کي روڪڻ يا جنگ جي صورت ۾ شڪست ڏيڻ لاءِ ڪابہ درست پيش رفت نہ ڪئي وئي. (انهن ڇهن مهينن دوران سمورن ظاهري جنگ

[218] History of Second World War, Liddle Hart, p, 9
[219] Russia at War, p, 36

جي اعلانن، داٻن دٻڙاڻن ۽ هنبوچين باوجود ڪجهه نه ڪرڻ جو مطلب، اٿسٽي ريت سوويت يونين ۽ جرمني جي وچ ۾ جنگ جو انتظار ڪرڻ هو.)

7. نازي جرمني طرفان، پوليڊ ڪانپوءِ ڊينمارڪ ۽ ناروي تي حملو ڪيو ويو ان وقت برطانيه پنهنجيون فوجون لاٿيون پر سنجيدگي سان وڙهڻ بدران مڙئي خانه پوري ڪري واپس پڇي ويا. جنهن تي چرچل (برطانوي وزيراعظم) لکيو ته "جرمني طرفان ناروي ۽ سئيڊن تي حملي سان اسان وڃايو گهٽ ۽ حاصل وڌيڪ ڪيو آهي." هائوس آف ڪامنس ۾ تقرير ڪندي چرچل چيو ته "اسانکي دشمن جي غلطي مان وڏو فائدو ٿيو آهي. جنهن لاءِ دشمن کي پڇتايو پيو." يعني دشمن کي دوکي سان ڦاسائڻ واري عمل لاءِ ناروي کي استعمال ڪيو ويو.[220] (ان وقت تائين، هٽلر لاءِ ناروي هڪ غيرجانبدار ملڪ هو.) نيٺ هٽلر فرانس تي حملو ڪري ان کي به بري شڪست ڏني پر ان باوجود برطانيه طرفان ڪابه وڏي پيش رفت نه ٿي.

8. ڊنڪرڪ تان برطانوي فوجن جي واپسي وارو واقعو جيڪو اجا تائين ڳجهه ٻٽيل آهي ته جيڪڏهن هٽلر برطانيه کي سچ پچ شڪست ڏيڻ پئي چاهي ته ان کان وڌيڪ بهترين موقعو ڪڏهن به نه ملي ها. پر هن عين وقت تي جرمن فوجن کي اڳتي وڌڻ کان روڪي 3 کان ساڍا 3 لک برطانوي ۽ فرانسيسي فوجن کي آساني سان نڪري وڃڻ جو موقعو ڏنو. آخرڪار هٽلر ائين ڇو ڪيو؟ ڪجهه به هجي پر ان واقعي ۽ سموري جنگ جي ٻين واقعن جي ڪڙين کي ڪڙي سان ملائي ڏسبو ته اها حقيقت واضح نظر ايندي ته هٽلر برطانيه کي رعايت ڏني. ان جو ٻيو وڏو ۽ اهم ثبوت هي آهي ته جڏهن هٽلر برطانيه تي حملا پئي ڪرايا تڏهن به هن جو اصل نشانو برطانيه نه هو پر اصل ۾ هو سوويت يونين خلاف وڏي جنگي دوکي جي تياري ڪري رهيو هو، برطانيه سان جنگ ته مڙئي ڊيڪ (ڏيکاءُ) (Cover) هو ته جيئن سوويت يونين تي اوچتو حملو ڪري سگهجي.

[220] History of WWII, p, 56, Churchill's War Speeches, Vol I, p, 169-70

9. سوويت يونين تي حملي لاءِ مقرر ٿيل تاريخ (15 مئي 1941) تي ڪاهه نه ڪرڻ جو سبب يونان ڏانهن جرمن فوج جي روانگي هئي، ڇاڪاڻ ته يونان ۽ خاص ڪري يوگوسلاويا، جتي برطانيه جي مدد سان ملڪ اندر بغاوت ڪرائي وئي، جنهن ڪري هٽلر پنهنجيون فوجون موڪلي يوگوسلاويا ۾ پنهنجي اتحادي حڪومت جو ساٿ ڏنو. ان ويڙهه ۾ جرمن توبن جو ڪجهه تعداد اهو هو جيڪي سوويت يونين خلاف جنگ ڏانهن موڪلڻيون هيون. ان حوالي سان برطانيه وارا دعوا ڪن ٿا ته اسانجي ان قدم سبب سوويت يونين ڪي پنج هفتن جو وقفو مليو. ان جي حقيقت بابت برطانوي جنرل مونٽگمري لکيو ته برطانيه آفريڪا واري محاذ تي جتي ڪاميابي حاصل ٿيڻ واري هئي، اتي فوج موڪلڻ بدران ڪريٽ ڏانهن اٿپوري قوت سان فوج موڪلي، جتي جرمني کي شڪست ڏيڻ جا امڪان به گهٽ هئا. (ان مان ڪهڙو اشارو ملي ٿو ته برطانيه ان طرف ٻيڃ ڪرڻ لاءِ ڪريٽ (يونان/يوگوسلاويا جي پرسان) پنهنجيون اٿپوريون فوجون لاٿيون. جن کي ترت واپس ٿيڻو پيو.[221]

10. جنگي حڪمت عملي جي حوالي سان به ڏسجي ته جرمني لاءِ هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي ٻن وڏين طاقتن (سوويت يونين ۽ برطانيه) سان لڙائي ڪرڻ جوکم جو ڪم هو. ايتريقدر جو هٽلر کي سندس جنرلن پڻ چيو ته هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي جنگ ڪرڻ سان پاڻ قابي پونداسين. شايد پاڻ سان پهرين عالمي جنگ دوران ٻن محاذن تي وڙهڻ وارو ساڳيو حشر نه ٿئي. مطلب ته ان مان امڪاني نتيجو اهو ڪڍي سگهجي ٿو ته شايد هٽلر کي پڪ هئي ته برطانيه جرمني خلاف (اولهه واري ٻئي محاذ تي) جنگ نه ڪندو.

11. سڀ کان حيران ڪندڙ ڳالهه هي آهي ته جيڪڏهن سچ پچ هٽلر برطانيه کي شڪست ڏيڻ چاهي ها ته جرمني پنهنجي بحري فوج تي وڌيڪ ڌيان ڏئي ها جيڪو بلڪل نه ڏنو ويو. جنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته هو برطانيه سان حقيقي معنيٰ ۾ جنگ ڪرڻ ئي نٿي چاهي.[222]"

12. هڪڙو خيال هي به آهي ته فرانس جي ناڪامي ڪانپوءِ برطانيه

---

[221] The Other Side of the Hill, Liddle Hart, p, 250
[222] History of Second World War, Liddle Hart, p, 7

پنهنجو پاڻ کي بچائڻ لاءِ جرمني سان ڳجهه ڳوهه ۾ امن ڪرڻ لاءِ تياريون پئي ڪيون. رڊولف هيس Rudolf Hess (جيڪو هٽلر جو ڊپٽي هو) جو برطانيه ۾ لهڻ پڻ ان سلسلي جي ڪڙي سمجهيو وڃي ٿو. پر اهو به ڪافي نه هو. تنهنڪري برطانيه پنهنجن حڪمرانن ۽ جاسوس ادارن ذريعي انهن نازي اڳواڻن، جيڪي سوويت يونين سان جنگ ڪرڻ چاهين پيا، انهن جي همت افزائي ڪئي. ٻئين طرف، اهڙو تاثر پيدا ڪيو ويو جنهن مان جرمن اڳواڻن کي پڪ ٿئي ته جيڪڏهن جرمني سوويت يونين تي حملو ڪندو، ته پوءِ برطانيه امن لاءِ تيار ٿي ويندو.[223]

هوئن به ڪنهن ڏوهه کي ثابت ڪرڻ لاءِ مختلف قسم جون شاهديون گهربل هونديون آهن. مثال طور، ڪاغذي (Documentary)، نظري (Ocular) ۽ زباني (Oral) شاهدي/ثابتي وغيره پر انهن شاهدين ۾ هڪ ٻي اهم شاهدي به ٿيندي آهي جنهن کي واقعاتي ثبوت/شاهدي Circumstantial - Evidence) چيو وڃي ٿو. مٿي بيان ڪيل واقعن کي جيڪڏهن غور سان ڏسبو ته ڳجهارت پڌري ٿي پوندي. سمورن واقعن ۽ نقطن جي ڪڙين کي ڪڙين سان ملائي ڏسڻ سان ته عام نتيجو اهو نڪرندو ته اصل ۾ برطانيه ان جنگ کي ڀڙڪائڻ ۾ بنيادي ۽ اهم ڪردار ادا ڪيو ۽ هٽلر سان سندن ڳٺ جوڙ هو. مثال طور هٽلر کي ڇوٽ ڏيڻ، ميونخ ٺاهه، پولينڊ، فن لينڊ، ناروي، يونان ۽ يوگوسلاويا وٺ اڳرائي ڪري جرمني کي موقعو ڏيڻ ۽ وري پٺيءَ وڃڻ، سوويت آڇن کي رد ڪرڻ، ڪوڙي جنگ (Phony War)، ڊنڪرڪ تان واپسي، ڪريٽ ۾ اٽيوري فوج لاهي وري واپس ٿيڻ ۽ رڊولف هيس جو برطانيه ۾ جهاز ذريعي وڃڻ ۽ ٻئي طرف هٽلر طرفان اوچتو ڊنڪرڪ تي جرمن فوج کي بيهڻ جو حڪم ڪرڻ، بحري فوج نه لاهڻ، ٺاهه لاءِ ڳجهه ڳوهه ۾ ڪوششون ڪرڻ وغيره اهي سڀ واقعا ۽ عمل سڌي ريت ڪنهن لڪل ۽ اڻ اعلانيه اتحاد يا مشترڪ مقصد طرف چٽو اشارو ڪن ٿا. انهيءَ حوالي سان هرلڊ نڪولسن (برطانوي اڳواڻ) پنهنجي ڊائري ۾ پنهنجن حڪمرانن بابت هن ريت تبصرو ڪيو آهي ته ”برطانيه جا حڪمران طبقا فقط پنهنجي پاڻ لاءِ سوچين ٿا، جنهن جي معنيٰ اها ٿي ته اُهي ڳاڙهن (روس) سان نفرت

[223] History of British Secret Services, p, 277-79

ڪن ٿا. اهڙي ريت موجوده وقت ۾، هنن (برطانوي حڪمرانن) هٽرادو طور انتهائي زبردست نموني اسان (برطانيہ) ۽ هٽلر وچ ۾ سڀ ڪان اثرائتي ڳجهي رشتي ڪي جنم ڏنو آهي. اسانجي طبقاتي مفادن، پنهي پاسن ڪان، اسانجن قومي مفادن ڪي چيري ڦاڙي ڇڏيو آهي.“[224]

## وڏو مقصد: ”سوويت يونين کي دنيا جي نقشي تان مٽائي ڇڏينداسين“

ٻي عالمي جنگ جي بنيادي ڪارڻن (دنيا ڪي ٻيهر ورهائڻ ۽ سامراجي بالادستي قائم ڪرڻ) سان گڏوگڏ اهم ۽ وڏي ۾ وڏو مقصد ڪهڙو هو؟ گذريل ڏيڍ سئو سالن جي تاريخ جو جائزو وٺبو تہ معلوم ٿيندو تہ جيڪي بہ عوامي دوست انقلاب ۽ سوشلسٽ انقلاب آيا يا سوشلسٽ نظام قائم ٿيا سامراجي قوتن انهن کي ختم ڪرڻ لاءِ، پرامن توڙي پرتشدد، هر طرح جا طريقا ۽ حربا استعمال ڪيا. مثال طور، 1848 جا انقلاب ۽ پئرس ڪميون (1871) کي ڪچلڻ لاءِ جرمني، برطانيہ ۽ فرانس جي رجعت پرست حڪمرانن هڪٻئي جو ساٿ ڏنو. جڏهن سوويت يونين ۾ آڪٽوبر انقلاب آيو تڏهن بہ برطانيہ ۽ آمريڪا جي سرمائيدار حڪومتن بالشوڪ انقلاب کي ڪچلڻ لاءِ روسي رجعت پرستن جي مدد ڪئي.

روس ۾ آيل انقلاب ڪانپوءِ لينن جي سربراهي ۾ ٽين انٽرنيشنل جوڙي وئي، چين ۾ 1922ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي جو بنياد پيو، ٿوري عرصي اندر ڪجھ علائقن ۾ ڪميونسٽن پنهنجي حڪومت قائم ڪئي، ائين ڏسندي ڏسندي پوري يورپ ۽ دنيا جي ٻين ملڪن ۾ سوشلزم جو نعرو عام ٿي ويو. سوويت يونين، سوشلسٽ انقلاب جي ڪاميابي ڪانپوءِ، پوري دنيا جي پورهيتن لاءِ تمام وڏي اميد ۽ آسرو بڻجي بيٺو. پهرين ۽ ٻي عالمي جنگ جي وچ وارو عرصو پوري يورپ ۾ انتشار ۽ بحرانن جو دور هو. تنهنڪري ان دور جي سرمائيدارن ۽ سامراجي قوتن کي اچي خوف لڳو تہ ڪٿي سمورو يورپ بالشوڪ انقلاب جي وات نہ وڃي.

پهرين عالمي جنگ ۾ ٿيل تباهي جا نتيجا ڊير تائين ظاهر ٿيندا رهيا. هڪ طرف، روزگار جا موقعا گهٽجندا رهيا. مثال طور 1932ع ڌاري آمريڪا جا اٽڪل هڪ ڪروڙ ويھ لک (پورهيي لائق آبادي جو 24

[224] Diares & Letters 1930-39, Harold Nicolson, p. 339

سيڪڙو) ماڻهو بيروزگار هئا. جرمني ۾ اٽڪل 61 لک (پورهيي لائق آباديءَ جو 30 سيڪڙو) ۽ برطانيه ۾ 25 لک پورهيت بيروزگار هئا. ٻئي طرف، روزگار سان لڳل مزدورن جي حالت پڻ ابتر ٿيندي وئي. ان جي ردعمل ۾ يورپ جي مختلف ملڪن ۾ طاقتور ٽريڊ يونينس طرفان هڙتالون ڪيون ويون. برطانيه ۾ 1926ع ڌاري ڪاڻ صنعت جي مزدورن کان شروع ٿيل احتجاج ڪيترين ٻين شاخن جي هزارين مزدورن کي پڻ ان ۾ شامل ڪري ڇڏيو. جرمني جي رهر لوهه واري صنعت ۾ 1928ع ۾ هڙتال ڪئي وئي ۽ ساڳئي ريت، فرانس ۾ به پورهيتن جا احتجاج هلندڙ هئا.[225] اهي مزدور پنهنجي زندگيءَ جي معيار کي بهتر ڪرڻ جو مطالبو ڪري رهيا هئا.

پهرين عالمي جنگ سبب ٿيل تباهي ۽ قتل عام ڪانپوءِ يورپ اندر هڪڙو تاثر اهو به پيدا ٿيو ته پارلياماني جمهوري نظام مسئلن جو حل ناهي. ٻئي طرف، سوويت يونين جي وڌندڙ ترقي سبب اهو خيال ڏينهون ڏينهن مضبوط ٿيندو ويو ته "سوشلزم ئي ڇوٽڪارو ڏياري سگهي ٿي." اهوئي سبب هو جو جرمني، اٽلي، آسٽريا، فرانس، برطانيه ۽ آمريڪا جهڙن ملڪن ۾ به سوشلسٽ تحريڪون زور وٺڻ لڳيون. ايتريقدر جو، هٽلر جهڙو ڪميونسٽ دشمن ۽ نسل پرست به پاڻ کي "سوشلزم جي چوغي" ۾ پيش ڪرڻ تي مجبور ٿيو. (نازي ازم جو اصطلاح اصل ۾ ٻن لفظن "نيشنل سوشلزم" جو مختصر اظهار هو.) برطانيه ۾ به انگريز عوام کي حقيقي انقلابي واٽ تان ڦيرائڻ ۽ گمراهه ڪرڻ لاءِ ليبر پارٽي جنم ورتو. ٻيو ته ٺهيو پر آمريڪي صدر روزويلٽ لاءِ پڻ مشهور ڪيو ويو ته "هي ڪميونسٽ آهي."

سائنسي سوشلزم جي باني ڪارل مارڪس جي ملڪ جرمني ۾ 1930ع ڌاري جرمن ڪميونسٽ پارٽي جي اٽڪل اڍائي لک ميمبرشپ هئي، وٽس 27 اخبارون ۽ 87 تنظيمون هيون. هٽلر جي اقتدار ۾ اچڻ کان هڪ سال اڳ (1932) ڪميونسٽن تي 12 مهينن ۾ اٽڪل 111 غداري جا ڪيس داخل ٿيا.[226] نومبر 1932ع ڌاري ڪميونسٽ پارٽي آف جرمني وٽ پارليامينٽ ۾ اٽڪل 100 سيٽون هيون، ڪميونسٽن جي وڌندڙ اثر کي

---

[225] Europe In The Era of Two World Wars By Volker R. Berghahn (Princeton University Press) p, 66

[226] Codeward: Direktor, Heinz Huhne, p, 17-18

ڏسي جرمني جي مڊل ڪلاس ۽ سرمائيدار طبقي ڪي اچي ڊپ لڳو تہ اسان سان بہ روسي سرمائيدارن جهڙو حشر نہ ٿئي. انهيءَ ڊپ سبب هنن هٽلر جهڙي فاشسٽ جو ساٿ ڏنو. هٽلر اقتدار ۾ اچڻ کان چار مهينا پوءِ (مئي 1933) اٽڪل هڪ لک ڪميونسٽ، سوشل ڊيموڪريٽس ۽ مزدور اڳواڻن کي جرمني جي مختلف جيلن ۾ قيد ڪيو.[227] عالمي ڪميونسٽ تحريڪ جي وڌندڙ اثر کي ڏسي دنيا جي سمورين سامراجي قوتن (بئنڪارن، هٿيار ٺاهيندڙن، فوجي جنرلن ۽ سياستدانن وغيره) گڏجي بين الاقوامي سطح تي بالشوڪ انقلاب جي پوت مان جان ڇڏائڻ لاءِ هر ممڪن ڪوششون ڪيون. ان لاءِ چين ۾ چيانگ ڪائي شيڪ، اٽلي ۾ فاشزم جي باني مسوليني، جرمني ۾ نازي ازم جي صورت ۾ هٽلر، اسپين ۾ فرانڪو ۽ جاپان ۾ فوجي آمرن جي پس پرده دنيا جي سامراجين، جاگيردارن، بادشاهن ۽ سردارن، پنڊتن، پادرين ۽ بين الاقوامي رجعت پرستن گڏجي سوشلزم خلاف اعلان جنگ ڪيو. ان حوالي سان لينن، گهڻو وقت اڳ، لکيو هو تہ "ابتدائي طور سوشلزم جي هڪ يا هڪ کان وڌيڪ ملڪن ۾ فتح، نہ صرف ڇڙگن کي اپاريندي پر ٻين ملڪن جي سرمائيدارن طرفان سڌي ريت حملو ڪري سوشلسٽ رياست جي فاتح پورهيتن کي ڪچلڻ جي ڪوشش کي پڻ جنم ڏيندي. اهڙين حالتن ۾ اسان طرفان ڪئي ويندڙ جنگ جائز ۽ منصفاڻي جنگ هوندي. جيڪا سرمائيدارن کان ٻين ملڪن جي آزادي ۽ سوشلزم لاءِ هوندي."[228]
جيتوڻيڪ ٻي عالمي جنگ ۾ دنيا جي ڪيترن ئي ملڪن سڌي ۽ اڻسڌي ريت حصو ورتو، ظاهري طور تي تہ اها جنگ ٻن بلاڪن جي وچ ۾ جنگ هئي، جنهن ۾ هڪڙي پاسي جرمني، اٽلي ۽ جاپان (جن کي Axis سڏيو ويو) هئا؛ تہ ٻئي پاسي سوويت يونين، برطانيہ ۽ آمريڪا هئا (جڏهن تہ فرانس شڪست کائي چڪو هو.) ٻي عالمي جنگ جا مکيہ طور تي ٽي جنگي زون هئا، جن ۾ آفريڪا، اوپر ايشيا ۽ يورپ جا جنگي زون اهم هئا. پر جيڪڏهن حقيقتن جي ڇنڊڇاڻ ڪجي ۽ حقيقتن جي تہ تائين وڃجي تہ خبر پوندي تہ اها جنگ بنيادي طور سوويت يونين ۽ جرمني جي وچ ۾ هئي، مطلب تہ فاشزم ۽ سوشلزم جي وچ ۾ ويڙهہ هئي. ان حوالي سان، هٽلر 1925 ۾ پنهنجي ڪتاب "منهنجي جدوجهد" ۾ چٽي ريت لکيو

[227] The Third Reich in Power, by Richard J. Evans, p, 9-12
[228] V. I. Lenin, Collected Works, Vol 23, p, 79

تہ "سمنڊ تي انگريزن جي بالادستي آهي. فقط فرانس ۽ روس، جرمني جي ترقي آڏو رڪاوٽ آهن ۽ ان جي مخالفت ڪن ٿا." (صفحو: 525). "اڄ جڏهن اسين يورپ ۾ نئين علائقي (قبضي لاءِ) جي ڳالهہ ڪريون ٿا، تہ پوءِ اسانکي مکيہ طور تي روس ۽ ان جي سرحدي رياستن بابت سوچڻ گهرجي." (صفحو: 556) "روس بالشوازم حوالي ٿيڻ سان، روسي عوام جي قسمت تي ڏاڍو لڳو آهي." (صفحو: 558)

ٻي عالمي جنگ، بنيادي طور تي، سوويت يونين ۽ نازي جرمني جي وچ ۾ جنگ هئي ان حقيقت کي سمجهڻ لاءِ دليل هيٺ ڏجن ٿا:

1. اٽڪل 7 ڪروڙ انسان ٻي عالمي جنگ ۾ موت جو ڪاڄ بڻيا، پر جيڪڏهن هر هڪ ملڪ جي ماڻهن جي موت جو تعداد معلوم ڪيو وڃي تہ خبر پوندي تہ سڀ کان گهڻا ماڻهو سوويت يونين ۽ چين جا (اٽڪل ساڍا چار ڪروڙ) ۽ ٻئي نمبر تي جرمني ۽ اٽلي جا (اٽڪل هڪ ڪروڙ 28 لک) ماڻهو جنگ دوران موت جو شڪار ٿيا. باقي برطانيہ، آمريڪا ۽ فرانس سميت ڪيترن ئي ملڪن جي (اٽڪل هڪ ڪروڙ ۽ ڪجهہ لک) فوجين ۽ شهرين موت جو منهن ڏٺو. يعني سوويت يونين، چين، جرمني ۽ اٽلي (زخمين، يتيمن ۽ بيواهن ۽ ملڪيتن جي تباهين کان علاوه) ٻي عالمي جنگ دوران فقط موت جي شڪار ٿيل ماڻهن ۾ 80 کان 85 سيڪڙو، جڏهن تہ برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪا فقط 15 کان 20 سيڪڙو تباهي جو منهن ڏٺو.
2. سوويت يونين خلاف سڌي ريت جرمني طرفان حملي کان اڳ ۾ ئي ٻئي طرف کان جاپان سامراج طرفان اڳرائي ڪئي وئي. 1931 ۾، جاپان پنهنجي فوج منچوريا ۾ لاٿي ۽ ان کي ڪالوني بڻائي چين تي قبضي ڪرڻ ۽ اڳتي هلي سوويت يونين خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ ميدان تيار ڪيو. جيتوڻيڪ جاپان ۽ سوويت يونين وچ ۾ لڙائي ٿي، ۽ جنهن سبب ڪيتري عرصي تائين سوويت يونين پنهنجون فوجون انهن علائقن ۾ رکڻ تي مجبور ٿيو. (مطلب تہ سوويت يونين هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي ٻن سامراجي قوتن خلاف وڙهہ ڪئي.)
3. جنگ جي ابتدائي اڳرائي جرمني طرفان ڪئي وئي ۽ سوويت يونين خلاف جنگ ۾ اٽلي، رومانيہ، هنگري ان جا اتحادي شامل هئا، پر جرمني کي ابتدائي ۽ اهم جنگي شڪست اڪيلي سر سوويت يونين ڏني. ان ۾ برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪا جو ڪو ڪردار نہ هو.

4. نازي جرمني جيڪو پولينڊ، هاليند، بيلجيم، ناروي، فرانس، يونان، يوگوسلاويا وغيره کي ٻري شڪست ڏئي فتح ڪري چڪو هو ۽ خود برطانيه تي به حملا ڪري چڪو هو، ۽ پوري دنيا تي جرمني جي بجلي وانگر فتح حاصل ڪرڻ واري حڪمت عملي جو ڏاڪو چمي چڪو هو، پر ان کي پهريون ڀيرو ماسڪو جي محاذ تي سوويت يونين پوئتي هٽڻ تي مجبور ڪيو ۽ پوءِ اسٽالن گراڊ جي محاذ تي جنگي حوالي سان شڪست ڏئي سوويت يونين اهو ثابت ڪيو ته جرمني کي به شڪست ڏئي سگهجي ٿي.
5. جيتوڻيڪ جنگ ۾ برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جو به ڪردار هو ۽ انهن ملڪن طرفان دعوا به ڪئي ويندي آهي ته جرمني کي شڪست ڏيڻ ۾ اهم ڪردار اسان ادا ڪيو. چيو وڃي ٿو ته جيڪڏهن برطانيه ۽ آمريڪا طرفان جرمني خلاف ٻيو محاذ نه کوليو وڃي ها ته شايد جرمني کي شڪست نه اچي ها! حقيقت هي آهي ته برطانيه ۽ آمريڪا طرفان اولهه يورپ ۾ جرمني خلاف ٻيو محاذ کولڻ جي باقاعده ابتدا نارمنڊي (Normandy) کان ڪئي وئي جيڪا 6 جون 1944 تي ڪئي وئي جڏهن ته ان کان اڳ وارو سمورو عرصو اڪيلو سوويت يونين ئي جرمني خلاف وڙهندو رهيو.
6. حقيقت هي به آهي ته سوويت 6 جون 1944 تائين ته صرف پنهنجا علائقا نازي فوجن کان آجا ڪرائي چڪي هئي پر ٻين قبضي هيٺ آيل ملڪن کي نجات ڏيارڻ لاءِ ويڙهه جي تياري ڪري رهي هئي. سوويت يونين جي وڌندڙ ڪاميابي کي ڏسي ڪين (برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس کي) ڊپ ورتو ته متان اسان کان اڳ ڳاڙهي فوج نه يورپ کي فتح ڪري وٺي. ان ڊپ سبب اتحادين (برطانيه ۽ آمريڪا وغيره) نارمنڊي ۾ فوج لاهي جرمني خلاف ٻيو محاذ کوليو. (مطلب ته ان کان اڳ اتحادي (برطانيه ۽ آمريڪا) اهو انتظار ڪندا رهيا ته ڪيڏي مهل ٿو جرمني سوويت يونين کي شڪست ڏئي! برطانيه ۽ آمريڪا جا حڪمران ان لڙائي لاءِ ڪيترا سنجيده هئا ان جو اندازو جنرل آئزن هاوور بيان مان به لڳائي سگهجي ٿو. ان لڙائي لاءِ ڪيتري عرصي کان فوجون تيار ٿيو ويٺيون هيون پر هي همراهه تيار ٿي نه پئي ٿيا. ان حوالي سان آئزن هاوور لکيو ته "هيترين سارين مکيه ڳالهين سان منهن ڏئي، آءُ ته بلڪل ٿڪجي پيو آهيان. خدا جي

واسطي، تون انهن کي ڀڏاءِ، تہ جيڪڏهن اهي گڏجي نہ ٿا سگهن ۽ ٻارن وانگر وڙهڻ بند نہ ٿا ڪري سگهن، تہ آءٌ وزيراعظم کي چوندس تہ هن لعنتي جنگ ڪرڻ لاءِ ڪو ٻيو ماڻهو هٿ ڪري. آءٌ هٿ ڪڍي ويندس."[229]

7. ٻي عالمي جنگ جو ڏکيو ۾ ڏکيو ۽ ڏکي ۾ ڏکيو محاذ سوويت_جرمن محاذ هو ۽ اها مکيہ جاءِ هئي جتي وڏيون لڙائيون ۽ شديد ترين ويڙهہ ٿي جيڪا مسلسل ٽي سال هلندي رهي. جڏهن تہ جرمني طرفان برطانيہ سان فقط ڪجهہ مهينا، وقفن وقفن سان، فضائي جنگ ڪئي وئي. باقي وڏو عرصو برطانيہ سان آفريڪا جي ميدانن ۾ ۽ جاپان سان سنگاپور وغيره ۾ جنگ ٿيندي رهي. مطلب تہ جرمني ۽ برطانيہ جي وچ ۾ سڌو زميني محاذ هيو ئي ڪونہ. ساڳئي ريت، آمريڪا فقط پرل هاربر ڪانسواءِ سمورو عرصو پنهنجي ملڪ جي سرحدن ڪان تمام گهڻو پري وڙهندو رهيو.

8. جرمني جي ڪل فوج مان 70 سيڪڙو فوج سوويت يونين ۽ نازي جرمني واري جنگي محاذ تي استعمال ڪئي وئي. مطلب تہ هٽلري فوج جي ڇئن فوجين مان هر ٻي فوجي اوير واري محاذ تي وڙهيا. باقي ٿوري فوج برطانيہ سان آفريڪا جي ريگستاني پٽن ۾ وڙهندي رهي.

9. جيتوڻيڪ، هٽلر پوري دنيا کي فتح ڪرڻ جون تقريرون ڪندو رهيو، برطانيہ ۽ آمريڪا کي تباهہ ڪرڻ جون ڌمڪيون بہ ڏيندو رهيو (جيڪي ناٽڪي لباڙن ڪانسواءِ ڪجهہ بہ نہ هيون). جڏهن تہ هٽلري درندن جو سچو دپاءُ فقط ئي فقط سوويت يونين مٿان هو. نازي جرمني سوويت يونين سان ڪهڙا حال ڪيا ۽ ڪرڻ چاهيا پئي ان جو درست اظهار هٽلر طرفان پنهنجن ڪمانڊرن جي ڪانفرنس ۾ ڪين ڏنل حڪم ۾ ڪيو آهي جنهن ۾ هٽلر چيو تہ "اسان لاءِ روسي فوج کي ڪچلڻ ۽ لينن گراڊ، ماسڪو ۽ ڪاڪاسس تي قبضو ڪرڻ ڪافي نہ آهي. اسين ان ملڪ کي ڌرتي جي نقشي تان ئي مٽائي ڇڏينداسين ۽ سندس ماڻهن کي تباهہ ڪري ڇڏينداسين."[230]

[229] War between Generals By David Irving, p, 81
[230] Marxism on War, p, 149

متي بيان ڪيل نقطن مثال طور: سوويت يونين طرفان پوڳيل موت ۽ ملڪيتن جي تباهي جي شرح، سوويت يونين خلاف جرمني جي ستر سيڪڙو فوج جو استعمال، ڏکهو ۾ ڏکهو زميني محاذ ۽ مسلسل ٽن سالن تائين ٽيندڙ شديد ويڙهه، اڪيلي سوويت يونين جي مقابلي ۾ جاپان، جرمني، اٽلي، رومانيه، هنگري ۽ ٻين ملڪن جون فوجون، برطانيه ۽ آمريڪا طرفان وڏي مدد نه ڪرڻ ۽ هٽلر جا اصل مقصد ثابت ڪن ٿا ته ٻي عالمي جنگ جو وڏو مقصد سوويت يونين کي تباهه ڪرڻ هو. پر ان باوجود سوويت يونين طرفان جرمني کي ٻي عالمي جنگ جي مختلف لڙائين ۾ پهرين وڏي شڪست ڏيڻ ۽ اڳتي هلي فيصلائتا ڌڪ (اسٽالن گراڊ، ڪرسڪ، لينن گراڊ جون لڙائيون) هٽي نازي جرمني جي چيلهه ڇپي ڪرڻ ذريعي ثابت ڪيو ته انهن سمورن ڏيائن ۽ تباهين باوجود ابتدائي طور تي فقط سوويت يونين ئي هو، جنهن نازي فاشسٽ درندن کي شڪست ڏئي پوري دنيا جي امن پسند انسانن جي زندگين کي بچائي ورتو.

## ”ٻين لاءِ ڪڏ کوٽڻ“

1941ع تي آمريڪي صدر روزويلٽ سان گڏجي برطانوي وزيراعظم ونسٽن چرچل رسمي طور اتحادي ڌرين جي جنگ جي مقصدن جو پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن کي ”ائٽلانٽڪ چارٽر“ طور مشهور ڪيو ويو. جنهن ۾ آمريڪا ۽ برطانيه اعلان ڪيو ته ”واسطيدار عوام جي خواهشن جي آزاد اظهار ڪانسواءِ ڪي به علائقائي (جاگرافيائي) تبديليون نه ڪيون ويندين.“ ان قسم جي آزاد ۽ خودمختيار حڪومتن جا واعدا کوکلي پروپيگنڊا هئا. ڇاڪاڻ ته برطانيه، جنگ جي ابتدا وقت، تاريخ جي سڀ کان وڏي ڪالونيل سلطنت مٿان حڪومت پئي ڪئي. لڪين انسانن کي سندن خواهشن جي خلاف غلام بڻايو ويئي هئي. ان وسيع سلطنت ۾ موجوده انڊيا، (موجوده پاڪستان ۽ بنگلاديش) ملائيشيا، نائجيريا، گهانا، ڪينيا، يوگينڊا، عراق، شام، فلسطين، ڪويت، اومان ۽ ڏکڻ آفريڪا جا ملڪ شامل هئا. چرچل چيو ته ”عيسائي تهذيب جو بچاءُ هن لڙائي (ٻي عالمي جنگ) تي منحصر آهي. اسانجي برطانوي زندگي ۽ اسانجا ادارا ۽ اسانجي سلطنت به ان تي دارومدار رکي ٿي.“ اهي لفظ اڄ ڪيترا نه عجيب لڳن ٿا. توڻي

جو، برطانيه "ڪامياب" ٿيو، يا جنگ ۾ سوڀ ماڻيندڙ ڌر جي پاسي هو. پر اها طاقتور سلطنت تاريخ ۾ غائب ٿي وئي.

ٻي عالمي جنگ کان اڳ برطانوي سلطنت طرفان قبضو ڪيل علائقا

اڄ ڪوبه برطانوي اڳواڻ برطانوي سامراجيت جي ظلم، آفريڪا ۽ ايشيا ۾ لکين انسانن مٿان بينيڪتي استحصالي نظام کي برقرار



رکڻ لاءِ ڪيل قتل عام ۽ بمباري واري داستان جو دفاع ڪرڻ جي همت نہ ڪندو.

1922ع ڌاري برطانيہ جي سلطنت اٽڪل 458 ملين انسانن مٿان حڪومت ڪندي هئي[231] ۽ اٽڪل هڪ ڪروڙ ٽيہ لک چورس ميل جي علائقي تي ڦهليل هئي جيڪو ڌرتي جي ڪل زمين جو چوٿون حصو ٿيندو.[232] جنهن لاءِ مشهور هو تہ "برطانوي سلطنت تان سج ڪڏهن بہ نہ لهندو آهي."

برطانوي سلطنت کانپوءِ ٻئي نمبر تي وڏي ۾ وڏي ايراضي تي قابض فرانسيسي سلطنت هئي. 1920ع کان 1930ع واري ڏهاڪي ۾ فرانس جي سلطنت 47 لک، 67 هزار چورس ميلن تائين پکڙيل هئي، جيڪو علائقو ڌرتي جو 8.6 سيڪڙو حصو ٿئي ٿو.




[231] Maddison, Angus (2001). The World Economy: A Millennial Perspective. Organisation for Economic Co-operation and Development. pp. 98, 242.
[232] Ferguson, Niall (2004). Colossus: The Price of America's Empire. Penguin. p. 15.

ونسٽن چرچل (برطانوي وزيراعظم) ٻي عالمي جنگ بابت لکيل پنهنجي ڪتاب جو (Theme) عنوان هنن لفظن ۾ لکيو "انگريزن پنهنجي بي عقلي، لاپرواهي ۽ سني طبعيت سبب عيار ماڻهن کي هٿياربند ٿيڻ جي اجازت ڪيئن ڏني؟"[233] مطلب ته چرپائپ ڪري انگريز حڪمرانن پنهنجي سموري سلطنت وڃائي ڇڏي.

اسان وٽ عام چوڻي آهي ته "جيڪو پين لاءِ کڏون کوٽيندو اهو پاڻ ان کڏ ۾ ڪرندو" حقيقت ۾، جيڪڏهن جنگ کان پهريائين ۽ ان جي ابتدا واري صورتحال ۽ جنگ کانپوءِ واري صورتحال جو جائزو وٺجي ته معلوم ٿيندو ته برطانيه ۽ فرانس جيڪا کڏ ٻين لاءِ کوٽي هئي، اُهي پاڻ ان کڏ ۾ ڪريا. جنگ کان اڳ ۽ ان دوران سامراجي ملڪن جا مقصد ڪجهه هن ريت هئا:

(1) سڀ کان اهم خواهش: سوويت يونين کي پنجو ڏيڻ

(2) پولينڊ جي مدد ڪرڻ ته جيئن اهو سوويت يونين جي اثر کان آزاد هجي ۽ هنن جو پانهن ٻيلي ٿي ڪم ڪري.

(3) هٽلر کي ڪمزور ڪرڻ کانپوءِ جرمني کي پنهنجو تابعدار بڻائڻ

(4) پنهنجين شهنشاہتن کي برقرار رکڻ ۽ وڌيڪ علائقن تي قبضا ڪرڻ وغيره.

پر جيڪڏهن جنگ دوران ۽ جنگ کانپوءِ واري تاريخ تي نظر ڦيرائبي ته برطانيه ۽ فرانس پنهنجي ڪنهن به مقصد ۾ ڪامياب ته نه ٿيا پر الٽو پاڻ "ٻين لاءِ کوٽيل کڏ" ۾ اچي ڪري پيا. ڇاڪاڻ ته ٻي عالمي جنگ ۾

(1) فرانس کي جرمني بري شڪست ڏني

(2) برطانيه جنهن جي سلطنت مٿان سج نه لهندو هو ان جو عالمي محل ڏسندي ڏسندي پٽ پري پيو. ٻي عالمي جنگ کانپوءِ برطانوي سلطنت جو ڏيوالو نڪري ويو، 1946ع ۾ آمريڪا کان 3.5 ارب ڊالر قرض ورتائون جنهن سبب ڪيس ٽيڪو ۽ سهارو مليو اُن قرض جي آخري قسط 2006ع ۾ ادا ڪئي وئي.[234]

(3) جرمني جي نااهيل عارضي سلطنت کي شڪست ملي

(4) باقي معاملو سوويت يونين کي ناڪام بڻائڻ جو هو پر سوويت يونين جيڪو جنگ کان اڳ صرف ڪجهه علائقن تائين محدود هو

[233] Second World War, Churchill, p, 11
[234] What's a little debt between friends?". BBC News. 10 May 2006.

ان پوري اوڀر يورپ ۽ ايتريقدر جو جرمني جي اڌ علائقي کي فتح ڪري ورتو.

(5) ٻي اهم ڳالهه ته چين جهڙي عظيم ملڪ ۾ جنگ جي خاتمي کانپوءِ ۽ چوٿين سال سوشلسٽ انقلاب برپا ٿيو.

جيتوڻيڪ، برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا سمورين سازشن باوجود پنهنجي وڏي ۾ وڏي مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا. ان جو وڏو سبب سوويت يونين جو سوشلسٽ رياستي ڍانچو، قابل قيادت ۽ سرخ فوج هئي، جن نه صرف سوويت يونين کي بچايو ۽ فاشسٽ جرمني کي بري شڪست ڏني پر ٻين ملڪن کي به آزادي ڏياري ۽ سامراجي ملڪن جهڙوڪ برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا جي منافقت، مڪاري ۽ عياري کي اگهاڙو ڪري ڪين شڪست پڻ ڏني.

## نتيجو: سوشلزم ۽ فاشزم ۾ لڙائي

اينجلس لکيو ته "تاريخ سڀ کان وڌيڪ بي رحم ۽ سفاڪ رهي آهي ۽ نه صرف جنگن ۾ پر "پرامن" اقتصادي واڌاري دوران پڻ تاريخ پنهنجي ڪامياب گاڏي جو سفر انساني لاشن جي ڍيرن تان گذري طئي ڪيو آهي."
وسيع تناظر ۾ ڏسجي ته 1931ع ۽ 1939ع ۾ جنگ جي اڳرائي ڪندڙن ۽ انهن جي مدد ڪندڙن ۽ انهن کي ريجهائيندڙن نه رڳو سوشلزم پر جمهوريت، پارلياماني نظام، تجارت ۽ آزاد فڪر، قوم پرستي، انسانيت، سائنس ۽ سمورين انساني فضليتن سميت 19 صدي جي سموري تهذيب تي حملو ڪيو. منافعو ۽ طاقت وڌائڻ لاءِ فوجي جنرلن، صنعتڪارن، سرمائيدارن، جاگيردارن ۽ سياسي ذهني مريضن ڪروڙين ماڻهن (فوجين توڙي شهرين) جي هجومن کي بي عقل وحشي بنائي قتل عام ڪرايو.
سامراج جو دنيا جهان، دين، ايمان ۽ خدا به منافعو ۽ پيسو هجي ٿو ۽ ان جو هر عمل (پرامن کان پرتشدد تائين) بنيادي طرح ناجائز منافعي حاصل ڪرڻ لاءِ هجي ٿو، ان جون خير خيراتون ۽ چڱايون پڻ ان ناجائز منافعي کي لڪائڻ ۽ ڍڪڻ (مطلب ته ان کي جائز بنائڻ لاءِ) هجن ٿيون. عالمي سامراج هن دنيا کي هڪ عالمي مارڪيٽ سمجهي ٿو، جنهن ۾ مختلف طريقن سان ڪاروبار ڪري ٿو ۽ ايتري حد تائين جو جنگ کي به ڪاروبار ئي سمجهي ٿو پر ڪنهن ملڪ تي ابتدائي طور سڌو حملو ڪرڻ (جنگ) مشڪل ڪم آهي ۽ نتيجي طور ان عالمي مارڪيٽ ۾

سامراج پهريائين اقتصادي ڦرلٽ ڪري ٿو ۽ ان ڪانپوءِ سياسي بالادستي، ان ڪانپوءِ اخلاقي برتري ۽ اهڙي طرح ٻين طريقن سان منافعي بخش ڌنڌا ڪري ٿو ۽ انهن ڌنڌن ۾ جيڪڏهن ڪا رڪاوٽ آئي يا ٻاڙائي ٿي ته پوءِ جنگي حملا به ڪري ۽ ڪرائي ٿو.

جيتري قدر هٿيارن جي ڪاروبار ڪندڙن جو تعلق آهي ته دنيا جي ڪاروهنوار ۾ انتهائي خطرناڪ عنصر، هجن ٿا اهي امن جي رستا روڪ ڪن ٿا ۽ جنگ ڪي هٿي ڏيارين ٿا. پر بنيادي خرابي هٿيارن جوڻ ڪاروبار ڪندڙن ۾ نه ٿي هجي ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن هٿيارن جي صنعت جديد تهذيب جي جسم ۾ هڪ ڪينسر آهي ته اها خود ان جسم جي غيرصحتمند حالت جو نتيجو آهي.

مٿين سمورين حقيقتن ڪي ڏسڻ ڪانپوءِ اهو صاف ظاهر ٿي وڃي ٿو ته ٻي عالمي جنگ ڪنهن اتفاق سبب نه لڳي هئي پر سوچيل سمجهيل سازش جو نتيجو هئي، (1) فقط ڪنهن هڪ ٻن فردن (هٽلر ۽ مسوليني وغيره) جي ذهني فتورن سبب نه لڳي هئي پر ڪجهه فردن ۽ حاڪم ٽولن (روزويلٽ، چيمبرلين، چرچل وغيره) جي ڪري لڳي هئي، (2) فقط ڪو ڊينزگ جهڙو شهر نه ملڻ سبب نه لڳي هئي پر پوري يورپ ۽ خاص ڪري سوويت يونين ۽ چين ڪي هڙپ ڪرڻ لاءِ لڳي هئي، (3) هيءَ به ٿي ڪروڙ فوجين جي وچ ۾ تيل ويڙهه نه هئي پر اربين انسانن جي حال ۽ مستقبل جي جنگ هئي، (4) هيءَ فقط بمن، گولن ۽ توبن جي وچ ۾ جنگ نه هئي. پر حق ۽ ناحق، سچ ۽ ڪوڙ جي وچ ۾ جنگ هئي. جيتوڻيڪ، ان سموري ڊرامي جا ڪيترا ڪردار ۽ واقعا اتفاقي به هئا پر ان جا ڊائريڪٽر اتفاقي نه هئا ۽ سندن بنيادي مقصد اتفاقي نه هئا. (5) هي جنگ فقط بئنڪارن جي نه هئي، (6) هي جنگ فقط هٿيارن جو ڪاروبار ڪندڙن جي نه هئي، هي جنگ فقط رجعت پرست سياستدانن جي نه هئي، هي جنگ فقط جنرلن جي به نه هئي، پر هيءَ جنگ انهن سڀني جي هئي جيڪي ان انسان دشمن سماجي نظام "عالمي سامراج" (جنهن جا ڪيترائي روپ آهن: مثال طور اجارادار ۽ غيراجارادار سرمائيداريت، فوجي آمريت، فاشزم ۽ نازي ازم وغيره) طرفان انسان دوست ۽ پورهيت دوست سماجي نظام (سوشلزم) مٿان ڪاهه هئي، (7) پر ان جو مطلب اهو ناهي ته هيءَ جنگ فقط ٻن نظرين (سوشلزم ۽ فاشزم) جي وچ ۾ جنگ هئي. (ڇاڪاڻ ته نظرياتي جنگ جو

عام تاثر ائين پيش ڪيو ويندو آهي ڄڻ تہ "فقط سوچ ۽ ذهنن ۾ اختلاف آهن ۽ سماجي مادي حالتن ۾ ڪوبہ ٽڪراءُ ناهي". پر هتي سوشلزم ۽ فاشزم مان مراد اهي مخصوص تاريخي، معاشي، سماجي ۽ سياسي مفاد (جن جو نظرياتي اظهار سوشلزم ۽ فاشزم جي صورت ۾ ڪيو وڃي ٿو.) انهن جي وچ ۾ جنگ هئي. هڪڙي نظريي ظالم ۽ ٻئي نظريي مظلوم جي نمائندگي ڪئي. هي ذاتي ملڪيت ۽ سماجي ملڪيت جي وچ ۾ ويڙهہ هئي، هيءَ برابري ۽ اڻبرابري جي وچ ۾ جنگ هئي، هيءَ رٿابنديءَ واري اقتصاديات ۽ هڪ هٿيءَ واري آزاد ڦرلٽ ڪرڻ واري اقتصاديات جي وچ ۾ جنگ هئي، هيءَ ڦريندڙ ۽ ڦرجندڙ جي طبقاتي مفادن جي جنگ هئي ۽ هيءَ غلامي، جبر ۽ ڏاڍ ۽ امن، ڀائيچاري ۽ آزاديءَ جي وچ ۾ جنگ هئي.

## انصاف جي عالمي عدالت ۾ يو اين او ڪيڏانهن ويا؟

هن وقت بہ، مغربي ميڊيا ۽ ٽي وي چينلن تي هلندڙ ڊاڪومينٽريز ۾ اڪثر ڪري، سوويت يونين ۽ چين ۾ ٿيل تباهين جو ذڪر وڏي ڌام ڌوم سان ڪيو ويندو آهي. افغانستان تي سوويت يونين جو حملو هجي، يا چچينيا ۾ ٿيندڙ ويڙهہ، نائن اليون جو واقعو هجي يا عراق ۾ صدام جو ظلم، طالبان، القائده يا ايران طرفان ائٽمي ٽيڪنالوجي حاصل ڪرڻ جو ذڪر هجي، مغربي ميڊيا سڄو ڏينهن ڊنڍورو پٽيندي آهي. ايتريقدر جو، هٽلر ۽ اسٽالن کي هڪجهڙو ڪري پيش ڪيو ويندو آهي. پر ڪير بہ چمبرلين، ونسٽن چرچل ۽ روزويلٽ جهڙن عيار ۽ سفاڪ حڪمرانن تي آڱر بہ کڻڻ لاءِ تيار ناهي! ٻي عالمي جنگ تي ڪيتريون ئي فلمون ٺهيل آهن. جن مان ڪجهہ نازين طرفان يهودين سان ڪيل ظلم جي داستان تي (Diary of Anne Frank, The Pianist, Grey Zone) جهڙيون فلمون ٺهيل آهن. تازو ٺهيل فلم "ڊريسڊن" (Dresden) ۾ ڏيکاريو ويو آهي، تہ جرمني جي شهر ڊريسڊن کي 1945ع ۾ برطانيہ جي بمبار جهازن ڪيئن تباهہ ڪيو. پر برطانيہ ائين ڇو ڪيو؟ اهو الزام پڻ سوويت يونين تي هنيو اٿن. فلم ۾ ڏيکاريو ويو آهي تہ برطانيہ جي حڪمرانن اسٽالن جي مطالبي کي پورو ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي ڊريسڊن شهر تي بمباري ڪئي! مطلب تہ هنن ملائڪن جو ڪوبہ ارادو ڪونہ هو!

افسوس هي بہ آهي تہ ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۽ دوران هيڏا هاڃا

ڪرائيندڙن، ڪروڙين انسانن جو قتل ڪرائيندڙن، ڪروڙين انسانن کي لولولنگڙو ۽ اپاهج بنائيندڙن، ڪروڙين ٻارن کي يتيم بنائيندڙن، ڪروڙين عورتن کي بيواھ ۽ رسوا ڪرائيندڙن، ڪروڙين انسانن کي بي گهر، بيروزگار، بک ۽ بيمارين جو شڪار بنائيندڙن، ڳوٺن جا ڳوٺ ۽ شهرن جا شهر باھ ۽ بارود ۾ ساڙيندڙن، ڪروڙين انسانن جي محنتن ۽ ڪشالن کي رک جو ڍير بنائيندڙن، ڪروڙين انسانن جي خوابن، خواهشن ۽ امنگن جو قتل ڪرائيندڙن، انساني تاريخ جي ترقيءَ جي رفتار کي پوئتي ڦيرو ڏياريندڙن، نسلي متڀيد ۽ نفرتن جو ٻج ڇٽيندڙن کي اڄا تائين سزا نہ ملي آهي! ۽ اڄ ڏينهن تائين دنيا انهن تباهين جا اثر ڀوڳي رهي آهي. پر انصاف جي عالمي عدالت ڪٿي آهي؟ عالمي عدل چو خاموش آهي؟ يو ايس او انهن ڏوهارين کي سزا ڇو نٿو ڏياري؟ جيڪڏهن هن وقت ائٽمي ٽيڪنالوجي ڦهلائيندڙن بابت يو ايس اي کي ايتري ڳڻتي آهي تہ پوءِ يو ايس اي هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرائيندڙن تي ڇو خاموش آهي؟ جيڪڏهن جرمن جنرلن خلاف ڪيس هلي سگهي ٿو ۽ کين سزا ملي سگهي ٿي تہ پوءِ برطانوي، آمريڪي ۽ فرانسيسي جنرلن ۽ حڪمرانن کي سزا ڇو نٿي ملي سگهي؟

## باب ٽيون

# سوويت_جرمن جنگ کان اڳ

### مختصر عرصي، ٿورڙي طاقت ۽ تيزي سان وڏين قوتن کي شڪست!

فاشسٽ جرمني، آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا تي بنا ڪنهن مزاحمت جي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ، ٻي مهاياري جنگ جي باقائده ابتدا پولينڊ تي حملي سان ڪئي جيڪو 1 سيپٽمبر 1939 تي شروع ٿيو ۽ جرمن فوجن 17 سيپٽمبر تائين بريسٽ (اڄ پولينڊ) تي قبضو ڪري ورتو، جڏهن ته هڪ ٻن علائقن ۾ ٿوري گهڻي مزاحمت ڪجهه عرصي تائين هلندي رهي، مطلب ته صرف 17 ڏينهن ۾ پولينڊ تي قبضو ڪيو ويو. تنهن ڪانپوءِ هٽلري فوجون، 9 اپريل 1940ع تي، ڊينمارڪ ۽ ناروي تي ڪاهي آيون ۽ پهرئين ئي ڏينهن ۾ ناروي جي گادي واري شهر تي قبضو ڪري ورتو. ان ڪانپوءِ بيلجيم ۽ هالينڊ کي مفتوح بڻايو ويو. پر مٿين سمورين فتحن کان وڌيڪ اهم ڳالهه هي هئي ته ويهارو سال اڳ (پهرين عالمي جنگ ۾) جرمني کي بري شڪست ڏيندڙ ملڪ، فرانس، تي 13/10 مئي 1940 تي هٽلري فوجن ڪاهه ڪئي ۽ 14 جون تي پيرس تي قبضو ڪري ورتو، مطلب ته، صرف ۽ صرف مهيني اندر فرانس کي شڪست ڏئي ڇڏي. انهيءَ جارحيت کي جاري رکندي جرمني طرفان برطانيه سان فضائي جنگ ڪئي وئي جيڪا ڪيترائي مهينا، وقفن وقفن سان، ظاهري طور تي هلندي رهي. تنهن ڪانپوءِ يونان (ٽن هفتن ۾)، يوگوسلاويا (هفتي اندر) سميت بالڪن رياستن جو وارو آيو جن کي پڻ فاشسٽ فوجن ڏسندي ڏسندي هڙپ ڪري ڇڏيو. ٻئي طرف اٽلي ۽ جرمني جي فوجن آفريڪا جي ريگستانن ۾ پڻ وڏيون ڪاميابيون ماڻيون هيون؛ انهيءَ سموري تاريخ جو سرسري طور تي جائزو وٺجي ته معلوم ٿيندو ته صرف پولينڊ وٽ ئي ايتري فوج موجود هئي جيڪا جرمني کي روڪي سگهي پئي يا گهٽ ۾ گهٽ جنگ کي اينگهائي سگهي پئي. جيئن ته پولينڊ تي قبضي ڪانپوءِ برطانيه ۽ فرانس طرفان جرمني جي خلاف اعلان جنگ ڪيو ويو هو. جڏهن ته فرانس جرمني کي شڪست ڏئي سگهيو پئي، پر انهن ٻنهي ملڪن جي فوج جو ڪل تعداد 130

ڊويزن هو ۽ جرمني وٽ صرف 98 ڊويزن فوج هئي جنهن مان ٻه 36




ڊويزنن ۾ پهرين عالمي جنگ ۾ وڙهندڙ جرمن فوجي هئا جن جي عمر ٻه 40 سالن کان مٿي هئي. تہ پوءِ سوال ٿو پيدا ٿئي تہ هڪڙو ملڪ (جرمني) جيڪو ويهہ سال اڳ (پهرين عالمي جنگ ۾) بري شڪست کائي چڪو هجي، جنگ جي تباهين جا دونهان اڃا مس وساميا هجن، ان ملڪ اندر مسلسل سياسي انتشار ۽ افراتفري رهي هجي، هڪ ملڪ جنهن کي صرف دفاع لاءِ فوج رکڻ جي اجازت ڏني وئي هجي، هڪ ملڪ جيڪو مختلف ٽڪرن ۾ ورهايل هجي، هڪ ملڪ جنهن جي فوج جون 39 ڊويزنون وڏي عمر جي فوجين تي مشتمل هجن، اهڙي ملڪ ايتري مختصر عرصي ۾، ايتري تيز رفتاري سان ۽ ايتري ٿورڙي طاقت سان ايڏين وڏين طاقتن کي شڪست ڪيئن ڏني؟ حقيقت ۾، انهن ٻنهي ملڪن جي شڪست ۽ جرمني جي فتح جا مکيہ ڪارڻ هيٺيان هئا.

(1) فرانس ۽ پولينڊ جي فوجي قيادت جا خيال مدي خارج ۽ ويهہ سال پراڻا (يعني پهرين عالمي جنگ جي فتح جي خمار ۾ ورتل) هئا.

(2) پولينڊ ۽ فرانس وٽ جنگي سازوسامان بہ پراڻو هو، مثال طور پولينڊ جي فوج جو وڏو حصو گهوڙي سوار فوج تي مشتمل هو،

نتيجي طور، پولينڊ اڃا پنهنجي فوج کي حرڪت ۾ ئي نه آڻي سگهيو هو تہ مٿان اچي نازي فوجون ڪڙڪيون. جڏهن تہ فرانس وٽ جهاز بهتر نہ هئا.

(3) جرمني طوفان جهاز، بڪتربند، توب جي برتري، هوائي ۽ بڪتربند فوج جي گڏيل استعمال ذريعي گشتي جنگ ڪرڻ جو طريقي ڪار هو. ان دور ۾ جرمني جون توبون ۽ جهاز پڻ سيني قوتن کان برتر هئا.[235]

(4) جرمن فوجي قيادت جي جنگي حڪمت عملي Blitzkrieg "وڄ جي تيزي وانگر جنگ ڪرڻ" تي ٻڌل هئي. (جنگ جي تاريخ ۾ جن واقعن، ايجادن ۽ نظرين جنگ جي فن ۽ سائنس ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيا انهن ۾ گهوڙو، ڊگهو نيزو، قديمي ڳرن هٿيارن سان مسلح فوج Phalanx، لچڪدار لشڪر Legion، ٽيڙي/ترڇي ترتيب Oblique order، تيرانداز گهوڙي سواري، ڊگهي ڪمان Long Bow، بندوقچي Musket، بندوق، آزاد نقل و حرڪت ڪرڻ لاءِ فوج جي مختلف ڊويزنن جي تنظيم ۽ ترتيب وغيره شامل آهن.) ساڳئي وقت ڪجهہ فوجي ماهرن جو خيال آهي تہ وڄ جي تيزي وانگر الڳ الڳ هٿياربند فوجن طوفان تيزي سان اندر داخل ٿيڻ جي جرمن جنگي حڪمت عملي پڻ جنگ جي تاريخ ۾ انقلاب برپا ڪري ڇڏيو.[236]

(5) فرانس ۽ برطانيہ جي شڪست جو بنيادي ڪارڻ فقط فوجي عنصر نہ هو پر ان جو بنيادي سبب مغربي طاقتن جي پرڏيهي پاليسي هئي. هنن جارح نازين کي رعايتون ڏنيون ۽ سوويت يونين طرفان گڏيل دفاعي نظام لاءِ ڪيل آڇن کي رد ڪيو، هنن زيڪوسلاويڪا ۽ پولينڊ جي عوام سان ظاهر ظهور دغا ڪئي؛ ۽ ڪوڙي جنگ (Phony War) جي بهاني سوويت يونين خلاف ماحول تيار ڪرڻ لاءِ جرمني کي ڇوٽ ڏني. بهرحال، ان جارحيت کي گڏيل بلاڪ ذريعي روڪي سگهبو هو پر هنن (مغربي طاقتن)، سوويت يونين جي قيمت تي مصلحت جي پاليسي اختيار ڪئي جنهن جي تهہ ۾ "ڏسو ۽ انتظار ڪريو" واري حڪمت عملي ڪارفرما هئي.[237]

---

[235] History of Second World War, Liddle Hart, p, 18, 21
[236] Ibid, p, 19, 21
[237] Myth & Realities of WWII, p, 88

(6) نازي جرمني جي ڪاميابي پٺيان هڪڙو ٻيو اهم سبب هي به هو ته برطانوي_فرانسسي اتحاد جو ڪمزور هجڻ، جيڪو جنگ جي آزمائش آڏو بيهڻ ۾ ناڪام رهيو. برطانيه جو حڪمران ٽولو، جنهن فرانس سان فوجي اتحاد ڪرڻ لاءِ رهنما ڪردار ادا ڪيو، انهن پراڻي روايتي انداز سان رٿابندي ڪئي هئي.[238]

## سوويت يونين کي فتح ڪرڻ ڪانپوءِ دنيا تي قبضي جي رٿابندي

جرمن نازي ازم نه صرف سوويت يونين خلاف جنگ ڪرڻ، يا صرف ان جا علائقا قبضو ڪرڻ چاهيا پر سوويت سماجي ۽ رياستي نظام کي به تباهه ڪرڻ پئي چاهيو. مطلب ته نازي درندن پنهنجا طبقاتي مفاد ان جنگ ذريعي حاصل ڪرڻ پئي چاهيا. جنهن لاءِ هنن نه صرف فوجين پر عام شهرين جو پڻ قتل عام ڪيو ته جيئن مارڪسزم لينزم جون بنيادي پاڙون ئي پٽي ڇڏجن. هٽلر نازي فوج کي حڪم ڏنو هو ته "دشمن جي مزاحمت کي ڪچلڻ لاءِ، فقط قانوني سزائن سان ڪم نه هلندو، پر عام ماڻهن ۾ اهڙي دهشت ويهارڻي آهي جو انهن مان مزاحمت جي قوت ئي ختم ٿي وڃي."[239]

"نازي فوج جو شڪار ٿيل عام ماڻهو"

"اهي ڪميونسٽن کي پڪڙڻ لاءِ آيا،
۽ مون نه ڳالهايو،
ڇاڪاڻ ته آءُ ڪميونسٽ نه هئس؛

اُهي سوشلسٽن لاءِ آيا
۽ مون نه ڳالهايو
ڇاڪاڻ ته آءُ سوشلسٽ نه هئس؛

اُهي مزدور يونين جي اڳواڻن کي پڪڙڻ لاءِ آيا،
۽ مون نه ڳالهايو
ڇاڪاڻ ته آءُ يونين اڳواڻ نه هئس؛

[238] Ibid, p, 88
[239] Hitler s War Dicrectives, p, 144

اُهي يهودين لاءِ آيا،
۽ مون نہ ڳالهايو
ڇاڪاڻ تہ آءٌ يهودي بہ نہ هئس.

پوءِ هُو مون لاءِ آيا،
۽ اتي ڪو بہ نہ بچيو
جيڪو منهنجي لاءِ ڳالهائي......
(شاعر پيسٽر مارٽن نمر)

جرمني، اٽلي ۽ جاپان جي وچ ۾ 1940 ڌاري ٽہ ڌريو اتحاد جوڙيو ويو ۽ پوءِ انهن ۾ رومانيہ، فن ليند ۽ هنگري کي بہ شامل ڪيو ويو. اڳتي هلي نازين کي بلغاريہ ۽ سلوويڪيا ۽ ڪروشيا جي رجعت پرست حڪمرانن طرفان پڻ مدد مليٓ ۽ پوءِ اسپين، فرانس جي حڪومت، پورچوگال ۽ ترڪي کان بہ مدد ورتي وئي. ان سان گڏوگڏ نازين جن ملڪن تي اڳواٽ ئي قبضا ڪيا هيا انهن علائقن جي معاشي ۽ انساني وسيلن کي پڻ استعمال ڪيو جنهن ۾ آسٽريا، زيڪوسلوويڪا، پوليند، ڊينمارڪ، ناروي، لڪسمبرگ، هاليند، بيلجيم، فرانس، يوگوسلاويا ۽ يونان شامل هئا.
هٽلر، 11 جون 1941 تي، جاري ڪيل جنگي هدايت نامي ۾ لکيو تہ ”ڳاڙهي فوج کي تباهہ ڪرڻ کانپوءِ جرمني ۽ اٽلي يورپي کنڊ جا فوجي آقا بڻجي ويندا.“ هٽلر جو خيال هو تہ ”آيرلنڊي مهم جي ڪاميابي کانپوءِ ترڪي تي دٻاءُ وجهڻ، اولهہ ايشيا، لبيا کان مصر تائين حملا ڪيا ويندا.“[240] سندس حڪمت عملي جي ماهرن جو خيال هو تہ 1941 جي سرءُ ۾ جرمن فوجون ايران، عراق، فلسطين، مصر، سوئز ڪينال، ۽ پوءِ جاپان جي مدد سان انڊيا ڏانهن وڌنديون. نازي اڳواڻن جو خيال هو تہ اسپين ۽ پورچوگال کي جرمن سلطنت جو حصو بڻائڻ کانپوءِ جبرلٽر تي قبضو ڪري برطانيہ کان سندس خام مال جي وسيلن جي رسد جو رستو ڪٽي ڇڏيندا سين ۽ پوءِ ان جو گهيرو ڪنداسين، ۽ جاپان جي مدد سان آمريڪي کنڊ تي پڻ قبضو ڪيو ويندو. ائين پوري دنيا مٿان شهنشاهيت قائم ٿي ويندي. مطلب تہ هنن جو خيال هو تہ سوويت يونين کي فتح ڪرڻ کانپوءِ دنيا کي فتح ڪرڻ جا سمورا دروازا کلي ويندا.

[240] Hitler's War Directives, p, 130-34

هٽلر جي منصوبي کي ڏسڻ کانپوءِ اِج اهو فرض ڪرڻ ۾ ڪا مشڪل نہ آهي تہ جيڪڏهن نازي جرمني کي سوويت يونين شڪست نہ ڏئي ها تہ پوءِ هن وقت دنيا جي صورتحال ڇا هجي ها!!

## سوويت يونين تي ڪاهہ لاءِ هٽلر جا جڙتو جواز

نازي جارحيت جي اصل ۽ بنيادي سببن تي مٿي بحث ڪيو ويو آهي، پر اهم سوال هي آهي تہ ڇا سوويت يونين تي حملي لاءِ هٽلر اڪيلي سر فيصلو ڪيو. ظاهر ڳالهہ آهي تہ ان قسم جا فيصلا گهڻن جي راضپي ڪانسواءِ ناممڪن هجن ٿا. تنهنڪري هٽلر پنهنجن جنرلن ۽ فوج، حڪومت ۽ جرمني جي عوام کي آماده ڪرڻ لاءِ جڙتو جواز ٺاهيا.
سازشن ۽ مڪاري جي بنياد تي ڪيل ناجائز قبضن کي برقرار رکڻ لاءِ ڪوڙ، ٺڳي ۽ دوکي کان ئي ڪم ورتو ويندو آهي. هوئن بہ چور کي هميشہ پاڳين توڙي راڄ پاڳ جي خوف سان گڏوگڏ ماضي جي تاريخ مان پڻ ڊپ ٿيندو آهي. هٽلر کي دنيا تي حڪمراني ڪرڻ جو خواب تيستائين ناممڪن پئي لڳو جيستائين ٻيءَ ڪا طاقتور ڌر موجود هئي جيڪا مظلومن جو ڏڍ بڻجي سگهي پئي.
سوويت يونين تي حملي کان اڳ جرمني جن بہ ملڪن تي ڪاهون ڪيون انهن سيني بابت ڪي نہ ڪي جواز پيدا ڪيا ويا هئا، ان ۾ اهم دليل جيڪو اڪثر ڪري پيش ڪيو ويو اهو هو تہ "برطانيہ ۽ فرانس" جرمني تي حملو ڪرڻ چاهين ٿا. اها ڳالهہ سمجهائڻ آسان بہ هئي ڇاڪاڻ تہ پولينڊ تي حملي کانپوءِ ترت برطانيہ ۽ فرانس جرمني خلاف اعلان جنگ ڪيو هو ۽ برطانيہ طرفان جرمني جي ناڪابندي پڻ جاري هئي.
سوويت يونين تي ڪاهہ ڪرڻ وارو منصوبو هٽلر جي ذهن ۾ جولائي 1940 کان هو. هن جو چوڻ هو تہ ان کان اڳ جو سوويت يونين وڌيڪ مضبوط ۽ سگهارو ٿي وڃي اسانکي حملو ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن نہ تہ پوءِ سوويت يونين 1941 جي اونهاري ۾ جرمني تي حملي جي رٿابندي ڪري رهيو آهي. سوويت يونين طرفان حملي کان بچڻ جو واحد طريقو آهي تہ "اسين اڳواٽ ان تي حملو ڪريون."[241]
ٻئي طرف، سوويت يونين 1941 جي ابتدا ۾ پنهنجي سرحدي علائقن ۾

[241] The Other Side of the Hill, p, 257

چڱي خاصي فوج گڏ ڪئي ۽ هوائي اڏا پڻ تعمير ڪيا. جن هٽلر جي هڙڊادو پيدا ڪيل خوفن لاءِ جواز مهيا ڪيا. سوويت يونين جي سرحدن تي ٿيندڙ چرپر جي ردعمل ۾ هٽلر، پنهنجن جنرلن کي چيو ته، سوويت يونين جي سرحد تي جيترو ڳاڙهي فوج جو تعداد وڌندو رهي ٿو اوترو وقت هٿن مان نڪرندو وڃي ٿو. سوويت يونين جي فوجي تيارين جي سموري ڄاڻ هئڻ باوجود هٽلر سياسي جوا کيڏڻ جو جوکم کڻيو ڇاڪاڻ ته پنهنجن هٿيارن جي معيار تي ڪيس وڌيڪ ڀروسو هو. هٽلر جي سياسي صلاحڪارن کي اها اميد هئي ته جيڪڏهن سوويت يونين کي ڪجهه جاين تي شڪستون مليون ته اسٽالن خلاف بغاوت ٿيندي، تنهنڪري ڊگهي جنگ لاءِ ايتريون تياريون ئي ڪونه ڪيون ويون.[242]

جرمني طرفان سوويت يونين تي حملي جا سياسي ۽ معاشي سبب (1) هٽلر برطانيه سان صلح/ٺاهه ڪرڻ جو خواهشمند هو پر سندس خيال هو ته سوويت يونين جي فتح ڪانپوءِ ئي برطانيه سان معاملا نبيري سگهبا، (2) جرمني جون اقتصادي ضرورتون ۽ بالشوازم خلاف نفرت[243] (3) سوويت يونين بالٽڪ رياستن کي پنهنجي پاسي ڪيو ۽ جون 1940ع ۾ رومانيه کي چتاءُ ڏنو ته ڪجهه سرحدي علائقا ان جي حوالي ڪري، اهڙو مطالبو ڇڻ ته هٽلر جي منهن تي چماٽ برابر هو ڇاڪاڻ ته رومانيه ۾ ڪيترائي تيل جا ذخيرا اهڙا هئا جتان جرمني کي تيل مهيا ڪيو ويندو هو. سوويت يونين جي رومانيه ڏانهن اڳڀرائي جو مطلب ٿئي ها تيل جي ذخيرن تي قبضو، (4) سيپٽمبر دوران ڳاڙهي فوج اندر فاشزم مخالف پرچار ڪيو ويو (5) هٽلر جو خيال هو ته برطانوي مزاحمت جي هوندي سوويت يونين تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي، ۽ برطانيه کي شڪست ڏيڻ لاءِ بحري ۽ هوائي فوج کي وڌيڪ مضبوط ڪرڻو پوندو ۽ زميني فوج کي گهٽائڻو پوندو، جيڪو هن وقت معقول نه ٿيندو جڏهن ته زميني فوج (جيڪا مضبوط ۽ گهڻي آهي) ان کي سوويت يونين خلاف جنگ ۾ استعمال ڪري سگهجي ٿو وغيره.[244]

هٽلر مٿين خطرن کي سوويت يونين طرفان جرمني تي حملي ڪرڻ جون تياريون ۽ اشارا قرار ڏيندي اوچتو سوويت يونين تي حملي ڪرڻ جو

---

[242] The Other Side of the Hill, p, 259
[243] Mein Kampf, Hitler, p,
[244] History of Second World War, Liddle Hart, p, 153

حڪم ڏنو. جنهن تي سندس ڪجهه جنرلن اعتراض واريا ته "هڪ ئي وقت ٻن محاذن (اولهه ۾ برطانيه خلاف ۽ اوڀر ۾ سوويت يونين خلاف) جنگ ڪرڻ ڏاڍو ڏکيو ٿيندو، پهرين عالمي جنگ وارو حشر نه ٿئي." پر هٽلر جو چوڻ هو ته "سوويت يونين ۽ برطانيه ڳجهه ڳوهه ۾ هڪبئي سان ٺهيل آهن ٿنهنڪري وڌيڪ انتظار نه ڪرڻ گهرجي."[245] بهرحال، سوويت يونين تي حملي جو منصوبو نومبر ۾ ئي تيار ٿي چڪو هو.
ڇا سچ پچ سوويت يونين جرمني خلاف جنگ ڪرڻ چاهي پئي؟ ان جي حقيقت ڇا هئي ان لاءِ جرمن جنرل Rundstedt ٻڌايو ته "اسان جيئن ئي سوويت يونين جي حدن ۾ داخل ٿياسين ته اسان کي (سوويت يونين طرفان) حملي جون ڪي به تياريون نظر نه آيون. انهن (ڳاڙهي فوج) وٽ ڪارپيٿين سيڪٽر تي 22 ڊويزن فوج هئي، اسان کي ڊپ اهو هو ته ڪيڏي مهل به اسان جي پاسن کان اچي ڪڙڪندا. ان بدران اهي پٺتي موٽيا. اسان سوچيو ته، يا ته انهن حملي لاءِ ڪابه تياري نه ڪئي آهي يا ابتدائي ڏينهن ۾ حملو ڪرڻ نه ٿا چاهين."[246]

## تاريخ پاڻ کي ورجائي ٿي!

"هٽلر ۽ نيپولين پنهي جي صورتحال ساڳي هئي، برطانيه پنهي لاءِ سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ دشمن هو ۽ پنهي کي يقين هو ته پوري کنڊ تي قبضو ڪرڻ ڪانپوءِ ئي برطانيه کان شرط مڃرائي سگهجن ٿا، ساڳئي وقت پنهي ائين پئي سمجهيو ته سوويت يونين ۽ برطانيه پاڻ ۾ ٺهيل آهن."[247] هٽلر جو خيال هو ته جيڪڏهن ڊينپر جي اولهه تائين ڳاڙهي فوج کي ڦاسائي ختم نه ڪيو ويو ته جرمن فوجون گهڻو اڳتي نڪري وينديون ۽ پوءِ مون سان به نيپولين وارو حشر ٿيندو. هٽلر کي ٻيو ڊپ هو ته پهرين عالمي جنگ وانگر برطانيه پنهنجون فوجون يوگوسلاويا، بلغاريه ۽ رومانيه وٽ لاهڻ جي ڪوشش ڪندو ۽ ائين سوويت يونين جي ڏکڻ طرف موجود جرمن فوجن جي پٺيان اچي ڪڙڪندو.[248]
چوندا آهن ته "جيڪي ماڻهو تاريخ مان سبق نٿا پرائين انهن لاءِ تاريخ پاڻ کي ورجائيندي آهي" اهو اصول هٽلر تي ٺهڪي اچي ٿو ڇاڪاڻ ته

[245] The Other Side of the Hill, Hart, p, 259
[246] Ibid, p, 256
[247] The Other Side of the Hill, Hart, p, 259
[248] Ibid, p, 253

سوويت يونين اهو ئي علائقو هو جنهن کي فتح ڪرڻ جو خواب نيپولين بونا پارٽ بہ ڏٺو هو پر ناڪام ٿيو. جيتوڻيڪ هٽلر نيپولين بوناپارٽ جي ڀيٽ ۾ بيٺو علائقو فتح ڪيو هو (چاڪاڻ تہ وٽس تيز نقل و حرڪت جو جنگي سامان هو)، جرمني طرفان 22 جون 1941 تي سوويت يونين تي اوچتو ۽ وڏي جنگي حملو ڪيو ويو، ۽ اها جنگ باقائده ٽي سال هلي، ۽ چوٿين سال سرخ فوج فاشسٽ حملي آورن کي لوڏي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ ائين ڳاڙهي فوج هٽلر جي اميدن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو ۽ کيس شڪست نصيب ٿي.

## اسٽالن جي دانائي ۽ غلطي

اسٽالن جي فوت ٿيڻ کان اڳ ۽ پوءِ پوري سرمائيدار دنيا ۾ مختلف ڪتابن، اخباري مضمونن، مقالن، فلمن ۽ ايتري حد تائين جو ڊاڪومينٽريز ذريعي اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي رهي آهي تہ اسٽالن هڪ سفاڪ، ظالم ۽ درنده صفت آمر هو ۽ جيڻ تہ خود هٽلر بہ ان جي ڀيٽ ۾ معصوم ٻالڪ هو. نہ صرف سرمائيدار مغربي دنيا ۾، پر خود سوويت يونين ۾ پڻ اسٽالن جي فوت ٿيڻ کانپوءِ اسٽالن جي ڪردار تي تمام گهٽي سخت تنقيد ڪئي وئي. (جيتوڻيڪ هن ڪتاب ۾ اسٽالن جي ڪردار بابت ٿيل واجبي ۽ غيرواجبي تنقيدن جو جائزو وٺڻ نٿو چاهيان پر ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ اسٽالن جي ڪردار جو مختصر جائزو وٺڻ ضروري آهي جيڪو اڳتي هلي پڻ وٺندأسين). حقيقت هي آهي تہ هڪ طرف نازي جرمني، اٽلي، هنگري، رومانيہ جون فوجون ۽ ٻئي طرف، سامراجي جاپان، تہ ٽئين طرف ڳجهہ ڳوهہ ۾ برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪا طرفان گهيري هيٺ اڪيلو سوويت يونين هجي ۽ ان ملڪ جو اڌ حصو ۽ فوج ۽ وسيلا تباهہ ٿي چڪا هجن، اهڙين بدترين حالتن ۾ هڪڙي ئي سوشلسٽ ملڪ نہ صرف جنگ ۾ سوڀ ماڻي پر انهن سڀني سامراجي ملڪن کي ٻري شڪست پڻ ڏني ان سمورِي ڪارنامي ۾ اسٽالن جي قابليت، دانائي، بردباري، بهادري ۽ اٽڪ جذبي جو تمام وڏو ڪردار هو.

برطانيہ ۽ فرانس طرفان اتحاد ٺاهڻ واري آڇ رد ٿيڻ کانپوءِ مجبور ٿي ڪري اسٽالن آگسٽ 1939 ۾ هٽلر سان ٺاهہ ڪيو، جنهن کي Non-Aggression Pact (يعني سوويت يونين ۽ جرمني هڪٻئي سان جنگ نہ

ڪندا) سڏيو وڃي ٿو، اهو هڪ اهڙو تاريخي ڪارنامو هو جنهن جي نتيجي ۾ برطانيه ۽ فرانس طرفان جيڪا زاند سوويت يونين جي خلاف رچائي وئي هئي، اسٽالن وڏي دانائي سان، انهيءَ تير (نازي جرمني) جو رخ موڙي هنن (برطانيه ۽ فرانس) ڏانهن ڪري ڇڏيو. حقيقت ۾، اسٽالن معاهدو ان لاءِ ڪيو ته سوويت يونين ڪنهن به ريت برطانيه ۽ فرانس جي پڙڪايل جنگ جو حصو، نه بڻجي ۽ خود پنهنجي مضبوط دفاع لاءِ سوويت يونين کي پڻ وقت گهربل هو. اسٽالن اهي ٻئي مقصد ان معاهدي سبب عارضي طور حاصل ڪيا.[249] جيڪا اسٽالن جي وڏي سفارتي ڪاميابي هئي.

جيتوڻيڪ، ان معاهدي جو ٻيو پاسو اهو هو ته هٽلر کي پڪ هئي ته جيڪڏهن اسٽالن کي موقعو مليو ته ضرور جرمني تي حملو ڪندو، ساڳئي ريت اسٽالن کي به پڪ هئي ته جيڪڏهن هٽلر کي موقعو ملندو ته لازم سوويت يونين سان جنگ ڪندو. جيتوڻيڪ، اسٽالن کي اهو يقين هو پر هن جو خيال هو ته جرمني، 1942 جي اونهاري ۾ حملو ڪندي ۽ تيستائين ڳاڙهي فوج مضبوط ٿي چڪي هوندي. سوويت مارشل ويسلوسڪي لکي ٿو ته جيتوڻيڪ سوويت يونين تي حملي کان ڪجهه ڏينهن اڳ ڳاڙهي فوج کي خبردار ڪيو ويو هو ته جرمني جو حملو ٿيڻ وارو آهي پر ان اطلاع ۾ تاريخ ۽ وقت بابت نه ٻڌايو ويو هو.[250]

بهرحال، ايٽرن سارن دوکن، نڳين ۽ انڪلن باوجود سوويت ۽ برطانوي جاسوسن طرفان اڳواٽ اطلاع ڏنا ويا ته جرمني حملو ڪرڻ وارو آهي پر اسٽالن ۽ سندس صلاحڪارن اهو فرض ڪري وٺڻ کان انڪار ڪيو ته جرمني 1941 ۾ سوويت يونين تي حملو ڪندو ۽ سمجهيو اهو ويو ته جرمني پنهنجن سياسي مطالبن مڃرائڻ لاءِ فوجي چرپر ڪري رهيو هوندو. جڏهن ته برطانيه جي جاسوس ادارن طرفان ٻڌايو ويو ته پولينڊ وٽ جرمني جنگي تياريون پيو ڪري. پر ان قسم جي اطلاعن کي مورڳو برطانيه طرفان سوويت يونين ۽ جرمني وچ ۾ ڦيٽاڙو وجهڻ لاءِ هلايل افواهه سمجهيو ويو.

بهرحال، سوويت هاءِ ڪمانڊ مستقبل ۾ ايندڙ طوفان بابت اڳواٽ ئي باخبر ٿي چڪي هئي. فيبروري کان اپريل تائين مختلف سرحدي علائقن

[249] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 84, 85
[250] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 85

جي ڪمانڊرن سان مسلسل آپريشنل معاملن تي بحث مباحثا ٿيندا رهيا. جون جي ابتدا ۾ اٽڪل 8 لک ٻچت فوج تربيت لاءِ سڏائي وئي ۽ پرتي طور سرحدي علائقن ڏانهن موڪلي وئي. انتهائي تيز رفتاري سان تياريون ڪيون ويون هيون، اهو ئي سبب هو ته 1941 جي وچ ڌاري سوويت يونين وٽ اٽڪل 50 لک فوج هئي. 12 کان 15 جون دوران سرحدي علائقن جي ڪمانڊرن کي هدايت ڪئي وئي ته فوج کي مهڙ وٽ آڻين. 19 جون تي چيو ويو ته هترادو هوائي اڏا، فوجي جٿا، ڊيپو جوڙيا وڃن ۽ جهازن کي ٿورو پري پري بيهاريو وڃي. بهرحال، سوويت هاءِ ڪمانڊ، ڳاڙهي فوج کي حرڪت ۾ آڻڻ ۽ ترتيب ڏيڻ لاءِ جيڪا رٿابندي ڪئي هئي ان کي مڪمل نه ڪري سگهي؛ پر سڀ کان اهم ڳالهه ته جرمن حملي جي وقت بابت غلط اندازو لڳايو ويو.

سوال ٿو پيدا ٿئي ته اسٽالن، جنهن کي جرمني طرفان حملي جي تيارين بابت چڱي خبر هئي، ان باوجود، هن سرحدي علائقن ۾ فوجن کي اڳواٽ خبردار ڪرڻ لاءِ منظوري ڇو نه ڏني؟ حقيقت ۾، وقت کان گهڻو اڳ تياري جي حالت ۾ خبردار رهڻ به اوترو ئي خطرناڪ آهي جيترو دير سان خبردار ڪرڻ. مارشل ويسلوسڪي لکي ٿو ته جيتوڻيڪ اسان جنگ لاءِ اڃا تائين تيار نه هئاسين، پر جڏهن ان جو وقت اچي وڃي ته پوءِ اسانکي در جي چائنٺ کان ٻاهر نڪرڻ گهرجي. اسٽالن، پنهنجي بهترين نيڪ نيتي سان، ائين ڪرڻ جي همت نه ساري. ان دير سبب سوويت فوجون بدترين حالتن ۾ وڙهڻ تي مجبور ٿيون. پر جيڪڏهن سوويت فوجون وقت سر متحرڪ ٿي وڃن ها ته دشمن کي پهرين ڏينهن ۾ ايترو نقصان ٿئي ها جو هو ايترو اڳتي نه اچي سگهي ها. جيتوڻيڪ نازي فوج پنهنجي اقتصاديات، کي جنگي بنيادن تي هلايو هو ۽ ان وٽ هٿيارن سميت عددي برتري ۽ جنگي تجربو پڻ هو. اسٽالن درست وقت تي فيصلو نه ڪري سگهيو جيڪا سندس اهم سياسي غلطي هئي. پر اهي ڪهڙا سبب هئا جن اهڙي دورانديش ۽ تجربيڪار شخص کان ايڏي وڏي غلطي ڪرائي؟ مارشل زوڪوف ان کي درست نوٽ ڪيو آهي ته (ان جو بنيادي سبب) سوويت جاسوس ادارا هئا جيڪي نازي جرمني جي جنگي تيارين بابت صحيح ۽ حقيقي تصوير پيش ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيا. مطلب ته انٽيليجنس ادارن جو سوويت جنرل اسٽاف سان لاڳاپو نه هجڻ اهم خامي هئي، جنهن سبب اها غلطي ٿي. اسٽالن جرمني واري معاملي کي حل ڪرڻ لاءِ سفارتڪاري تي

وڏيڪ ڀاڙيو. پيو اها ڳالهه اعتبار جوڳي نه پئي لڳي ته جرمني هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي جنگ ڪندو. انهن ڏينهن ۾ سوويت حڪومت جنگ ڪي ٽارڻ/پوئتي ڪرڻ لاءِ هر موقعي جو استعمال ڪيو ته جيئن هٿياربند فوج کي تيار ڪري سگهجي. ساڳئي وقت سوويت جنرل اسٽاف جي اڪثر جنرلن پڻ اها توقع پئي ڪئي ته جيڪڏهن جرمني سوويت يونين مٿان حملو ڪندو تڏهن ٻه-ڪيس فوجون ۽ هٿيار جمع ڪرڻ ۽ انهن جي مقرري ۽ ترتيب ڏيڻ ۾ ٻه 10 کان 15 ڏينهن لڳي ويندا. اٿين جنگ کان اڳ اسان کي حملي جي خبر پئجي ويندي.

22 جون 00:30 بجي (اڌ رات) تي، چيف آف جنرل اسٽاف زوڪوف ۽ دفاع جي ڪميسار جي صحيح سان، هدايت نامو جاري ڪيو ويو جنهن ۾ چيو ويو ته "22 ۽ 23 جون جي وچ ۾ جرمن حملو متوقع ٿي سگهي ٿو." پر اڻ ۾ چوڪس رهڻ ۽ تياريون ڪرڻ سان گڏوگڏ اهو به چيو ويو ته "ڪنهن به قسم جي ڀڙڪائڻ (اڪسائڻ) واري عمل جو خيال ڪيو وڃي."[251]

حقيقت ۾، عارضي مقصدن لاءِ هٽلر جيڪي وڏي ۾ وڏيون بنيادي ۽ ديرپا غلطيون ڪيون انهن مان هڪ فيصلو اهو هو ته هن سوويت يونين تي حملي لاءِ دغا ۽ مڪاري سان "ٻن محاذن تي وڙهڻ" واري ظاهري پاليسي اختيار ڪئي جنهن ذريعي ڳاڙهي فوج کي وڏو جنگي دوکو ڏنو ويو. جڏهن ته ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته جيڪڏهن هٽلر برطانيه سان ناٽڪي جنگ نه ڪري ها (چاڪاڻ ته برطانيه سان سنڌس ڪوبه زميني ڳانڍاپو نه هو) ۽ فقط سوويت يونين تي ڪاهه ڪري ها ته شايد ڪامياب ٿي وڃي ها. مطلب ته هيڏي ساري جنگ (برطانيه خلاف) صرف ان لاءِ ڪئي وئي ته جيئن ٻي جنگ (سوويت خلاف) ڪري سگهجي.

## جرمن فورسز جي ترتيب، رخ ۽ مفاصلو، حملي جو وقت ۽ مدو

جنگ جي پهرين مرحلي ۾ سوويت يونين 88 پيادا ڊويزن، 7 ڪيولري، 44 توب ۽ موٽر ڊويزن سميت ڪل 139 ڊويزن فوج ميدان ۾ لاٿي، جڏهن ته جرمن فوج (جيڪا معيار جي حوالي کان بهتر هئي) 116 پيادا، 1 ڪيولري، 19 آرمرڊ، 9 لائين آف ڪميونيڪيشن ڊويزن سميت ڪل 190/145 ڊويزن فوج استعمال ڪئي. جن کي ٽن گروپن ۾ مختلف

[251] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 84, 85

ٽارگيٽن مطابق ترتيب ڏنو ويو. جنرل ليب جي ڪمانڊ هيٺ اتر واري محاذ جو هدف ليننگراڊ هو، ڏاکڻي محاذ تي، جنرل رنڊسٽڊ جي ڪمانڊ هيٺ، ٽارگيٽ Kiev (صنعتي علائقو) هو جتي جرمن فوج ڪمزور هئي، جڏهن ته مرڪز وارو محاذ جنهن جو ٽارگيٽ، ماسڪو هو ان جي ڪمانڊ جنرل بوڪ Bock وٽ هئي ۽ ان ۾ سڀ کان مضبوط ترين فوج شامل هئي (ان ۾ 2 پينزر فوجون به هيون). ساڳئي وقت اقتصادي عملو پڻ جوڙيو ويو ته جيئن جنگ جي ٽئين سال ۾ جنگ جو خرچ سوويت يونين مان ئي ڪڍيو وڃي. جيتوڻيڪ 1941 ۾ جرمني وٽ 21 پينزر (Panzer) ڊويزن فوج هئي اصل ۾ اهو تعداد، هر هڪ ڊويزن مان فوجين ۽ جنگي سازوسامان جو تعداد گهٽائڻ ذريعي حاصل ڪيو ويو ڇاڪاڻ ته هٽلر جو خيال هو ته روسي حرفت (Technically) جي حوالي سان پوئتي پيل آهن تنهنڪري فوج ۽ جنگي سامان جو تعداد ۽ مقدار گهٽائڻ ذريعي وڌيڪ ڊويزنون جوڙي سگهجن ٿيون. ان ۾ خرابي اها ٿي ته توبن جو تعداد گهٽجڻ سبب ويڙهه جي قابليت کي وڏو ڌڪ رسيو. پينزر ڊويزن ۾ 300 Tracked پڻ واريون باقي 3000 کن ڦيٿن واريون توبون هيون. اولهه جي ملڪن ۾ روڊ سٺا هجڻ ڪري حملي آور کي فائدو مليو هو، جڏهن ته سوويت يونين جهڙي ملڪ ۾ جتي اولهه جهڙا روڊ رستا نه هجڻ سبب معاملو ابتڙ ٿي پيو.

جيئن ته حملي جي تاريخ پهريائين 15 مئي 1941 مقرر ٿيل هئي پر ان تاريخ کان ڪجهه وقت اڳ هڪ واقعو پيش آيو. ٿيو ائين جو برطانيه جي جاسوسن جي مدد سان يوگوسلاويا ۾ 27 مارچ تي بغاوت ڪرائي وئي جنهن ڪري جرمني کي پنهنجي فوج جو ڪجهه حصو اوڏانهن موڪلڻو پيو. جنهنڪري هٽلر سوويت يونين تي حملي واري تاريخ کي پنج هفتا اڳتي ڪري ڇڏيو. مطلب ته جيڪو حملو 15 مئي تي ٿيڻو هو سو وڃي 22 جون، 00:30 وڳي، ٿيو. ان دير جا سموري جنگ تي تمام وڏا اثر پيا. رهي ڳالهه جنگ جي مدي جي، ته ابتدائي مدو ڪجهه هفتا مقرر ڪيو ويو هو.

## جرمن جنگي حڪمت عملي

باربروسا منصوبو Blitzkrieg حڪمت عملي تي ٻڌل هو، ان منصوبي موجب سوويت يونين کي 8 کان 10 هفتن اندر شڪست ڏيڻي هئي، يعني برطانيه سان ٿيندڙ جنگ جي خاتمي کان اڳ. باربروسا منصوبي تحت

جنگ تمام جلد مڪمل ٿيڻي هئي. جنهن جا مکيہ هدف (1) لينن گراڊ (جنگي)، (2) ماسڪو (سياسي)، (3) ڪيف (اقتصادي) هئا. جنهن ۾ پهرين ترجيح لينن گراڊ تي قبضو ۽ گهٽي اهميت ماسڪو تي قبضو ڪرڻ کي ڏني وئي هئي، ڇاڪاڻ تہ ان کي ان جنگي مهم جو اختتام ليکيو ويو. جرمن هاءِ ڪمانڊ کي تہ ايتري پڪ هئي جو نازي جنرل بلمينٽرٽ پنهنجي هڪ رپورٽ ۾ لکيو تہ ”اسان کي 8 کان 14 ڏينهن ٿوري ڏکيائي ٿيندي، ۽ پوءِ ڪاميابي گهڻو ڏور نہ هوندي ۽ اسان ڪامياب ٿينداسين.“ نازي جرمني جي فوجي رٿابندي جي تہ ۾ جيڪا خصوصي شي هئي اها هئي جوکم پرستي. هنن سوويت يونين جي طاقت جو تخمينو گهٽ ۽ پنهنجي قوت جو اندازو وڌيڪ لڳايو.

جرمن فوج جي بنيادي جنگي حڪمت عملي Blitzkrieg (وڄ جي تيزي) سان فتح ڪرڻ واري منصوبي تي مشتمل هئي. پر ان کي هيٺين سطح (مهم سطح) تي ڪيئن عمل ۾ آڻجي؟ هٽلر جو خيال هو تہ سوويت يونين هڪ وسيع عريض علائقو آهي ۽ جيڪڏهن ڳاڙهي فوج پنهنجي هٿڻ ڇاهيو تہ پوءِ جنگ اينگهائجي ويندي. تنهنڪري اهم ڳالهہ هي آهي تہ جلد کان جلد ڳاڙهي فوج وڏ کان وڏ قيد ڪجي تہ جيئن سوويت يونين تي قبضو ڪري سگهجي. ان لاءِ هٽلر ۽ ڪجهہ ٻين جنرلن طرفان ”وڏو گهيرو ڪرڻ واري نموني جي حڪمت عملي“ ترتيب ڏني وئي (جيڪا ڪلازوٽ پيش ڪئي هئي ۽ ان کي مولٽڪ مضبوط بڻايو هو). جنهن موجب گهيري ۾ آڻڻ لاءِ دائري کي سوڙهو ڪرڻ ٽائين پينزر (بڪتربند/توب) ڊويزن پيادا فوج سان گڏ معاون طور ڪم ڪندي. توب جي ويڙهہ جي ماهر جرمن جنرل Guderian جو چوڻ هو تہ ”جيترو ٿي سگهي اوترو اڳتي نڪري وڃجي“ (مطلب تہ پينزر فوج پيادا فوج جو انتظار نہ ڪري ۽ گهيري کي سوڙهو / بند ڪرڻ جو ڪم پيادا فوج تي ڇڏي ڏجي). بهرحال، اڳتي هلي فيصلو پراڻي طريقي ڪار جي حمايت ۾ ڪيو ويو.

## وڏو جنگي دوکو (Strategic Military Deception)

ڪنهن بہ جنگ ۾ ڪاميابي جو دارومدار جنگ جي سائنس ۽ فن تي هجي ٿو ۽ جنهن ڌر کي انهن تي عبور حاصل هوندو ان کي ئي سوڀ نصيب ٿيندي. پروفيسر لڊل هارٽ لکي ٿو تہ ”جنگ اها سائنس آهي

جيڪا عمل ۾ اچڻ لاءِ فن تي دارومدار رکي ٿي."[252] انهيءَ حوالي سان سن زو (381 ق.م) چوي ٿو. All warfare is based on deception. (سموري جنگ جو دارومدار دوکي (جي فن) تي آهي)[253]
سوويت يونين جهڙي طاقتور ملڪ کي تيزيءَ سان شڪست ڏيڻ لاءِ هٿيارن، جهازن، توبن ۽ تعداد ۾ برتري تہ لازم هئي پر اهم ڳالهہ جنگ جي فن کان ڪم وٺڻ جي بہ هئي. جرمني پنهنجي جنگي فن جي ڪمال جون جهلڪيون پولينڊ، بيلجيم، ناروي، هالينڊ، فرانس، آفريڪا ۽ برطانيہ سان ٿيل مختلف لڙائين ۾ ڪري چڪو هو. پر جيئن تہ ڪنهن ويڙهہ ۾ دشمن کي دوکو ڏيڻ جا مختلف دائرا ۽ سطحون ٿين ٿيون جن ۾ لڙائي (سيڪٽر سطح) مهم (وڏي محاذ) ۽ جنگ (سڄي محاذ) تي دوکي سان حملو ڪرڻ شامل آهن. پر سوويت يونين تي ٿيل حملو بنيادي طور تي جنگي حملو هو جيڪو سڄي جي سڄي محاذ تي 30 لک فوج ۽ بي شمار هٿيارن سان ڪيو ويو. انهيءَ منصوبي کي ڪاميابيءَ سان عمل ۾ آڻڻ لاءِ سفاڪ ۽ عيار هٽلر وڏي جنگي دوکي جي تياري ڪئي، ان جو اهم ثبوت خود هٽلر طرفان سوويت يونين تي حملي لاءِ ڏنل حڪم هو جيڪو 5 ڊسمبر 1940ع تي "Case Barbarosa" (ڪيس باربروسا) ٻالي پنهنجي 21 جنگي هدايت نامي ذريعي جاري ڪيو. جنهن جو مختصر تت هن ريت هو تہ "سوويت روس کي تيزيءَ سان تباهہ ڪرڻ لاءِ برطانيہ سان ٿيندڙ جنگ جي خاتمي کان جرمن فوجون پهريائين تيار ڪيون وڃن. سمورين موجود قوتون استعمال ڪجن. بحري فوج کي برطانيہ خلاف تعينات ڪيو وڃي. تياريون 15 مئي تائين مڪمل ڪيون وڃن. (سوويت فوجن کي) پنهنجي هٿڻ جو موقعو نہ ڏنو وڃي. اسانجي حملي جي ارادي کي لڪايو وڃي. ان حواليءَ سان سمورن حڪمن کي احتياطي تدبيرن طور ڪيڙن ۾ ويڙهي پيش ڪيو وڃي. هن مهم جو عام هدف وولگا آرچنگل واري عام قطار هوندو."[254]
لکن جي تعداد ۾ جرمن فوج ۽ جنگي سامان (هٿيار، توبون، گاڏيون، آرٽلري وغيره) کي جرمني، فرانس ۽ پولينڊ جي علائقن مان گذاري سوويت سرحد ڏانهن منتقل ڪرڻ تمام ڏکيو ڪم هو. ان دوکي کي راز

[252] Decisive Wars of the History, Liddle Hart, p, 152
[253] Art of War, Sun Tzu, Ch, 1, p, 2
[254] Hitler's War Directives (1939-1945), p, 93

رکڻ لاءِ ڪيترين ئي انڪلون ۽ حرفتون ڪيون ويون جيڪي هيٺين ريت هيون.

(1) جرمني طرفان Non-Aggression Pact ان لاءِ ڪيو ويو تہ جيئن سوويت يونين سان ظاهري طور اتحاد وارو تاثر پيدا ڪري سگهجي. ان ٺاهہ جي اصليت بابت هٽلر جا لفظ هي هئا تہ ”سياسي بحث ان لاءِ ڪيا پيا وڃن تہ جيئن روس جي رويي کي عارضي طور ٿڌو ڪري (يا ٺاري) سگهجي. انهن بحثن جي نتيجن جي پرواهہ ڪرڻ کانسواءِ، اوڀر طرف حملي جون سموريون-تياريون جاري رکيون وڃن.“ [255]

(2) هڪ طرف جنگ جون تياريون پئي ڪيون ويون تہ ٻئي طرف سفارتي طور تي اهو تاثر ڏيارڻ لاءِ تہ سوويت يونين ۽ جرمني جي وچ ۾ سفارتي تعلقات پنهنجي معمول مطابق هلي رهيا آهن انهي حوالي سان روسي ۽ جرمن خارجہ وزيرن ۾ مسلسل ملاقاتون پڻ ٿينديون رهيون.

(3) برطانيہ خلاف هلندڙ جنگ کي مڙئي ظاهري طور وقفن وقفن سان جاري رکيو ويو تہ جيئن اهو تاثر ملي تہ جرمني، حقيقت ۾، برطانيہ سان جنگ ۾ مصروف آهي. نتيجي طور، گاڏهي فوج جي هاءِ ڪمانڊ کي اها پڪ ٿي وئي تہ ”جرمني هڪ ئي وقت ٻن محاذن تي ٻن وڏين طاقتن سان جنگ نہ وڙهندو.“ (يعني هڪڙي وڏي جنگ ان لاءِ ڪئي وڃي تہ جيئن ٻي جنگ ڪري سگهجي.)

(4) اوڀر يورپ (سوويت يونين طرف) محاذ تي لڪين جرمن فوجن جي موجودگي، چرپر ۽ سرگرمي کي اهو رنگ ڏنو ويو تہ يوگوسلاويا ۽ يونان سان ٿيندڙ جنگ سبب فوج جي نقل و حرڪت ڪئي پئي وڃي.

(5) سوويت يونين ۽ جرمني وچ ۾ تجارتي/واپاري معاهدا ڪيا ويا.

(6) جرمني جي پروپيگنڊا شعبي کي ڪم ڏنو ويو تہ اهو تاثر پيدا ڪجي تہ جرمن هاءِ ڪمانڊ برطانيہ تي فوجي ڪاهہ ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو آهي. ان لاءِ ريڊيو، افواهون، فوج جي مختلف يونٽن ڏانهن موڪليل هدايتون، رياستي آدرياءُ ۽ اخباري بيانن ذريعي ان قسم جي راءِ عامہ پيدا ڪئي وڃي. جرمن فوجين کي انگريزي ٻولي سکڻ ۽ برطانيہ جي جاگرافي بابت ڄاڻ حاصل ڪرڻ

[255] Hitler's War Directives (1939-1945), p, 86

جون هدايتون ڏنيون ويون. ته جيئن جرمن فوج اهو سمجهي ته برطانيه تي حملو ڪرڻ پيا وڃون.

) فوجين جي نالن ۾ ريڊيو تان هلندڙ پروگرامن تي مشهور گانن جون فرمائشون ڪيون ويون ته جئين اهو سمجهيو وڃي ته جرمني جي اهم فوج اولهندي محاذ تي موجود آهي ۽ اتان ڪان فرمائشون موڪليون پيون وڃن.

) 25 مئي ڪان 22 جون تائين جرمني 75 ڊويزن فوج ڪي پولينڊ تائين پهچائي چڏيو هو، پر تصوير اها پيش ڪئي وئي ته برطانيه خلاف هلندڙ جنگ سبب خطرو آهي ته متان سوويت يونين اسان تي حملو نه ڪري. يعني سوويت جي امڪاني جنگي خطري کي روڪڻ لاءِ فوجون موڪليون پيون وڃن.

) مختلف افواهون ڦهلايون ويون: مثال طور ”اسٽالن چار هفتن جي آرام ۽ علاج لاءِ بيدن (جرمني جو شهر) ايندو“ ان جو اثر اهو ٿيو ته ”سوويت يونين ۽ جرمني جا تعلقات ڪاميابي سان جاري آهن“ ٻي افواه ”ايندڙ هفتي اولهه طرف ريل گاڏيون نه وينديون“ ۽ ان جو اثر اهو ٿيو جو ماڻهن سمجهيو ”مطلب ته برطانيه تي حملو ٿيڻ وارو آهي.“

) سوويت يونين سان ملندڙ سرحدي پٽيءَ تي جرمني (پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾) تمام ٿورڙي فوج مقرر ڪئي. مثال طور لٿيانا جي 230 ڪلوميٽر سرحد تي پيادا فوج جون فقط چار ڊويزنون مقرر هيون، ته جيئن ڳاڙهي فوج سمجهي ته جرمني پرامن آهي.

) حملي ڪان صرف 12 ڏينهن اڳ بڪتربند فوج ۽ توبن کي آندو ويو، پيادا فوج ۽ بڪتربند ۽ توب وارين فوجن کي رات جي اونداهي ۾ سفر ڪرايو ويندو هو ۽ ڏينهن جو فوجي بيلن ۾ آرام ڪندا هئا.

) حملي لاءِ ڏينهن ۽ وقت جي چونڊ پڻ اهم ڪردار ادا ڪيو، ڇاڪاڻ ته 22 جون آچر جو ڏينهن هو، اٿين پهرين ڏينهن ئي جرمن فوج کي 18 ڪلاڪ ڏينهن جي روشني ۾ ڪارروائي ڪرڻ جو موقعو ملي ويو.[256]

جون جي رات تي جرمني جي فيلڊ آرميز ۾ ڪم ڪندڙ ٿي ڪميونسٽ ـرد سوويت پولينڊ جي سرحد ٽپي آيا ۽ ايندڙ نازي طوفان جو اطلاع

[256] Strategic Military Deception, p, 195

ڏنو. پر اطلاع پهچائڻ جو بندوبست بهتر نہ هو ۽ نہ ئي ايتري مختصر وقت ۾ ايڏي وڏي جنگي حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ تياري ڪري سگهجي ها.

## هفتن ۾ وچ جي تيزي وانگر فتح




هينري سمسن، جنگ جي شعبي واري آمريڪي سيڪريٽري، 23 جون، 1941 تي (سوويت يونين تي ٿيل حملي کان هڪ ڏينهن پوءِ) پنهنجي هڪ خط ۾ آمريڪي صدر روزويلٽ کي لکيو تہ "سوويت يونين کي شڪست ڏيڻ لاءِ جرمني کي وڌ ۾ وڌ ٽي مهينا لڳندا."

هٽلر طرفان سوويت يونين مٿان ٿيل حملو جنگ جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي جنگي ڪاهہ هئي، جنهن ۾ 30 لک جرمن فوجن حصو ورتو هو. سوويت يونين جي عظيم محب وطن جنگ 1418 ڏينهن ۽ راتيون جاري رهي. اوچتي ۽ دغابازي سان ڪيل حملي سبب، اڳرائي ڪندڙ (نازين) کي عارضي طور تي وڏي جنگي اڳيرائي مليِ ۽ ان پيشقدمي هٽلري

فوجن کي ان لائق بڻايو ته سوويت يونين جي پين وڏن علائقن تي آساني سان قبضو ڪري سگهن.
22 جون، 1941 تي نازي جرمني ۽ سندس اتحادين (هنگري، رومانيه، اٽلي) سوويت يونين خلاف 190 ڊويزن فوج، 4 هزار ڪان وڌيڪ توبن، اٽڪل 5 هزار جهازن ۽ 200 کن جنگي پيڙن جي گڏيل قوت سان، بالٽڪ کان ڪاري سمنڊ تائين، اٽڪل 930 ميل محاذ تي اچرج ۾ وجهندڙ جنگي حملو ڪيو. 22 جون، 4 بجي صبح جو سويز جرمن هوائي جهازن سوويت هوائي اڏن ۽ شهرن مٿان بمباري شروع ڪئي. اڳتي وڌڻ وارن فيصلائتن رخن ڏانهن برتر فوجي قوت لڳائي وئي؛ سڀ کان پهريائين، آرٽلري ڪانسواءِ Luftwaffe (جرمن جهازن ذريعي) هوائي حملو ڪيو ويو، سوويت هوائي فوج تي ٿيل اوچتي حملي جنگ جي ابتدائي مرحلي ۾ فيصلائتو ڪردار ادا ڪيو. تنهن کانپوءِ توبن ۽ بڪتربند فوج ڪمزور جاين تان زوردار ڌڪ هنيا ۽ گاڏهي فوج کي مختلف گهيرن ۾ ڦاسايو ويو. پهرين عالمي جنگ دوران ۽ ان کانپوءِ توب جي اچڻ سان جنگ جي سائنس ۾ انقلاب برپا ٿي چڪو هو ۽ سوويت يونين تي ٿيل حملي کان اڳ جيڪي به لڙائيون ٿيون ان ۾ جرمن توبن جي رفتار سامهون واري ڌر کي ڏڪائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، جرمن_سوويت جنگ ۾ سوويت يونين وٽ جرمني کان وڌيڪ توبون هيون پر انهن مان گهٽيون ته پهرين ئي مرحلي ۾ غيرموثر ثابت ٿيون. نازي فوج جي مهڙ ۾ پينزر (توب) فورسز اڳيان اڳيان هلندي هئي ڪجهه پينزر ڊويزنن ته چرڪائيندڙ انداز سان هڪ ڏينهن ۾ 80 ڪلوميٽر مفاصلو طئي ڪيو. جنهن کي ڏسي ائين پئي لڳو ته شايد اها (فوج) ناقابل شڪست آهي.
ٻي عالمي جنگ جي ٻين جنگي ميدانن (اتر آفريڪا، اٽلي، اولهه يورپ، پئسفڪ سمنڊ) ۾ سوويت_جرمن محاذ وانگر مسلسل، لڳاتار ۽ شديد ترين فوجي آپريشنن جهڙيون ڪارروائيون نه ٿيون. هي اهوئي محاذ هو جتي نازي جرمني جي فوج جو 70 سيڪڙو استعمال ٿيو. مطلب ته هٽلري فوج جي چئن فوجين مان ٽي فوجي اويرندي محاذ تي وڙهيا. حملي جي ابتدا ۾ ئي، هڪ اندازي موجب، اٽڪل 1500 روسي جهاز اڏامڻ کان اڳ ئي زمين تي ئي تباهه ڪيا ويا.
نازي فوج سوويت يونين جي بالٽڪ سمنڊ کان ڪارپيٿين جبلن تائين ڊگهي سرحدي پٽي تي ٽن هنڌن کان پوڙ وانگر ڪاهي پئي. ڪاٻي پاسي،

اتر جرمن فوجي گروپ، جنرل ليب جي ڪمانڊ ۾، اوڀر جرمني جي ڏڻن
ڪان سوويت يونين جي لٿيانيا ڏانهن رخ ڪيو، ڪاٻي پاسي مرڪز تي،
مرڪزي فوجي گروپ، وارسا ڪان نڪري سوويت پولينڊ واري رخ ۾
هلان ڪئي، ساڄي پاسي، ڏکڻ واري گروپ گليشيا ڪان نڪري Lwow ۽
اوڊيسا ڏانهن رخ ڪيو.
(ڪتاب جي گنجائش جي خيال ڪان سوويت-جرمن جنگ جي هر هڪ
سيڪٽر ۽ محاذ تي ٿيل لڙائي، مهم ۽ جنگ جي طريقي ڪار کي
تفصيلي انداز ۾ بيان ڪرڻ مشڪل آهي. تنهنڪري، جيڪو ماڻهو جنگ
جهڙي موضوع کي پهريون ڀيرو پڙهندو هوندو ان کي سمجهائڻ جي
خيال ڪان هتي ڪجهه بنيادي ۽ عام ڳالهيون اڳواٽ بيان ڪجن ٿيون.
هي جنگ بنيادي طور ڏکڻي باقائده جنگ هئي جنهن ۾ ٻئي ڌريون
طاقتور هيون، جيتوڻيڪ ڪٿي ڪٿي اهڙو وقت به آيو جڏهن هڪڙي ڌر
بلڪل ڪمزور ته ٻي ڌر وڏيڪ سگهاري قوت سان ويڙهه ڪئي. پر ٿلهي
ليکي ٻي عالمي جنگ تائين انهن سمورين لڙائين جو طريقي ڪار
ساڳيو هو، تنهنڪري ان جي ورجاءَ ڪان پاسو ڪرڻ لاءِ جنگ جي طريقي
ڪار جو تت هيٺ ڏجي ٿو.
<u>ڄاڻ:</u> سڀ ڪان پهريائين دشمن جي نقل حرڪت، هٿيارن، فوج جي تعداد،
رخ وغيره بابت ڄاڻ حاصل ڪئي ويندي آهي ان جا مختلف ذريعا هجن ٿا
جنهن ۾ جاسوسي، جاسوس جهاز ۽ گوريلا فوج، دشمن جا پڪڙيل
فوجي ۽ دشمن جي ويڙهه مان اندازو لڳايو ويندو آهي.
<u>فوج جي تنظيم:</u> فوج جون ٽي شاخون ٿين ٿيون، زميني، هوائي ۽ بحري
فوج. زميني فوج جي اندر وري ڪمپني، ۽ ان جي مٿان بٽالين، بعد ۾
رجمنيٽ، ڊويزن، ڪور، آرمي ۽ آرمي گروپ جي تنظيمي ورهاست ۽
جوڙجڪ هوندي آهي. هڪ ڊويزن ۾ اندازن 10 ڪان 12 هزار فوجي هجن
ٿا. زميني فوج ۾ پيادا، بڪتر بند، توب، آرٽلري، موٽر، انجنيئر بٽالين
وغيره جون شاخون هونديون آهن. اهڙي ريت، بحري فوج ۾ جنگي
ٻيڙو، ڪروزر، ويڙهاڪ ٻيڙو، آبدوز وغيره جا مختلف قسم ٿين ٿا.
فضائي فوج ۾ بمبار، ويڙهاڪ، جاسوس ۽ ٽرانسپورٽ لاءِ مختلف جهاز
هجن ٿا.
<u>منصوبي جي رٿابندي:</u> ڪنهن به جنگ ۽ لڙائي ڪان اڳ ان جي رٿابندي
ڪئي ويندي آهي جنهن ۾ مختلف پاسن جو جائزو ورتو ويندو آهي ۽

انهن کي اڳ رکندي جنگ جي حڪمت عملي تيار ڪئي ويندي آهي. مثال طور، مفاصلو، وقت، موسم، وسيلا، رسد وغيره ۽ ان کانپوءِ ويڙهه جا بنيادي سوال حل ڪيا ويندا آهن. مثال طور، ويڙهه جو مکيه رخ، دورانيه، ابتدا جي تاريخ، مقرر هدف، دائرو (ويڪر ۽ ڊيگهه)، فوج، رسد ۽ هٿيار، فوج جي جمع ٿيڻ جي جاءِ، بچت فوج ۽ هٿيار، پٺتي هٽڻ جو رستو، محاذ ۽ پٺ، ڪميونيڪيشن وغيره.

ويڙهه جي ابتدا: مٿين سمورن نقطن جو جائزو وٺڻ ۽ رٿابندي ڪرڻ کانپوءِ جنگ جي ابتدا ڪئي ويندي آهي. حملي جي صورت ۾، سڀ کان پهريائين فضائي فوج چرپر ۾ ايندي آهي جيڪا اهم فوجي نڪاتن، رستن، شهرن ۽ صنعتي علائقن کي نشانو بڻائيندي آهي. ان سان گڏوگڏ آرٽلري ذريعي دشمن جي مهڙ واري دفاعي صف کي ٽوڙڻ لاءِ ويجهي کان گولاباري ڪئي ويندي آهي، جنهن بعد توبون، بکتر بند ۽ موٽر فوج اڳتي وڌندي آهي ۽ ان جي پٺيان پيادا فوج حملو ڪندي آهي.

حملن جا قسم: مکيه، ثانوي، ڏيان هٽائڻ وارا، مددگاري ۽ نفسياتي حملن جا قسم ٿين ٿا. پر حملي آور ڌر پنهنجي قوت جو وڏو حصو مکيه حملي واري جاءِ تي استعمال ڪندي آهي. دفاع جي صورت ۾، خندقون کوٽڻ، ڪنڊيدارون تارون لڳائڻ، توپ ۽ جهاز_مخالف بندوقون، روڊ، رستا ۽ پليون تباهه ڪرڻ، بارودي سرنگهون وڇائڻ ۽ ناڪابندي ڪرڻ جون تدبيرون عمل ۾ آڻيون آهن.

رسد: لڙائي ۾ فوج جي ضرورتن جي پورائي لاءِ رسد جو بندوبست ڪيو ويندو آهي جنهن ۾ بارود، هٿيار، پيٽرول، کاڌو، دوائون ۽ فوج جي تازي ڀرتي شامل آهن.

جيتوڻيڪ فوج جي تنظيم، رٿابندي، رسد، ويڙهه جي طريقي ڪار بابت بنيادي سوالن جي مٿي ڏنل مختصر جاڃ انتهائي ابتدائي قسم جي ۽ سادي آهي ۽ اها ڪنهن به صورت ۾ جنگ جي پيچيدگين جي وضاحت بلڪل نٿي ڪري. مٿي بيان ڪيل نقطن کي مشيني انداز ۾ نه وٺڻ گهرجي.

باقي رهيو معاملو مختلف شهرن، رستن، دريائن، ندين ۽ علائقن جي نالن ۽ رخن کي سمجهڻ جو ته اُن لاءِ هيٺ ڏنل نقشي جي مدد وٺي سگهجي ٿي. ان ۾ خاص ڪري، اتر (لينن گراڊ)، مرڪز (ماسڪو) ۽ ڏکڻ (ڪيف، راستوف، اسٽالن گراڊ) کي ذهن نشين ڪرڻ ضروري آهي.

## باب چوٿون

# نازي فوج طرفان سوويت يونين تي حملو

## (A_1) مرڪزي محاذ: هدف ماسڪو

جنرل بوڪ (Bock) جي ڪمانڊ هيٺ ماسڪو ڏانهن اڳڀرائي ڪرڻ لاءِ مرڪزي جرمن فوجي گروپ[257] جوڙيو ويو جنهن ۾ ٽيون پينزر[258] گروپ، جنرل هوٿ ۽ ٻيون پينزر گروپ، جنرل گڊرين جي ڪمانڊ ۾ ڏنا ويا. جڏهن ته سوويت يونين جي اولهه واري ڳاڙهي فوج جي مرڪزي محاذ جي ڪمانڊ مارشل تمنشنڪو (Timoshenko) وٽ هئي.
مرڪزي محاذ (جنهن جو ابتدائي هدف سمولينسڪ هو) ڏانهن جرمن فوجون بريسٽ[259] وٽان داخل ٿيون، هر قسم جي بندوقن هڪ ئي وقت فائرنگ ڪئي. جيستائين اک جي نظر وئي پئي تيستائين باهه ۽ دونهي جو سمنڊ نظر پئي آيو. ائين امن فوت ٿي ويو ۽ جنگ پنهنجا پهريان پيانڪ ساهه کڻڻ شروع ڪيا. پراتولن علائقي وٽ 17 ۽ 18 پينزر جرمن ڊويزن دريا کي پار ڪرڻ لاءِ، ڪا به پل نه هجڻ سبب پاڻيءَ اندر هلندڙ ٽوپ توبون استعمال ڪيون ويون. باقي جرمن فوج 500 ميل ڊگهي محاذ تي موجود دريا تي ٺهيل پلين جيئن جو تيئن حاصل ڪري ورتيون.[260] جنهن بعد بڪتربند/توب فوج پيش رفت ڪئي ۽ پوءِ تيزي سان الڳ نموني اڳتي وڌندي وئي. وسيع تر محاذ، باءِ پاس تدبيرن، درست حملن ۽ اوتهن ڇپيندڙ تيز ڪارروائين سبب ٻن ڏينهن ۾ 60/50 ميل علائقي تي نازي فوج قبضو ڪري ورتو. جرمن فوج کي هڪڙو فائدو هي به ٿيو ته روسي توبون اثرائتيون ثابت نه ٿيون پر روسي فوجين جي سخت مزاحمت جرمن فوجن کي اڳتي وڌڻ ۾ وڏيون رڪاوٽون وڌيون. ڳاڙهي فوج لاءِ

257 گروپ جي معنيٰ آهي جنهن ۾ ٻه يا ٻه کان وڌيڪ فوجون هجن.
258 بڪتر بند يا توب جرمن فوج
259 پولينڊ جو شهر
260 Hitler's War on Russia, by Paul Carell, p, 23-26

مشڪلاتون تمام گهٽيون هيون، هر هنڌ نازي فوج اوچتا حملا ڪيا ۽ ائين پئي لڳو ڄڻ ته اهي هر هنڌ اڳواٽ ئي ڳاڙهي فوج جي تاڙ ۾ ويٺا هئا. سوويت فوجون هڪڙي لائين کان ٻي لائين ۽ ٻي کان ٽين لائين ڏانهن پوئتي هٽنديون رهيون، پويان اينڊڙ يونٽ (Rearguard) ، ”گشتي دفاع“ واري انداز ۾ ويڙهه ڪندا رهيا. ان اوچتي حملي سبب سوويت نظام درهم برهم ٿي ويو. هر هنڌ دشمن تمام وڏي قوت سان حملا پئي ڪيا. جتي به ڳاڙهي فوج سخت مزاحمت ڪندي آخر تائين وڙهڻ جي ڪوشش ڪئي پئي اتي تيسين جرمن توبون ڪتان نه ڪتان کو گس ڪڍي ڳاڙهي فوج جي پنيان وڃي پهچنديون هيون، ڇاڪاڻ ته سوويت يونين هڪ وسيع ايراضي وارو ملڪ هو جتي حملي آور لاءِ هر وقت ڪٿان نه ڪٿان اڳتي نڪري وڃڻ جي گنجائش موجود هئي.

## گهيرن پٺيان گهيرا

جنرل گدرين جي پينزر گروپ ۾، ٽي پينزر ڪور[261] (Panzer Corps) ۽ بريسٽ واري قلعي جو گهيرو ڪرڻ لاءِ هڪ پيادل ڪور (Cotp)* هو ۽ ان کانپوءِ توبن سان گڏ اڳتي وڌڻ لاءِ ڪيس به پيادا ڊويزنون پڻ ڏنيون ويون، پر مسئلو تڏهن پيدا ٿيو جڏهن پينزر فوج پهريون گهيرو مڪمل ڪري ورتو ته انهن کي پيادي فوج جي پهچڻ تائين جو انتظار ڪرڻو پيو. بهرحال، سوويت يونين تي ٿيل اچرج ۾ وجهندڙ جنگي ڪاهه سبب جرمن فوج کي ابتدا ۾ ڪا ڏکيائي نه پيش آئي. هڪ ته علائقو وسيع هو ۽ ڳاڙهي فوج پڻ گهٽ هئي. انهيءَ شام تائين ڪجهه ڊويزنون ته اٽڪل 50 ميل اڳتي نڪري ويون. جيئن جيئن اڳتي وڌندا ويا تيئن تيئن ڳاڙهي فوج جي مزاحمت پڻ وڌندي وئي؛ سلومن (Slomin) شهر وٽ گهيري جي صورتحال ڏسندي ڳاڙهي فوج سخت ويڙهه ڪئي، ڳاڙهي فوج جي ڪٿي ڪٿي صورتحال اهڙي به هئي جو هڪڙي رائفل هئي ته چار فوجي ۽ گهيرو ٽوڙڻ جي ڪوشش به ڪندا رهيا. 25 جون تائين دشمن جي مهڙ واريون فوجون 120، 130 ۽ ڪٿي ڪٿي 250 ڪلوميٽر اڳتي نڪري آيون. جنرل هوٿ جو پينزر گروپ، جيڪو اوڀر جرمني کان نڪتو هو، ان جون فوجون، 26 جون تي، منسڪ شهر جي اترين پرپاسي کان اچي ڪڙڪيون ۽ جنرل ليمسن جي ڪور، 27 جون تي اچي هوٽ

---

261 ٻه يا ٻه کان وڌيڪ فوجي ڊويزنن تي مشتمل بکتربند/توب فوج

جي گروپ سان ملي شهر جو گهيرو ڪيو، يعني صرف ساڍن پنجن ڏينهن ۾ اٽڪل 200 ميلن ڪان وڌيڪ مفاصلو طئي ڪيو ويو. 24 هين پينزر ڪور ٻئي ڏينهن تي شام تائين Beresina (بيريسنا) ندي وٽ ٺاهيل مورچو حاصل ڪري ورتو. جيتوڻيڪ، پينزر ڪور ڊينپر تائين وڃي ها پر ايتري ۾ ڳاڙهي فوج ندي وٽ جمع ٿي چڪي هئي. جڏهن ته پيادا جرمن فوج اچا تائين سلومن وٽ گهيري کي مڪمل نه ڪري سگهي هئي، نتيجي طور ڳاڙهي فوج جو وڏو حصو گهيري مان نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. جنگ جيّ نائين ڏينهن، يعني 30 جون، تائين جرمن فوجون منسڪ (Minsk) تائين پهتيون پر گهيرو ناڪام رهيو ۽ ان وچ ۾ مينهن وسڻ شروع ٿيو، جنهن جي نتيجي ۾ گپ وڏا مسئلا ڪري وڌا. جرمن فوج گهڻو زور گهيرن تيءَ ڏنو، نه ڪي ٽارگيٽ حاصل ڪرڻ تي (يعني ماسڪو طرف اڳيرائي ڪرڻ). 28 جون تي منسڪ شهر تي قبضو ٿيو ۽ ڳاڙهي فوج جون 11 ڊويزنون دشمن جي پٺيان وڙهڻ تي مجبور ٿيون. پوءِ منسڪ وٽ ٿيل گهيري ۾ اٽڪل 3 لک ڳاڙهي فوج پڪڙي وئي. جنهنڪري جرمن هاءِ ڪمانڊ ۾ وڏي اميد پيدا ٿي. جرمن جنرل اسٽاف جي چيف هيلڊر 3 جولاءِ تي پنهنجي ڊائري ۾ لکيو ته "15 ڏينهن ۾ جنگ کٽي وٺنداسين."[262]

جنرل گڊرين ۽ هوٿ، منسڪ وٽ ٿيل گهيري کي بند ڪرڻ لاءِ پٺيان کان ايندڙ پيادا فوج جي مدد لاءِ ڪجهه جٿا ڇڏي، اتان کان اڳتي نڪري ويا. جنهن تي جنرل ڪلگ (Klüg) پينزر گروپ کي اُتي رڪڻ لاءِ چيو ته جيئن اُهي گهيرو بند ڪرڻ ۾ مدد ڪن، پر پينزر گروپ گهڻو اڳتي نڪري چڪو هو. نيٺ هٽلر تائين معاملو پهتو جنهن؛ 3 جولاءِ تي، پينزر گروپ کي ئي ڪلگ جي اختيار ۾ ڏئي ڇڏيو. جڏهن ته جنرل گڊرين، بغير ترسڻ جي، ڊينپر دريا ٽپي وڃڻ جو ارادو ڪيو وينو هو. بعد ۾، ڪلگ، جنرل گڊرين جي تيارين کي ڏسي سندس حمايت ڪئي. گڊرين جي کاٻي پاسي واري فوج، 16 جولائي تائين، سمولينسڪ وٽ پهتي ۽ ان جي مرڪزي جٿي Desna (ديسنا) ۽ Elnya تي 20 جولائي تائين قبضو ڪري ورتو، ساڄي پاسي واري اڳواڻ جٿي جي رفتار، ڳاڙهي فوج جي جوابي حملن سبب، گهٽجي وئي. ائين جنگي حملي جي ابتدائي ڏينهن ۾ نازي پينزر گروپ 400 ميلن جي اونهائي تائين سوويت علائقي تي قابض ٿي

[262] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 74

ڪو هو ۽ ماسڪو باقي 200 ميل اڳيان هو. سوويت يونين مٿان هٽلر
ي حملي جو منصوبو جوا جي راند وانگر جوڪمر تي ٻڌل هو، جيئن
رانس کي وڃ جي تيزي وانگر شڪست ڏيڻ لاءِ متوقع جاءِ بدران وڏيڪ
شڪل ۽ غيرمتوقع جاءِ اردينز وٽان دفاعي ميجنوٽ قطار کي ٽڪرا
ڪرا ڪري مٿس چرڪائيندڙ حملو ڪيو ويو. ساڳئي ريت، سوويت
ونين تي ٿيل حملي دوران آهستي آهستي اڳتي وڌڻ جي گنجائش ئي نه
ئي. آهستي وڌڻ جي معنيٰ هئي ناڪامي!
ر ان مرحلي ۾، منسڪ کان سمولينسڪ تائين، واري علائقي کي قبضي
ڪين ٽي هفتا لڳي ويا. سمولينسڪ واري گهيري ۾ اٽڪل 1 لک 80
زار سوويت فوجي قيد ڪيا ويا. عملي طور نتيجو اهو نڪتو جو
هرين ٻن گهيرن ۾ ڪاميابي نه ملي، وچي ٽئين گهيري ۾ ڪجهه قيدي
وجي هٿ لڳا، پر اهي به ڊينپر (سوويت دريا) تائين ڏگهو مفاصلو طئي
ڪرڻ ڪانپوءِ، چوٿين گهيري ۾ 5 لک روسي فوجي قيد ڪيا ويا پر
يستائين هفتن واري رٿابندي کان ڪم ٿيي ويو ۽ اٽڪل ٽي مهينا لڳي
يا مٿان سيارو اچي ويو هو. هر لڙائي ۾ گهيري کي سهيڙڻ ۾ ئي وقت
هڻو ضايع پئي ٿيو. مطلب ته تدبيري (ننڍن) مقصدن جي پٺيان ڊوڙڻ ۾
نگي (وڏا) مقصد رهجي پئي ويا. وڏي اهم ڳالهه ته رسد ۽ وري پرتي
هچائڻ ۾ به جرمن فوج کي گهٽي ڏکيائي پئي آئي، نتيجي طور جهازن
ي ان ڪم لاءِ استعمال ڪيو ويو. جنهنڪري هوائي فوج پنهنجي ويڙهه
ارو اهم ڪردار بهتر نموني نه نڀائي سگهي. بهرحال، مرڪزي محاذ تي
نرل بوڪ پيادا فوج هٿان ننڍن دائرن ۽ پينزر فوج هٿان وڏن دائرن وارن
هيرن جي اٽڪلن ذريعي موچاري ڪاميابي ماڻي.
ر اسٽالن ۽ سندس جنرلن لاءِ معاملو ٿورو ٻئي قسم جو هو. انهن لاءِ ٽي
ار لک فوج ڪو وڏو مسئلو نه هو. علائقي جي حوالي سان سوويت
ونين نازي سلطنت کان اٽڪل 46 ڀيرا وڏي هئي، جتي اٽڪل 19 ڪروڙ
نساني آبادي رهندي هئي، جنهن مان هڪ ڪروڙ سٺ لک ماڻهو جنگ
۽ حرڪت ۾ اچي سگهيا پئي. تمام وڏي صنعت اُرل (سوويت علائقو)
ر هلندڙ هئي. اٽڪل هڪ ڪروڙ ماڻهو فوج جون ذميواريون نڀائڻ لاءِ
هرائي سگهجن پيا. پر سڀ کان اهم مسئلو وقت جو هو. اهوئي سبب
و جو سوويت ڪمانڊ جولاءِ جي مهيني دوران گهڻو زور ان ڳالهه تي هو
، "دشمن کي روڪيو"[263]

---

[263] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 74



جرمن فوج طرفان ڪيل بمباري ۽ ويڙهه جون تصويرون





## "هُو مونکي جيئرو نہ پڪڙي سگهندا."

جيتوڻيڪ، جنگ ۾ ڪنهن کي مات ڪرڻ جا گهڻائي طريقا هجن ٿا مثال طور رسد بند ڪرڻ، دوکو ڏيڻ، بمباري يا گولاباري ڪرڻ، زخمي ڪرڻ، اوچتو حملو ڪرڻ، گهيرو ڪرڻ ۽ بمباري ذريعي قتل ڪرڻ وغيره. پر ڪنهن کي ڏوبڏو ويڙهہ ذريعي شڪست ڏيڻ ٻيو معاملو آهي. انهيءَ حوالي سان، جرمن پنهنجي نقل و حرڪت جي تيز رفتاري ۽ اٽڪلن ۾ تہ سوويت فوج کي مات ڏئي پئي ويا پر اهي ڳاڙهي فوج کي ويڙهہ ۾ ماري نہ سگهيا. جيڪڏهن ڪٿي ڳاڙهي فوج هٿياز ڦٽا ڪيا تہ بہ ڏکي مزاحمت ڪانپوءِ. ان قسم جي مزاحمت جرمن منصوبي جي ٽڪڙي تڪميل آڏو وڏيون رڪاوٽون پئي وڌيون. مرڪزي محاذ ڏانهن جرمن فوج بهتر نموني وڌي رهي هئي. جنرل هوٿ ۽ گڊرين جا پينزر گروپ منصوبي مطابق تيزي سان اڳتي وڌندا رهيا. پر بريسٽ واري قلعي ۾ ويڙهہ اڃا تائين هلندڙ هئي، نيٺ، 29 جون تي جرمن جهازن اٽڪل هڪ هزار پائونڊ بم ڪيرايا، پر ڪوبہ اثر نہ ٿيو. وري انهيءَ ڏينهن منجهند ڪانپوءِ، اٽڪل چار هزار پائونڊ بم ڪيرايا ويا. تنهن ڪانپوءِ قلعي جي اندران عورتون ۽ ٻار ٻاهر نڪتا پر اندر موجود آفيسرن آڻ نہ مڃي. نيٺ، 30 جون تي جرمن فوج قلعي تي قبضو ڪري ورتو. جڏهن جرمن فوجي قلعي اندر موجود گرجا گهر ۾ داخل ٿيا تہ ان جي پٽين تي روسي فوجين جا لفظ اڪريل هئا تہ "اسين ٽي ڄڻا ماسڪو کان آيا آهيون. اسان قسم کنيو آهي تہ هٿيار ڦٽا ناهن ڪرڻا. جولاءِ 1941." ۽ ان جي ٺي هيٺان ٻيو سٽ لکيل هئي تہ "آءٌ هاڻي اڪيلو بچيو آهيان، هُو ٻئي مارجي چڪا آهن. جرمن فوجي گرجا اندر اچي ويا آهن. مون وٽ باقي هڪ گرنيڊ بچيو آهي. پر هُو مونکي جيئرو نہ پڪڙي سگهندا." بيرڪ جي تهہ خاني جي پٽ تي لکيل هو تہ "آءٌ مري ويندس پر آڻ نہ مڃيندس. الوداع منهنجا وطن. 20 جولاءِ 1941" انهن سٽن کي پڙهڻ سان خبر پوي ٿي تہ ڪجهہ فوجي جولاءِ جي آخر تائين قلعي اندر وڙهندا رهيا.[264]

هڪ تہ سوويت يونين ۾ اڳئي روڊ رستا گهٽ هئا ۽ مٿان وري ڳاڙهي فوج انهن ڪجهہ روڊن ۽ رستن کي بہ اڳواٽ ئي اکيڙي ڇڏيو جنهن

[264] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p. 44

ڪري جرمن فوجن کي رسد ۾ تمام گهڻي تڪليف پيش آئي. ايراضي تمام وسيع هئي، روڊ تمام گهٽ، موسم سخت، ۽ اهڙين حالتن ۾ پرورش ورتل روسي انسان به سخت هو، پر اهو ڳالهه ته سوويت فوجي ان ڪان به وڌيڪ سخت ۽ مضبوط هئا.

## "هر شي لڙائي جي ميدان لاءِ هر شي فتح لاءِ"

جنگ جي ابتدا ۾ ئي مهڙ وارن علائقن ۾ ڳاڙهي فوج وٽ جنگي هٿيارن جي شديد کوٽ پيدا ٿي پئي. هر ماڻهو کي سندس ڪم ۽ جاءِ جي درست ڄاڻ هئي پر اهم مسئلو رسد جي نظام جو هو. سڀ کان وڏي ۾ وڏو مسئلو مختلف محاذن سان رابطي Communication جو نه هجڻ هو جيڪڏهن ٿورو گهڻو ٿيو پئي ته پروسي جوڳو نه هو. سوويت جنرل اسٽاف جي مختلف سطحن تي پڻ تنظيمي ڪوتون ۽ خاميون هيون. اهو افراتفري وارو وقت هو، فوجين کي ٽريننگ ذريعي مختلف محاذن ڏانهن روانو ڪيو پئي ويو پر جتي انهن کي لهڻو هو ان بدران ڪنهن ٻي اسٽيشن تي وڃي لهن، ڪٿي ڪٿي ڪمانڊر ۽ سندس اسٽاف هڪڙي جاءِ تي پهچن ته فوجون وري ڪنهن ٻئي هنڌ. ڪڏهن ڪڏهن فوجن ڏانهن موڪليل هدايتناما ۽ حڪم ناما تاريخ گذرڻ ڪانپوءِ پهچڻ لڳا ۽ جيڪي هدايتناما مختلف محاذن ۽ سيڪٽرن تي وڙهندڙ ڳاڙهي فوج کي پهتا اهي گهڻي قدر درست نه هئا. ان جي هڪڙي جهلڪي، مارشل روڪوسوسڪي جي هنن سٽن مان پسي سگهجي ٿي، جنهن ۾ هُو لکي ٿو ته هڪ لڙائي دوران، محاذ جي ڪمانڊر حڪم ڪيو ته "دشمن جي گهيري واري پاسي کي زبردست جوابي ڌڪ هڻي ان کي تباهه ڪريو ۽ صورتحال ٺيڪ ڪريو." اهڙي قسم جي حڪم حالتن بابت ڪمانڊر جي مڪمل بي خبري ڏيکاري پئي." پر اهڙي صورتحال باوجود، هُو لکي ٿو ته مون پنهنجو پاڻ سان مخاطب ٿيندي چيو ته هي وقت تجزين ۽ تنقيد جو ناهي، پنهنجي طرفان بهتري جي هر ممڪن ڪوشش ڪريان ۽ "هڪ سپاهي جو فرض ادا ڪريان."[265]

28 جون واري ڏينهن مارشل تمشنڪو (سوويت دفاع جي وزير) ليفٽننٽ جنرل يرمينڪو کي جنگي صورتحال بابت ٻڌائيندي چيو ته "اولهندي

[265] Rokossovsky, p, 14

محاذ تي اسانجي. شڪست جو ڪارڻ ڪمانڊرن جي نااهلي آهي." هن وڌيڪ چيو ته "جرمن فوج هاڻي منسڪ_بوبرسڪ_ڊگواپلس_جلگوا (سوويٽ شهرن) جي قطار تائين پهچڻ واري آهي. سڄو بيلاروس به دشمن جي قبضي هيٺ آهي. چار فوجن سان رابطو ڪٽيل آهي. دشمن جو مقصد سمولينسڪ تائين آهي. ۽ اسان وٽ ان کي بچائڻ لاءِ ڪابه فوج نه بچي آهي." "جرمن فوج جي توب حڪمت عملي ماڻ خطرو آهي. اُهي گهٽين توبن سان حملا ڪن ٿا. جڏهن ته اسانجون توبون پيادا فوج جي مدد لاءِ استعمال ڪيون پيون وڃن، سي به ننڍن ننڍن ٽولن ۾." جنهن تي يرمينڪو پڇيس ته "هاڻي محاذ جو اهم ڪم ڇا آهي؟" تمشنڪو جواب ڏنس ته "دشمن جي پيش رفت کي روڪڻ."[266]

ڳاڙهي فوج ۾ سياسي شعبي جي ڪميونسٽن ۽ شاگردن فوجين ۾ اعتماد پيدا ڪيو. ڪٽي ڪٽي سخت گرمي ۾ ڳاڙهي فوج جي سپاهين ڳرا هٿيار پنهنجن ڪلهن تي کڻي هڪڙي ڏينهن ۾ 50 ڪلوميٽر پنڌ به ڪيو جيڪو فوج جي جانثاري ۽ سهپ جو اعليٰ نمونو هو. بهرحال، ان سموري افراتفري باوجود، ڳاڙهي فوج جو حوصلو بلند هو. هڪڙي جرمن ڪرنل (قيدي) ٻڌايو ته "توهان (ڳاڙهي فوج) جي آرٽلري زبردست آهي ۽ فوجين جو حوصلو تمام بلند آهي."

29 جون تي ڪميونسٽ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي ۽ سوويٽ حڪومت، سوشلسٽ وطن جي دفاع بابت لينن جي خيال جي پوئواري ڪندي، هڪ هدايت نامو جاري ڪيو، جنهن جو نعرو هو ته "هر شيءِ لڙائي جي ميدان لاءِ، هر شي فتح لاءِ"

تنهن کانپوءِ "سڀ ڪجهه ساڙي اڇڻ" جون هدايتون جاري ڪيون ويون. ان هدايت نامي مطابق "جڏهن به ڳاڙهي فوج جا يونٽ پٺتي هٽڻ تي مجبور ٿين، سموريون ريلوي لائينون اکيڙي ڇڏين ۽ ذخيرا هٽايا وڃن. دشمن لاءِ هڪ به انجڻ، هڪ به ريلوي بوگي، ڪوبه ڳيي جو ٽڪر نه پاءُ تيل جو پويان ڇڏيو وڃي. دشمن جي ويجهن علائقن کي خالي ڪرڻ لاءِ عام هاري پنهنجو سمورو چوپايو مال ڪٽي وڃن، پنهنجو بچائي رکيل اناج رياست حوالي ڪن. سموريون قيمتي ملڪيتون، اناج، تيل، غيرفولادي ڌاتو، جن کي ڪڍي نٿو سگهجي انهن کي تباهه ڪري ڇڏين ته جيئن دشمن جي هٿ نه چڙهن."

[266] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 51

گوريلا ڪارروائين (Partisan War) لاءِ هدايتون جاري ڪندي چيو ويو ته "قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ گوريلا يونٽ جوڙيا وڃن. دشمن جي يونٽن سان ويڙهه ڪرڻ ۽ گهٽن پاسن کان منجهائڻ ۽ هر هنڌ گوريلا ڪارروائيون ڪرڻ لاءِ جٿا جوڙيا وڃن. روڊ رستا اکيڙڻ، پيلن کي ساڙڻ، پليون، ٽيليفون، ٽيليگراف تارون، دشمن جا ذخيره، ۽ روڊ ذريعي دشمن جي رسد وارين گاڏين کي تباهه ڪيو وڃي. قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ دشمن لاءِ ناقابل برداشت حالتون پيدا ڪيون وڃن ۽ ان جي ساٿارين کي پڻ هر قدم تي برباد ڪيو وڃي."

اسٽالن چيو ته هي جنگ ٻن فوجن وچ ۾ عام جنگ ناهي، هيءَ جنگ جرمن فاشسٽ فوجن خلاف سموري سوويت عوام جي جنگ آهي. عوامي جنگ جا مقصد، نه صرف سوويت يونين مٿان لٽڪندڙ خطري کي منهن ڏيڻ پر پيون يورپي قومون جيڪي نازي غلامي هيٺ پيڙهجن پيون، انهن جي مدد ڪرڻ به آهي." [267]

وچ جولائي تائين اتر واري پاسي لٽويا (Latvia)، لٿيانيا (Lithyania)، ايسٽونا (Estonia) ۽ ڏکڻ ڏانهن يوڪرين جي وڏي حصي تي نازي فوجون قبضو ڪري چڪيون هيون. پر اها فتح کين ايتري سستي ڪانه ملي. پهرين ٽن هفتن دوران جرمني کي اٽڪل 92 هزار فوج جو نقصان ٿيو، اٽڪل اڍ توبون ۽ 13 سو جهاز تباهه ٿيا ۽ آگسٽ جي آخر تائين اٽڪل 4 لک 10 هزار فوج کي هاڃو رسيو. (V)

مرڪزي محاذ تي، هڪڙي پاسي ڳاڙهي فوج جي سخت مزاحمت ۽ مٿان وري جولائي جي مهيني ۾ برساتن وسڻ شروع ڪيو، جنهنڪري جرمن فوج لاءِ پيٽي مصيبت پيدا ٿي پئي. ٻن گهيرن ۾ 3 لک سوويت فوجي قيد ڪيا ويا پر اوترائي نڪري به ويا ۽ وري اُهي ئي فوجي ٻي دفاعي لائين جو حصو بڻجندا پئي ويا. مڙئي ڪجهه مضبوط پليون (Bridges) هيون ۽ گهڻيون ته ڪاٺ جون نهيل هيون جن مان اڪثر پلين کي ڳاڙهي فوج ڌماڪن سان اڳوات ئي تباهه ڪري ڇڏيو هو. مٿان وري بارودي ڪاٺين (mines) جرمن فوج جا رستا روڪي ڇڏيا. مطلب ته ڳاڙهي فوج جي سخت مزاحمت، برسات، گپ، تتل روڊن ۽ پلين ۽ بارودي ڪاٺين جرمن ڪمانڊ جي رٿابندي کي تهس نهس ڪري ڇڏيو. جرمن پيادا فوج

[267] Russia at War, p. 166-67

روزانو اٽڪل 20 ڪلوميٽر مفاصلو طئي ڪري سگهي پئي، جنهنڪري منسڪ واري گهيري کي بند ڪرڻ ۾ نازي فوج کي ٻه ڏينهن لڳي ويا. بهرحال، انهن سمورين رڪاوٽن ۽ سخت مزاحمت باوجود 300 ميل تائين علائقو جو نازي فوج جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو. پنهنجي هلندڙ ڳاڙهي فوج کي پيهر منظم ٿيڻ لاءِ مناسب وقت نه پئي مليو. مٿان وري برساتن جرمن توڙي سوويت جنگي سازوسامان جي چرپر کي گهٽائي ڇڏيو هو، جرمن توبون ته اڳتي وڌيون پئي پر رسد ۽ پيادا فوج نه پئي وڌي سگهي جنهنڪري خود توبن لاءِ اڳتي وڌڻ پڻ خطرناڪ هو.

## "منهنجو هيڊ ڪوارٽر هلندي نه هيو"

سمولينسڪ (سوويت شهر) واري لڙائي سوويت_جرمن جنگ ۾ وڏي اهميت رکي ٿي ڇاڪاڻ ته سوويت يونين لاءِ سمولينسڪ ماسڪو ڏانهن ويندڙ رستي جو هڪ مضبوط قلعو هو. جنهن کي ماسڪو ڏانهن وڃڻ جي ڪنجي سمجهيو ويندو هو. ڇاڪاڻ ته اُتي Dvina, Dnieper ۽ ٻين ندين مٿان پليون وغيره ٺهيل هيون، مطلب ته ان ڪانپوءِ ماسڪو ايترو پري نه هو. سمولينسڪ وٽ دينپر دريا تي روگچيف، موگليف ۽ اورشا وٽ سوويت فوج جي دفاعي پوزيشن انتهائي مضبوط هئي. نازي فوج طرفان انهن جاين کي چرڪائيندڙ انداز سان فتح ڪرڻ جون ڪوششون بري طرح ناڪام ثابت ٿي چڪيون هيون. نيٺ، جرمن فوج جي جاسوس جٿن دريا جي اولهندي ڪناري تي (Staryy, Bykhov, Shklov, Kopys) جي علائقن وٽ ڪمزور جايون تلاش ڪري ورتيون. جن بابت سوويت فوج کي توقع نه هئي ته دشمن اتان حملو ڪندو پر جنگ ۾ ڪاميابي جو وڏو راز ئي اهو آهي ته اُتي ڌڪ هڻجي جتي سامهون واري ڌر طرفان گهٽ کان گهٽ توقع ڪئي وڃي. بهرحال، 10 ۽ 11 جولاءِ تي، انهي جاين تان بغير ڪنهن وڏي نقصان جي جرمن فوجون دريا ٽپي آيون. مهڙ وارو گدرين جو پينزر جٿو اورشا، موگليف ۽ روگچيف وارين مضبوط جاين کي پاڻ ڪندو اڳتي هليو ويو. سندن هدف سموليسڪ هو. گدرين متوقع وقت کان اڳ پهچڻ پئي چاهيو، پر سوويت مارشل تمشنڪو ڏکڻ ۾ (گومل علائقي ۾) اڳئي 20 ڊويزن فوج سان مضبوط دفاع جو بندوبست ڪري چڪو هو. هن گدرين جي فوج کي پاسن کان ڌڪ هڻڻ ۽ سمولينسڪ کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي.

15 جولاءِ جي شام تي جنرل هوٿ جي ٽئين پينزر گروپ جي ستين ڊويزن، جرمن جهازن جي مدد سان، سمولينسڪ کان گذري ڏکڻ طرف وڌي سمولينسڪ کان ماسڪو ڏانهن ويندڙ موٽر وي ۽ ريلوي لائين کي ڪٽي ڇڏيو. ائين شهر کي رسد ۽ فوجي پرتي واري لائين کان ڪٽي گهيري ۾ آندو ويو جنهن ۾ اٽڪل 15 سوويت ڊويزن فوج ڦاسي پئي. هي اهوئي هنڌ هو جتي 16 ۽ 17 آگسٽ 1812ع تي نيپولين کي فتح حاصل ٿي هئي جنهن کيس ماسڪو ڏانهن وڌڻ جي لائق بڻايو.[268]

سوويت توب (T-34) جيڏانهن وئي پئي اوڏانهن خوف ۽ دهشت ڦهلائيندي وئي. پر ان باوجود گهڻو فائدو نه ڏئي سگهي ڇاڪاڻ ته سوويت توب کي استعمال ڪرڻ جون تدبيرون مدي خارج هيون، ننڍن ننڍن ٽولن ۾ ۽ پيادا فوج جي مدد لاءِ ڪتب آنديون ويون جنهنڪري، جرمن توبون سوويت توبن کي هڪ هڪ ڪري آساني سان تباهه ڪنديون رهيون. هڪڙي کيءَ باهه لڳي ته ٻي وڃي کڏ ۾ ڪري پئي ته ٽين جا پنا ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويا. بهرحال، ان باوجود، سوويت توب (T-34) سموري جنگ ۾ جرمن فوج لاءِ خوف ۽ دهشت جي علامت بڻيل رهي. جنرل يرمينڪو سخت هدايتون ڪيون ته جرمن توبن کي منهن ڏيڻ لاءِ آرٽلري، فضائي بمباري، توب گولن ۽ سڀ وڏي ڳالهه ته، هينڊ گرنيڊن ۽ پيٽرول ۽ فاسفورس جي ملاوت سان ناهيل نئون هٿيار، جنهن کي جرمن فوجي ”مالتوف ڪاڪٽيل“ (Molotov cocktail) سڏيندا هئا، ان کي استعمال ڪرڻ جو حڪم ڪيو. سمولينسڪ شهر جي دفاع لاءِ ڇانوڻي سميت سموري شهر کي ”مڪمل دفاع“ واري اصول تحت تيار ڪيو ويو. هر گهٽي، هر گهٽي ۽ هر عمارت کي مزاحمت جو مرڪز بڻايو ويو. مزدورن ۽ ڪلارڪن کي هٿيار بند ڪيو ويو. سپاهين ۽ رضاڪارن جا جٿا ترتيب ڏنا ويا.[269]

سمولينسڪ واري محاذ تي سوويت فوج خلاف دشمن جو زبردست دٻاءُ هو، سمولينسڪ جي ڀرپاسي Yartsevo وٽ جرمن وڏ کان وڏ فوجون لاٿيون. پر اهڙين بدترين حالتن ۾ به ڪي ماڻهو ڪئين ٿا وڙهن ان لاءِ هتي جنرل روڪوسوسڪي جو ڪردار مثالي نمونو هو. هو لکي ٿو ته مونکي، محاذ جي ڪمانڊر، چيو ته ان طرف کي ڪور (cover) ڪريان ۽

---

268 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 84-87
269 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 86

جرمن فوجن کي اڳتي وڌڻ کان روڪيان. مون پڇيو ته منهنجي اختيار ۾ ڪيتري فوج هوندي؟ جواب ۾ ڪيترن ئي ڊويزنن ۽ ريجمنٽس جا نالا ٻڌايا ويا، ۽ گڏوگڏ اها به هدايت ڪئي وئي ته محاذ طرف ويندي جيڪي به فوجي ملن انهن کي پاڻ سان ڪٺو. وڌيڪ چيو ويو ته "جيئن ئي تازي پرتي پهچندي اوهان ڏانهن اماڻيندا سين" جڏهن Yartsevo پهتس ته خبر پئي ته اُتي ڪا به فوج نه هئي، پر Yarsevo ڏانهن ويندي جيڪو به ويڙهه لاءِ ڪارائتو فوجي ملندو ويو اُن کي ساڻ ڪنيم. ٿورڙي ئي عرصي ۾ چڱو خاصو تعداد گڏ ٿي ويو جنهن ۾ پيادا، آرٽلري، سگنلز، انجنيئر، مشين گن، مارٽر هلائيندڙ ۽ ڪمپائونڊر وغيره شامل هئا. اهو يونٽ ويڙهه هلندي جوڙيم جنهن کي پوءِ سرڪاري طور تي "روڪوسووسڪي گروپ" جو نالو ڏنو ويو. ائين منهنجو هيڊ ڪوارٽر پڻ هلندي هلندي نهيو."[270] هڪڙي سيڪٽر تي ٻاڙهي فوج گهٽ هئي ۽ دشمن طاقتور هو تنهنڪري اَنڪل کان ڪم وٺندي، ننڍي سطح تي هر وقت وڙهندا رهياسين ۽ جتي به خطرو محسوس ٿيو فوج اوڏانهن موڪلي. نتيجي طور، "دشمن کي اچي خوف ويٺو ته شايد هتي گهڻي ۽ مضبوط فوج آهي" ۽ ائين جرمن فوجن اُن سيڪٽر تان پنهنجو رخ بدلائي ڇڏيو.

## ماسڪو باقي 220 ميل اڳيان

سمولينسڪ وٽ شديد ويڙهه جو سلسلو ٻن مهينن تائين هلندو رهيو. پر اهم ڳالهه ته اُن سمولينسڪ واري لڙائيءَ سبب جرمني، جنگي حوالي سان بچائي رکيل، فوج جون 10 ڊويزنون سمولينسڪ واري ميدان تي استعمال ڪرڻ تي مجبور ٿي. (V)

سمولينسڪ واري لڙائي سوويت فوج جي ويڙهه جي قابليت لاءِ هڪ آزمائش هئي، جنهن ۾ اڪثر ڪري مختلف متبادل جاين تي مقابلو ڪيو ويو. 13 هين ٻاڙهي فوج جي يونٽن، جن کي دشمن Mogilev وٽ گهيري ۾ ڦاسائي ڇڏيو هو، اُنهن ڪاميابي سان اَنڪل ٻن هفتن تائين نازي فوج جي پينزر گروپ (2) جي 46 ۽ 24 هين موٽر ڪور (Motorised Corps) سان ويڙهه ڪئي ۽ سمولينسڪ شهر لاءِ 16 هين ٻاڙهي فوج جي سورهيائي سان ڪيل لڙائي يادگار بڻجي وئي.

---

[270] Rokossovsky, p, 27

چونڊا آهن تہ ماڻهو جي قدر ۽ اهميت جي خبر لڙائي جي ميدان تي پوي ٿي. هڪڙو پيرو Yartsevo سيڪٽر وٽ، جرمن جهازن اوچتو بمباري ڪئي، نتيجي طور: ڪيترائي فوجي ڊپ ۾ ڀڄڻ لڳا، اوچتو هڪڙي فوجي رڙيون ڪيون "ترسو! ڪيڏانهن پيا وڃو؟ موٽي اچو!" "هيڏي ڏسو جنرل خود بيٺو آهي" ان فوجي جي رڙين تي سپاهي موٽي آيا ۽ مورچا سنڀالي ويڙهہ جاري رکيائون Yartsevo سيڪٽر وٽ ڳاڙهي فوج اوچتي حملي واري اٽڪل ڪان ڪم ورتو.[271] بهرحال، سمولينسڪ وٽ صورتحال ٻنهين ڌرين لاءِ انتهائي خراب ٿي وئي. اتي پهريون پيرو ڪامياب نمونی روسي راڪيٽ مارٽر (Katyushas) جو استعمال ڪيو ويو جيڪو پوءِ تمام گهڻو مشهور ٿيو. جرنل يرمينڪو لکيو تہ "26 سيڪنڊن ۾ 320 راڪيٽ فائر ٿيڻ اسان کي حيران ڪري ڇڏيو. جرمن فوجي خوف ۽ دهشت ۾ ڀڄي ويا. جنهن کي جرمن فوج "اسٽالن جي بانسري" (Stalin's organ-pipe) سڏيندا هئا. بهرحال، ڪتشا (Katysha) لڙائي جي صورتحال ۾ تہ ڦيرو نہ آڻي سگهي پر جرمن ڪمانڊ کي سوويت ٽيڪنالوجي جو مزو ضرور چکايو. جرمن هاءِ ڪمانڊ جيڪا هن مهل تائين "تڪڙ" ڪري رهي هئي اُها هاڻي "احتياط" کان ڪم وٺڻ لڳي".[272] بهرحال، ڳاڙهي فوج سمولينسڪ وٽ دشمن کي روڪڻ ۾ ناڪام رهي پر ان لڙائي سبب ماسڪو کي ساهہ کڻڻ جي گنجائش ملي وئي. پلنا ۽ سمولينسڪ وارين لڙائين جرمن وچ جي تيزي واري حڪمت عملي جي زور کي ٽوڙي ڇڏيو ائين آپريشن باربروسا جا بنياد غيردرستُ ثابت ٿيا.[273]

جرنل يرمينڪو پنهنجي "يادگيرن" ۾ لکيو تہ "سمولينسڪ کي ٻيهر حاصل ڪرڻ ناممڪن پئي لڳو. تنهنڪري، سوويت هاءِ ڪمانڊ، جولاءِ جي آخر ۾، فيصلو ڪيو تہ 20 ۽ 17 هين سوويت فوج، جيڪي جرمن فوجن جي گهيري هيٺ هيون، اُهي گهيرو ٽوڙي نڪرن. پر تيسين انهن فوجن جي ڊويزنن ۾ اٽڪل 2 هزار کن سپاهي بچيا هئا ۽ ايتريقدر جو، 20 هين فوج وٽ فقط 65 توبون ۽ 9 جهاز باقي بچيا هئا."

18 جولاءِ تائين، جرمن فوجون شهر جي اترين ڇيڙي تائين پهچي ويون. ائين سمولينسڪ جرمن فوج جي قبضي ۾ هليو ويو. اهڙي ريت، جرمن

---

[271] Rokossovsky, p, 33-36
[272] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 97-98
[273] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 99-100

فوج کي جنگ جي 25 هين ڏينهن ابتدائي هدف حاصل ٿي چڪو هو، اٽڪل 440 ميل جو مفاصلو طئي ڪري چڪا هئا ماسڪو باقي 220 ميل اڳيان هو.[274]
سمولينسڪ وٽان ڳاڙهي فوج جي پٺتي هٽڻ وقت، ان ڏکوئيندڙ لمحن جو اظهار شاعر ڪنسٽانٽن سمونوف، هيٺين لفظن ۾ بيان ڪيو آهي.

"۽ هر روسي ڳوٺ پاهران ائين لڳي ٿو
اسانجا ابا ڏاڏا موت مان اٿيا هئا
۽ پنهنجيون ٻانهون پکيڙي اسانجو بچاءُ ڪري رهيا هئا
۽ اسان لاءِ دعائون گهري رهيا هئا.
سندن ٻئ خدا نسل ......
روس، اسانجو وطن، هي ڇا آهي؟ آءُ توکان پڇان؛
هي ماسڪو جا اُهي گهر ناهن جتي اسان خوشي سان رهياسين
هي ته اسانجن ابن ڏاڏن جون ٿاهيل آڳاٽيون جهوپڙيون آهن جتي انهن پورهيو ڪيو
۽ روسي قبرون پنهنجي سادين نشانين واريون"

## ماسڪو يا ڪيف (Kiev)؟

جنگ جي ماهر ڪلازوٽ جو خيال هو ته "هيڏو وڏو روس اهڙو ملڪ ناهي جنهن کي رسمي طور تي فتح ڪري سگهجي، مطلب ته قبضي هيٺ آڻي سگهجي. فقط ماسڪو کي ڏک هڻڻ سان ئي اهو ممڪن آهي. خود نيپولين کي به اهائي اميد هئي." پر ناڪافي فوجون ۽ روسين طرفان ڇاڻي. واڻي پٺتي هٽڻ جي حڪمت عملي نيپولين کي شڪست ڏئي ڇڏي، ڪلاز وٽ جي خيال مطابق جنگ جو مطلب دشمن جي فوجي سگهه کي تباهه ڪرڻ آهي، نه کي بيضا، مکڻ، ڪوئلو ۽ تيل حاصل ڪرڻ.[275] ڪلاز وٽ جي اصول هو ته مکيه هدف کان ڌيان نه هٽائڻ گهرجي ۽ دشمن جي مضبوط جاءِ خلاف سموريون قوتون استعمال ڪيون وڃن.

[274] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 84-87
[275] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 102

ابتدائي حملي ڪانپوءِ ڪهڙي مکيہ رخ ۾ اڳتي وڌجي؟ ان سوال تي جولائي جي مهيني دوران هٽلر ۽ سندس جنرلن جي راين ۾ وڏو فرق هو. جرمن جنرل اسٽاف جا اڪثر جنرل پڻ ڪلازوٽ جي بڌايل اصولن سان متفق هئا تہ سوويت يونين جي دل يعني ماسڪو کي فتح ڪرڻ سان سمورو ملڪ ڍير ٿي پوندو. جنرل Brauchitsch ۽ Halder جو خيال هو تہ پهريائين ماسڪو واري رخ ۾ اڳرائي جاري رکجي، جنهن مان هنن جي مُراد ماسڪو تي قبضو ڪرڻ نہ هئي پر، هنن جو دليل هو تہ، ماسڪو طرف وڃڻ سان ڳاڙهي فوج جو وڏو تعداد هٿ چڙهندو.

جنرل گدرين جو خيال هو تہ "ماسڪو جي پئرس ۽ وارسا سان ڀيٽ نہ ٿي ڪري سگهجي. ماسڪو سوويت يونين جو نہ فقط دماغ پر دل بہ آهي، اهو آمد رفت جو مرڪز، ان جو سياسي دماغ، هڪ اهم صنعتي علائقو، ۽ ٻسي ڪان مٿي سرخ سلطنت جي ٽرانسپورٽ جي سرشتي جو مرڪز بہ آهي. ماسڪو جي شڪست سموري جنگ لاءِ فيصلاڪن ثابت ٿيندي."[276]

پر هٽلر ان ڳالهہ تي متفق نہ هو تہ جنگ جي ٻئي مرحلي جو جنگي هدف ماسڪو هجڻ گهرجي. سوال ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا هي (هٽلر) ڊنل هو تہ متان ڪٿي هن سان بہ نيپولين وارو حشر نہ ٿئي؟ ڇا هن کي روايتي جنگي تصورن (ڪلازوٽ) تي اعتبار نہ هو؟ يا هي ماسڪو ۽ روس کي سمجهڻ ۾ ناڪام رهيو؟

هٽلر جنرل گدرين کي ورائيندي چيو تہ "منهنجن جنرلن ڪالازوٽ کي پڙهيو آهي، پر اهي جنگ جي اقتصاديات بابت ڪجهہ بہ نٿا ڄاڻن. مون بہ ڪلازوٽ کي پڙهيو آهي جيڪو چوي ٿو تہ "پهريائين دشمن جي فوج کي ميدان ۾ شڪست ڏجي، بعد ۾ ان جي گادي جي هنڌ تي قبضو ڪيو وڃي." پر اسانکي يوڪرين جي ڪڻڪ کپي ٿي. ڊونٽز وارو صنعتي علائقو کپي ٿو. ڪاڪاسس کان روس کي ٿيندڙ تيل جي رسد کي ڪٽڻ ضروري آهي. ڪرائما جو ڪنٽرول حاصل ڪرڻ گهرجي تہ جيئن رومانيا جي تيل ذخيرن تي سوويت جهاز حملو نہ ڪري سگهن."[277] هٽلر جو خيال هو تہ "جيڪڏهن ماسڪو واري رخ ۾ وڌندا سين تہ ان ۾ جوکم هي آهي تہ گهٽو اڳتي نڪري ويندا سين ۽ ڳاڙهي فوج پوئتي هٽي ڏور اوڀر جي علائقن ڏانهن هلي ويندي، جيڪا اسان جي پٺ کان پري هوندي ۽

[276] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 101
[277] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 89-90

دشمن اسانجي اڳتي وڌيل فوج جي پاسن کان (ڏکڻ کان) حملا ڪري سگهي ٿو. تنهنڪري، اول ڏکڻ طرف پيش رفت ڪرڻ گهرجي."
مطلب ته اقتصادي عنصر هٽلر کي يوڪرين ڏانهن متوجه ڪيو، جڏهن ته اهي ٻئي هدف هڪٻئي کان تمام گهڻو پري هئا ۽ ٻنهي ڏانهن پيش رفت ڪرڻ لاءِ ويڙهه جي لائين بلڪل الڳ ڪرڻي پئي. مرڪزي محاذ تي هلندڙ ويڙهه دوران، هٽلر ماسڪو واري منصوبي ۾ تبديلي ڪري، 19 جولائي تي مرڪزي گروپ جي ٻن پينزر گروپن کي ڏکڻ ۽ اتر طرف روانو ڪيو. بهرحال، اڳتي هلي وري ماسڪو واري رخ ۾ اڳتي وڌڻ جو فيصلو ڪيو ويو.[278] پر تيستائين دير ٿي چڪي هئي. هوئن به اهم مرحلن تي وڃايل وقت ٻيهر ڪڏهن به واپس ناهي ورندو.
هٽلر جو فيصلو ڪيترن پاسن کان معقول ۽ مدلل هو. (1) مسلسل هلندڙ ويڙهه جي نتيجي ۾ جرمن پيادا فوج ۽ توبن ۽ بڪتربند فوج جي وچ ۾ مفاصلا وڌي ويا هئا، (2) اهم مسئلو هي به هو ته ڏکڻ ۽ اتر طرف پيش رفت سست هجڻ ڪري مرڪزي فوجي گروپ جا پاسا بلڪل اگهاڙا هئا جتان ڪيڏي مهل به حملو ٿي سگهيو پئي. مثال طور: پنجين سوويت فوج جرمن جنرل بوڪ جي پاسن لاءِ خطرو بڻجي چڪي هئي (3) سوويت هٿيارن ۽ توبن جي قوت ۽ سوويت فوج جي پرتي جو اڻ کٽ سلسلو.
آگسٽ جي شروعات ۾ دشمن سمولينسڪ تي قبضو ڪري ورتو هو جنهن کي واپس حاصل ڪرڻ جون ڪوششون فضول ٿين ها. تنهنڪري، مارشل تمشنڪو فوجن کي پوئتي هٽڻ جو حڪم ڏنو. سمولينسڪ وٽ 3 لک سوويت فوجي قيد ڪيا ويا. نازي فوج اڳتي وڌندي رهي ۽ وري ٻئي گهيري ۾ 5 آگسٽ تي 3 لک سوويت فوجي قيد ڪيا ويا. باقي ماسڪو 200 ميل اڳيان هو پر خراب رستا هئڻ سبب جرمن فوج جي پرتي وقت تي نه پهچي سگهي. تيستائين سرخ فوج کي گڏ ٿيڻ ۽ ججهي تعداد ۾ فوج جمع ڪرڻ جو وقت ملي چڪو هو.
جيئن ته نازي منصوبي "باربروسا" تحت طئي ڪيو ويو هو ته ابتدائي ترجيح لينن گراڊ تي قبضي ڪرڻ کي ڏني ويندي ۽ ان کي فتح ڪرڻ کانپوءِ ترت ان پاسي جي توبن ۽ فوج جي ڪجهه حصي کي ماسڪو واري رخ ۾ موڪليو هو ۽ ٻئي طرف لينن گراڊ وٽ فن ليند سان گڏيل

[278] Hitler's War Directives, p, 139-145

محاذ کولڻ ۾ آساني ٿئي ها. مطلب تہ نازي فوج جيستائين لينن گراڊ واري محاذ تي ڪاميابي نٿي ماڻي تيستائين ماسڪو تي قبضو نہ پئي ٿي سگهيو. ان سان گڏوگڏ ڏکڻ ڏانهن يوڪرين تي قبضو، فوجي اهميت کان هٽي ڪري، فقط اقتصادي حوالي سان بہ، نازي فوج لاءِ وڏي اهميت وارو هو. مطلب تہ مغربي محاذ (ماسڪو) تي ٿيندڙ ويڙهہ جيَ قسمت جي فيصلي جو گهڻو دارومدار لينن گراڊ ۽ ڪيف (Kiev) شهر جي دفاع ڪندڙ عوام ۽ ڳاڙهي فوج تي هو.

## (B_1) اترو وارو محاذ: هدف لينن گراڊ

لينن گراڊ تي قبضو ڪرڻ نازي منصوبي جي ٽن هدفن مان اهم جنگي ۽ اقتصادي هدف هو. ان شهر جي فوجي اهميت ان ڪري هئي ڇاڪاڻ تہ ان سان بالٽڪ رياستن تي قبضو ڪرڻ ۽ فن ليند سان گڏجڻ جو موقعو ملي ها. ان ڪانپوءِ خود لينن گراڊ تي قبضو پڻ آساني سان ٿي سگهي ها. پر ان کان بہ اهم ڳالهہ هي هئي تہ لينن گراڊ واري محاذ وٽ ڪاميابي ماسڪو واري محاذ جي تسلسل ۾ وڏي مدد ڏئي ها. لينن گراڊ ۾ سوويت بالٽڪ فليٽ ۽ طاقتور صنعت ۽ ڪارخانا وغيره هئا. ان لاءِ نازي هاءِ ڪمانڊ اتر واري محاذ (لينن گراڊ) ڏانهن ڪاهہ ڪرڻ لاءِ جرمن جنرل ليب جي ڪمانڊ ۾، اتر وارو فوجي گروپ ترتيب ڏنو هو، جنهن ۾ چوٿون پينزر گروپ شامل هو. لينن گراڊ واري عام رُخ ۾ حملو ڪرڻ ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ، هڪ پاسي، فيلڊ مارشل وون ليب جي ڪمانڊ هيٺ نازي فوج لينن گراڊ ڏانهن اڳيرائي ڪئي ۽ ٻئي پاسي کان فن ليند جي فوج پڻ لينن گراڊ ڏانهن حملا ڪرڻ شروع ڪيا.

سوويت يونين جي اترـاولهہ واري محاذ جي ڪمانڊ مارشل وروشلوف (Voroshilov) کي ڏني وئي هئي. شهر جي ابتدائي دفاع لاءِ لينن گراڊ محاذ وٽ 23 هين ڳاڙهي فوج، فن ليند جي گلف ۽ لدوگا ڍنڍ جي وچ ۾ ڏاکڻي سيڪٽر تي، ۽ 48 هين ڳاڙهي فوج فن ليند جي گلف ۽ Slutsk-Mga پوزيشن وٽ اولهندي سيڪٽر تي مقرر ڪيون ويون. ساڳئي وقت لينن گراڊ فارتيفائيڊ ريجن، گيريزن، بالٽڪ فليٽ ۽ ٻيا آپريشنل گروپ پڻ ان محاذ جيَ دفاع لاءِ تيار ڪيا ويا.

27 جون 1941 تي لينن گراڊ انتظاميہ جي ڪائونسل آف ڊپٽيز شهر جي دفاع لاءِ شهرين تي مشتمل گروپ جوڙيا. شهر جي سموري آبادي کي ايندڙ خطري کان آگاهہ ڪيو ويو، شهر ٻاهران خندقون کوٽڻ ۽ ٻين دفاعي

رنڍڪن ۽ تدبيرن جي تعمير لاءِ 10 لک شهرين کي متحرڪ ڪيو ويو. شهر جي چوڌاري ڪيترين ئي دفاعي قطارون اڏيون ويون، ته جيئن اتر ۽ ڏکڻ کان دشمن قوتن کي پوئتي ڌڪي سگهجي. لينن گراڊ جي شهرين اٽڪل 190 ڪلوميٽر Timber barricades، 635 ڪلوميٽر ڪنڊيدار تارون، 700 ڪلوميٽر توب مخالف کڏا، 5 هزار مضبوط چوڪيون، 25 هزار ڪلوميٽر ڪليل خندقون تعمير ڪيون.
وچ جولائي تائين فاشسٽ فوجون لٽويا Latvia، لٿيانيا Lithyania ۽ ايسٽونا Estonia تي قبضو ڪري چڪيون هيون. جون_جولاءِ دوران جرمن حملي ڪانپوءِ لينن گراڊ جي پسگردائي وارن علائقن مان لکين ماڻهن لڏپلاڻ ڪري شهر ۾ پناهه ورتي. اتر_اولهه محاذ وارين سوويت فوجون پنهنجي هنڌن اچي لينن گراڊ وٽ جمع ٿيون. رضاڪارن ۽ بچت فوج کي ملائي ڪري اٽڪل 20 لک فوج سينبي پاسن کان ٿيندڙ لڙائين ۾ شامل ٿي. لينن گراڊ شهر طرف جرمن حملو جي پيش رفت کي شهر جي ڏکڻ کان اٽڪل 100 ڪلوميٽر تي روڪيو ويو. ٿوري عرصي کانپوءِ، سپريم ڪمانڊر اسٽالن، مارشل وورشلوف کي هٽائي مارشل زوڪوف کي لينن گراڊ واري محاذ جو ڪمانڊر مقرر ڪيو.




لينن گراڊ واري هدف ڏانهن نازي فوج جي مرحليوار اڳڀرائي

چوٿون جرمن پينزر گروپ تيزي سان اڳتي وڌندي لوگا ۽ نووگرود جي ويجهو، يعني لينن گراڊ جي پاڙيسري علائقن ۾، پهتو پر شهر جي ڏکڻ کان سخت مزاحمت سبب اتي رڪجي ويو. جنهنڪري 18 هين نازي فوج، جنهن ۾ 3 لک 50 هزار فوجي هئا، اها پوئتي رهجي وئي. ڏکڻ اولهه محاذ جي سوويت فوج کي لينن گراڊ ڏانهن زبردستي موٽڻ تي مجبور ڪرڻ ڪانپوءِ جرمن فوج اوسترو ۽ پسڪوف Pskov وٽان اڳتي وڌندي رهي. 10 جولاءِ تائين ٻه شهر (اوسترو ۽ پسڪوف) نازي فوج جي قبضي هيٺ هليا ويا. جڏهن ته 18 هين جرمن فوج نروا ۽ ڪنگسپ وٽ پهچي چڪي هئي، جتان لوگا ندي کان لنگهندي لينن گراڊ واري رخ ۾ اڳيرائي جاري رکيائين. ان صورتحال کي ڏسندي، جرمن چيف آف جنرل اسٽاف، جنرل هلدر لکيو ته "ٻن هفتن ۾ روسي مهم ۾ ڪاميابي ماڻيندا سين." پر سوويت فوج جي مزاحمت سبب 3 جولائي تي، هڪ هفتي ڪانپوءِ، لکيائين ته "هوپنر جو پينزر گروپ آهستي آهستي وڌي رهيو آهي." بعد ۾ وري لکيائين ته "هوپنر بيهي رهيو آهي." 14 کان 18 جولائي دوران نازي فوج مٿان سولسي پرسان جوابي حملا ڪيا ويا. وري جنرل هلدر 15 جولائي تي لکيو ته "ڳاڙهي فوج چرين وانگر مزاحمت پئي ڪري." مطلب ته ڳاڙهي فوج فاشسٽ حملي آورن جي پهرين ڪوشش کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. اهو ئي سبب هو جنهن ڪري هٽلر جنرل هوٿ کي ماسڪو واري محاذ تان هٽائي سندس ڪمانڊ هيٺ پينزر گروپ کي اتر واري محاذ ڏانهن روانو ڪرڻ تي مجبور ٿيو هو.

27 جولاءِ تي هٽلر اتر واري آرمي گروپ جو دورو ڪيو، ۽ صورتحال جو جائزو وٺڻ ڪانپوءِ سخت ناراض ٿيو ۽ فيلڊ مارشل ليب کي حڪم ڏنو ته ڊسمبر تائين لينن گراڊ کي فتح ڪيو وڃي. 31 جولائي تي فنش فوج (فن لينڊ جي فوج) ڪيرلين اسٿمس (Karelian Isthmus) وٽ 23 هين سوويت فوج مٿان حملو ڪيو ۽ نيٺ اتر واري پاسي کان فنش فوج (ٻي عالمي) جنگ کان اڳ واري سوويت فنش سرحد تي اچي پهتي.

فن لينڊ جون فوجون آگسٽ 1941 تائين اڳيرائي ڪندي لينن گراڊ جي ڏاکڻي پسگردائي ۾ اٽڪل 20 ڪلوميٽر ويجهو پهچي چڪيون هيون. شهر کي ڏکڻ واري پاسي کان ڪيڏي مهل به فيصلاڪن حملي جو خطرو هو. ٻئي طرف ناڳيون فوجون، لدوگا ڍنڍ جي اوير ۾، ڪريليا طرف اڳتي وڌيون ۽ اهڙي ريت شهر مٿان اوير طرف کان پڻ مصيبت سر تي ڪري.[279]

---

[279] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 130-51

5 آگسٽ تي هٽلر حڪم ڏنو ته "پهريائين لينن گراڊ، ٻئي نمبر تي ڊونسڪ، ٽئين نمبر تي ماسڪو." نيٺ، جرمن ڪمانڊ مجبور ٿي شهر جي مزاحمت کي ٽوڙڻ لاءِ شهر جو گهيرو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. 18 سيپٽمبر تي هلدر (جرمن چيف آف جنرل اسٽاف) لکيو ته دشمن (ڳاڙهي فوج) وٽ وڏي تعداد ۾ فوج ۽ سامان آهي تنهنڪري لڙائي شديد کان شديد تر ٿيندي ويندي تيسين اسين پنهنجي ساٿي بُک (Hunger) کي ڪتب آڻيون."

20 آگسٽ کان 8 سيپٽمبر تائين شهر جي ڪارخانن، اسڪولن، اسپتالن ۽ گهرن تي جرمن آرٽلري ذريعي بمباري ڪئي وئي. ريل رستن ۽ شهر کان ٻاهر-ويندڙ ٻين رستن تي حملا ڪري عام شهرين جي ٻاهر نڪرڻ جا سمورا گس بند ڪيا ويا. ائين لڊوگا ڍنڍ وٽ جرمن فوج پهچي شهر جي مڪمل طور تي ناڪابندي ڪري ڇڏي. جرمن هاءِ ڪمانڊ فنش (فن لينڊ جي) هاءِ ڪمانڊ کي چيو ته دفاعي ويڙهه بدران سوويت يونين تي حملو ڪريو.

نازي فوجن لينن گراڊ شهر مٿان آگسٽ 1941 ۾ آرٽلري بمباري ڪئي پر ڪين ڪا خاص ڪاميابي حاصل نه ٿي. مارشل زوڪوف جي رهنمائي هيٺ شهر جي بچاءَ لاءِ منظم بندوبست ۽ ڳاڙهي فوج جي سخت مزاحمت سبب نازي فوجون شهر ۾ داخل نه ٿي سگهيون. نتيجي طور نازي فوجن شهر ۽ ان جي پسگردائي جي رسد وارن رستن کي مڪمل طور تي ڪٽي ڇڏيو.

## (B_2) "زندگي جو رستو" بدلجي "موت جو رستو" ٿي ويو

لينن گراڊ شهر جي دفاع کي برقرار رکڻ ۽ ويڙهه جاري رکڻ لاءِ انتهائي ضروري هو ته شهر ۾ رسد مسلسل ايندي رهي. ڳاڙهي فوج ان رسد لاءِ لڊوگا ڍنڍ جي ڏاکڻي پاسي، گرمي جي موسم ۾ ٻيڙن ذريعي ۽ سردي جي موسم ۾ جڏهن ڍنڍ مٿان موٽي برف جي تهه ڄمي ويندي هئي، گاڏين ذريعي رسد مهيا ڪئي. لڊوگا فلوٽيلا (ننڍن ٻيڙين يا جهازن جو ساموندي ٻيڙو)، لينن گراڊ ڪور (Corp)، ۽ رستي تي مقرر فوجين ان رسد واري لائين جي تحفظ کي يقيني بڻايو. عام شهرين کي گهيري مان ٻاهر ڪڍڻ لاءِ پڻ اهو ساڳيو رستو استعمال ڪيو ويو. چوطرف گهيري هيٺ آيل شهر لاءِ ان وقت ساهه کڻڻ لاءِ اهوئي واحد رستو هو جنهنڪري ان رستي کي "زندگي جو رستو" جو نالو ڏنو ويو. ان قسم جي رستي جو جنگ جي تاريخ ۾ ڪٿي به مثال نٿو ملي. مسلسل بمباري باوجود سوويت فوج ۽ گاڏيون ڏينهن رات کاڌو، دوائون، تيل،




لينن گراڊ شهر چوڌاري نازي فوج طرفان گهيرو

هٿيار ۽ بارود پهچائيندڙن ۽ موٽندڙن عورتن، ٻارن، پوڙهن ۽ بيمارن کي کڻي ايندڙ رهيون. پر ان رستي جي استعمال کان اڳ ڪيترائي شهري بکن وگهي مري چڪا هئا ڇاڪاڻ ته ڍنڍ مٿان برف ڄمڻ وارو عمل ته نومبر ڌاري شروع ٿيو. بهرحال، رستو ايترو آسان نه هو، حقيقت ۾ اهو تمام جوکم وارو رستو هو، جتي هر وقت اهو خطرو هو ته مٿان کٽان برف ٽٽي پئي يا ٻڏي وڃي ڇاڪاڻ ته ان آمدرفت دوران نازي جهاز انهن مٿان بمباري به ڪندا رهندا هئا.
پوءِ بيماري جي سخت ٿڌ ۽ مٿان کان ٿيندڙ بمباري سبب ان رستي تان گذرندڙ ماڻهن جي مرڻ جي شرح وڌي وئي تڏهن ان ساڳئي رستي کي "موت جو رستو" سڏيو ويو. بهرحال، اهو واحد رستو هو جنهن شهر جي زندگي جي ساهه کي برقرار رکيو جتان کاڌ خوراڪ ايندي رهي ۽ شهرين کي ٻاهر ڪڍيو ويو ۽ اهو ئي ڳاڙهي فوج جي مزاحمت جو سبب بڻيو.
بهرحال، ڳاڙهي فوج ۽ عام شهرين جي سخت مزاحمت سبب 19



لدوگا ڍنڍ

سيپٽمبر تائين جرمن فوجون لينن گراڊ کان صرف 10 ڪلوميٽر پوئتي رڪجي ويون. 22 سيپٽمبر تي هٽلر حڪم ڏنو تہ ”لينن گراڊ شهر کي ڌرتي جي نقشي تان مٽائي ڇڏيو.“ ”عام شهرين جي زندگي بچي يا نہ، اسانکي ان ۾ ڪابہ دلچسپي ناهي.“ ”شهر کي گهيرو ڪري ۽ زميني ۽ فضائي بمباري ڪري ان کي ڊاهي ڇڏيو. هن جنگ ۾ اسانکي ايڏي وڏي آبادي رکڻ ۾ ڪابہ دلچسپي ناهي.“[280] پوءِ ڪنهن تقرير ۾ هن چيو تہ ”لينن گراڊ پلي بک وگهي مري ويجي.“

ان وقت لينن گراڊ شهر سان رابطو برقرار رکڻ ۽ کاڌ خوراڪ، بارود ۽ تيل جيءَ رسد لاءِ فقط لدوگا ڍنڍ ذريعي هڪڙو ئي رستو بچيو هو. پر ان کي بہ بند ڪرڻ لاءِ فاشسٽ فوجن وري حملو ڪري تخون ۽ وولخوف وٽان ان کي ڪٽڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇاڪاڻ تہ تخون تي قبضي ڪرڻ سان جرمن فوج فن لينڊ جي فوج سان ملي ويجي ها ۽ شهر مڪمل ريت پن گهيرڻ هيٺ اچي ويجي ها. ان کي ڏسندي ڳاڙهي فوج 16 آڪٽوبر تي حملو ڪري ڏنو پر گهٽو زور، جيئن تہ ماسڪو واري محاذ تي هو

[280] Hitler's War Directives, p, 165

تنهنڪري هيڏانهن گهٽي فوج نه موڪلي وئي، پر جيئن ته محاذ جي ڊيگهه اٽڪل 350 ڪلوميٽر هئي مٿان وري ڳاڙهي فوج جي مسلسل حملن جرمن فوج کي صفا ٽڪائي ڇڏيو.

گراڊ شهر جي حالت ڏينهون ڏينهن بد کان بدتر ٿيندي وئي. تيل جي رسد به نومبر ڌاري ختم ٿي چڪي هئي. بجلي گهر ۽ ڪارخانا بيهي رهيا. گاڏين جي آمد رفت پڻ رڪجي وئي. ڪاٺ ۽ پاڻي پڻ اٿلي ٻڌجي ويا. روزانو 250 گرام اٽو، ٻارن ۽ پوڙهن لاءِ 125 گرام، سپاهين ۽ ملاحن لاءِ 300 گرام اٽو ۽ 100 گرام جي ڊبل روٽي ڏني ويندي هئي. نومبر ۾ ئي فاقه ڪشي شروع ٿي چڪي هئي مٿان وري سخت پارو ۽ برف جي مصيبت هئي. ايتريقدر جو شهرين لاءِ موت روز جو معمول ٻڻجي ويو. خوراڪ جي ڪوٽ کي منهن ڏيڻ لاءِ شهرين سمورن پکين، ڪئن ۽ پيار سان پاليل جانورن کي به کائڻ شروع ڪيو.[281] پر انهن سمورين موتمار مصيبتن باوجود لينن گراڊ جا رهواسي بيٺا رهيا ۽ پنهنجي نفرت کي مضبوط ارادي جي صورت ۾ ويڙهه لاءِ استعمال ڪندا رهيا. فاشسٽ فوج جڏهن گهيري واري اٽڪل ۾ ڪاميابي نه ماڻي ته ڳرن هٿيارن ۽ آرٽلري ذريعي منظم انداز سان بربادي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ناڪابندي دوران اٽڪل هڪ لک پنجاهه هزار شيل، هڪ لک کان وڌيڪ باهه ٻاريندڙ ۽ چار هزار ڌماڪيدار بم شهر مٿان وسايا ويا.

## "لينن گراڊ گهيري هيٺ آهي پر قبضي هيٺ ناهي"

بهرحال، فن لينڊ جون فوجون لينن گراڊ جي پسگردائي کان ڪيترائي ڪلوميٽر پري، ڪريلين اسٿمس تي پراڻي سوويت_فنش سرحد وٽ بيهي رهيون. نازي فوج 8 نومبر تي تخون شهر تي قبضو ڪري ورتو پر لينن گراڊ جو گهيراءُ مڪمل ڪرڻ ۾ ناڪام رهيا. 9 ڊسمبر تي وولخوف محاذ کان ڳاڙهي فوج طرفان جوابي حملو ڪيو ويو جنهن ڪري نازي فوج تخون کي ڇڏي (وولخوف ندي ڏانهن) پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي.

فن لينڊ جي فوج لينن گراڊ شهر جي مرڪز کان اٽڪل 33_35 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي هئي، فنش فوج طرفان حملو شهر جي دفاع لاءِ مسئلا

[281] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 130-51

پيدا ڪري سگھيو پئي. سيپٽمبر جي پهرين ڏينهن ۾ فنش فوجن جي تعداد ۾ گھٽتائي کي محسوس ڪندي جنرل پاپوف ٻه ڊويزن ڳاڙهي فوج کي اتان هٽائي نازي فوج سان مقابلو ڪرڻ لاءِ اماڻيو.

نازي هوائي فوج بمباري ڪري سوويت بحري ٻيڙي بالٽڪ کي ٻوڙي ڇڏيو ۽ لينن گراڊ شهر مٿان 800 ڪلوگرام جا گولا وسايا. نومبر ڌاري سوويت فوجن جوابي حملو شروع ڪري نازي فوج کي پٺتي موٽڻ تي مجبور ڪيو ۽ ڪين فنش فوجن سان گڏجڻ نه ڏنو.

جيتوڻيڪ جرمن فوج لڊوگا ڍنڍ جي ڪناري تي پهچي چڪي هئي پر ڳاڙهي فوج جي سخت مزاحمت ڪانپوءِ نازي فوج مجبور ٿي شهر جو گھيراءُ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. فن ليئنڊ جون فوجون لينن گراڊ جي اترئين پاسي ۽ نازي فوجون ڏاکڻي پاسي وارن علائقن تي قبضو ڪيو. ٻنهي جو مقصد لينن گراڊ جو گھيرو ڪرڻ ۽ شهر جي ناڪابندي واري دائري کي برقرار رکڻ هو، شهر کي سمورن رابطن کان ڪٽي کاڌ خوراڪ ۽ ٻيو سامان بند ڪري ڇڏيو.

ان وقت برطانيه جي وزيراعظم ونسٽن چرچل پنهنجي ڊائري ۾ لکيو ته "لينن گراڊ گھيري هيٺ آهي، پر قبضي هيٺ ناهي." لينن گراڊ کي فتح ڪرڻ وارو نازي فوج جو خواب ساڀيان نه ٿي سگھيو. اهم ڳالهه ته، چوٿون جرمن پينزر گروپ، جنهن لينن گراڊ تي حملو ڪيو ان کي ٻري شڪست نصيب ٿي ۽ ان جي حالت ڪمزور ٿي وئي. انهيءَ گروپ کي نازي هاءِ ڪمانڊ جي رٿابندي تحت لينن گراڊ واري لڙائي ڪانپوءِ ترت ماسڪو ڏانهن رخ ڪرڻو هو. جيڪو نه ٿي سگھيو. مطلب ته اٿسٽدي طرح لينن گراڊ جي آڙ نه مڃڻ ماسڪو کي هڪ ٻي وڏي مصيبت کان بچائي ورتو.

## (C_1 ڏکڻ وارو محاذ: هدف ڪيف (Kiev)

آپريشن "باربروسا" جي منصوبي تحت ٽيون اهم هدف ڪيف (شهر) هو جيڪو يوڪرين جي گادي جو هنڌ هو. يوڪرين صنعتي، زرعي ۽ معدني وسيلن سان مالا مال علائقو هو ۽ اتان کان هٽلر جي رٿابندي تحت ڪاڪاسس ڏانهن پيش رفت ڪرڻي هئي جتي پڻ تيل جا وڏا ذخيرا موجود هئا. سپريم ڪمانڊر اسٽالن جو خيال پڻ ساڳيو هو ته "دشمن ڏکڻ واري پاسي کان اڳيرائي ڪندو."




5 ڊسمبر 1941 تائين ڏکڻ طرف ڪيل جرمن قبضو

ڏکڻ واري هدف کي حاصل ڪرڻ لاءِ جرمن جنرل رنڊشٽ (Rundstedt) جي ڪمانڊ هيٺ ڏکڻ وارو فوجي گروپ جوڙيو ويو جنهن ۾ جنرل ڪليسٽ (Kleist) جي ڪمانڊ ۾ پهريون (1) پينزر گروپ به شامل هو.
مارشل ويسلوسڪي موجب ڪيف ۽ اوڊيسا-تي قبضو ڪرڻ لاءِ نازين تمام وڏي فوج جمع ڪئي هئي، سوويت يونين جي ڏکڻ اولهه محاذ جي ڪمانڊ بڊيني (Budyonny) وٽ هئي ان محاذ تي ڳاڙهي فوج وٽ 29 رائفل ڊويزن، 5 موٽر ڊويزن، 3 توب ۽ ڪيولري ڊويزن هيون ۽ ڏکڻ محاذ وٽ 20 رائفل ڊويزن، هڪ توب ۽ ڪيولري ڊويزن هئي. پروفيسر لڊل هارٽ مطابق ڏاکڻي محاذ تي جرمني جون فوجون ڪمزور هيون، ۽ ان جي مقابلي ۾ ڳاڙهي فوج وٽ برتر قوت هئي ڳاڙهي فوج وٽ اٽڪل 80 ڊويزن فوج ۽ 5 هزار توبون هيون. جڏهن ته جرمن وٽ 600 توبون هيون. ان هوندي به، جرمن جنرل Rundstedt اوچتن حملن، تيزي ۽ وسيع ايراضي سبب تمام وڏي علائقي تي قبضو ڪري ورتو.

ڏکڻ طرف، جرمن فوج کي ابتدا ۾ ئي مشڪل کي منهن ڏيڻو پيو چاڪاڻ تہ هن طرف سوويت اطلاع جو سرشتو بهترين هو جنهن ڪري صرف مهڙ وارين چوڪين تي اوچتا ڇرڪائيندڙ حملا ٿيا. دريا پار ڪرڻ کان هڪ ميل پوءِ مهڙ ۾ وڙهندڙ 457 هين جرمن پيادا رجمينٽ کي سڄو ڏينهن ويوسڪوئي (علائقي جو نالو) جي سوويت اين او سي ٽريننگ اسڪول جي آفيسرن سان ويڙهہ ڪرڻي پئي. 250 اين او سي سوويت ڪيڊيٽس (Cadets) هنرمندي ۽ سختي سان مزاحمت ڪئي. منجهند تائين، جرمن آرٽلري فائرنگ مزاحمت کي ٽوڙي ڇڏيو. 466 هين پيادا جرمن رجمينٽ جي حالت اڃان وڌيڪ خراب هئي، چاڪاڻ تہ جيئن ئي هنن دريا پار ڪيو تہ مٿن 199هين سوويت ڊويزن پاسي کان حملو ڪري ڏنو.

جرمن فوج کي ترت تجربو ٿيو تہ هي ماڻهو (سرخ فوجي) نہ صرف بهادر آهن پر دشمن کي دوکي ڏيڻ، لڪي لڪي حملو ڪرڻ جا بہ ماهر آهن. Schleswig-Holstein علائقي وٽ 128 هين پيادا جرمن ڊويزن جي بين ٻٽالين جي 422 هين رجمينٽ کي سخت نقصان رسيو. سوويت فوجي ٻني ۾ بيٺل فصل ۾ لڪي ويهي رهيا، جرمن فوج جي جٿي کي ڇڏي ڏنو جيئن ئي ٿورو اڳتي وڌيا تہ سوويت فوجين پٺيان فائرنگ شروع ڪري ڏني. نيٺ، جرمن فوجين بلڪل ويجهڙائي کان هينڊ گرنيڊ اڇلائي انهن مان جان ڇڏائي.[282] ڏکڻ طرف وڌندڙ جرمن فوج جي ڊويزن جي ميجر جنرل هب، پنهنجي ابتدائي ڏينهن جي ويڙهہ بابت لکيو تہ "پيش رفت آهستي آهي پر پڪي ۽ يقيني آهي." حقيقت ۾ "آپريشن باربروسا" ۾ "آهستي ۽ يقيني" پيش رفت لاءِ ڪا بہ گنجائش نہ هئي.

ان ڏينهن جي سخت ويڙهہ کانپوءِ، 30 جون تي، سوويت دفاعي قطار ۾ ڏار پوڻ شروع ٿيا. جيئن ئي جرمن فوج ٿورو اڳتي وڌي تہ "اسٽالن دفاعي قطار" سندن پيش رفت کي روڪي ڇڏيو. 7 جولاءِ تي، ڪليسٽ جي پينزر گروپ جي مهڙ وارا جٿا Zvyagel (علائقي جو نالو) وٽان ان دفاعي قطار کي ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيا. ٻئي طرف، 9 جولاءِ تي 16 هين جرمن پينزر ڊويزن Lyuban وٽان "اسٽالن دفاعي لائين" کي ٽوڙڻ ۾ ڪاميابي ماڻي. ائين سوويت فوجون پٺتي هٽنديون رهيون ۽ وري گڏ ٿي وڙهنديون رهيون. ڏهن ڏينهن جي سخت ويڙهہ کانپوءِ جرمن فوج

282 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 28-29

اٽڪل 60 ميل جو فاصلو ئي طئي ڪري سگهي. سوويت فوج طرفان سخت پر لچڪدار مزاحمت ڪئي وئي.[283]



گهوڙي سوار سوويت فوج

جرمن رٿابندي تحت ڏکڻ ڏانهن ويندڙ جنرل رندشت جي فوج جي ڪاٻي پاسي ۽ مرڪزي محاذ وٽ جنرل بوڪ جي فوج جي ساڄي پاسي، وچ ۾ وڏو خال ڇڏيو ويو، جيڪو پرپٽ ڊُبڻ (ترائي، پوسل زمين) وارو علائقو هو، علائقي ۾ ڊُبڻون هئڻ سبب ان کي نظرانداز ڪيو ويو. پهرين مرحلي ۾ ته جرمن فوج لاءِ ڪوبه خطرو ڪونه پيدا ٿيو.

پر جيئن ئي نازي فوج ڪيف (Kiev) ڏانهن تيزي سان اڳيرائي جاري رکي ته اوچتوئي گهوڙي سوار ڳاڙهي فوج پرپٽ ڊُبڻ واري علائقي مان ظاهر ٿي ۽ جرمن فوج جي پاسن کي ڳرا ڌڪ هنيا. نيٺ، سخت ويڙهه ڪانپوءِ جرمن فوجن انهن کي شڪست ڏني پر ان ڪري دينپر (Dnieper) ڏانهن جلد وڌڻ جو موقعو هٿان نڪري ويو.[284]

ويهن ڏينهن تائين لڙائي هلندي رهي پر جرمن فوج کي ڪا خاص ڪاميابي نه ملي. جنهن تي هٽلر ڪليسٽ جي پينزر گروپ کي ٽن حصن ۾ ورهائڻ جو فيصلو ڪيو جنهنڪري ڪجهه ڪاميابي ماڻيائون. جرمن سترهين ۽ انين فوج جي پيادا فوج سوويت فوج کي عمان واري علائقي وٽ گهيري ۾ آڻي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، ان گهيري ۾ منسڪ ۽

[283] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 38-39
[284] On the Other Side of the Hill, p, 267

سمولينسڪ وارن گهيرن جيترا قيدي ته هٿ نه چڙهيا پر ان جي ڪري ڪاري سمنڊ واري اوڊيسا ۽ نڪولائيف پورٽ ۽ ڪرائوي ۽ ڪيف ڏانهن وڃڻ جو رستو کلي ويو. اسٽالن حڪم ڏنو ته "هڪ قدم به پوئتي نه هٽو." ان جو اندازو جرمن فوج کي ترت لڳي ويو ڇاڪاڻ ته مسلسل پارنهن ڏينهن جي شديد ويڙهه کين ٽوٽا چٻائي ڇڏيا. سوويت فوج زمين جي هر هڪ انچ لاءِ سختي سان مزاحمت ڪئي. هڪ طرف، سوويت فوج جي مزاحمت، ٻئي طرف، سخت گرمي ۽ ان کان به وڌيڪ ڌوڙ ۽ دسڙ جرمن فوج مان پگهر ڪڍي ڇڏيا. رستن جي ڌوڙ فوجي گاڏين ۽ توبن جي قطارن کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو هو. فوجين جا چهرا مٽيءَ جي رنگ ۾ رنگجي ويا هئا، سندن وردين اندران جسم جي چمڙي تي به مٽيءَ جا تهه ڄمي ويا هئا. توبن، بڪتربند گاڏين، موٽر سائيڪلن ۽ جيپن مٿان مٽيءَ جا تهه ڄمي چڪا هئا. خوفناڪ دسڙ کان بچڻ ناممڪن هو. ان ويڙهه تي تبصرو ڪندي جنرل گڊرين ان کي "خونخوار باڪسنگ ميچ" سڏيو.[285]

ٻئي پاسي، مرڪزي محاذ تي هلندڙ ويڙهه دوران هٽلر ماسڪو واري منصوبي ۾ تبديلي ڪري، 19 جولائي تي مرڪزي گروپ جي ٻن پينزر ڊويزنن کي (هيڏانهن) ڏکڻ ۽ اتر طرف روانو ڪيو هو. ان هدايت مطابق جنرل گڊرين Guderian ڏکڻ ڏانهن ۽ جنرل هوٿ اتر طرف رخ ڪيو. پر انهيءَ فيصلي کان اڳ ۾ ڪيترائي ڀيرا جرمن هاءِ ڪمانڊ وٽ بحث ٿيا. جنهن ۾ جنرلن جو خيال هو ته ماسڪو ڏانهن وڃڻ گهرجي. جنهن تي هٽلر چيو ته "منهنجا جنرل جنگ جي اقتصادي پهلو کي نٿا سمجهن" بهرحال، هٽلر 21 آگسٽ تي پنهنجي جنگي هدايت نامي ۾ چيو ته بنيادي اهميت ڪرائما ۽ ڪاڪاسش وارن علائقن کي ڏني وڃي. (ڇاڪاڻ ته اتي تيل جا ذخيره هئا). بهرحال، چيو وڃي ٿو ته هٽلر فوج جي ڪجهه حصي کي ڏکڻ طرف روانو ڪري ماسڪو کي فتح ڪرڻ جو موقعو وڃائي ڇڏيو.

پر حقيقت هيءَ هئي ته ڏکڻ اولهندي پاسي ڳاڙهي فوج سخت ويڙهه ڪئي، جتي 8، 9، 19 ۽ 5 نمبر ڳاڙهي فوج ميدان تي لٿل هيون. ميجر جنرل ايم آءِ پوتاپوف جي ڪمانڊ هيٺ، پنجين ڳاڙهي فوج هٽلر جي

[285] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 121

جنرلن جي جسم ۾ ڪنڊي وانگر لڳل هئي، جنهن بيمثال مزاحمت ڪري دشمن کي گهڻو نقصان رسايو. ان علائقي ۾ نازي فوج تيزي سان اڳتي وڌي نہ سگهي. پنجين فوج ڪين پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ نتيجي طور جرمن ڪمانڊ ڪيف (Kiev) شهر تي ترت حملي ڪرڻ وارو منصوبو عارضي طور ڦٽو ڪيو. هٽلر، 19 جولائي واري پنهنجي جنگي هدايت نامي (نمبر 33) ۾ پڻ ان حقيقت جي اٽسڌي ريت قبوليت ڪئي تہ ڏکڻ واري آرمي گروپ جي اتر واري پاسي اڳيرائي کي ڪيف (Kiev) جي چوڌاري قلعہ بندي ۽ پنجين ڳاڙهي فوج جي آپريشن روڪي ڇڏيو آهي.“[286] ان ڪانپوءِ هٽلر پيون بہ هدايتون پڻ موڪليون تہ ”پنجين سوويت فوج کي اتان هٽائي ڊينپر وٽ تباهہ ڪريو.“ پوتاپوف جي فوج دليرانہ نموني وڙهي دشمن جي منصوبن آڏو رنڊڪ وجهي ڇڏي. ايتريقدر جو، 21 آگسٽ تي هٽلر وري حڪم ڪيو تہ پنجين فوج کي هٽائڻ لاءِ مرڪزي گروپ منجهان فوج موڪلي وڃي.

ان ويڙهہ دوران سوويت جنرل ڪرپونوس ۽ خرشچوف سپريم ڪمانڊر اسٽالن کي رپورٽ ڏني تہ ڪيف (Kiev) ڏانهن ايندڙ دشمن جي فوج کي روڪڻ لاءِ سمورا قدم کنيا ويا آهن. جنهن تي اسٽالن کين چيو تہ ”ٺيڪ آ! جنگ ۾ توهان کي پنهنجو پاڻ هر وقت خراب ۽ ايتريقدر جو بدترين ۽ بهترين لاءِ تياز رهڻو پوندو. وڏين غلطين کي-ٽارڻ جو فقط اهوئي رستو آهي.“ اسٽالن وڌيڪ چيو تہ ڏکڻ اولهہ محاذ جي مدد لاءِ جيڪو ڪجهہ آءٌ ڪري سگهيس، ضرور ڪندس، پر وڌيڪ پنهنجو پاڻ تي ڀاڙيو.“ ”ائين فرض ڪرڻ تہ توهان کي هر شي کٽان ٺهي هنڌان تيار ٿيل ملندي، اهڙي سوچ بيوقوفي هوندي، پنهنجي رسد ۽ پرتي ڪرڻ لاءِ پاڻ سڪو. بچت فوج لاءِ يونٽ جوڙيو، رائفل ۽ بندوقون ٺاهڻ لاءِ ڪارخانہ لڳايو ۽ پوءِ اوهين ڏسندو تہ ڪيئن نہ اوهين خود پوڪرين واري محاذ تان گهڻو ڪري ٽا ڏيکاريو. ۽ اهوئي لينن گراڊ وارا هن وقت ڪري رهيا آهن.“[287]

ساڳئي وقت، ڏکڻ کان ٿيندڙ سوويت مزاحمت کي نہ روڪي سگهڻ سبب ماسڪو طرف وڌندڙ مرڪزي گروپ جو ساڄو پاسو خطري هيٺ هو جنهن ڪري هٽلر مجبور ٿي تہ گدرين جي پين پينزر گروپ کي

[286] Hitler's War Directives, p, 139

[287] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 99

عارضي طور تي ماسڪو کان هٽائي ڪِيف (Kiev) سيڪٽر ڏانهن اماڻيو. سيپٽمبر ڌاري، گڏزين ۽ ڪليسٽ (Kleist) جي ٽوب گروپ ۽ 2، 6، ۽ 17 هين فوج، گڙي هوائي مدد سان، يوڪرين جي گادي واري شهر (ڪيف) تي ڪاھ ڪئي. پر اتي به سخت مزاحمت ٿي. ڳاڙهي فوج جي هوم گارڊ ۽ 37 هين فوج "ڪريو يا مرو" (Do or Die) وانگر 70 ڏينهن تائين ويڙھ ڪئي. نتيجي طور دشمن سٺو وڙهڻ بدران اٽڪلن سان سوويت دفاعي لائين ۾ وٿين جي ڳولا ڪندو رهيو.

3 سيپٽمبر جي منجهند جو جرمن جاسوس کي ڪجھ ڪاغذ هٿ لڳا جيڪي سوويت ٽپالي جهاز ڪٽي وڃي رهيو هو پر گولي لڳڻ سبب جهاز ڪري پيو. جنهن مان کين اهي ڪاغذ مليا. ڪاغذن ۽ نقشن جي مدد سان جرمن ڪمانڊ کي معلوم ٿيو ته 13 ۽ 21 هين سوويت فوج وچ ۾ ڳانڍاپو ڪمزور آهي. ائين جرمن فوج کي اڳتي وڌڻ جا آسان گس ملي ويا.[288]

اهڙي صورتحال ۾، سوويت جنرل بديني Budyonny ڏکڻ اولهه محاذ تي دشمن جي سخت دٻاءُ ڪانپوءِ فوجن کي پوئتي هٽائڻ جي تجويز ڏني. جنهن تي اسٽالن سخت لهجي ۾، چيو توهين گهٽ کان گهٽ مزاحمت واري لائين پيا ونو، دشمن سان وڙهڻ بدران پوئتي پيا هٽو." نيٺ، 9 سيپٽمبر تي، سپريم ڪمانڊر فوجن کي مشروط انداز سان پوئتي هٽڻ جي منظوري ڏني. پر صورتحال بگڙجندي ئي رهي. تنهن ڪانپوءِ ميجر جنرل ٽپڪوف هڪ ٽيليگرام موڪليو ته "ٻن ڏينهن اندر تباهي اچڻ واري آهي." جنهن تي اسٽالن جواب ڏنو ته "ميجر جنرل دهشت ۽ دٻپ سان ڀريل پيغام موڪليو آهي. ڪنهن کي به خوف ڦهلائڻ نه ڏيو. موجوده پوزيشن برقرار رکڻ لاءِ سمورا قدم کنيا وڃن." 14 سيپٽمبر تي پهرين ۽ ٻين جرمن پينزر گروپ هڪٻئي سان ملي گهيرو مڪمل ڪري ورتو جنهن ۾ اٽڪل 50 سوويت ڊويزن فوج ڦاسي پئي. جيڪو جنگ جي تاريخ جو سڀ کان وڏو گهيرو چئي سگهجي ٿو.

اسٽالن کي 17 سيپٽمبر تي يقين آيو ۽ هدايت ڪيائين ته "ڪيف (Kiev) کي ڇڏي ڏيو."[289] پر تيسين گهڻي دير ٿي چڪي هئي.

---

[288] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 122

[289] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 106-7, 109

بهرحال، ڳري جرمن حملي سبب ڪيف سڪيٽر جي اوپر ۾ 5، 37، 26 هين فوج ۽ 21 ۽ 38 ڳاڙهي فوج جا ڪجهه حصا ڦاسي پيا. ڏکڻ اولهه محاذ جا ڪمانڊر به، پين گهيري هيٺ آيل فوجين وانگر، آخر تائين وڙهيا. جنهن ۾ ڪرنل جنرل ڪرپونوس، ليفٽيننٽ جنرل ٽپيڪوف، ۽ ريڪوف ڊويزنل ڪميسار پڻ مارجي ويا. وڏين تڪليفن ڪانپوءِ جيڪي فوجي گهيري مان بچي نڪري آيا سي ڇڙوڇڙ ۽ ٽڙ پکڙ ٿي ويا. 19 سيپٽمبر تي ڇهين پيادا فوج ڪيف شهر تي قبضو ڪري ورتو. 26 سيپٽمبر تائين لڙائي پڄاڻي تي پهتي. جنهن ۾ اٽڪل 6 لک 65 هزار فوجي قيد ڪيا ويا، 3 هزار بندوقون، 884 گاڏيون ۽ ٻيو جنگي سامان هٿ ڪيو ويو. بهرحال، دشمن ڪي ڪيف (Kiev) جي فتح سستي ڪانه پئي، جرمني به اٽڪل هڪ لک آفيسر ۽ سپاهين جو نقصان پوڳيو. جرمن فوجون جڏهن ڊينپر Dnieper دريا وٽ پهتيون ته خود دريا انهن لاءِ تمام وڏي رڪاوٽ بڻجي پيو. بهرحال، سيپٽمبر 1941 جي پوئين ڏهاڪي تائين سوويت فوج دشمن کي روڪي رکيو. ڪيف جي لڙائي ڏکڻ طرف وڌندڙ اڳرائي کي ته روڪيو پر ان سان گڏ ماسڪو واري محاذ کي به پنهنجو دفاع مضبوط ڪرڻ لاءِ وقت مهيا ڪري ڏنو. هٽلر ان لڙائي ۾ حاصل ٿيل سوڀ مان غلط نتيجو اهو ڪڍيو ته "ڏکڻ ۾ سوويت فوج وڏيڪ دفاع جي پوزيشن ۾ نه آهي." جنهن ڪري هن ڊان ۽ ڊونيٽز بيسن کي سياري اچڻ کان اڳ حاصل ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

سيپٽمبر جي پڇاڙي ۾ سوويت يونين ۾ سياري جي موسم جي شروعات ٿي، شديد ٿڌ سبب اوپر واري جنگي محاذ تي نازي فوج جي فتح جا امڪان ٿورا جهڪا ٿي ويا. پر تيسين، جرمن جنرل گڊرين (Guderian) ته وچ راستوف (Rostov) تائين پهچي چڪو هو، جتي ٿڪل جرمن فوجن کي روسين تڙي ڪڍي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، ڏکڻ واري پاسي جرمن فوجن تمام وڏي ايراضي کي فتح ڪري ورتو، پر اها ڪاميابي ماسڪو کي فتح ڪرڻ واري اهميت جي برابر نه هئي. ڪيف واري لڙائي جي آخري ڏينهن تي هٽلر مرڪزي جرمن گروپ کي ماسڪو طرف وڌڻ جو حڪم ڏنو ان مهم جو ڪوڊ "سامونڊي طوفان" رکيو ويو ۽ ان جي شروعات جي تاريخ 2 آڪٽوبر مقرر ڪئي وئي.

هوڏانهن، لينن گراڊ وٽ سوويت فوج جي صورتحال بدتر کان بدترين ٿي وئي. جي ايچ ڪيو جنرل زوڪوف کي لينن گراڊ محاذ جو ڪمانڊر مقرر

ڪيو ۽ تموشنڪو کي ڏکڻ اولهه واري محاذ ۽ ڪانيف کي مغربي محاذ جو ڪمانڊر مقرر ڪيو.

## سوويت صنعت جي منتقلي: بيمثال ڪارنامو

جنگ جي ابتدا کان ئي سوويت ڪمانڊ لاءِ، جرمن ڪاهه جي خطري هيٺ آيل صنعت جي منتقلي (انخلا) وڏو مسئلو هو. جنگ جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي اهم صنعتي مرڪز، ريگا ۽ منسڪ، دشمن جي هٿ چڙهي ويا. 1941 جي پوئين حصي ۽ 1942 جي ابتدائي عرصي دوران اوڀر وارن علائقن ڏانهن ڳري صنعت ۽ ڪارخاني جي منتقلي، سوويت يونين جو سڀ کان اهم انتظامي، تنظيمي ۽ انساني ڪارنامو هو. 4 جولائي 1941 تي رياستي دفاعي ڪميٽي هدايت ڪئي ته دفاع سان لاڳاپيل صنعت جي "ٻي صنعتي دفاعي قطار" تيار ڪئي وڃي. ماسڪو، لينن گراڊ، تولا ۽ ٻين مهڙ وارن صنعتي علائقن جي ڪارخانن کي جنگي محاذ کان سوين ميل پري ارل، وولگا، اولهه ۽ اوڀر سائبيريا، قازقستان ۽ مرڪزي ايشائي علائقن ڏانهن منتقل ڪيو ويو. جرمن جهازن جي مسلسل بمباري باوجود اهو ڪم ڏينهن رات جاري رکيو ويو. فقط هڪ ڪارخاني جي سامان کي ڪڍڻ لاءِ 8 هزار ريل بوگيون استعمال ٿيون. جون ۽ آڪٽوبر جي وچ ۾ فقط يوڪرين مان 283 وڏا ڪارخانا هٽايا ويا. ماسڪو وٽان ته نومبر ڏاري، جڏهن نازي فوجون باقي ڪجهه ميل پوئتي هيون، ان دوران اٽڪل 498 صنعتي ادارا 2 لک 10 هزار مزدورن سان گڏ، 71 هزار ريل بوگين ۾، اوڀر ڏانهن اماڻيا ويا. سوويت يونين جي مختلف علائقن مان فقط جولائي ۽ نومبر جي وچ واري عرصي ۾ اٽڪل 1523 صنعتون، 15 لک ريل بوگين ذريعي ڏورانهن علائقن ڏانهن اماڻيون ويون. جيڪو هڪ بيمثال ڪارنامو هو. ان عظيم ڪارنامي جي ڪري ئي سوويت يونين توڙ تائين جنگ جاري رکي سگهيو.[290]

### (A_2 مرڪزي محاذ ڏانهن ٻيهر ڪاهه

جنگ دوران روس جون لکين عورتون هن نظم کي دعا وانگر ورد ڪنديون رهيون.

[290] Russia at War, 208-12

## ”مون لاءِ انتظار ڪجان“

”انتظار ڪجان، ۽ آءُ موٽي ايندس، فقط ڏکيو انتظار ڪجان
انتظار ڪجان، جڏهن تون پيلي برسات کي ڏسين، ۽ تون ڏک سان پرجي وڃين،
انتظار ڪجان، جڏهن هوائون برفاني وهڪرن کي تڙي ڇڏين
رجندڙ گرمي ۾ به انتظار ڪجان،
انتظار ڪجان، جڏهن ٻيا پنهنجي ماضي کي وساري انتظار ڪرڻ ڇڏي ڏين،
انتظار ڪجان، ايتريقدر جڏهن تو وٽ پري کان ڪي به خط نه اچن،
انتظار ڪجان، ايتريقدر جڏهن ٻيون انتظار ڪري ٿڪجي پون .......
انتظار ڪجان، ايتريقدر جڏهن منهنجي ماءُ ۽ اولاد سوچين ته آءُ ناهيان رهيو،
۽ جڏهن منهنجا دوست مچ تي ويهي منهنجي ياد ۾ پيئن.
انتظار ڪجان، ۽ منهنجي ياد ۾ تون تڪڙ نه ڪجان،
انتظار ڪجان، هر موت کي للڪاري آءُ موٽي ايندس.
۽ جيڪي انتظار نه ڪن انهن کي چوڻ ڏجان ته آءُ ڀاڳ وارو هئس:
اُهي ڪڏهن به نه سمجهندا ته موت جي وچ ۾،
تو، تنهنجي انتظار، مونکي بچايو؛
فقط تون ۽ آءُ ڄاڻون ٿا ته آءُ ڪيئن بچي ويس:
اهو ان ڪري جو تو انتظار ڪيو، جيئن ڪنهن ٻئي نه ڪيو.“

10 آگسٽ تي سئٽزرلينڊ ۾ موجود سوويت جاسوس اليگزينڊر رادو ماسڪو ڏانهن رپورٽ اماڻي ته ”جرمن مرڪزي فوجي گروپ بريانسڪ (شهر) رستي ماسڪو ڏانهن اڳرائي ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي آهي.“
سيپٽمبر جو مهينو برطانيه لاءِ ڏکيو مهينو هو ڇاڪاڻ ته ڏکڻ آفريڪا ۾ جرمن جنرل روميل توبرڪ (علائقي) کي گهيري ۾ آڻي چڪو هو ۽ ڪائرو لاءِ خطرو بڻجي چڪو هو. هٽلر جون آبدوز ٻيڙيون برطانيه لاءِ سمنڊ ۾ مصيبت بڻيل هيون. سيپٽمبر 1941 جي آخر تائين مجموعي جنگي صورتحال ڳاڙهي فوج جي فائدي ۾ نه هئي. نازي فوج اڃان تائين مڪمل طور تي پنهنجي برتري نه وڃائي هئي. نازي فوج لينن گراڊ کي

گهيرو ڪيو ويني هئي، مغربي محاذ تي سمولينسڪ تي قبضو ٿي چڪو هو. ڏکڻ ۾ پڻ جرمن فوجون ڪيف (Kiev) تائين پهچي چڪيون هيون. انهيءَ مهيني (سيپٽمبر 1941) دوران ماسڪو وٽ صورتحال پڻ بهتر نه هئي ڇاڪاڻ ته ماسڪو واري محاذ تي ٿورا ماڻهو هئا.

ماسڪو مٿان لامارا ڏيندڙ نازي فوج جي حملي کي منهن ڏيڻ لاءِ ماسڪو جا شهري، عورتون توڙي ٻار، شهر جي دفاع لاءِ مورچابندي، خندقون ۽ ڪنڊيدار تارون وڇائڻ وارن ڪمن ۾ مصروف هئا.



سوويت شهري خندق کوٽي رهيا آهن

شهر جي گهٽين ۾ توب مخالف ۽ پيادا فوج مخالف هٿيار لڳايا ويا. حڪومت جو ڪجهه حصو Kuibyshev شهر ڏانهن منتقل ڪيو ويو پر رياست جي دفاع واري ڪميٽي ۽ جي ايچ ڪيو اجاتائين ماسڪو ۾ ئي هئا. صنعت کي جنگي بنيادن تي هلايو ويو. سيپٽمبر جي آخر ۾ معمول مطابق ڪميونسٽ پارٽي جون گڏجاڻيون هلنديون رهيون. انهن ۾ جنرل اسٽاف به شرڪت ڪندو هو. جنرل اسٽاف بلڪل باخبر هو ته دشمن طرفان حملي بدران دفاعي صورت وٺڻ عارضي لقاءُ هو. ويسلوسڪي[291]

[291] سوويت جنرل اسٽاف جو چيف.

رپورٽ ڏيندي چيو: ته صورتحال انتهائي گنڀير آهي، ۽ شايد ان کان بدتر ڏينهن اڃان اچڻا آهن. پر مايوس ٿيڻ جو ڪوبه سبب ناهي. لينن گراڊ وارا سورهيائي سان اڃان تائين بيٺا آهن. جنهن مان لڳي ٿو ته دشمن ماسڪو جي اتر ۾ وري ڪو ٻيو محاذ نٿو کولي سگهي.
جي ايچ ڪيو طرفان 24 آگسٽ تي جاري ڪيل هدايت نامي تحت ماسڪو واري سيڪٽر تي جوڙيل جنگي محاذن ۾ وڏيون تبديليون ڪيون ويون. 26 آگسٽ تي مرڪزي محاذ کي ڇڙوڇڙ ڪيو ويو، ان جي فوج کي بريانسڪ محاذ ۾ ضم ڪيو ويو ۽ مرڪزي محاذ جي ڪمانڊر کي بريانسڪ محاذ جي ڪمانڊر جو ڊپٽي مقرر ڪيو ويو، گومل ۽ موزير وٽ مقرر فوج کي 21 نمبر ڳاڙهي فوج ۾ ضم ڪرڻ سميت ڪيتريون ٻيون تبديليون ڪيون ويون. جيڪي پڙهندڙ کي عجيب لڳنديون ته هڪڙا پورا جا پورا محاذ ختم ڪيا پيا وڃن ۽ ٻيا جوڙيا پيا وڃن، ڪجهه فوجون ختم ۽ ڪجهه نيون پيدا ڪيون پيون وڃن. پر جنگ جي خاصيت ئي اها آهي ته اُن ۾ تمام تيزي سان فيصلا ڪيا ويندا آهن، جنهن مان ڪيترا فيصلا درست ۽ ڪيترائي غيردرست به ثابت ٿيندا آهن. پر فوج جي ڪنٽرول لاءِ جنگ جو پنهنجو سُر ۽ تال ٿئي ٿو.
ان وقت ماسڪو جي بچاءَ لاءِ ٽن سوويت محاذن (مغربي، رزرو ۽ بريانسڪ) تي، ڳاڙهي فوج وٽ اٽڪل 8 لک سپاهي، 6 هزار 8 سو بندوقون ۽ مارٽر، 782 توبون ۽ 545 جهاز هئا. پر سڀ کان اهم مسئلو هي هو ته جي ايچ ڪيو وٽ ڪا به بچت جنگي فوج نه هئي.
بهرحال، هنگامي قدم کڻي ماسڪو محاذ تي، انتهائي گهرائي (مهڙ کان پوئتي) تائين، دفاعي قطارون تعمير ڪيون ويون. ارل (شهر)، مرڪزي ايشيا، وولگا واري علائقي ۽ ڏکڻ جهڙن ڏورانهن علائقن ۾ ڳاڙهي فوج جا نوان يونٽ ترتيب ڏنا پئي ويا. نازي فوج جو خيال هو ته جيترو جلد ٿي سگهي ته جنگ کي اڪلائجي. ان لاءِ هنن ٽن جنگي محاذن وارن رخن ۾ ڪاهه ڪري ڳاڙهي فوج کي سياري کان اڳ ئي جنگ ختم ڪرڻ پئي چاهيو. مکيه حملو ماسڪو واري رخ ۾ ڪرڻ ۽ ساڳئي وقت لينن گراڊ ۽ راستوف ڊان تي قبضو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو هو. انهيءَ خوالي سان، هٽلر 19 سيپٽمبر تي، ماسڪو ڏانهن ٻيهر تازو حملو ڪرڻ لاءِ Typhoon (ساموئڊي طوفان) ڪوڊ جي نالي ۾ پنهنجو جنگي حڪم

نامو جاري ڪيو.[292] ۽ گڏجاڻي دوران اهو به چيو ته "هڪ به روسي سپاهي ۽ شهري، مرد، عورت يا ٻار، بچي نڪري نه سگهي."
ماسڪو تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ جرمن مرڪزي گروپ ۾ وڏيڪ چوٿين پينزر گروپ ۽ ٻين آرمي ڪور جي پرتي به ڪئي وئي، ٻين فوج ۽ ٻيو پينزر گروپ ڏکڻ کان موٽائي ماسڪو ڏانهن آندو ويو. هر پيادا ڊويزن ۾ اٽڪل 15 هزار جرمن سپاهي هئا. ٽن سوويت محاذن (مغربي، رزرو ۽ بريانسڪ) خلاف نازي هاءِ ڪمانڊ اٽڪل 77 ڊويزنون (يعني 10 لک کان وڌيڪ)، 17 سو پينزر، 14 هزار بندوقون ۽ مارٽر ۽ 950 جنگي جهاز گڏ ڪيا. هٽلر نازي فوج ڏانهن موڪليل پيغام ۾ چيو ته "سادن ٽن مهينن کانپوءِ اوهان آخرڪار اهڙيون حالتون پيدا ڪيون آهن جو باقي هڪڙي ئي ڌڪ سان، سياري جي ختم ٿيڻ کان اڳ، دشمن کي نيست ۽ نابود ڪيو ويندو."

## اسانجو مقصد جائز آهي، فتح اسانجي ٿيندي!

سوويت سپريم ڪمانڊر اسٽالن، مغربي ۽ رزرو محاذن کي گڏائي هڪڙو مغربي محاذ جوڙيو ۽ زوڪوف کي، لينن گراڊ کان گهرائي، ماسڪو جي دفاع لاءِ ڪمانڊر مقرر ڪيو. ماسڪو شهر ٻاهران ٽي دفاعي صفون تيار ڪيون ويون. سيني جون اڪيون ماسڪو ڏانهن هيون. ان دوران جرمن جهاز ماسڪو مٿان بمباري پڻ ڪندا رهيا. 20 سيپٽمبر واري رات هڪڙو بم جنرل اسٽاف جي عمارت جي ڇت تي ڪريو، پر هڪ نوجوان ان کي پنهنجي فوجي ٽوپي سان ڍڪي ڇڏيو پر نوجوان ڏٺو ته بم وساميو ناهي ته هن پاڻ کي بم مٿان اڇلايو ۽ ائين هن پنهنجي زندگي کي قربان ڪري ڇڏيو.
سوويت گادي وازي هنڌ ماسڪو جي قسمت جو فيصلو ڪرڻ لاءِ جرمن مرڪزي فوجي گروپ 30 سيپٽمبر تي حرڪت ۾ اچي ويو. هر شي بابت زبردست نموني رٿابندي ڪئي وئي هئي، پر تبديل ٿيندڙ آبهوا جي باري ۾ اڳڪٿي ڪرڻ ناممڪن هئي. ان حوالي سان مولٽڪ 1864ع ۾ چيو هو ته "هڪ جنگي مهم آبهوا تي دارومدار نٿي رکي سگهي پر موسم تي

---

[292] Hitler's War Directives, p, 152.

منحصر ڪري ٿي.“[293] ”آپريشن ساموندي طوفان“ تحت دشمن ماسڪو خلاف باقائده حملو شروع ڪيو. 30 سيپٽمبر کان 2 آڪٽوبر (ٽي ڏينهن) تائين، ماسڪو جي پرپاسي، نازي فوج ڳرا ڌڪ هنيا. جواب ۾ ڳاڙهي فوج جي ٽنهي محاذن شديد ويڙهه ڪئي، ائين ماسڪو واري لڙائيءَ جي ابتدا ٿي. دشمن سوويت دفاع کي ٽوڙڻ ۾ ڪاميابي ماڻي ۽ ويازما علائقي ۾ 19، 20، 24 ۽ 32 هين نمبر ڳاڙهي فوج دشمن جي گهيري هيٺ اچي ويون. 22، 23 ۽ 31 هين ڳاڙهي فوج پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي. بچت فوج نه هجڻ ۽ دشمن جي مکيه زور ۽ قوت بابت غلط اندازو لڳائڻ سبب ويازما وٽ ڳاڙهي فوج کي ناڪامي ملي. پر گهيري هيٺ آيل فوجن سخت مزاحمت ڪري دشمن جي 22 ڊويزن فوج کي دٻائي رکيو. ان ڪري ماسڪو لاءِ وڏيڪ ٻي دفاعي لائين (Mozhaisk) تعمير ڪرڻ جو وقت ملي ويو ۽ ملڪ جي اندرين علائقن کان آرٽلري، توب، رائفل رجمينٽون گهرايون ويون. آڪٽوبر ڏاري 16، 5، 43 ۽ 49 هون نمبر ڳاڙهي فوج، ٽي رائفل ۽ ٻه توب ڊويزنون پڻ ڏور اوير کان آنديون ويون. زوڪوف ڳاڙهي فوج کي چار نازڪ جاين تي جمع ڪيو. ويازما (ماسڪو جي پر وارو شهر) وٽ مليل شڪست سبب سوويت مغربي محاذ مڪمل طور تي تباهه حال هو ان کي وري تعمير ڪيو ويو.

3 آڪٽوبر تي، ٻيون نمبر نازي پينزر گروپ اوريل وٽ ڪڙڪي پيو ۽ ان کي منهن ڏيڻ لاءِ، جي ايچ ڪيو، ترت رزرو (بچائي رکيل) 1 هين گارڊ رائفل ڪور (Corps)، ٻه توب برگيڊس (Brigades) ۽ هوائي جهاز موڪليا. 6 آڪٽوبر تي، نازي فوجن بريانسڪ محاذ جو دفاع ٽن جاين تان ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو. 6 آڪٽوبر تي جرمن جنرل وون آرمن جي 17 هين پينزر ڊويزن بريانسڪ شهر تي قبضو ڪري ديسنا ندي جي پلين تي قبضو ڪري ورتو. ائين ”آپريشن ساموندي طوفان“ جو پهريون مرحلو مڪمل ٿي چڪو هو ۽ ماسڪو جي ڍال ۽ تلوار ڪسجي چڪي هئي ۽ ان جي دفاعي قطار ۾ ڏار پيدا ٿي چڪو هو.

پهريائين، جرمن فوج سڌي ريت سوويت فوج جي مضبوط دفاع واري لائين تي هلان ڪرڻ کان پاسو ڪيو ۽ اتر اوير کان ڪمزور حالت واري جاءِ (ڪالنن شهر) تي ۽ ڏکڻ کان ڪالگا ۽ تولا، کان اڳتي ٻکرڻ جي

---

[293] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 132

ڪوشش ڪئي، تولا ڪانسواءِ ٻين سيني علائقن تي نازي فوجن قبضو ڪري ورتو. 14 آڪٽوبر تي، جرمن ايس ايس موٽر ڊويزن بوردنو (Borodino) تي پهتيون هيون. هي اهوئي لڙائي جو ميدان هو جتي روسين 1812ع ۾ نيپولين بوناپارٽ جي فوج کي تباهي جي ڪناري تي پهچايو هو. اتي ئي 1941ع ۾ اسٽالن هٽلر جي حملي آور فوج کي روڪڻ لاءِ تيزي سان بهترين فوجون آنديون جنهن ۾ 32 هين سائبيرين رائفل ڊويزن به شامل هئي. سائبيرين فوج جا سپاهي قد جا ڊگها، وڏا ڪوٽ، مٿن تي جانورن جي کل ۽ وارن جا ٺهيل ٽوپلا ۽ ڊگها جوتا پهريل هئا. تي ”اسٽالن جي بانسري“ (راڪيٽ لانچر) ۽ T-34 توبون (پهريون ڀيرو گهٽي تعداد ۾) استعمال ڪيون ويون. جنهن جرمن فوجن کي دهشت زده بڻائي ڇڏيو. جيئن ئي جرمن فوجن دفاعي قطار ۾ تيل ڏار منجهان داخل ٿيڻ شروع ڪيو ته سندن مقابلو مضبوط سائبيرين فوج سان ٿيو، جيڪي نه صرف جديد هٿيارن سان پر ڪوڏرن ۽ رائفلن جي بٽن سان به وڙهيا ۽ ائين برودنو جي ٽڪرين تي 32 هين سائبيرين ڊويزن آخري دم تائين وڙهندي رهي.[294]

ان ابتدائي ڪاميابي ڪانپوءِ جرمن فوجن سڌو مضبوط جاين تي هلان ڪئي، ائين موزڪ (Mozhaisk) ۽ ملويسوويٽ يوٽينلويٽ (Maloyaroslavets) تي 18 آڪٽوبر، نارو فومنسڪ تي 21 آڪٽوبر، ۽ وولوڪولمنسڪ تي 27 آڪٽوبر تي سخت ويڙهه ڪانپوءِ قبضو ڪري ورتو. پاسن کان حملي ٿيڻ جي خوف کان زوڪوف پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿيو ۽ پنهجين فوجن کي نارا ندي جي اوپر طرف واپس ڪيو.

ماسڪو جي ڏکڻ ۾، ٻي پينزر جرمن فوج آرام سان تولا ڏانهن وڌي رهي هئي ڇاڪاڻ ته ان پاسي ڳاڙهي فوج جو ڪو گهڻو تعداد نه هو. پر خراب موسم، تيل جي ڪوٽ ۽ تباهه ٿيل روڊ رستن ۽ پلين جرمن فوج جي رفتار کي جهڪو ڪري ڇڏيو. جرمن جنرل گدرين تولا جي پرپاسي ۾ 26 آڪٽوبر تائين پهچي چڪو هو. جرمن ڪمانڊ جو خيال هو ته ماسڪو جي چوڌاري گهيرو ڪرڻ لاءِ ترت تولا تي قبضو ڪجي. بهرحال، شهر تي قبضي ڪرڻ جي پهرين ڪوشش ناڪام ٿي، ڇاڪاڻ ته جرمن پينزر کي 50 هين ڳاڙهي فوج ۽ رضاڪار شهرين جي بهادرانه ويڙهه روڪي ڇڏيو.

294 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p. 140

14 آڪٽوبر تي نازي فوجون ٻيهر حملو ڪندي ڪالنن وٽان گهڙي آيون. جنهن کي ڏسندي سوويت جي ايچ ڪيو نئون ڪالنن محاذ جوڙيو جنهن جي ڪمانڊ ڪانيف کي ڏني وئي. جتي ٿن ڳاڙهي فوجن ويڙهه ڪري نازين کي روڪي رکيو، جڏهن ته اتر ڏانهن ماسڪو واري پاسي صورتحال خراب هئي. ماسڪو شهر مٿان ٿيندڙ بمباري ڏينهون ڏينهن وڌندي رهي. ماسڪو جي بچاءَ لاءِ پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي ۽ حڪومت، هر ممڪن طريقي سان وڌ کان وڌ فوجون گڏ ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهي هئي. دشمن جي پيٽ ۾، هٿيار، هوائي مدد، عددي برتري ۽ حرڪت جي آزادي گهٽ هئڻ ۽ پرتي نه هئڻ سبب ڳاڙهي فوج هر پيري هڪڙي سيڪٽر کان فوج کي هٽائي وڌيڪ خطري هيٺ آيل، ٻئي سيڪٽر ڏانهن فوج اماڻڻ تي مجبور ٿي پئي. ڪٿي ڪٿي ته هڪڙي خطري هيٺ آيل جاءِ کي بچائڻ لاءِ ٻي جاءِ کي ڪمزور ڪرڻ جو جوکم به کڻڻو پيو.

جنرل گڊرين جي فوج 29 آڪٽوبر تي شهر جي بلڪل ويجهو بيهي رهي. هٽلر پڻ نه پئي چاهيو ته فقط ٽوبون (پيادي فوج ڪانسواءِ) ايڏي وڏي شهر ۾ داخل ٿيڻ جو جوکم کڻن ۽ پوءِ ڏکهي جدوجهد ڪرڻي پوي. ڇاڪاڻ ته 1939 ۾ وارسا وٽ ٿيل تجربو کيس ياد هو. ٻئي طرف، ڇهن مهينن کان هلندڙ جنگ، کنهن فيصلائتي ڪاميابي ڪانسواءِ، جرمني پنهنجا وسيلا خرچ ڪري ٿڪجي چڪو هو ۽ ايترو پري ٽائين فوج کي رسد پهچائڻ پڻ وڏو مسئلو هو. آڪٽوبر جي آخر ۾ ڳاڙهي فوج وولگا حوض، Volokolamsk جي اوير ۽ نارا ۽ اوڪا ندي وٽ نازي فوجن کي روڪي ڇڏيو. بهرحال، جرمن فوجون اٽڪل 250 ڪلوميٽر اڳتي نڪري آيون پر هٽلر جي ”ساموندي طوفان“ واري رٿابندي مطابق نتيجا نه مليا.

مجموعي طور تي سوويت يونين ۽ خاص ڪري ڳادي واري شهر لاءِ آڪٽوبر-نومبر جا مهينا خطرناڪ هئا ۽ صورتحال تمام گهڻي تڪليف واري هئي ڇاڪاڻ ته نازي فوجون لينن گراڊ ۽ ماسڪو جي دروازن تي بيٺيون هيون؛ اهي شديد مايوسي ۽ اميد جا ڏينهن هئا. هيڏي ساري خطري باوجود 6 نومبر تي ماسڪو ۾ انقلاب جو ڏهاڙو زير زمين اسٽيشن ۾ ملهايو ويو ۽ 7 نومبر تي ڳاڙهي چوراهي وٽ روايتي فوجي پريڊ ڪئي وئي. جنهن پوري ملڪ ۾ محب وطن جذبن کي اڀارڻ ۾ هٿي ڏني. فوجين کي مخاطب ٿيندي سپريم ڪمانڊر ان چيف اسٽالن چيو

ته "سچي دنيا اوهان ڏانهن نهاري پئي ته اوهين ئي جرمن رهزن ٻگهڙن کي تباهه ڪرڻ جي قابليت رکو ٿا. يورپ جو غلام بڻايل عوام اوهان ڏانهن ڏسي ٿو ته اوهين انهن کي آزادي ڏياريندا. ان مشن جو قدر ڪريو!" ۽ هي ماڻهو (نازي فوج) ڪنهن ضمير يا عزت کان ڪورا آهن؛ هنن ماڻهن جي اخلاقيات جانور صفت آهي، جيڪي بيحيائي سان عظيم روسي قوم، پليخانوف ۽ لينن جي قوم، بيلنسڪي ۽ چيرنوسڪي جي قوم، پشڪن ۽ تالستاءِ ۽ گورڪي، چيڪوف، گلنڪا ۽ چيڪووسڪي، سيچنوف، پاولوف، سواروف ۽ ڪتزوف جي قوم، جي خاتمي جي ڳالهه ڪن ٿا. جرمن حملي آور سوويت يونين جي عوام کي ختم ڪرڻ لاءِ جنگ ڪرڻ چاهين ٿا، ته پوءِ ٺيڪ آ! جيڪڏهن اهي مڪمل تباهي جي جنگ چاهين ٿا ته پوءِ اُها کين ضرور ملندي. (ٻڌندڙن طرفان دير تائين زوردار تاڙيون). جرمن حملي آورن لاءِ ڪوبه رحم ناهي ......... جرمن حملي آورن کي موت ملندو........ (زوردار تاڙيون) [295]

هنن لفظن سان تقرير پوري ڪيائين ته

"عظيم لينن جو فاتحانه بينر اوهان کي اتساهه ڏيندو."
ڳاڙهي فوج زنده باد! ڳاڙهي بحري فوج زنده باد!
اسانجو مقصد جائز آهي، فتح اسانجي ٿيندي!

نومبر ڌاري ڪجهه جرمن جنرلن جو خيال هو ته "سوويت يونين جي مزاحمت آخري پساهن ۾ آهي" (Other side of the hill, p, 285) جنهن تي ٻين جنرلن پڻ راضپو ڏيکاريو ۽ ائين 15 نومبر تي وزي حملو ڪيو ويو جيڪو 2 هفته جاري رهيو ۽ ماسڪو باقي 20 ڪلوميٽر پري هو. ايتريقدر جو جرمن فوج جا ڪجهه جٿا ماسڪو جي پسگردائي وارن ٻيلن تائين پهچي چڪا هئا.

بچائي رکيل (Reserve) سوويت فوجون، جنهن جي باري ۾ صرف جي ايچ ڪيو کي ڄاڻ هئي، انتهائي رازداري ۾ ملڪ جي اندرين ڏورانهن علائقن ۾ تربيت هيٺ هيون. ان دوران جي ايچ ڪيو انتهائي ڌيان سان بچت فوج کي گاڏي واري شهر طرف موڪلڻ شروع ڪيو. 1 هين شاڪ فوج ۽ 20 هين فوج ڏکڻ کان، 10 هين ۽ 61 هين فوج ۽ ٻهرين گارڊ ڪيولري ڪور پڻ، ڏکڻ اوير کان اچي پهتيون. ساڳئي وقت ڪيترين

[295] Russia at War, p, 237

ئي تازيون فوجون انهن سيڪٽرن ڏانهن موڪليون ويون جتي اچان تائين دشمن جو سخت دٻاءُ هو. ان دوران ڳاڙهي فوج طرفان ڪيترائي ڀيرا جوابي ڌڪ پڻ هنيا ويا پر ڪوُ هڙ حاصل نه ٿيو. فقط ماسڪو جي اولهه کان اليڪسنو وٽ سوويت حملو ڪامياب ٿيو جتي ڳاڙهي فوج جي توبن چوٿين جرمن فوج کي صفا بي حال ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ ته جرمني وٽ اڃا تائين اهڙا توب مخالف هٿيار نه هئا جيڪي سوويت توب T_34 کي نقصان پهچائي سگهن.

15 نومبر، 1941، تي نيٺ جرمن فوجٰ لاءِ لڙائيءَ جو ميدان برف سبب ڄمي ويو ۽ ساڳئي وقت گپ وارو مسئلو پڻ ختم ٿي ويو. ماسڪو تي قبضو ڪرڻ ۽ نوگنسڪ شهر (جيڪو ماسڪو جي اوڀر ۾ هو) سان ڳنڍجڻ لاءِ جرمن فوج جي اڳواڻ جتن مان ڇڻ ته رسو نڪري ويو. 15 نومبر، تي جرمن توب آرمي ڪلن (Klin) ڏانهن حملو شروع ڪيو، جتي بچت ۾ ڪابه ڳاڙهي فوج نه هئي، ڇاڪاڻ ته اسٽالن وولوڪولمسڪ کان جوابي حملو ڪرڻ پئي چاهيو. جنهن ڪري، فوج کي جاءِ بدلائي اوڏانهن اماڻڻو پيو. ابتدائي حملي ذريعي جرمن فوج کي ٻن ٽڪرن ۾ ورهائي 16 هين فوج کي 30 هين جرمن فوج کان الڳ ڪيو ويو. ڪيترائي ڏينهن شديد ويڙهه هلندي رهي. نازي فوج پنهنجي ٿيندڙ نقصان کي نظرانداز ڪري هر حال ۾ ماسڪو تائين پهچڻ لاءِ سڌا ڌڪ هنيا. نازي فوج جي سمورين ڪوششن باوجود سوويت دفاعي لائينن واري نظام سبب ڳاڙهي فوج کي گهٽ نقصان پهتو. بهرحال، ٽين پينزر جرمن فوج، آخرڪار سخت لڙائي ڪانپوءِ، ڪلن شهر تي، 24 نومبر ۽ Solnechnogorsk شهر تي 25 نومبر تائين قبضو ڪري ورتو.

اسٽالن زوڪوف کان پڇيو ته ڇا ماسڪو جو ڪاميابي سان دفاع ڪري سگهون ٿا؟ تنهن تي زوڪوف چيس ته ممڪن آهي پر بچت واري فوج گهربل آهي. 28 نومبر تي جرمن فوج جي ستين پينزر ڊويزن ماسڪو_وولگا ڪينال تائين پهتي جيڪو ماسڪو ڏانهن ويندڙ رستي جي آخري وڏي رڪاوٽ هو، يعني ڪريملن کان صرف 35 ڪلوميٽر پوئتي. پر ڳاڙهي فوج جي پهرين (1) شاڪ آرمي جوابي ڌڪ هٽي ان کي ڪينال ڪان پنتي موٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هوڏانهن ماسڪو جي اتر_اولهه طرف جرمن فوجون فقط 20 ڪلوميٽر پوئتي هيون. بهرحال، پنهي پاسي حالت صفا خراب هئي، ڪڏهن ڪڏهن ڳاڙهي فوج جي هڪ

رجمينٽ وٽ فقط 150 کان 200 رائفلون بچيون هيون (جيڪي هڪ ڪمپني وٽ هونديون آهن). هوڏانهن تولا شهر وٽ جرمن فوج جي حالت پڻ خراب هئي. صورتحال ائين پئي لڳي جڻ باڪسنگ (ٺونشي بازي) راند ۾ ٻنهين ڌرين جي ٺونشن ۾ وڌيڪ قوت باقي نه بچي هجي. پر ان باوجود ڳاڙهي فوج جي اخلاقي سگهه بهتر هئي."[296] مٿان اچي ٿڌ ڪڙڪي. نتيجي طور، نازي فوج جي اڳتي وڌڻ جي رفتار روزانو فقط 5 کان 10 ڪلوميٽر تائين پهتي. 26 نومبر تي، جرمن پينزر فوجن ڪشيرا شهر وٽ پهتيون. ان جي جواب ۾ ڳاڙهي فوج زبردست ضرب هڻي کين اڳتي وڌڻ کان روڪي ورتو. پوءِ ڊسمبر جي پهرين ڏينهن ۾ جرمن فوج کي پوئتي ڌڪيو ويو.

ماسڪو جي اترين ۽ ڏاکڻي پاسن کان سخت مزاحمت سبب نازي فوج، 1 ڊسمبر 1941، تي سڌو اولهه، منسڪ-ماسڪو هاءِ وي (Highway)، کان هلان ڪئي. پر انهن وٽ توبون تمام ٿوريون هيون ۽ ٻئي طرف سوويت فوج جو دفاعي نظام پڻ مضبوط هو. "2 ڊسمبر تي جرمن فوج طرفان وري حملو ڪيو ويو، پر منجهند تائين (جرمن جنرلن کي) جيڪي رپورٽون آيون، ان مان خبر ملي پئي ته ٻيلن جي چوڌاري سوويت دفاعي نظام مضبوط آهي. روسي فوجي ٻيلن ۾ ويڙهه جا فنڪار آهن. ڪجهه جتا شهر جي پسگردائي تائين پهتا پر روسي مزدور ڪارخانن مان ٻوڏ وانگر نڪري پيا ۽ پنهنجن هٿوڙن ۽ ٻين اوزارن سان پنهنجي شهر جو دفاع ڪيو." چئن ڏينهن جي سخت ويڙهه کانپوءِ جرمن فوجون واپس ورڻ تي مجبور ٿيون. جرمن جنرل بلمنٽرٽ چيو ته "خوش قسمتي سان، سوويت فوج کي معلوم نه ٿي سگهيو ته اسان (جرمن) پٺتي هٽي رهيا آهيون. انهن ٻن ڏينهن ۾ تمام گهڻو نقصان پهتو."[297] ائين ماسڪو طرف جرمن ڪاهه رڪجي وئي. جنرل گڊرين لکيو ته مون پنهنجي فوج کي 5 ڊسمبر تي اڳتي وڌڻ کان منع ڪيو، نه ته وڏي تباهي اچي ها.

هٽلري فوجن طرفان ماسڪو خلاف تازو حملو ڪيو ويو، هن پيري 30 هين ڳاڙهي فوج جي ڪيلنن ۽ 16 هين ڳاڙهي فوج جي مغربي محاذ وٽ ڏک هنيا ويا. ويڙهه ڊسمبر تائين اينگهجي وئي پر دشمن کي ڪا خاص ڪاميابي نه ملي. ائين نازي فوج طرفان ماسڪو تي ڪيل پيو حملو پڻ

---

[296] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 161

[297] Other side of the hill, p, 287

ناڪام ٿيو. ان سموري ويڙهه ۾ بچائي رکيل فوج جي پهچڻ سان ڪان اهم ڪردار ادا ڪيو. ائين، ڊسمبر جي پهرين هفتي تائين، مرڪزي جرمن گروپ پنهنجي حملي واري گنجائش پوري ڪري ڇڏي ۽ هر هنڌ دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي. ماسڪو تي ڪيل ٻي ڪاهه ۾، 20 ڏينهن دوران، فاشسٽ فوج اٽڪل هڪ لک 55 هزار سپاهي ۽ 800 پينزر ۽ ٻيا هٿيار وڃايا. ائين جنگ ڦيرو ڪائڻ شروع ڪيو. قسمت جي ديوي ڳاڙهي فوج مٿان مهربان ٿيڻ شروع ٿي. چوندا آهن ته نااميدي لاچاري ۽ بيوسي کي جنم ڏيندي آهي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته جنگين جا فيصلا انساني موت جي تعداد نه پر اميد جي مرڻ سان ٿيا آهن ۽ ان معاملي ۾ ڳاڙهي فوج جو پنهنجي آخري فتح تي ايمان پڪو هو، جنهن ڪري ايڏين ڏکين حالتن ۾ به هي نااميد نه ٿيا.

## سوويت يونين جي ابتدائي شڪست

مٿي بيان ڪيل جرمن_سوويت جنگ جو جائزو وٺڻ سان معلوم ٿيندو ته ابتدائي پنج مهينا 13 ڏينهن (22 جون کان 3/2 ڊسمبر 1941 تائين) جي ويڙهه ۾ سوويت يونين وسيع علائقو، سوين اهم شهر ۽ صنعتي علائقا، معدني وسيلا، زمينون، درياءَ ۽ هزارين ڳوٺ وڃايا. اٽڪل 19 لک سوويت فوجي قيد ڪيا ويا ۽ ڪيترائي مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا.
ائين ڇو ٿيو؟ ان شڪست بابت ڪيترائي دليل ڏنا وڃن ٿا جن ۾ اڪثر ڪري چيو وڃي ٿو ته سوويت هاءِ ڪمانڊ جرمني طرفان جنگ جي خطري بابت غلط ڪاٿو لڳايو. فوجون غلط جاين تي ۽ غلط رخ ڏانهن اماڻيون ويون، جرمن فوجن جي اهم هدف بابت غلط اندازا لڳايا ويا، ۽ فوجي تربيت ۽ آپريشنل رٿابندي دوران حملي بدران دفاع تي وڌيڪ زور ڏنو ويو. جرمن فوج جي قوت کي حقير سمجهيو ويو ۽ ڳاڙهي فوج جي ڪجهه حلقن ۾ ته، ايتريقدر، اها به خوشفهمي هئي ته ڪنهن به حملي جو آساني سان مقابلو ڪنداسين.
سوويت يونين جي ابتدائي شڪست بابت مٿين دليلن سان گڏوگڏ ان جا ٻيا ڪارڻ پڻ هئا: جنگ جي ابتدا ۾، دشمن جي ڀيٽ ۾، سوويت فوج وٽ جديد توبون نه هيون ۽ جيڪي جديد توبون هيون سي وري فوج ۾ ورهائڻ ۽ منتقل ڪرڻ لاءِ وقت گهربل هو جيڪو سوويت ڪمانڊ وٽ کي نه ملي سگهيو. مهڙ وارا ضلعا (بالٽڪ، اوڊيسا، ڪيف ۽ اولهندي




22 جون کان 5 ڊسمبر 1941 تائين نازي فوج طرفان سوويت يونين تي ڪيل قبضو

وارا) جتي نازي فوج جو ابتدائي طاقتور حملو ٿيو اتي جديد توبن جو انگ تمام ٿورو هيو. جڏهن ته سوويت جهازن جي به ساڳي صورتحال هئي، هڪ ته جهاز بيڪار ۽ موجوده جنگ جي تقاضا مطابق نه هئا. وڏي بدنصيبي اها هئي ته جنگ جي ابتدا ۾ سوويت فوج ۾ تجربيڪار فوجي اڳواڻ تمام ٿورڙا هئا، اڪثر نوجوان هئا جيڪي جنگ دوران ئي تجربو

حاصل ڪندا رهيا، جنهن جي ڳري قيمت ادا ڪرڻي پئي. سوويت فوج جو سڀ کان وڏي ۾ وڏو مسئلو مختلف محاذن سان رابطي Communication جو هو جيڪڏهن تورو ڳهٽو رابطو ٿيو پئي ته پروسي جوڳو نه هو. جنرل اسٽاف جي مختلف سطحن تي پڻ تنظيمي ڪوتون ۽ خاميون هيون. جيتوڻيڪ اهو خيال درست آهي ته جرمن حملي کي، ڪنهن حد تائين، ابتدا ۾ ئي روڪي سگهجي پيو، پر وقت جي کوٽ سبب ان قسم جي تياري نه ٿي سگهي. نازي ڪاهه جي وقت ۽ تاريخ بابت اندازو لڳائڻ ۾ غلطيون ٿيون.

ان ابتدائي دفاعي ويڙهه دوران ڳاڙهي فوج شڪستون کائڻ ۽ پنتي هٽڻ سان گڏوگڏ، حڪمت عملي جي جوالي سان دفاعي آپريشن ذريعي نه صرف اڳتي وڌندڙ دشمن خلاف ڳاڙهي فوج دٻاءُ پيدا ڪيو، پر طاقتور جوابي ڌڪ پڻ هنيا. توبن، جهازن، آرٽلري ۽ هوائي فوجن جي وڏي تعداد جي گڏيل آپريشن واري طريقي تي عمل ڪيو ويو. جنگ جي پهرين ٽن هفتن ۾ جرمن فوجون هڪڙي ڏينهن ۾ 20 کان 30 ڪلوميٽر اڳتي وڌيون پئي، جڏهن ته جولائي جي وچ ۾ انهن جي رفتار گهٽجي 3 کان 8 ڪلوميٽر روزانو تائين وڃي پهتي. سيپٽمبر ۾ دشمن لينن گراڊ ٻاهران بيهي رهيو، ۽ نومبر ۾ راستوف (Rostov) ٻاهران رڪجي ويو. مطلب ته سوويت فوجن پنهنجي زمين جي هر انچ لاءِ بهادري ۽ هيروازم سان شديد لڙائي ڪئي. بريسٽ ۽ ڪيف (Kiev)، اوڙيسا ۽ سيوستاپول، سمولينسڪ ۽ تولا جهڙن شهرن جي دفاع لاءِ ڳاڙهي فوج سخت مزاحمت ڪري، وڄ جي تيزي واري نازي حڪمت عملي تي پاڻي هاري ڇڏيو. هڪ اندازي موجب جون ۽ نومبر 1941 جي وچ ۾ نازي فوج اٽڪل 7 لک، 58 هزار فوجي ۽ 5000 جهاز وڃايا. بهرحال، جرمني وٽ وڏي فوجي طاقت، ۽ قبضي هيٺ آيل يورپي ملڪن جا وسيلا ۽ فوج هئي، تنهن هوندي به، ڇهن مهينن اندر نازين کي ماسڪو وٽ شڪست جو منهن ڏسڻو پيو.

## پهرين مرحلي ۾ نازي فوج جي ڪاميابي؟

ان سموري جنگي مهم دوران هٽلري فوجن جيڪي سوويت يونين ۾ پوائنتا ڏوهه ڪيا انهن جو تاريخ ۾ مثال ملڻ مشڪل آهي. فاشسٽ گدڙن/بگهڙن سوويت يونين جا ڪيترائي ننڍا وڏا شهر ۽ ڳوٺن جا ڳوٺ

ڊاهي پٽ ڪري ڇڏيا. انهن مردن، عورتن، ٻارن ۽ پوڙهن تي تشدد ڪيو ۽ ڪيترائي انسان قتل ڪيا.
جيتوڻيڪ، پنج مهينن ۽ 13/12 ڏينهن ۾، نازي فوجن سوويت يونين جي وسيع علائقي، سوين اهم شهرن ۽ صنعتي علائقن، معدني وسيلن، زمينن، دريائن ۽ هزارين ڳوٺن تي قبضو ڪري ورتو هو. اٽڪل 19 لک سوويت فوجي قيد ڪيا ويا. جنهن ڪي ڏسي ڇئي سگهجي ٿو ته نازي فوج کي ته زبردست ڪاميابي ملي آهي! پر اهم پاسو هي هو ته نازي فوج پنهنجي جنگي حڪمت عملي تحت، مقرر مدي اندر ۽ مقرر ٽارگيٽن کي حاصل ڪرڻ ۾ ناڪام رهي. مطلب ته، وڄ جي تيزي وانگر فتح ڪرڻ وارو خواب ساڀيان نه ٿي سگهيو. وڄ جي تيزي بدران ڊگهي باقائده جنگ جو رستو اختيار ڪرڻ تي مجبور ٿيا. ان جا ڪهڙا سبب ڪهڙا هئا؟ حقيقت ۾، جنگ ۾ ڪنهن به ناڪامي ۽ ڪاميابي جا سبب هڪ طرفا نه پر گهڻ طرفا ٿين ٿا ۽ ان ۾ به مکيه سبب ٻه طرفا ٿيندا آهن، (يعني جرمن ۽ سوويت)، پر هتي صرف جرمنيءَ جي حوالي سان ناڪامي جي ڪارڻن جو ذڪر ڪيو ويو آهي. اچو ته انهن جو جائزو وٺون

- دنيا جي نقشي تي نظر ڦيرائي، ڏسبي ته معلوم ٿيندو سوويت يونين (خاص ڪري روس) دنيا جي سڀ کان وڏي ايراضي وارو علائقو هو، جيڪو هڪڙي پاسي يورپ سان ڳنڍيل هو ته ٻئي پاسي ايشيا سان. هڪڙي ئي ملڪ اندر ڏينهن ۽ رات هڪ ئي وقت موجود هئا! جيئن ته سوويت يونين تي ڪيل ڪاهه کان اڳ نازي فوج جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون هيون انهن جي پٺيان اصل سبب مشيني برتري هئي. پر سوويت يونين ۾ معاملو ڪجهه ان جي ابتڙ هو.
- ڳاڙهي فوج جي مزاحمت جرمن ڪمانڊ جي توقع کان وڌيڪ سخت ثابت ٿي.
- ڳاڙهي فوج کي فيصلاڪن لڙائيون ڪرڻ (جيئن جرمن فوج چاهيو پئي) بدران ڪيترائي پيرا علائقو ڇڏي پوئتي موٽڻ وارو طريقو/رستو اختيار ڪيو. مطلب ته جنگ کان ٽٽائڻ واري حڪمت عملي تي عمل ڪيو.
- سوويت يونين خلاف وڄ جي تيزي سان فتح ڪرڻ واري جنگ جي جرمن حڪمت عملي ئي غلط هئي ڇاڪاڻ ته ان رٿابندي تحت

سوويت يونين جهڙي وسيع عريض علائقي کي ڪجھ هفتن اندر فتح ڪرڻو هو، جيڪو اندازو ئي غلط هو. جنهنڪري، ڊگهي جنگ لاءِ تياري نہ ڪئي وئي هئي.[298]

- سوويت يونين جهڙي علائقي تي قبضي ڪرڻ لاءِ حڪمت عملي ۽ تدبيرين جي اهميت بلڪل آهي پر ان کان وڌيڪ اهميت پڪيڙ، فوجي رسد جي نظام ۽ مشيني برتري کي ڏيڻ کپندي هئي.
- سوويت يونين تي حملي جو منصوبو اٽڪل ڇھ مهينا اڳ جوڙيو ويو ۽ ان جي تياري 15 مئي 1941 تائين مڪمل ٿيڻي هئي پر يوگوسلاويا ۽ يونان واري مهم سبب پنج هفتن ڪانپوءِ سوويت يونين تي حملو ڪيو ويو. جيڪڏهن اهو حملو پنج هفتا اڳ ۾ ٿئي ها تہ شايد جرمن فوجن کي ايتري مشڪل نہ ڏسڻي پوي ها. (ڇاڪاڻ تہ سوويت فوج جيڪا تياري پنجن مهينن ۾ ڪري سگهي اها ٻہ نہ ڪري سگهي ها ۽ سياري جي موسم کي پڻ منهن نہ ڏيڻو پوي ها.)
- چيو وڃي ٿو تہ سوويت يونين کي سندس جديد ترقيءَ نہ بچايو پر سندس پنتي پيل حالت بچايو.
- جيتوڻيڪ، 1941/1940 دوران جرمني هٿيارن ۽ جديد ٽيڪنالوجي جي معاملي ۾ ٻين سڀني کان اڳتي هو پر ان باوجود، اجا تائين پراڻن خيالن مان مڪمل طور تي ڇوٽڪارو حاصل نہ ڪري سگهيو هو. جنهن ڪري، جرمن هاءِ ڪمانڊ وڌن گهيرن ۽ توب ۽ پيادا فوج جي گڏيل ويڙھ وارن طريقن تي عمل ڪيو.
- جرمن هاءِ ڪمانڊ سوويت فوج بابت غلط اندازو لڳايو (جرمن جاسوس ادارن 200: ڊويزن فوج جي موجودگي جي رپورٽ ڏني هئي جيڪا، حقيقت ۾، 360 ڊويزن هئي.
- جرمني جي ٽيڪنالوجي برتر هئي پر سوويت- يونين جي گپ ۽ سياري انهن کي ناڪاره بڻائي ڇڏيو (ڇاڪاڻ تہ فوجي گاڏين (توبن، بڪتربند گاڏين، آرٽلري وغيره) جي گهڻائي ڦيٿن واري هئي ۽ ٿورائي پٽن تي هلندڙ هئي.)
- سوويت يونين ۾ پڪا روڊ ۽ رستا ۽ ريلوي ٽريڪ تمام ٿورا هئا

[298] Other side of the hill, p, 259

جنهن ڪري جرمن فوجن کي رسد مهيا ڪرڻ وارو نظام درست نموني ڪم نه ڪري سگهيو.

- ٻاڙهي فوج جي رزرو (بچت) فوج بابت درست اندازو نه لڳايو ويو.
- هٽلر فوج جي ڪجهه حصي کي ڏکڻ طرف روانو ڪري ماسڪو کي فتح ڪرڻ جو موقعو وڃائي ڇڏيو.
- سوويت يونين جي فوجي سگهه ۽ جنگ جي امڪاني قوت جو اندازو گهٽ لڳايو ويو.[299]
- هٽلر ڊويزنن جو تعداد هٽرادو طور تي وڌايو، پيادا ڊويزن کي 9 بٽالين بدران 7 پٽالين، هڪ ڪمپني کي 180 فوجين بدران صرف 80 فوجين تحت جوڙيو ويو. جنهن جا ٻه مقصد هئا، هڪ ته انهن کي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ نون فوجي آفيسرن کي آساني ٿيندي ۽ ٻيو دشمن جي جاسوس ادارن کي درست اندازو لڳائڻ ۾ مشڪل ٿيندي، پر حقيقت ۾ ان جوڙجڪ فوج جي وڙهڻ جي سگهه کي گهٽائي ڇڏيو.
- جرمن فوج لاءِ ٻي وڏي مصيبت هي هئي ته رسد لاءِ هوائي جهاز استعمال ڪرڻا پيا، پر نسياري هجڻ سبب ـ حادثن جي شرح پڻ وڌي وئي، صرف هڪڙي فوج کي رسد پهچائڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ 300 جهاز ڪتب آندا ويا. نتيجي ۾، جرمن هوائي فوج جو جنگي ڪردار صفا گهٽجي ويو.

[299] Other side of the hill, p, 260

# باب پنجون

## ڳاڙهي فوج طرفان ابتدائي جوابي حملو

### (A_3) ماسڪو واري محاذ تان جوابي حملو




5 ڊسمبر 1941 کان 5 مئي 1942 تائين ڳاڙهي فوج جو جوابي حملو

”باربروسا منصوبي“ تحت جرمن فوج کي ڇهن مهينن اندر ماسڪو تي

قبضو ڪرڻو هو. ڳاڙهي فوج جي سخت مزاحمت سبب (خاص ڪري سمولينسڪ واري لڙائي جيڪا ٻه مهينا هلي) نازي فوجن جي رفتار جهڪي ٿي وئي. ماسڪو ڏانهن پيش رفت جاري رکندي وري نومبر ڌاري آپريشن "ساموندي طوفان" تحت حملو ڪيو ويو، ۽ نازي فوج جون ٽوليون ماسڪو شهر کان اٽڪل 20 ڪلوميٽر پري تائين پهتيون هيون، پر ڳاڙهي فوج اهو حملو پڻ ناڪام بڻائي ڇڏيو. لينن لکيو ته "جنگ ۾ سڀ کان معقول حڪمت عملي اها آهي ته تيسين آپريشن ملتوي ڪريو جيسين دشمن اخلاقي طور تي پورا پورا ٽٽو ٿئي ۽ تنهن کانپوءِ ان کي موتمار ڌڪ هڻڻ ممڪن ۽ آسان بڻجي پوي ٿو." ٻي عالمي جنگ ۾ (سڀ کان پهريائين ۽ اهم) سوويت يونين جي پاليسي، حڪمت عملي ۽ جنگي فن ئي هئا جنهن ڪري ماسڪو، اسٽالن گراڊ ۽ ڪُرسڪ سميت ٻين لڙائين ۾ ڳاڙهي فوج کي ڪاميابيون مليون. جيئن ته جنگ ۾ ڪاميابي فقط فوج، هٿيار، بارود، فوجي سامان ۽ ويڙهه سان حاصل نه ٿيندي آهي، ان لاءِ جنگ جي فن جي به ضرورت هجي ٿي. جنگ جي فن جا ڪيترائي اصول آهن پر ماسڪو واري لڙائي ۾ سوويت فوج اچرج ۾ وجهندڙ حملي (Surprise) جي اصول کان ڪم ورتو، اچرج ۾ وجهندڙ حملي مان مراد آهي اهو عمل جيڪو دشمن لاءِ غيرمتوقع هجي ۽ اهو لڙائي، مهم يا جنگ ۾ ڪاميابي ڏياري. لينن جو چوڻ هو ته دشمن مٿان اتي حملو ڪيو جتي ۽ جڏهن ڪيس سڀ کان گهٽ توقع هجي. سوويت جنگي فن جي معاملي ۾ اچرج ۾ وجهندڙ حملي کان اڳ مڪمل تياري جي اصول کي ترجيح ڏني ويندي هئي. ماسڪو ۽ اسٽالن گراڊ ۾ ٿيل جوابي حملا ۽ بيلو رشيا ۾ ٿيل حملا اچرج ۾ وجهندڙ آپريشنل حملا هئا. جن دشمن کي حيران ڪري سندس ارادن کي فالج زده بڻائي ڇڏيو. جنهنڪري، جرمن فوج کي مزاحمت منظم ڪرڻ جو موقعو ئي نه مليو.

## سوويت جاسوسن جي خاموش جنگ

جنگ جي ماهر سن زو جو خيال هو ته "جيڪڏهن اوهين دشمن بابت ڄاڻو ٿا ۽ پنهنجو پاڻ بابت ڄاڻ رکو ٿا، ته توهانکي سو (100) لڙائين جي نتيجن کان ڊڄڻ جي ضرورت ناهي. جيڪڏهن اوهين پنهنجو پاڻ کي سڃاڻو ٿا پر دشمن کي نٿا سڃاڻو، ته پوءِ، هر فتح کانپوءِ اوهانکي هڪ شڪست کي منهن ڏيڻو پوندو." "دشمن جي حالت بابت اڻڄاڻائي سبب

جنگ ۾ تمام گهڻا وسيلا ضايع ۽ فوج جو نقصان ٿئي ٿو. تنهنڪري، ان نقصان کان بچڻ لاءِ دشمن بابت اڳواٽ حاصل ڪرڻ ضروري هجي ٿي اها ڄاڻ ٿي هجي ٿي جيڪا هڪ ڪمانڊر کي دشمن کي سڌائتو ڌڪ هڻڻ ۽ سوڀ ماڻڻ جي لائق بڻائي ٿي. تنهنڪري، جنگ ۾ جاسوسن جي انتهائي اهم حيثيت هجي ٿي، ڇاڪاڻ ته هڪ فوج جي مارچ ڪرڻ جي اهليت انهن تي دارومدار رکي ٿي.“ جاسوسي جي اهميت بابت 1937 ۾ مرڪزي ڪميٽي جي اجلاس کي خطاب ڪندي اسٽالن چيو ته ”جنگ ۾ هڪ لڙائي کٽڻ لاءِ ڪيترئي فوج گهرجي ٿي. پر ڪنهن فتح کي محاذ تي ئي روڪڻ لاءِ ڪجهه جاسوسن جو هجڻ ئي ڪافي آهي جيڪي دشمن جا جنگي منصوبا چورائي اڳواٽ ڄاڻ ڏين.“

جنگ کان اڳ ۽ جنگ دوران سوويت يونين وٽ جاسوسي (Intelligence) جو زبردست سرشتو هو. پئرس ۽ برلن جي وچ ۾ ليوپولڊ ٽريپر عرف ”گلبرٽ“ سوويت جاسوس هو، جيڪو هٽلر جي سلطنت جا ڦيرا ڪاٽيندو ڄاڻ حاصل ڪندو ۽ برلن ۾ موجود سويت سفارتخاني جي معرفت ماسڪو ڏانهن موڪليندو رهندو هو. برسلز ۾ وڪٽر سوڪولوف عرف ”ڪينٽ“ انتهائي اهم معلوماتي راز منتقل ڪندو رهيو هن جي جاسوسي جي نيٽ ورڪ کي ”روٽ ڪيپل“ (Rote Kapelle) يعني ”سرخ ناٽڪ ٽولي“ طور سڃاتو ويندو هو. جنگ جي ابتدائي مرحلي ۾ روٽ ڪيپل طرفان موڪليل ريڊيو رپورٽون جنگ هارائيندڙ سوويت اڳواڻن لاءِ، ڄڻ ته، چوڪاري جو پيغام هيون. پوري يورپ ۾ سڀ کان وڌيڪ چالاڪ سوويت ايجنٽ رڊولف روسلر، جنهن کي لوسي (Lucy) طور سڃاتو ويندو هو جيڪو سوويت يونين جي سڀ کان مٿانهين ايجنٽ راڊو جي ”سرخ ٽولي“ جي ماتحت سئزرلينڊ ۾ ڪم ڪندو هو. انهن سمورن جاسوسن گاڙهي فوج جي انٽيليجنس شعبي کي هٽلر جي جنگي منصوبن بابت ڄاڻ جا پهاڙ پٽي اماڻيا. سوويت جاسوسي جي ڪارڪردگي جي شاهدي خود هٽلر به ڏني. 7 مئي 1942 ڌاري، هٽلر چيو ته ”بالشوڪ اسان کان فقط هڪڙي شي ۾ اڳتي آهن... اها آهي جاسوسي.“[300]

جنگ جي ابتدا کان ئي اوپر جرمني ۾ جرمن ريڊيو مانيٽرنگ سروس

[300] Codeword; Direktor, by Heinz Huhne, p, xiv

ڪيترن ئي نامعلوم سوويت جاسوسن جا ڪيترائي ڳجها پيغام (Coded Messages) پڪڙيا پر انهن ڳجهن پيغامن کي ٽوڙي نہ سگهيا. نومبر 1942ع ۾ جرمن انٽيليجنس کي ڳجهن پيغامن پڙهڻ جي ڪنجي هٿ لڳي. چاڪاڻ تہ سوويت جاسوس "ڪينٽ" پڪڙجي پيو، هن پنهنجي گهرواري کي بچائڻ لاءِ جرمني لاءِ ڪم ڪرڻ جي حامي ڀري. بهرحال، جرمني جي چاڻ جو اهم ذريعو جاسوس جهازن جو استعمال هو جيڪي وڏي اوچائي تان سوويت فوج جي چاءِ ۽ چرپر جون تصويرون ڪڍندا هئا.[301] سوويت جرمن جنگ دوران جتي بارود ۽ هٿيارن جي کلي عام بارش پئي ٿيندي هئي تہ اتي ئي ڳجها پيغام موڪلڻ ۽ انهن کي روڪڻ ۽ ٽوڙ ڪرڻ لاءِ ٻنهي ڌرين جا جاسوس ادارا انتهائي رازداري سان هڪٻئي سان ڳجهي ويڙهہ ڪري رهيا هئا.

سوويت جنگي جاسوسي جي حوالي سان سڀ کان بهترين ڪم ٽوڪيو ۾ موجود جرمن سفارتخاني جي پريس اسسٽنٽ، رچرڊ سورج ڪيو هي اهو ماڻهو هو جنهن سوويت يونين جي جنگ ۾ هڪ پوري فوج جي ڪم کان وڌيڪ ڪم ڪري ڏيکاريو. هن ئي اسٽالن کي رپورٽ ڪيو تہ جاپان 1941 جي ڊسمبر دوران سوويت يونين تي حملو نہ ڪندو جنهن سبب سائبيرين فوج کي ڏور اوڀر واري محاذ کان هٽائي ماسڪو وٽ ٿيندڙ فيصلاڪن ويڙهہ ڏانهن اماڻيو ويو جنهنڪري جنگ جي صورتحال ۾ ئي ڦيرو اچي ويو. يعني جاپان واري محاذ تي موجود ڳاڙهي فوج کي ماسڪو وٽ ٿيل ڪوٽ کي پورو ڪرڻ ۽ دشمن کي فيصلاڪن ڌڪ هڻڻ لاءِ ڪتب آڻي سگهجي پيو. 29 سيپٽمبر تي سوويت هاءِ ڪمانڊ هدايت جاري ڪئي تہ جوابي حملي جون تياريون ڪيون وڃن ۽ ان ڳالهہ تي زور ڏنو ويو تہ "فوج ۽ سامان کي ڳجهہ ۾ رکيو وڃي." جنهنڪري، انتهائي رازداري سان فوجن کي جمع ۽ مقرر ڪيو ويو. انهيءَ اڇرج ۾ وجهندڙ حملي سوويت فوج کي جوابي حملي ڪرڻ ۾ وڏي مدد ڪئي. جيستائين ڳاڙهي فوج جوابي حملو نہ ڪيو تيستائين جرمن فوج ايندڙ خطري بابت مڪمل طور تي اڻ ڄاڻ هئي. هنن جي وهم گمان ۾ بہ نہ هو تہ اهڙي صورتحال ۾ سوويت ڪمانڊ جوابي حملو ڪري سگهندي. 18 نومبر تي جرمن جنرل بوڪ جو خيال هو تہ ٻئي ڌريون بچت فوج جي

[301] Hitler's War On Russia, by Paul Carell, 1964, p, 56-58

حوالي سان لڙائي ۾ آخري رجمينٽس استعمال ڪري رهيون آهن، هاڻي لڙائي جو فيصلو ان تي آهي ته ڪير ٿو لڙائي کي وڌيڪ برداشت ڪري، ۽ اهو عمل مس ٻه اڍائي هفتا هلندو.“

ڊسمبر جي ابتدا تائين فوجي توازن جيئن مجموعي صورتحال بدلجي چڪي هئي. سوويت آرمي وٽ سڄي محاذ (جرمن-سوويت محاذ) تي اٽڪل 42 لک فوج، 22 هزار بندوقون ۽ مارٽر، 583 راڪيٽ لانچر، 17 سو ٽوبون ۽ 24 سو 95 جهاز هئا. پر ان ۾ اڌ جهاز ۽ ٽوبون پراڻي ماڊل واريون هيون. ٻئي طرف دشمن (جرمني) وٽ اٽڪل 50 لک فوج، 26 هزار بندوقون ۽ مارٽر، 15 سو ٽوبون ۽ 25 سو جهاز هئا. مطلب ته نازي فوج وٽ فوج ۽ آرٽلري وڌيڪ، ٽوبون گهٽ ۽ جهاز برابر هئا. پر اهم ڳالهه هي هئي ته سوويت سپريم ڪمانڊ وٽ بچت فوج جو خاصو تعداد موجود هو جڏهن ته نازي فوج پنهنجي بچت پوري ڪري چڪي هئي. سوويت جي ايچ ڪيو طرفان بچت فوج کي هٿيارن ۽ بارود سان گڏ ماسڪو واري محاذ ڏانهن موڪليو ويو.

ماسڪو واري محاذ تي جرمني وٽ 8 لک فوج، 10 هزار بندوقون ۽ مارٽر، هڪ هزار پينزر ۽ 600 کان مٿي جهاز هئا. سوويت فوج وٽ 7 لک 60 هزار ڳاڙهي فوج، 5 هزار 2 سو بندوقون ۽ مارٽر، 415 راڪيٽ لانچر، 670 ٽوبون ۽ 860 جهاز هئا. مطلب ته ڳاڙهي فوج وٽ عددي برتري نه هئي.

ٻئي طرف، ڇهن مهينن کان هلندڙ جنگ دوران، ڪنهن فيصلائتي ڪاميابي کانسواءِ، جرمني پنهنجا وسيلا خرچ ڪري ٽڪجي چڪو هو ۽ ان فوج لاءِ ايترو پري تائين رسد پهچائڻ پڻ وڏو مسئلو بڻجي چڪو هو. جرمن فوج پنهنجي ويڙهه کي جاري رکڻ لاءِ بچت فوج واري گنجائش به پوري ڪري چڪي هئي. نومبر جي آخر ۾ نازي فوج پنهنجي حملي آوراڻي قابليت پوري ڪري چڪي هئي ۽ هلان ڪرڻ وارا گروپ ڊگهي محاذ تي پکڙيل هئا ۽ ڪين ايترو وقت نه هو ته دفاعي خندقون کوٽي سگهن.

ماسڪو واري دفاعي لڙائي ۾ دشمن کي روڪڻ ۾ حاصل ٿيل ڪاميابي جو فائدو وٺندي، سوويت يونين طرفان، سموري جنگي محاذ (لينن گراڊ کان راستوف تائين) تي جوابي حملو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو جنهن لاءِ مکيه فوجون مغربي سيڪٽر (ماسڪو) تي جمع ڪيون ويون. ماسڪو واري جوابي حملي جي تياري دفاعي ويڙهه دوران ئي ڪئي وئي. انهيءَ

منصوبي هيٺ 26 نومبر تي ڳاڙهي فوج ڏکڻ واري محاذ تي راستوف کي آزادي ڏياري. ڏکڻ واري محاذ پاسي راستوف ۽ اتر وازي محاذ پاسي تخوين وٽ ڳاڙهي فوج جي جوابي حملن ۾ مليل ڪاميابي سبب ماسڪو وٽ ڳاڙهي فوج کي فائدو مليو ۽ ساڳئي وقت، انهن ٻنهي لڙائين سبب نازي ڪمانڊ کي مرڪزي فوجي گروپ ڏانهن فوج منتقل ڪرڻ جو موقعو نه ملي سگهيو. ڏکڻ پاسي حاصل ٿيل ڪاميابي تي، (29 نومبر) اسٽالن ڏکڻ اولهه محاذ تي وڙهندڙ فوجن ڏانهن مبارڪون اماڻيون.

## "سوويت يونين وسيع آهي پر پٺيان ماسڪو آهي"

تمام گهڻا نقصان ۽ ڌڪ کائڻ کانپوءِ نومبر جي آخر ڌاري نازي فوج جو مرڪزي گروپ ماسڪو جي پسگردائي تائين پهچي چڪو هو. پر سخت مزاحمت سبب اڳتي نه وڌي سگهيو ۽ اُتي ئي بيهي رهيو. نازي فوجون سوويت يونين جي گادي واري شهر مٿان لامارا ڏئي رهيون هيون. ان وقت دنيا جهان جون نظرون ماسڪو واري محاذ تي کُتل هيون. جرمن فوجون مسلسل ويڙهه سبب ٿڪل هيون ۽ ٿڌ کان بچاءَ لاءِ وٽن ڪپڙا به پورا نه هئا ۽ مٿان وري هٽلر جون هدايتون هيون ته "واپس ناهي وَرڻو" ته ٻئي طرف ڳاڙهي فوج جي هيٺين کان مٿين سطح تائين هر آفيسر ۽ سپاهي لاءِ لفظ "ماسڪو" وڏي معنيٰ رکندو هو. اُنهن ئي ڏينهن ۾ پنفلوف ڊويزن جي 28 هيروز طرفان جڳ مشهور ڪيل ڪارنامي واري ڊويزن جي سياسي انسٽرڪٽر جا چيل هي لفظ مشهور ٿيا ته "سوويت يونين وسيع آهي، پر پوئتي هٽڻ لاءِ ڪا به جاءِ ناهي، ڇاڪاڻ ته اسانجي پٺيان ماسڪو آهي." [302]

ماسڪو جي حفاظت ۽ دفاع لاءِ شهر کي هڪ مضبوط قلعي جي صورت ڏني وئي، اٽڪل 2 لک 50 هزار عورتن ۽ ٻارن، مشنين ڪانسواءِ، ماسڪو جي چوڌاري ڪم ڪري خندقون ۽ توب مخالف کاهيون تعمير ڪيون. تقريبا 3 ملين ڪيوبڪ ميٽر مٽي هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ پهچائي. ڪارخانن کي فوجي مقصدن لاءِ ڪتب آندو ويو. آٽوموبائيل ڪارخاني کي مشين گن ٺاهڻ ۽ گهڙيالن جي ڪارخاني کي بارودي ڪاٽيون ٺاهڻ، چاڪليٽ ڪارخاني کي محاذ لاءِ کاڌو تيار ڪرڻ ۽ آٽو

302 Moscow Stalingrad, p, 19

موبائيل رپيئر اسٽيشنن کي تباهه حال ٽوبن ۽ گاڏين جي رپيئرنگ لاءِ استعمال ڪيو ويو. سپريم ڪمانڊر اسٽالن روسي مارشل زوڪوف کي لينن گراڊ مان گهرائي ماسڪو واري محاذ جي ڪمانڊ ڏني. جي ايچ ڪيو پنهنجي بچت فوج کي ڪنهن فيصلائتي ويڙهه لاءِ اڃان روڪي رکيو هو ۽ آخرڪار اهائي فوج هئي جنهن ماسڪو جي لڙائي جي ڪاميابي ۽ ناڪامي لاءِ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو.
ٻئي پاسي، نازي فوج ماسڪو واري محاذ وٽ ڳاڙهي فوج جي دفاعي پوزيشن ۾ ڪوبه ڏار نه وجهي سگهي ۽ مسلسل شديد ويڙهه سبب نازي فوج پنهنجي بچت فوج واري گنجائش به پوري ڪري ڇڏي. هاڻي نازي فوج قبضايل علائقن جي دفاع کي مضبوط ڪرڻ بابت سوچي رهي هئي.
ان سڄي صورتحال کي سوويت ڪمانڊ محسوس ڪري ورتو ۽ دشمن کي پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪرڻ جو موقعو ڏيڻ کان اڳ ۾ ئي، سوويت سپريم ڪمانڊ جوابي حملو ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. سوويت ڪمانڊ گهڻي فوج جمع ٿيڻ جو انتظار ڪرڻ بدران زوردار ڌڪ هڻڻ چاهيو پئي.


ڳاڙهي گوريلا فوج جو جٿو

جرمن جاسوس ادارن اندازو لڳايو ته سوويت يونين وٽ وڏيڪ بچت ۾ ڪابه فوج ناهي تنهنڪري هُو جوابي حملو ڪرڻ جي لائق نه آهي. پر اهو اندازو غلط ثابت ٿيو، ڇاڪاڻ ته سوويت جاسوس رچرڊ سورج، جنهن اشارو ڏنو ته جاپان سوويت يونين تي حملو نه ڪندو. تنهن ڪانپوءِ اسٽالن سائبيريا ۽ ڏور اوڀر کان فوجون هٽائي ماسڪو ڏانهن منتقل ڪرڻ شروع

ڪيون. ڊسمبر جي ابتدا ۾ اندازن 58 ڊويزن بچيل فوج جمع ڪئي وئي، زوڪوف ۽ ويسلوسڪي طرفان تجويز ڪيل حملي جي آخرڪار اسٽالن منظوري ڏني. جيتوڻيڪ، سموري گڏ ڪيل (اٽڪل 11 لک) ڳاڙهي فوج عددي حوالي سان جرمن فوج کان فقط ٿورو وڌيڪ هئي. تنهن هوندي به، انتهائي ڌيان سان فوجون اهڙي نموني ترتيب ۽ مقرر ڪيون ويون جو ڪن نازڪ جاين تي هڪ بقابلي ٻه جو تناسب وجي پهتو.

ڏکڻ ۽ اتر وارن سوويت جوابي حملن ڪانپوءِ 5_6 ڊسمبر تي ڳاڙهي فوج جي مکيه قوت ماسڪو وٽان جوابي حملي جي شروعات ڪئي. ان وقت دشمن کي ان قسم جي ڪنهن به حملي جي توقع نه هئي. ايتريقدر جو ڪين، ماسڪو جي اتر ۾ جمع ٿيل ٻن سوويت فوجن جي پڻ خبر ئي نه پئي. ائين جنگ ڦيرو کاڌو شروع ڪيو. ٻئي طرف، ماسڪو واري محاذ تي جوابي حملي کان هڪ ڏينهن پوءِ، 7 ڊسمبر تي جاپاني فضائي فوج آمريڪي بحري اڏي پرل هاربر تي اوچتو حملو ڪري ڏنو.

5 ڊسمبر 1941 تي، ڳاڙهي فوج ڪالنن محاذ کان جوابي حملي جي ابتدا ڪندي فضائي ۽ آرٽلري بمباري شروع ڪري ڏني ۽ مرڪزي جرمن فوجي گروپ کي ڪچلي ڇڏيندڙ ڌڪ هنيا. 6 ڊسمبر تي اولهه ۽



ماسڪو واري محاذ تي جوابي حملي ۾ وڌندڙ ڳاڙهي فوج

ڏکڻ اولهه محاذن جي ڳاڙهي فوج ماسڪو جي ڏکڻ ۽ اتر کان اڳتي وڌڻ

شروع ڪيو. ائين ڳاڙهي فوج ۽ نازي فوج وچ ۾ شديد ويڙهه ڇڙڪي پئي. نازي فوج کي ان قسم جي حملي جي توقع نہ هئي. ٻن ڏينهن جي سخت لڙائيءَ کانپوءِ ڳاڙهي فوج ماسڪو جي ڀرپاسي Krasnaya Polyana (شهر) سميت ڪيترائي ٻيا شهر واپس آزاد ڪرائي ورتا. دشمن جي آرمرڊ (بڪتربند ۽ توبن) کي تمام گهڻو نقصان پهچايو، هي اُهي فوجون هيون جن کي (سوويت يونين جي گادي جي هنڌ) ماسڪو تي قبضي ڪرڻ لاءِ مکيہ ڪردار ادا ڪرڻو هو. 8 ڊسمبر تائين ٻنهي فوجن ۾ گهڻو ڪري ڊوبڊو ويڙهہ ٿي. پهرين شاڪ فوج ۽ 30 هين ڳاڙهي فوج جا ڪجھ يونٽ ڪالن تائين پهتا. شهر کي گهيرو ڪري ڳاڙهي فوج ٻيني پاسن کان اندر داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ سخت ويڙهہ کانپوءِ 15 ڊسمبر جي رات تائين دشمن کي تڙي ڪڍي ڇڏيو. 16 ۽ 20 نمبر ڳاڙهي فوج ڪاميابي سان پنهنجي آپريشن کي جاري رکيو. 9 ڊسمبر جي شام تائين 20 هين فوج دشمن جي مزاحمت کي ٽوڙي سلنيچنوگورسڪ وٽ پهتي، ۽ ان کي 11 ڊسمبر تائين آزاد ڪرائي ورتو. 16 هين فوج ڪروڪوفو (شهر) کي 8 ڊسمبر تائين دشمن کان پاڪ ڪري استرا ڊيم طرف پيش رفت جاري رکي. جنرل گووروف جي ڪمانڊ هيٺ 5 فوج پڻ اڳتي وڌي 16 هين فوج جي ڪاميابي ۾ وڏي مدد ڪئي. 19 ڊسمبر تي جنرل دووتر (ٻين ڪيولري جو ڪمانڊر) ۽ ليفٽيننٽ ڪرنل تيوليف ويڙهہ دوران مارجي ويا. سوويت جهازن جرمن فوج جي آرٽلري، توب يونٽن ۽ ڪمانڊ پوسٽن کي نشانو بڻائي، مٿن بمباري ڪئي. نتيجي طور، جرمن فوج جي پنتي هٽڻ وارن رستن کي ڳاڙهي فضائي فوج تباھ ڪري ڇڏيو جنهن ڪري جرمن فوج مجبور ٿي پنهنجا ڳرا هٿيار ۽ گاڏيون ڇڏي ڪري ڇڏيون. اسڪائي يونٽن، گهوڙي سوار ۽ هواباز فوجين دشمن جي (پوئين) علائقن ۾ ڪارروائيون ڪري پنتي هٽندڙ دشمن اندر دهشت ڦهلائي ڇڏي. 3 ڊسمبر تي، 50 هين ڳاڙهي فوج ۽ جنرل بيلوف جي ڪيولري ڪور تولا علائقي جي محاذ جي ڪاٻي پاسي گدرين جي ٻين پينزر فوج تي حملو ڪيو. گدرين جي فوج جي 3 ۽ 17 هين ڊويزن ۽ 29 هين موٽر ڊويزن تيزي سان پنتي هٽندي 70 تباھ حال توبون لڙائي جي ميدان تي ڇڏي ڀڄڻ تي مجبور ٿي. جرمن جنرل گدرين جي فوج وٽ جوابي حملي لاءِ قوت نہ هئڻ سبب تڪڙ ۾ ڳرا هٿيار، گاڏيون ۽ توبون وغيره ڇڏي ڪري پنتي موٽڻ شروع ڪيو. ڏهن ڏينهن جي ويڙهہ ۾

سوويت اولهندي محاذ گدرين جي پينزر فوج کي ڊوڙائي ڪڍيو ۽ اٽڪل 90 ميل اڳيرائي حاصل ڪئي. جڏهن جرمن فوج پنتي هٽڻ شروع ڪيو تڏهن ڳاڙهي فوج نازي فوج جو پيڇو ڪيو پر اونهي برف ۽ سخت پاري ڳاڙهي فوج آڏو رڪاوٽ وجهي ڇڏي، جنهنڪري نازي فوج گهيري ۾ ڦاسڻ کان بچي وئي.[303] ان صورتحال کي ڏسندي، هٽلر پنهنجي جنگي هدايتنامي (نمبر 39) ۾ حڪم ڏنو ته اوچتي سخت سياري ۽ رسد پهچائڻ ۾ ڏکيائي اسانکي مجبور ڪيو آهي ته وڏا حملي آور آپريشن ڦٽو ڪري دفاعي انداز اختيار ڪيو وڃي."[304] بهرحال، نازي فوج جتي پهريائين بيٺي هئي اتي مضبوط دفاع منظم ڪرڻ جي لائق نه هئي، جنهنڪري، نازي فوج پوئتي هٽي پنهنجون دفاعي صفون پختيون ڪيون.

14 ڊسمبر تي هلدز (جرمن جنرل اسٽاف جو چيف) ۽ جرمن جنرل ڪلگ، هٽلر جي اجازت کانسواءِ، پنهنجي فوج کي آخرڪار محدود سطح تائين اوڪا ندي جي اولهه طرف واپس ٿيڻ جي اجازت ڏني. جيڪا بعد ۾ هٽلر رد ڪرائي ڇڏي. جنرل گدرين پڻ احتجاج ڪندي ٻڌايو ته "تڏ سبب ٿيندڙ نقصان، ويڙهه ۾ ٿيندڙ نقصان کان، وڌيڪ آهي." تنهن هوندي به، هٽلر زور ڀريو ته موجوده صفن جو دفاع ڪيو وڃي. بهرحال، برف ۽ ٿڌ جي صورتحال اها هئي ته گاڏين جو گريز ڄمي ويندو هو ۽ گاڏين کي استعمال ڪرڻ کان پهريائين انهن کي ڪلاڪن جا ڪلاڪ اڳ ۾ گرم ڪرڻو پوندو هو.

اسٽالن ڪالنن محاذ جي ڪمانڊر کي چيو ته "اسين مطالبو ٿا ڪريون ته توهين پنهنجي وار وار الڳ ڪرڻ وارين تدبيرن کي بند ڪريو ۽ اثرائتين حملي آور تدبيرن کان ڪم وٺو." جواب ۾ محاذ جي ڪمانڊر دليل ڏيندي چيو ته برف جو رجڻ، وولگا دريا ٽپڻ ۽ جرمن فوج جون تازيون پرتيون وڏيون رڪاوٽون آهن، پر آخر ۾ چيائين ته "ٺيڪ آ! آءُ جيئن اوهين چئو ٿا ائين ڪندس."

سوويت حملي دوران ڏکڻ ۾، ڪالنن محاذ جي ڳاڙهي فوج، اولهه ڏانهن اڳتي وڌي ڪلن ۽ ڪالنن شهرن کي 15 ۽ 16 ڊسمبر تي آزاد ڪرائي ورتو. انهيءَ محاذ جي ڪمانڊر ڪانيف نازي فوج جي مرڪزي فوجي گروپ کي گهيري ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي، پر رزيف (Rzhev) وٽ

---

[303] Moscow Stalingrad: Battle of Moscow, Zhukov, p, 58-59

[304] Hitler's War Directives, p, 165

جرمن فوج طرفان سخت مخالفت سبب ڳاڙهي فوج اڳتي نہ وڌي سگهي ۽ اُتي ئي ويهڻ تي مجبور ٿي. پر ان جي ويهڪ اڳتي نڪتل حصي وانگر هئي ۽ ان علائقي جي اها ويهڪ 1943 تائين برقرار رهي.
ڏکڻ ۾، ڏکڻ اولهہ محاذ جي فوجن 16 ڊسمبر تائين تولا کي ڇوٽڪارو ڏياريو. هٽلر صورتحال خراب ڏسندي پنهنجو آخري حربو استعمال ڪندي جرمن جهاز اُماڻيا، جن آخري پساهن واري حالت ۾ جرمن فوج جي ٿوري مدد ڪئي. مطلب تہ جرمن جهازن مرڪزي فوجي گروپ کي مڪمل ڊير ٿيڻ واري امڪان کان بچائي ورتو. جرمن جهازن جي بهترين ڪوشش باوجود سوويت جهازن ماسڪو وٽ ڳاڙهي فوج کي ڪاميابي ڏيارڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. 17 ۽ 22 ڊسمبر تائين جرمن جهازن تولا (شهر) وٽ 299 سوويت گاڏيون ۽ 23 توبون تباهہ ڪري ڳاڙهي فوج جيڪا نازي فوج جو پيڇو ڪري رهي هئي؛ ان ۾ رنڊڪ وڌي.
ڏهن ڏينهن جي مسلسل ويڙهہ ڪانپوءِ اولهندي محاذ جي ساڄي پاسي اڳتي وڌڻ جي رفتار سست ٿي وئي ڇاڪاڻ تہ اتي برف اڳيرائي کي روڪي ڇڏيو. توبن، جهازن ۽ بارود جي پڻ ڪوٽ ٿي پئي. جيڪڏهن اونهي برف ۽ سخت پارو ڳاڙهي فوج جي آڏو رڪاوٽ نہ بڻجن ها تہ اُهي نازين جو گهيرو ڪري سندن رسد واري لائين ٽوڙي پٺيان کان اچي ڪڙڪن ها. ٻي رڪاوٽ وري هيءَ ٿي تہ پٺتي هٽندڙ نازي فوج بارودي ڪاٽيون وڇائيندي وئي، اونهي برف هجڻ ڪري هر وقت هر پيو قدم وڌائڻ جي معنيٰ هئي تہ چنگهون وڃائڻ. نازي فوج پٺتي هٽندي گوٺن کي باهيون ڏنيون ۽ جن گهرن کي باهہ نہ ڏنائون تہ انهن ۾ وري بارودي ڪاٽيون وڇائيندا ويا تہ جيئن ڳاڙهي فوج انهن جاين کي صحيح سلامت سمجهي استعمال ڪندي ۽ ائين بارودي ڪاٽيون ڦاٽڻ سان تباهہ ٿيندي ويندي. جرمن فوج ڊير ٿوڙي هٽرادو پوڙ پيدا ڪئي تہ جيئن ڳاڙهي فوج اڳتي نہ وڌي سگهي. سائبيرن فوج جو هڪڙو ٽولو دشمن جي شديد فائرنگ ۽ سخت پاري باوجود جيڪا شي هٿ چڙهين (بُنڊ، لوڙهو، در، ڪک پن، جڳاڙي پيڙيون وغيره) ان کي پاٽي مان اڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو.
ماسڪو واري لڙائي ۾ ابتدا کان ئي سوويت آرٽلري دشمن جي توبن سان مقابلي ۾ مڪيہ هٿيار طور ڪتب آئي. بهرحال، ڊگهي دفاعي جنگ ۽ پوءِ جوابي حملي سبب ڳاڙهي فوج جي حالت ڏاڍي خراب ٿي چڪي هئي. ان

وقت هر ڊويزن ۾ اٽڪل 1200 کان 1300 سپاهي وڃي بچيا هئا.[305] ماسڪو کان اڳتي وڌندڙ ڳاڙهي فوج جي رفتار آهستي آهستي گهٽجي وئي ڇاڪاڻ ته برف کي هٽائي رستا صاف ڪرڻ وارين مشينون ۾ نه هيون. بعد ۾ skiers جا يونٽ استعمال ڪيا ويا پر اهي ايترا طاقتور نه هئا.
بهرحال، مرڪز وٽ اڳيرائي جي رفتار سست هئي، ۽ سوويت فوجن ننڍن شهرن ۽ ڳوٺن سان گڏوگڏ نارو_فومنسڪ کي 26 ڊسمبر، ڪالگا 28 ڊسمبر (1941) ۽ Maloyaroslavets 2 جنوري (1942) تي، ڏهن ڏينهن جي سخت ويڙهه ڪانپوءِ آزادي ڏياري. سوويت بچت فوج جو تناسب گهٽجندو رهيو ۽ ٽڪل ۽ ٽڏ ۾ ڏڪندڙ نازي فوجن کي ماسڪو کان 100 کان 250 ڪلوميٽر پوئتي ڌڪڻ ڪانپوءِ 7 جنوري 1942 تي پهريون خملو رڪجي ويو.
بهرحال، ماسڪو تي نازي ڪاهه جي ناڪامي ۽ سوويت جوابي حملي جي ڪاميابي ڪانپوءِ سوويت ڪمانڊ تمام گهڻي پراميد هئي. جنهن تي هنن جو خيال هو ته جيترو جلد ٿي سگهي ته سموري سوويت_جرمن محاذ (لينن گراڊ جي لڊوگا ڍنڍ کان ڪاري سمنڊ تائين) تي جوابي حملو ڪيو وڃي. پر ايتري مختصر وقت ۾ اهو هدف تمام مشڪل هو. فيبروري (1942) جي ابتدا ۾، اترين_اولهندي محاذ جي 3 ۽ 4 ين شاڪ فوج اڳڀرائي ڪئي، ڪالنن محاذ جي 22 هين ڳاڙهي فوج بيلي شهر لاءِ وڌهي رهي هئي، پين ڪيولري ڪور ويازما جي اتر_اولهه تائين پهچي وئي. ڪالنن محاذ جي 29 ۽ 39 هين ڳاڙهي فوج رازيو (Rzhev) جي اولهه ۾ آهستي آهستي دباءُ وجهڻ شروع ڪيو پر دشمن زبردست مزاحمت ڪئي، جنهنڪري اڳتي نه وڌي سگهي. 3 جنوري 1942 تي هٽلر پنهنجي فوج کي حڪم ڪيو ته "هڪ قدم پوئتي هٽڻ ڪانسواءِ هر شهر ۽ ڳوٺ لاءِ ويڙهه ڪريو. هن وقت جي تقاضا آهي ته آخري گولي ۽ آخري گرنيڊ تائين ويڙهه ڪريو."
27 جنوري تائين، بيلوف جي فوج پختو جي ڌڪڻ کان دشمن جي صفن کي ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿيندي ٽن ڏينهن ڪانپوءِ ويازما جي گوريلن سان وڃي ملي. ساڳئي وقت، پين پاسن کان پڻ ڳاڙهي فوج اڳتي وڌڻ جون ڪوششون ڪيون. پر ان وچ ۾ هٽلر فرانس ۾ موجود فوج کي هيڏانهن منتقل ڪيو. ڳاڙهي فوج وٽ هٿيارن جي شديد کوٽ پيدا ٿي پئي.

[305] نوٽ: هر ڊويزن ۾ اٽڪل ڏهه کان ٻارنهن هزار فوج هوندي هئي.

صورتحال ايتري بدتر بڻجي وئي جو چوڻهه ڪلاڪن ۾ هڪڙي بندوق مان فقط هڪ يا ٻه گوليون هلايون ويون سو به حملو ڪرڻ وقت! جوابي حملو اٽڪل ٽن مهينن تائين جاري رهيو. پر هٿيارن جي کوٽ ۽ ٿيندڙ نقصان کي ڏسندي سوويت ڪمانڊ دفاعي لائين اختيار ڪئي.[306]

سست رفتاري باوجود، ڳاڙهي فوج اٽڪل 150 ميل علائقو واپس وٺڻ ۾ ڪاميابي ماڻي. جڏهن ته مکيه فوجي علائقا جرمن فوجن جي قبضي هيٺ ئي رهيا، جيڪي اڳتي هلي خود ڳاڙهي فوج لاءِ مسئلو بڻيا، ڇاڪاڻ ته انهن کي منهن ڏيڻ لاءِ آزاد ٿيل علائقن ۾ پڻ وڏي تعداد ۾ فوج رکڻي پئي. وسيع ايراضي هجڻ شبب ڪٿان به اڳيرائي ڪرڻ لاءِ گنجائش هر وقت موجود هئي. بهرحال، 22 جون کان هلندڙ جنگ ۾ پهريون ڀيرو ڳاڙهي فوج نازي فوج کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. ان شڪست جرمن جي تڪڙي ۽ فيصلاڪن فتح جي اميد تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. ڳاڙهي فوج جرمن فوج کان جنگي پيش قدمي کسي ورتي. جرمن وڄ جي تيزي وانگر فتح جي حڪمت عملي کي بدلائي واپس جنگ مان نڪرڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي. نازي فوج کي اٽڪل 5 لک سپاهين، 13 سو پينزر، 25 سو بندوقن ۽ 15 هزار کان وڌيڪ گاڏين جو نقصان پهتو. نازي فوج کي اهڙي نقصان جو تجربو اڳ ۾ ڪڏهن به نه ٿيو هو. ڳاڙهي فوج اٽڪل دشمن جون 50 ڊويزن فوج تباهه ڪري ڇڏي. جنهن ڪري جرمن هاءِ ڪمانڊ لاءِ صورتحال انتهائي خطرناڪ پيدا ٿي پئي پر جيڪڏهن مغربي ملڪ (برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس) جرمني خلاف ٻيو محاذ کولين ها ته شايد نازي فوج پنهنجن آخري پساهن ۾ هئي. جوابي حملي وارو آپريشن مڪمل ڪرڻ لاءِ هٿيارن، بارود ۽ جنگي سامان جي شديد ضرورت هئي، ۽ اهي ناهڻ ۽ پهچائڻ لاءِ وقت گهربل هو، تنهنڪري حملي وارو آپريشن مڪمل ڪرڻ ڪانسواءِ ڳاڙهي فوج دفاعي صورت اختيار ڪئي.

ماسڪو کي فتح نه ڪري سگهڻ ڪانپوءِ هٽلر ڪاوڙجي 19 ڊسمبر، 1941 تي، ڪمانڊر ان چيف Brauchitsch کي برطرف ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ چارج سنڀالي. پوءِ اڳتي هلي، گدرين سان گڏوگڏ هوپنر ۽ اسٽراس، چوٿين پينزر ۽ 9 فوج جي ڪمانڊرن کي ڪرسمس واري ڏينهن برطرف ڪيو. تنهن ڪانپوءِ جنرل بوڪ کي ”بيماري“ جو سبب ڇاٽائي برطرف ڪيو ويو.

---

[306] Moscow Stalingrad: Battle of Moscow, Zhukov, p, 68-69

ماسڪو واري لڙائي ۾ اهم ڪردار ڳاڙهي فوج جي هيروازم جو هو، اٽڪل 36 هزار فوجين کي بهادري ۽ سورهيائي سان وڙهڻ جي موٽ ۾ تغما ڏنا ويا. ماسڪو واري لڙائي ڳاڙهي فوج جي جنگي هنر کي وڌيڪ بهتر بڻايو. جرمني جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ دشمن جي ڪميونيڪيشن ۽ آمدرفت کي برباد ڪرڻ لاءِ سوويت يونين ۾ رازداري هيٺ هلندڙ تنظيمن زبردست ڪارناما سرانجام ڏنا.



سوويت گوريلا فوج جون ڪارروائيون

بيلا روس ۾، ڪيترائي ڳاڙهي فوج جا سپاهي ۽ آفيسر جيڪي دشمن جي گهيرن هيٺ اچڻ ڪانپوءِ پنهنجي فوج کان الڳ ٿي ويا انهن پنهنجي منهن گوريلا جٿا جوڙي جدوجهد جاري رکي. ڊسمبر 1941 ۾، ماسڪو واري لڙائي جي مشڪل ترين ڏينهن ۾، زويا نالي هڪڙي گوريلا جٿي جي سپاهڻ هئي، جنهن کي، بعد ۾، نازي درندن ڦاهي ڏئي ڇڏي.[307] ماسڪو، تولا، سمولينسڪ ۽ ڪالنن جي گوريلا يونٽن جي شاندار ڪارڪردگي جو مظاهرو ڪيو، انهن نه صرف جوابي حملي دوران پر دفاعي ويڙهه دوران پڻ دشمن جي رسد جي نظام، آمدرفت ۽ رابطي ۽ ڪيترين ئي فوجي چوڪين کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. ٻئي طرف ماسڪو جي شهرين زبردست ڪم ڪيو، هنن ڏينهن رات هڪ ڪري ڪارخانن ۽ ملز ۾ سخت محنت ڪري جنگي سامان ۽ ڪاٺو تيار ڪيو

[307] Russia at War, p, 642-3

جن محاذ جي ضرورتن کي پورو پٺي ڪيو. عوام جي انهيءَ ڪردار جي حوالي سان لينن لکيو ته ڪنهن به جنگ ۾ فتح، پنهنجي تور ۾، عوام جي جذبي ۽ روح تي دارومدار رکي ٿي.“
ڳاڙهي فوج طرفان نازي فوجن کي تباهه ڪرڻ واري عمل هٽلري فوجن جي ناقابل شڪست واري راز کي پرزا پرزا ڪري ڇڏيو، ۽ سوويت يونين کي وڄ جي تيزي وانگر فتح ڪرڻ جي منصوبن کي پورا پورا ڪري ڇڏيو. ماسڪو وٽ حاصل ڪيل فتح ثابت ڪري ڏيکاريو ته، ابتدائي شڪستن باوجود، سوويت يونين آخرڪار جنگ ۾ ڪامياب ٿيندو. هاڻي نازين جي قبضي هيٺ قيد ملڪن جو عوام سوويت يونين ڏانهن ڏسي رهيو هو ته اها ئي اهڙي قوت آهي جيڪا کين فاشسٽ غلامي مان نجات ڏياريندي. انتهائي حساس ۽ ڳنڀير لمحن ۾ ماسڪو سچ پچ دنيا کي اميد ۽ حوصلو ڏنو. 5 فيبروري 1942 تي لنڊن مان ريڊيو ذريعي ونسٽن چرچل چيو ”پهرين پيرو انهن هٽلر جي بت کي ٽوڙيو آهي. سوويت يونين ۾، آسان فتح ۽ مال غنيمت بدران، هن (هٽلر) ناقابل بيان ڏوهن جي شرمساري ۽ تمام گهڻن جرمن سپاهين جي نقصان، ناڪامي ۽ بربادي جو منهن ڏٺو.“
ماسڪو واري لڙائي ٻي عالمي جنگ جي تمام اهم لڙائين مان هڪ هئي، جنهن ذريعي ڳاڙهي فوج پنهنجي گادي جي شهر کي ڪاميابي سان انتهائي خطرناڪ حملي کان بچائي ورتو. هن لڙائي ۾ اٽڪل 10 لک کان وڌيڪ فوج کي نقصان پهتو. ان لڙائي پهريون ڀيرو نازي فوج، جيڪا 1939 کان مسلسل فتحون ڪندي رهي، ان کي زبردستي پوئتي هٽائي. ٻي عالمي جنگ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو. جيتوڻيڪ جرمن فوج ان کان اڳ به ٻن لڙائين (يلنا ۽ راستوف) ۾ پڻ پٺتي هٽڻ تي مجبور ٿي پر ماسڪو جي پيٽ ۾ اهي ننڍي سطح جون لڙائيون هيون ۽ فيصلاڪن نه هيون. جڏهن ته ماسڪو واري لڙائي سموري جنگ لاءِ فيصلاڪن ثابت ٿي. ان لڙائي کان اڳ هٽلر جو خيال هو ته ماسڪو جي شڪست کانپوءِ سوويت يونين ترت ڍير ٿي پوندو.

**ڇهن مهينن جي جنگ جا نتيجا**

(1) ڳاڙهي فوج سرمائيدار دنيا جي انتهائي طاقتور فوج جو مقابلو ڪيو، (2) ان نازي فوج جي ناقابل شڪست واري قصي کي برباد ڪري ڇڏيو، (3) هٽلر جي وڄ جي تيزي وانگر فتح ڪرڻ جو خواب سايپان نه

تي سگهيو ۽ الٽو هڪ ڏکي ۽ ٿڪائيندڙ ويڙهه ڪرڻ تي مجبور ٿيو، جنهن جو پيش منظر دشمن جي فائدي ۾ نه هو. (4) سوويت يونين جي صورتحال اڃان تائين خراب هئي ڇاڪاڻ ته ان جا تمام گهڻا علائقا، شهر ۽ ڳوٺ دشمن جي قبضي هيٺ هئا، ۽ دشمن جي فوجي طاقت اڃا گهڻي هئي (5) ساڳئي وقت سوويت فوج جي رسد پڻ روزبروز بهتر ٿي رهي هئي، (6) ڳاڙهي فوج ويڙهه جي ميدان ۾ پڇي فولادي بڻجي چڪي هئي. جيتوڻيڪ، روس جو وڏو علائقو هٽلر جي قبضي هيٺ هو پر لينن گراڊ ۽ ماسڪو جي فتح سبب روسي عوام جي اميد ۽ جوش جوان هئا.

"هٽلر پنهنجي قسمت تي ماتم پيو ڪري،
هي (هٽلر) لينن گراڊ کي حاصل نه ڪري سگهيو؛
هن نيوسڪي ۽ باغن کي ڏنو پر هن لنيون ڪاڍيون.
بعد ۾ (هن) ڇوڙ ماسڪو لاءِ ڪوشش ڪئي
پر هتي ته، هن کي پوئتي ڌڪيو ويو؛
هن جون سموريون ڪوششون بيڪار ويون؛
هن کي لنيون لڳيون، بار بار لڳيون."

## "ناڪامي يتيم هوندي آهي"

ڪنهن ڏاهي سچ چيو آهي ته "ناڪامي يتيم ٿيندي آهي" ۽ ڪاميابي هرڪو ڏٽي ٿيڻ چاهيندو آهي. انهيءَ حوالي سان، سوويت يونين خ وچ جي تيزي (Blitzkrieg) وانگر فتح ڪرڻ وارو نازي منصوبو جنهن کي ناڪامي نصيب ٿي پر سوويت يونين جي ان شاندار فتح بابت اڪثر مغربي ليکڪ سادگي ڪان ڪم وٺندي چوڻ ٿا ته ماسڪو ۾ مليل شڪست جا سبب (1) هٽلر جون سياسي ۽ فوجي غلطيون هيون، (2) اڻ ٺهڪندڙ آبهوائي حالتون ۽ سوويت يونين جا وسيع عريض علائقا، ۽ (3) سوويت يونين کي اتحادين طرفان مليل مدد وغيره هئا. اهڙن مغربي ليکڪن کي ڳاڙهي فوج جي جنگي هنر ۽ هيروازم، پوري سوويت يونين جي عوام طرفان بي غرض مضبوط ارادي سان دشمن کي هر حال ۾ واپس ڪرڻ وارا پاسا نظر نٿا اچن.

ساڳئي وقت، ماسڪو کي فتح نه ڪري سگهڻ ڪانپوءِ هٽلر ڪاوڙجي

ڪمانڊر ان چيف Brauchitsch، گڊرين، هُوپنر ۽ اسٽراس، ۽ جنرل بوڪ کي برطرف ڪري ڇڏيو هو. پوءِ انهن برطرف ٿيل جنرلن ماسڪو واري محاذ تي مليل شڪست جا مختلف جواز ڳاڙائي پاڻ کي بيڏوهي قرار ڏيڻ جون ڪوششون ڪيون. تن ۾ هنن جا دليل ڪجهه هي هئا ته جيڪڏهن باقي هڪ يا ٻه ٻيالين فوج هجي ها، جيڪڏهن برف ۽ گپ نه هجي ها، ته ٻه سوپارا ٿيون ها. هٽلر ڏکڻ ۽ اتر ڏانهن فوج موڪلڻ جي غلطي نه ڪري ها ته شايد ڪاميابي ملي وڃي ها.
اهو عام تاثر پيدا ڪيو ويو آهي ته ماسڪو وٽ شڪست جو ذميوار صرف ۽ صرف هٽلر اڪيلي سر هو. ان دليل جي حمايت ۾ اڪثر ڪري اهو فيصلو ٻڌايو ويندو آهي جنهن ۾ هٽلر ماسڪو طرف وڌندڙ فوج کي روڪي، جرمن فوجن کي يوڪرين ۾ ڳاڙهي فوج جي وڏي تعداد کي گهيرو ڪرڻ ۽ انهن کي تباهه ڪرڻ جو حڪم ڏنو. مطلب ته ثابت اهو ڪيو ويندو ته ماسڪو واري لڙائي جي ناڪامي جو مکيه سبب فقط هٽلر جا سياسي ۽ جنگي غلط اندازا هئا.
ساڳئي وقت اهو تاثر پڻ ورجايو ويندو رهيو آهي ته سخت روسي سياري (ٿڌ) ۽ برفباري جرمن جنگي مهم تي پاڻي ڦيري ڇڏيو!؟ برف ۽ سياري نازين جي رسد جي نظام کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. ان حد تائين جو خود نازين جرمني اندر پڻ سياري کي جواز ٻڌائي دنيا کي بيوقوف بڻايو هو. ڊسمبر 1941 ۾ جرمن هاءِ ڪمانڊ پڻ پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو ته سياري جي سخت حالتن جرمني کي گشتي جنگ کان ڦري باقائده جنگ ڪرڻ ۽ محاذ جي ڊيگهه کي گهٽ ڪرڻ جي فيصلي لاءِ مجبور ڪيو آهي.“
ٿيون عام تاثر هيءُ آهي ته سوويت يونين ۾ ناقابل گذر روڊن ۽ رستن وڏيون رڪاوٽون وڌيون. انهيءَ حوالي سان جنگ بابت لکيل اڪثر ڪتابن ۾ ڏنل جنگي تصويرن ۾ پڻ اهو ڏيکاريو ويندو آهي ته جرمن توبون ۽ گاڏيون گپ ۾ ڦاٿل نظر اينديون آهن، ۽ انهن تصويرن هيٺان هن قسم جا جملا لکيل هوندا آهن، ”روسي سياري نازي اڳيرائي کي روڪي ڇڏيو. رستن جي خراب حالت سان گڏ بارش سڄي نظام کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. فوجي، گهوڙا ۽ گاڏيون گپ ۾ لت پت ٿي ويون. ائين هٽلر جو وڄ جي تيزي وانگر فتح وارو خواب ساڀيان نه ٿي سگهيو.“ بهرحال، مغربي ليکڪن مان ڪوبه گپ، سخت سياري، خراب

روڊن ۽ سوويت يونين جي پکيڙ جي ذڪر ڪرڻ کانسواءِ ماسڪو واري محاذ تي آيل شڪست کي بيان نٿو ڪري!

## "نازي فوج کي روسي برف جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي"

حقيقت ڇا آهي؟ جنگ ۾ موسمي، آبهوائي ۽ جاگرافيائي حالتون ته ٻنهي ڌرين (حملي آور ۽ دفاع ڪندڙ) تي لاڳو ٿينديون آهن ۽ ٻنهي کي متاثر ڪنديون آهن ۽ مسئلا پيدا ڪنديون آهن. حقيقت هي آهي ته 1941 جي سرءُ دوران اڳ جي ڀيٽ ۾ بارش گهٽ پئي ۽ سياري جي موسم ٿورو اڳ ۾، نومبر ڌاري، ٿي اچي وئي. ماسڪو واري علائقي ۾، نومبر ۽ ڊسمبر دوران، عمومي درجه حرارت ته ڪاٿو 6 کان 14 ڊگري هو. مارشل زوڪوف لکيو ته "نه اها بارش ۽ نه ئي برف هئي جنهن ماسڪو وٽ نازين کي روڪي ڇڏيو. حقيقت ۾، ڏهه لک کان وڌيڪ مضبوط نازي فوج کي ڳاڙهي فوج، جيڪا پنهنجي عوام، پنهنجي گادي جي هنڌ ۽ پنهنجي وطن جو دفاع ڪري رهي هئي ان جي فولادي ارادن، همت ۽ هيروازم (نازين کي) ڇيپاٽي ڇڏيو." مارشل زوڪوف وڌيڪ لکي ٿو ته جيڪڏهن جرمن ڪمانڊ پنهنجي فوج کي ماسڪو طرف اڳيرائي کي نه روڪي ها ۽ ڪجهه فوجون يوڪرين ڏانهن روانيون نه ڪري ها ته مرڪزي آرمي گروپ جي حالت اڃان وڌيڪ بدتر ٿئي ها." مارشل روڪوسووسڪي جيڪو ماسڪو واري محاذ تي 16 هين فوج جو ڪمانڊر هو اهو لکي ٿو ته "جرمن جنرل، سندن شڪست لاءِ روسي سياري تي الزام هڻڻ ٿا. حقيقت ۾، کين موسم جو شڪرگذار ٿيڻ گهرجي جنهن کين بغير نقصان ڪاٺڻ جي پٺتي هٽڻ جي لائق بڻايو، نه ته ٻي صورت ۾ وڏي مصيبت کي منهن ڏين ها."

ڳاڙهي فوج جي عدد برتري جي حقيقت ڇا هئي ان حوالي سان مارشل روڪوسووسڪي ماسڪو واري لڙائي جو داستان بيان ڪندي لکيو ته "جنگ جي ابتدائي دور ۾ هڪ ڊويزن ۾ 8 هزار کن سپاهي هوندا هئا. هاڻي ته ڊويزن ڪٿي 3 هزار، ۽ ڪٿي ته 2 هزار سپاهين تي مشتمل هئي. جڏهن ته نازي فوج جي ڊويزن گهٽ ۾ گهٽ 10 کان 12 هزار سپاهين تي مشتمل هئي. وري اڳتي هلي جنگ جي ٻئي مرحلي ۾ لکي ٿو ته "ان وقت اڪثر ڊويزنن ۾ اٽڪل 1200 کان 1300 سپاهي وڃي بچيا هئا."

باقي رهيو سوال ٻاهرين مدد جو. جيتوڻيڪ، برطانيه ۽ آمريڪا طرفان

سوويت يونين جي مدد ڪئي- وئي پر اها اوتري نہ هئي جيتري سوويت_جرمن محاذ تي ضرورت هئي.

1942 جي اپريل جي آخر تائين، 7 لک 16 هزار مرڪزي گروپ سميت اٽڪل 15 لک جرمن فوجي مارجي ۽ زخمي ٿي چڪا هئا اهو تعداد پوليٽنڊ، اولهندي يورپ ۽ بالڪن رياستن وارين لڙائين ۾ ٿيل هاڃي کان اندازن پنجوڻ تي وڌيڪ هو. انهي فوجي ۽ هٿيارن جي نقصان ڪانپوءِ توازن کي برقرار رکڻ لاءِ هٽلر کي وڌيڪ 60 ڊويزن ۽ 21 برگيڊ فوج کي اوڀر ڏانهن موڪلڻو پيو. 1941 جي سرءُ ۾، ماسڪو واري محاذ جي سيڪٽر تي تمام سخت ويڙهہ ٿي، ماسڪو جي لڙائي (30 سيپٽمبر 1941 _20 اپريل 1942) تاريخ جي صفحن ۾ نازي ڪاهہ خلاف جدوجهد جي وڏو موڙ ثابت ٿي. ان لڙائي ۾ ٻنهي پاسي اٽڪل 28 لک فوج، اٽڪل 2 هزار توبون، 1500 کان وڌيڪ جهاز ۽ 21 هزار بندوقون ۽ گولا استعمال ٿيا. (V) مارشل زوڪوف لکيو تہ، مونکان اڪثر ڪري پڇيو ويندو آهي تہ "ماسڪو واري لڙائي ۾ اسٽالن جو ڪهڙو ڪردار هو؟ هلندڙ جنگ دوران اسٽالن سمورو وقت ماسڪو ۾ ئي رهيو (جڏهن نازي فوج شهر جي بلڪل ٻاهران اچي پهتي هئي)، هن عين موقعي تي جنگي بچت فوج ۽ جنگي سامان جو انتظام ڪري انتهائي وڏو ڪم ڪيو. هن پنهنجي سنگدل سختي سان گهڻو ڪري ناممڪن کي حاصل ڪري ڏيکاريو." [308]

سوويت يونين طرفان سڄي جنگي محاذ (ماسڪو، لينن گراڊ ۽ ڏکڻ) وٽ جوابي حملو ڪيو ويو. پر بچت ۾ رکيل فوج گهٽ هجڻ ۽ جرمن تدبيري هنر سبب Rhzev وٽ خونريزہ ويڙهہ ٿي ۽ ڳاڙهي فوج کي ڪيتريون ئي شڪستون مليون، جهڙوڪ، خارڪوف جي ٻي لڙائي ۽ لينن گراڊ وٽ ٿيل گهيري کي ٽوڙڻ لاءِ ڪيل ويڙهہ.

لينن گراڊ واري محاذ وٽ 17 ڊسمبر 1941، تي وولخوف محاذ جوڙيو ويو، جنهن ۾ جنرل ميريسڪوف جي ڪمانڊ هيٺ 4، 52، 59 ۽ 26 هين فوج شامل هئي. نئين سال جي ابتدا کان اڳ ۾ انهن ويڙهہ ڪري فاشسٽ فوج کان ٽورو علائقو خالي ڪرايو. فاقہ ڪشي جو عذاب ڀوڳيندڙن کي رسد موڪلڻ لاءِ لدوگا ڍنڍ وٽان رستو ٺاهيو ويو. جنوري 1942 ۾ ڳاڙهي فوج حملو ڪيو پر رڪاوٽ نہ هٽائي سگهيا. گهڻو ڪري

308. Moscow Stalingrad, p, 69-70

سمورو سيارو ۽ پوءِ بهار دوران ڳاڙهي فوج ناڪابندي ٽوڙڻ لاءِ اندران (لينن گراڊ) ۽ ٻاهران (وولخوف) مسلسل حملا ڪندي رهي پر ڪو خاص ڪڙتيل نه نڪتو. انهن ناڪامين جو فائدو وٺندي جرمن فوجن ڏکڻ طرف منهن ڪيو ۽ تمام وڏو علائقو فتح ڪري ورتو.

## (C_2) 1942 ڪرائما (Crimea) ۽ خارڪوف (Kharkov) محاذ

ڳاڙهي فوج نئين سال جو جشن نه ملهايو پر ماسڪو واري لڙائي ۾ مليل فتح سبب دل ئي دل ۾ هر ڪو خوش هو. جيتوڻيڪ 23 فيبروري تي ڳاڙهي فوج جي سالگره به ملهائي وئي. بهار جي موسم تائين سڄو محاذ مستحڪم ٿي چڪو هو جيڪو پهرين اپريل تائين لينن گراڊ کان رازيف ويازما اڳتي نڪتل حصي، سخنچي کان ويندي ڏکڻ ۾ ميوس ندي تائين ڦهليل هو.[309]

8 ڊسمبر 1941 تي جاري ڪيل جنگي هدايتنامي ۾ هٽلر لکيو هو ته "سخت سياري ۽ رسد پهچائڻ ۾ تڪليف ٿيڻ سبب ماسڪو واري محاذ تي سمورا حملي وارا آپريشن ڇڏي دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي وڃي." پر ان باوجود ساڳئي هدايت نامي ۾ هن "خاص ڪم" سرانجام ڏيڻ جي پڻ هدايت ڪئي جنهن ۾ "جيترو جلد ٿي سگهي ته سيوستاپول تي قبضو ڪرڻ، سمورين مشڪلاتن باوجود، ايندڙ اونهاري ۾ ڪاڪاسس طرف رخ ڪرڻ لاءِ هيئنر کان ئي ميدان تيار ڪرڻ ۽ سوويت فوجي تربيتي مرڪزن تي بمباري ڪرڻ وغيره جا ڪم شامل هئا."[310]

1942 جي مئي دوران ٿيل واقعا ڳاڙهي فوج جي فائدي ۾ نه هئا. ڪرائما محاذ تي سوويت فوج کي بري شڪست ملي. سوويت ڪرائما (Crimea) محاذ طرفان گذريل ٽن مهينن (فيبروري ۽ اپريل) کان ڪاري سمنڊ واري جنگي ٻيڙي جي مدد سان جرمن فوج جي دفاعي صفن کي ٽوڙڻ لاءِ ٽي ڀيرا ناڪام ڪوششون ڪيون ويون ۽ مجبور ٿي دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي. انهيءَ محاذ ڏانهن اپريل جي مهيني ۾ سوويت جنرل اسٽاف پنهنجو نمائندو L. Z. Mekhlis موڪليو ته هو ڳاڙهي فوج جي رهنمائي ڪري ته جيئن سيوستاپول کي نجات ڏيارڻ جو ڪم سرانجام ڏئي

[309] Soviet General Staff at War, p, 51

[310] Hitler's War Directives, p, 166-69

سگهجي. پر ان باوجود، محاذ جي آپريشنل جوڙجڪ دفاع لاءِ معقول نه هئي. فوجون اجاتائين حملي آور انداز ۾ بيٺيون هيون. جنرل اسٽاف طرفان هدايتن باوجود حملو ورڻ واري ملتوي ڪيو ويو ۽ دفاع لاءِ پڻ بندوبست نه ڪيو ويو. (مطلب ته جنرل اسٽاف جي نمائندي ڪجهه به نه ڪيو) ان دوران نازي فوج ڪرچ پيننسوليا تان ڳاڙهي فوج کي ڪڍڻ لاءِ حملي جي تياري ڪري رهي هئي. ڇاڪاڻ ته ان منصوبي ۾ ڪاميابي ڪانپوءِ جرمن فوج سيوستاپول واري علائقي تي قبضي ڪرڻ لاءِ وڌيڪ فوج موڪلي سگهي ها. بهرحال، ڳاڙهي فوج جي 44 هين فوج جي پاسي واري ڪمزور جاءِ نازين معلوم ڪري ورتي ۽ اتان کان جرمن فوج طاقتور پينزر ۽ فضائي فوج سامونڊي هلان سان گڏيل حملو ڪيو. جيتوڻيڪ، ڳاڙهي فوج فضائي جاسوسي ذريعي اڳ ۾ ئي حملي واري ڏينهن بابت پيشن گوئي ڪري ڇڪي هئي جنهن بابت محاذ جي فوجن کي پڻ اطلاع ڏنو ويو پر انهن ڪي معقول قدم نه کنيا.

8 مئي تي جرمن فوجن ساحلي پٽي جي ڪمزور سيڪٽر وٽ حملو ڪندي ڳاڙهي فوج جي دفاعي صف کي ٽوڙي ڇڏيو. انهيءَ ڪاميابي جو فائدو وٺندي نازي فوج تيزي سان اڳتي وڌندي رهي، جيئن ته ڳاڙهي فوج وٽ ان محاذ تي ڪابه بچت فوج نه هئي، تنهنڪري، اوير طرف غيرمنظم انداز سان پٺتي هٽندي رهي ۽ ائين بري شڪست کاڌي. 4 جولائي 1942 تي مضبوط قلعو سيوستاپول پڻ نازي فوج جي هٿ چڙهي ويو. سيوستاپول 7 جون تائين گهيري هيٺ رهيو، نيٺ 4 جولائي تي کاري سمنڊ وارو بندرگاهه به کسجي ويو.

انهيءَ حوالي سان، جنرل اسٽاف جي نمائندي 8 مئي تي سپريم ڪمانڊر ڏانهن ٽيليگرام موڪليو. جنهن ۾ لکيل هو ته "هي وقت شڪايت ڪرڻ جو ناهي، پر آءُ ضرور رپورٽ ڪريان ٿو ته جيئن جي ايچ ڪيو کي ڄاڻ ملي ته اُن محاذ جو ڪمانڊر ڇا آهي. 7 مئي تي محاذ جي ڪمانڊر (ڪوزلوف) اجلاس سڏايو، جنهن ۾ دشمن طرفان متوقع حملي کان بچاءِ لاءِ بحث ٿيو. مون سفارش ڪئي ته حملي واري رٿابندي کي ڇڏي، دشمن طرفان ٿيندڙ متوقع حملي بابت هدايتون جاري ڪيون وڃن. ان بعد ڪمانڊر (محاذ جي مختلف فوجن ڏانهن) لکيو ته 10 کان 15 مئي وچ ۾ حملي جي توقع آهي تنهنڪري دفاع لاءِ تياريون ڪريو. اهو انهيءَ مهل چيو پئي ويو جڏهن حملو سياڻي صبح جو ٿيڻ وارو هو. جيتوڻيڪ، ان

ڪي درست به ڪيو ويو پر وري ڪمانڊر 44 هين فوج گهرائڻ جي مخالفت ڪئي.“ ان قسم جي ٽيليگرام ذريعي جي ايچ ڪيو جي نمائندي نتائيندي سپريم ڪمانڊر کي دوکو ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي. پر سپريم ڪمانڊر اسٽالن ڪجهه هن ريت جواب موڪليو ”تنهنجي شڪايت ڪجهه عجيب آهي توهانجي حالت ائين آهي جيئن توهين ڪرائمن محاذ تي ٿيندڙ معاملن لاءِ ڪنهن به قسم جا ذميوار نه هجو پر صرف تماشبين وانگر ڪم پيا ڪريو. جيتوڻيڪ اهو طريقو توهان کي آرامده لڳندو هوندو پر حقيقت ۾ اندروني طرح کوکلو آهي. توهين محاذ تي هڪ تماشبين وانگر ناهيو پر جي ايچ ڪيو جا ذميوار نمائنده آهيو ۽ محاذ تي ٿيندڙ سمورين ڪامياٻين ۽ ناڪامين لاءِ جوابدار به آهيو ۽ اهو اوهانجو فرض آهي ته اوهين اتي ٿيندڙ غلطين کي گڏجي درست ڪريو.“ اسٽالن وڌيڪ جواب ڏيندي لکيو ته ”توهين مطالبو ٿا ڪريو ته اسين ڪوزلوف (محاذ جو ڪمانڊر) جي جاءِ تي ڪنهن ٻئي کي مقرر ڪريون. پر توهان کي اها ڄاڻ ضرور هجي ته پاڻ وٽ ڪي به هيڊن برگ (قابل جنرل) بچت ۾ نه پيا آهن. جتي اوهين آهيو ان معاملي کي سمجهڻ لاءِ ڪنهن به هيڊن برگ جي ضرورت ناهي. اوهين پڻ مهينن ڪان اتي ويٺا آهيو.“ بهرحال، ان ٽيليگرام ۽ ان جي جواب ۾ جي ايچ ڪيو جي نمائندي جا فرض ۽ ذميواريون کهڙيون هجن ان بابت اشارو ڏنل آهي. جيتوڻيڪ، اڳتي هلي جي ايچ ڪيو جي نمائندي کي هٽايو ويو ۽ ڪمانڊر کي برطرف ڪيو ويو.[311]

## ”لڙائيون تعداد سان نه پر هنر سان کٽيون وڃن“

ٻئي طرف، باقي بچيل ڳاڙهي فوج سوڙهي لنگهه مان گذري تمن پيننسوليا (Taman Peninsula) تائين پهتي. بعد ۾ ڪرائمن محاذ جي بچيل اسٽاف جي بنياد تي 20 مئي تي نئون اتر وارو ڪاڪاسس محاذ بديني (Budyonny) جي ڪمانڊ هيٺ جوڙيو ويو.

ڪرچ پيننسوليا تي ويڙهه هلي پئي ته انهيءَ وقت ڏکڻ اولهه محاذ جي سوويت فوجن خارڪوف وٽ حملو ڪري ڏنو. جيتوڻيڪ، جي ايچ ڪيو کين خبردار ڪيو هو ته آپريشن لاءِ ڪا به اضافي فوج، بارود يا تيل نٿو

[311] Soviet General Staff at War, p, 54-55

مهيا ڪري سگهجي چاڪاڻ ته ڪي به تربيت يافته بچائي رکيل سپاهي نه هئا ۽ نه ئي سامان، پر ڏکڻ_اولهه جي فوجي ڪائونسل ان مدد ڪانسواءِ به ڪاميابي جي ضمانت ڏني. بهرحال، جيئن ئي ڳاڙهي فوج اڳتي وڌي، دشمن پنهنجيون مضبوط فوجون موڪلي جوابي ڌڪ هڻي تن ڳاڙهي فوجن کي شڪست ڏني. جنهن ۾ 2 لک 41 هزار سوويت فوجي قيد ڪيا ويا. صورتحال ڳنڀير ٿي وئي. فوجي ڪائونسل (محاذ) جي ايچ ڪيو کي مدد لاءِ درخواست ڪئي. سپريم ڪمانڊر مجبور ٿي جواب ڏنو ته "جي ايچ ڪيو وٽ ڪي به نيون تيار ڊويزنون نه آهن. لڙائيون تعداد سان نه پر هنر سان کٽيون وڃن. جيڪڏهن اوهين پنهنجين فوجن کي سهڻي نموني هلائڻ نٿا چاهو ته پوءِ پلي سڄي ملڪ مان اوهان لاءِ هٿيار موڪليون اهي ناڪافي هوندا."

ڏکڻ_اولهه محاذ وٽ صورتحال وڌيڪ خراب ٿيندي وئي، لڙائي ۾ ڪمزور ٿيل ڏکڻ_اولهه محاذ ان لائق به نه هو ته ڊونٽس پٽ (Donets Basin) کي برقرار رکي ۽ ٻئي طرف، بريانسڪ محاذ پڻ وورنزه ۽ وولگا ندي ڏانهن وڌندڙ دشمن کي روڪي نه سگهيو.[312]

### (C_3) راستوف (Rostov)

ماسڪو واري محاذ تان بري شڪست کائڻ ڪانپوءِ نازي هاءِ ڪمانڊ 1942 جي اونهاري تائين پنهنجي حالت بهتر ڪري چڪي هئي. يورپ ۾ ٻيو محاذ (اولهه طرف برطانيه، فرانس ۽ آمريڪا طرفان) نه هئڻ ڪري نازي هاءِ ڪمانڊ فرانس ۽ بيلجيم کان تازي فوج سوويت_جرمن محاذ ڏانهن منتقل ڪئي. (R)

ڪرائما ۽ خارڪوف ۾ بهار دوران ڳاڙهي فوج پٺتي هٽڻ تي مجبور ٿي ۽ ان جو فائدو وٺي 1942 جي اونهاري دوران 28 جون تي نازي فوج وورنز (Voronezh) سيڪٽر طرف ڪاهه ڪئي. جنهن ۾ مکيه ڌڪ بريانسڪ ۽ ڏکڻ_اولهه سوويت محاذن جي سرحد وچ ۾ هنيو ويو. جرمن فوج ڳاڙهي فوج جي دفاعي لائين ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي.[313] 7 جولاءِ تائين ٽين ۽ سورهين جرمن موٽر پيادا ڊويزنن تمام سخت ويڙهه ڪانپوءِ وورنزه جي اولهندي حصي تي قبضو ڪري ورتو. پر شهر مان وهندڙ دريا کي پار نه ڪري سگهيون چاڪاڻ ته ڪيترائي پيرا ڳاڙهي فوج

[312] Soviet General Staff at War, p, 56
[313] Soviet General Staff at War, p, 52-56

جوابي حملا ڪيا. جيتوڻيڪ، جرمن ريڊيو 7 جولاءِ تي شهر تي قبضي جو اعلان ڪري چڪو هو پر شهر جي يونيورسٽي ۽ اتر وارن وڻن ۾ 19 جولاءِ تائين ويڙهه هلندي رهي. ايتريقدر جو، شهر جي اوڀر واري حصي کي به فتح نہ ڪري سگهيا.[314]

ان لڙائي دوران جرمن فوج کي عجب پئي لڳو تہ ڳاڙهي فوج جا آخري دستا (rearguard) سخت ويڙهه ڪري رهيا هئا پر سوويت فوج جو وڏو تعداد منظم انداز ۾ اوڀر طرف پٺتي هٽي رهيو هو. ڀرين پيرو سوويت فوج ڪنهن وڏي لڙائي وڙهڻ کان ٽٽائي رهي هئي. ان جو ڇا مطلب هو؟[315] جڏهن ورونزه وڃڻ ڇهين جرمن فوج جي ڪمانڊر 40 پينزر ڪور کي اتر طرف وڌي چوٿين پينزر فوج سان ڳنڍجڻ جو حڪم ڏنو. تڏهن گهيرو تہ بند ڪيو ويو پر ان جي اندر مليو ڪجهہ بہ نہ! "ڪوٺيو جبل، نڪتو ڪئو" هٽلر سوويت فوجن جي پٺتي هٽڻ کي تنظيمي ۽ اخلاقي طور تي ڍير ٿيڻ ۽ ڀڄڻ وارو عمل سمجهيو. اصل ۾ سوويت فوج رٿابندي تحت پٺتي هٽڻ شروع ڪيو هو. جنهن جا بنيادي طور مقصد هئا تہ فوج کي بچائجي تہ جيئن مزاحمت برقرار رهي سگهي ۽ دشمن کي وڌيڪ اندر آڻي ڦاسائي سگهجي. پر جرمن ڪمانڊ ان کي سمجهي نہ سگهي. اصل ۾، ڪنهن گهيري ۾ ڦاسڻ جي خطري کان بچڻ لاءِ جي ايچ ڪيو ڏکڻ واري محاذ کي راستوف کي ڇڏي ڊان ندي جي ايرندي پاسي ٽيي پٺتي هٽڻ جو حڪم ڏنو هو. پر جرمن فوج جي توبن، جهازن ۽ آرٽلري ڪين اها صف بہ ڇڏڻ تي مجبور ڪيو.

بهرحال، لڙائي ڏکڻ طرف وڌندي رهي. هٽلر کي ڏکڻ طرف سوپ جي ايتري پڪ هئي جو هن يارهين فوج کي لينن گراڊ واري محاذ ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو.

17 هين جرمن فوج، 19 جولاءِ تي، راستوف جي اولهہ ۾ داخل ٿي ڊان ندي ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. پر شهر اندر موجود مضبوط سوويت دفاعي سرشتي سبب جرمن فوج کي ڏينهن رات سخت ويڙهہ ڪرڻي پئي. 23 جولاءِ تائين، 22 هين پينزر ڊويزن آهستي آهستي اتر کان شهر جي ڀئي ڇيڙي ڏانهن وڌڻ لڳي. 24 جولاءِ تي وري شهر ۾ شديد ويڙهه

---

314 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 491
315 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 487

شروع ٿي پر جرمن فوج جو سڄو ڏينهن فقط ٻه عمارتون ئي خالي ڪرائڻ ۾ گذري ويو. جڏهن ته شهر جي مرڪز وارين گهٽين ۾ سخت ويڙهه هلي جيڪا ڪيترن ڏينهن تائين جاري رهي. لڙائي بابت جرمن جنرل پنهنجي رپورٽ ۾ لکيو ته ”هڪ گهر کان ٻئي گهر تائين هر گهٽيءَ ۾ سخت ويڙهه ٿي جنهن جو شايد ئي ڪو مثال هجي.“ ٻئي جرمن جنرل لکيو ته ”راستوف شهر جي مرڪز لاءِ ٿيل لڙائي هڪڙي بي رحم جدوجهد هئي جنهن ۾ دفاع ڪندڙ سوويت فوجين پنهنجو پاڻ کي جيئرو پڪڙجڻ نه ڏنو. اهي پنهنجي آخري دم تائين وڙهندا رهيا، جيڪڏهن اهي ڪٿي زخمي حالت ۾ پيا هئا ۽ اسان انهن ڏانهن ڏيان نه ڏنو ته پنيان کان وري فائرنگ شروع ڪري ڏيندا هئا.“[316] ائين شهر ۾ دوبدو ويڙهه هلندي رهي، فوجي هڪٻئي سان ايترو ويجهڙائي کان وڙهندا رهيا جو اهي هڪٻئي جي ساهه کڻڻ جي آواز کي به ٻڌندا هئا. هڪڙي گهٽيءَ کان، وري ٻي گهٽيءَ کان ٻاهه اڇلائيندڙ جرمن فوجي رڙيون ڪندا اچن، ته وري هينڊ گرينڊ اڇلائيندڙ اچي ڌُو ڪري پيو. پيانڪ گهٽين مان زخمين جون رڙيون پئي آيون. سور ۽ تڪليف وچان فوجي دانهون ڪري رهيا هئا ”اسٽريچر اسٽريچر!“[317] (مريضن کي کڻڻ وارو کٽولو)

راستوف ڪاڪاسس ڏانهن ويندڙ اهم دروازو هو. جيڪو آخرڪار جرمن فوج کولي ورتو. 24 جولاءِ تي، 43 هين موٽر سائيڪل بٽالين ڊان ندي کي پار ڪري ورتو. ائين نازي فوجون ڪاڪاسس ڏانهن پيش رفت ڪرڻ لڳيون. نازي فوج ڏکڻ طرف تيزي سان اڳتي وڌڻ شروع ڪيو. ائين هڪ پيرو ٻيهر جنگي پيش قدمي نازي فوج وٽ هئي. (R)

[316] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 499
[317] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 499

# باب ڇهون

## اسٽالن گراڊ: حملو ۽ جوابي حملو

### (C_4) ڏکڻ طرف نئون جرمن حملو

5 اپريل 1942 تي هٽلر طرفان موڪليل جنگي هدايت نامي (نمبر 41) ۾ جرمن ڪمانڊ کي "ڏاکڻي سيڪٽر تي وڌ کان وڌ فوج گڏ ڪرڻ، ڪرچ پيننسوليا، ڪاڪاسس تيل ذخيرن ۽ ڪرائما تي قبضي ڪرڻ" جو حڪم ڏنو ويو.[318] ڏاکڻي رخ ۾ اڳڀرائي ڪندي نازي فوجن 8 مئي تي ڪرائما (شهر)، 16 مئي تي ڪرچ، 12 مئي تي خارڪوف، 7 جون تي سيوستاپول ۽ نيٺ 4 جولائي تي ڪاري سمنڊ وارو بندرگاهه به ڳاڙهي فوج کان کسي ورتو.
جنهن ڪانپوءِ جرمني طرفان نئين حملي جي تياري ڪئي وئي پر اهو حملو سڄي جنگي محاذ تي نه ڪيو ويو. فقط ڏکڻ طرف، ڪاڪاسس ۽ اسٽالن گراڊ ڏانهن پيش رفت ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪئي وئي. جنهن جا مکيه مقصد ئي هئا
(1) اسٽالن گراڊ تي قبضي ڪانپوءِ ماسڪو کي پنهنجي پٺيان کان قري ڏڪ ڏيڻ سگهجي. (نازي ڪمانڊ جو خيال هو ته ماسڪو سميت اتر سوويت يونين کي رسد اتان (اسٽالن گراڊ) کان ئي ٿي تنهنڪري سڌو ماسڪو سان ويڙهه ڪرڻ بدران اٽسڌي طرح ان جي رسد جي رستا روڪ ڪري ان کي ڪمزور ڪجي.)
(2) ڪاڪاسس ڏانهن فوجي اڳڀرائي حاصل ٿيڻ ڪانپوءِ جرمن فوج جي قبضي هيٺ آيل علائقن جو بچاءُ ڪرڻ ضروري هو ڇاڪاڻ ته فوجي پاسن کي اسٽالن گراڊ واري پاسي کان خطرو ٿئي ها، تنهنڪري، پاسن جي بچاءَ لاءِ اسٽالن گراڊ واري علائقي تي قبضو ڪرڻ ضروري سمجهيو ويو. مطلب ته ڪاڪاسس ڏانهن پيش رفت ڪندڙ نازي فوج جي ڏکڻ پاسن ۽ پنئين پاسي جو تحفظ ڪرڻ لاءِ اسٽالن گراڊ ڏانهن اڳڀرائي ضروري هئي.

---

[318] Hitler's War Directives, p, 178-79

(3) ڪاڪاسس وٽ موجود تيل جا ذخيره سوويت يونين کي ملندڙ تيل جو 90 سيڪڙو مهيا ڪندا هئا. ڪاڪاسس طرف اڳڀرائي ڪرڻ جا مکيه مقصد پڻ هئا هڪ ته ڳاڙهي فوج جي تيل رسد بند ڪجي ۽ ٻيو، نازين جي ايندڙ حملي لاءِ تيل اتان مهيا ڪيو وڃي ۽ ان علائقي جي فتح ڪانپوءِ ايشيائي علائقن (ايران، ترڪي، هندستان وغيره) ڏانهن پيش رفت ڪرڻ ۾ پڻ آساني ٿئي ها. ڏکڻ طرف نئين حملي سان گڏوگڏ جرمن فوج کي اتر طرف لينن گراڊ تي پڻ حملو ڪرڻو هو ته جيئن فن لينڊ کي پاڻ سان گڏائي سگهجي.

## 5_C) ڪاڪاسس وارو محاذ

1942 جي اونهاري ۾ جڏهن جرمن فوجون اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس ڏانهن وڌي رهيون هيون، تڏهن روسي ثقافت جي تباهه ٿيڻ جي خطري کي محسوس ڪندي شاعر انا اخمتووا "همٿ" نالي نظم لکيو.

"اسين ڄاڻون ٿا ته تارازي ۾ ڇا پيو آهي
۽ هاڻي ڇا پيو ٿئي.
گهڙيالن ۾ بهادري جا گهنڊ وڄي چڪا آهن
۽ اسان همٿ نه هارينداسين
دشمن جي گولين سان مرڻ جو خوف نٿو ڏيڄاري.
بي گهر ٿيڻ صبر آزما عمل نه ٿو لڳي
اسانجي روسي ٻولي، اسانجي عظيم زبان
اسين توکي بچائينداسين
اسين توکي ابد تائين آزاد ۽ خالص رکنداسين
۽ توکي اسين پنهنجن ايندڙ نسلن جي حوالي ڪنداسين
۽ توکي غلامي کان بچائينداسين
هميشه لاءِ"

هٽلر جو خيال هو ته "جيڪڏهن پاڻ کي ميڪ اپ ۽ گروزني (ڪاڪاسس جا علائقا) جي تيل جا ذخيره نه مليا ته جنگ ختم ڪرڻي پوندي." انهن مقصدن جي حاصلات لاءِ جرمن ڪمانڊ Case Blue نالي اونهاري ۾ جنگي حملي جو منصوبو جوڙيو. جرمن ڪمانڊ جو خيال هو ته سياري جي گذرڻ کانپوءِ اونهاري ۾ وري ڳاڙهي فوج کي شڪست ڏئي سگهجي ٿي جڏهن کين آزادي سان چرپر ڪرڻ ۾ ڪابه رڪاوٽ نه ٿيندي.




اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس ڏانهن جرمن فوج جي پيش رفت

پوءِ هٽلر مداخلت ڪندي ڏکڻ واري فوجي گروپ کي ٻن حصن اي ۽ بي ۾ ورهايو، اي گروپ جي ڪمانڊ وليم لسٽ کي ڏني جنهن کي 17 هين فوج ۽ پهرين پينزر فوج سان ڪاڪاسس ڏانهن منصوبي مطابق وڌڻو هو. ٻئي طرف، آرمي گروپ بي جي ڪمانڊ فريڊرڪ پالس وٽ هئي جنهن ۾ ڇهين فوج ۽ هرمن هوٿ جي چوٿين پينزر فوج شامل هيون، جنهن جو هدف اسٽالن گراڊ مقرر ڪيو ويو.

ٻئي طرف، سوويت ڪمانڊ لاءِ اضافي خطرو اهو به هو ته متان ترڪي

نازي فوج جو ساٿ نہ ڏئي!؟ چاڪاڻ تہ ان وقت بہ ترڪي جي 26 ڊويزن فوج ٽرانس ڪاڪاسس (سوويت يونين جي) سرحد وٽ مقرر هئي. جيئوٽيڪ، سوويت يونين جا ايران سان معاملا بهتر هئا پر جنگ دوران ان مان پڻ خطرو هو. تنهنڪري سوويت ڪمانڊ احتياطي اپاءَ ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملي کان بچاءَ لاءِ 45 هين ڳاڙهي فوج ۽ 15 هين ڪيولري ڪور کي اتي مقرر ڪيو. جڏهن تہ ايران ۾ 44 ۽ 46 هين ڳاڙهي فوج اڳواٽ ئي 1941 کان مقرر هيون. حقيقت ۾ ايتري فوج اهڙي قسم جي خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي نہ هيون تنهنڪري مرڪزي ايشيا ۽ ٻين پاسن کان ڳاڙهي فوج گهرائي وئي.[319] جيئن تہ مئي ۾ دوران ڪرائما واري علائقي تي جرمن فوج قبضو ڪري ورتو هو، تنهنڪري، ڪرائما محاذ جي باقي بچيل ڳاڙهي فوج سوڙهي لنگهہ مان گذري تمن پيننسوليا (Taman Peninsula) تائين پهتي هئي. پوءِ ڪرائمن محاذ جي بچيل اسٽاف جي بنياد تي 20 مئي تي نئون اتر وارو ڪاڪاسس محاذ جنرل بديني (Budyonny) جي ڪمانڊ هيٺ جوڙيو ويو. سوويت ڪمانڊ 90 هزار عام شهرين کي دفاعي ڪمن ۾ تيزي سان ڪتب آڻڻ لاءِ هدايت ڪئي. جن جي مدد سان خندقون، توب مخالف کڏا وغيره کوٽيا ويا.

## 300 ميل نيم خشڪ پٽ ۽ جبل

هٽلر 23 جولاءِ تي ڪرنل جنرل هلڊر کي رپورٽ ڏيڻ لاءِ سڏايو. جنرل هلڊر ٻڌايس تہ "روسي ڇاٽي واٽي منظم انداز سان وڙهڻ کان ٽٽائي رهيا آهن." اهو ٻڌي هٽلر سندس ڳالهہ اڌ ۾ ڪٽي چيس "بيوقوف! "روسي فوج تہ ڀڄي جان بچائڻ ۾ پوري آهي. اهي تہ ختم ٿي ويا." وري هلڊر وراڻيندي چيس تہ "Staryy Oskol وٽ گهيري ڪرڻ واري مهم ۾ اسانکي ڪابہ فوج هٿ نہ چڙهي." ان جي جواب ۾ هٽلر چيس تہ "جنرل وون بوڪ گهڻو وقت ورونزه وٽ ضايع ڪري ڇڏيو، اسان جون فوجون تہ دير سان پهتيون. جنهنڪري، روسي فوجون گهيري مڪمل ٿيڻ کان اڳ ۾ ئي نڪري ويون."[320]

جڏهن تہ سوويت هاءِ ڪمانڊ چٽي ريت طئي ڪري چڪي هئي تہ فوجن

---

[319] Soviet General Staff at War, p, 58

[320] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 503

ڪي پيهر گهيرن ۾ ڦاسڻ نہ ڏيو. سوويت جنرل اسٽاف ۽ لڙائي جي ميدان تي موجود ڪمانڊر ان حڪمت عملي تي، سختي سان عمل ڪيو، اها ساڳي ئي پراڻي حڪمت عملي هئي جنهن سان روسين نيپولين بونا پارٽ کي شڪست ڏني هئي. مطلب تہ دشمن کي وسيع ايراضي واري ملڪ ۾ اندر تائين اچڻ لاءِ پڙڪائڻ تہ جيئن دشمن ٿڪجي پوي تہ مٿان حملو ڪريونس.

نہ صرف ايترو پر ڊان ندي جي ڏاکڻي علائقي ۾ جرمن فوجن لاءِ صورتحال ئي ٻي هئي. هنن جي اڳيان اٽڪل 300 ميل نيم خشڪ پٽ (Steppe) هو ۽ ان جي پنيان دنيا جو سڀ کان مٿانهون جابلو سلسلو هو جيڪو ڪاري سمنڊ کان ڪيئسپين سمنڊ تائين ڦهليل هو. حملي آور جرمن فوج لاءِ بلڪل پيو ماحول هو.

ڪاڪانس جي اتر وارو خشڪ پٽ دفاع ڪندڙ سوويت فوجن لاءِ لچڪدار مزاحمت ڪرڻ جو بهترين موقعو هو. لاتعداد واٽر ڪورسز هئا جيڪي ڪاري سمنڊ ۽ ڪيئسپين سمنڊ ڏانهن وهي رهيا هئا، جتي دفاع ڪندڙ ٿوري قوت سان بہ وڙهي سگهيو پئي. جنگ هڪڙي عجيب ۽ اٿاٽال دنيا ۾ داخل ٿي رهي هئي. اهو چار سو ميل ڊگهو پٽ ايشيا ۽ يورپ کي الڳ ڪري رهيو هو.

ڏاکڻي جرمن فوجي گروپ، ڏکڻ طرف لڙائي جي شروعات ڪندي، 1942 جي اونهاري تائين ڪاڪاسس جي ويجهو وڃي پهتيون. چوٿين پينزر آرمي ڪرسڪ (Kursk) ۽ بلغريڊ (شهر) جي ڪاٻي پاسي کان مڪيہ حملو ڪري 250 ميل علائقو قبضي هيٺ ڪيو، ۽ ائين ساڄي پاسي راستوف (Rostov) وٽان ڪاڪاسس جي پائيپ لائين کي سوويت آزاد علائقن کان ڪٽي ڇڏيو.

هٽلر جي 31 جولاءِ واري جنگي حڪم نامي (Operation Edelweiss) مطابق فوجي گروپ اي (A) لڙائي جي ابتدا ڪندي آرمور (Armavir) ۽ ميڪپ (Maykop) علائقن ڏانهن وڌڻ شروع ڪيو. 9 آگسٽ جي شام تائين، ميجر جنرل هر (Herr) جي 13 هين پينزر ڊويزن ميڪپ شهر کي ٻهاري ڇڏيو. جيڪو تيل ذخيرن واري ان پٽ جو انتظامي مرڪز هو. آگسٽ جي ابتدائي ڪجھ ڏينهن دوران آرمي گروپ اي جي مهڙ وارا تيز رفتار جٿا ڪيوبن (Kuban) ۽ ڪلمڪ (Kalmyk) علائقن کان گذرندا سوويت فوج کي گهيري ۾ ڦاسائڻ لاءِ اڳتي نڪري ويا. پر جيترو تيزي سان

ڪاڪاسس ڏانهن اڳتي وڌندا ويا تيئن تيئن ڪين وڌ ڪان وڌ ميدان تہ حاصل ٿيندو ويو پر سوويت فوجون هٽ نہ چڙهيون. 421، هين پيادا رجمينٽ جي ڪمانڊر پنهنجي اسسٽنٽ کان پڇيو تہ ”اڄ ڪيٽا ميل طئي ڪيا آهن؟“ ان وراڻيس تہ ”چاليهہ ميل“[321] پر لڙائي دوران سوويت فوج ويڙهہ ڪي اينگهائڻ ۽ لچڪدار مزاحمت وارين تدبيرن تي عمل ڪيو.

6 سيپٽمبر تي جرمن فوج ڪاري سمنڊ جي بندرگاهہ تي هلان ڪري ڏني. هاڻي سندن پيو هدف ٽوپاس (Tupase) هو. پر آخري فيصلاڪن چال ڏيڻ لاءِ ڪٽي بہ جرمن فوج وٽ ايتري سگهہ نہ بچي هئي ۽ سوويت مزاحمت پڻ سخت هئي. آرمي گروپ اي جون حملي آور فوجون هفتن جي لڙائي ڪانپوءِ ٽڪجي چڪيون هيون، رسد واري قطار پڻ ڊگهي ٿي چڪي هئي. مٿان وري سوويت جهاز ۽ آرٽلري جي برتري مصيبت ڪري ڇڏي. ڪاڪاسس طرف جرمن اڳيرائي تيرڪ (Terek) وٽ آخر ڇيهہ ڪيو. جرمن فوج دانهون ڪندي رهي تہ ”اسين وڌيڪ اڳتي نٿا وڌي سگهون. اسين وڌيڪ اڳتي نٿا وڌي سگهون.“ پر جرمن هاءِ ڪمانڊ تيرڪ وٽان پيهر حملو ڪرڻ جو حڪم ڏنو، ائين 25 سيپٽمبر تي (Tiffis) ڏانهن ويندڙ رستي تي هلان شروع ڪئي. پر وري فوج جي پرتي، تيل ۽ هٿيارن جي پهچڻ تائين بيهي رهيا. نيٺ، 25 ۽ 26 آڪٽوبر تي پيهر لڙائي شروع ٿي ۽ ائين جرمن فوج پهرين نومبر تائين الجير (Alagir) تائين پهتيون.[322]

1942 جي جولائي ۽ آگسٽ مهيني جي ابتدائي ڏينهن تائين ڪيوبن علائقي ۾ ڳاڙهي فوج طرفان سخت دفاعي ويڙهہ هلندي رهي، نازي فوج آهستي آهستي اڳتي وڌندي، آگسٽ جي آخر تائين، تيرڪ (Terek) تائين پهچي وئي. لڙائي دوران ڳاڙهي فوج وٽ هٿيارن ۽ رابطي جي شديد کوٽ پيدا ٿي پئي. مثال طور 417 هين پيادا ڊويزن وٽ فقط 500 رائفل، ۽ 151 هين ڊويزن وٽ صرف اڌ هٿيار هئا، هڪڙي برگيڊ ۾ فقط 30 سيڪڙو فوج هٿيارن سان ليس هئي. ڪُلڪور پاس وٽان نازي فوج طرفان تيزي سان اوچتو حملو ٿيو ۽ ان جي خبر 46 هين فوج جي هيڊڪوارٽر کي ٻن ڏينهن ڪانپوءِ ملي.[323]

---

[321] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 515
[322] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 538
[323] Soviet General Staff at War, p, 58-59

## تباهي جي پوت جا لامارا: ائٽلانٽڪ سُمنڊ کان وولگا ندي ۽ ڪاڪاسس تائين

ڏهن ڏينهن جي شديد ويڙهه کانپوءِ نازي فوج مکيه ڪاڪاسس رينج جي اترين ميدانن (ٽوپاس کان 50 ڪلوميٽر) وٽ بيهي رهي. بهرحال، ڳاڙهي فوج جي پوزيشن انتهائي گنڀير هئي. تمن پيننسوليا ۽ Novorossiisk جتان نازي فوج جو خيال هو ته ٽوپاس تي ٻئي حملي لاءِ مدد ملندي. 10 سيپٽمبر تي، ڳاڙهي فوج دشمن جي اُيرندي حصي (سيمنٽ جي ڪارخانن جي وچ واري علائقي Novorossiisk) وٽ نازي فوج کي دفاعي صورت اختيار ڪرڻ تي مجبور ڪيو.
جيئن ته جرمن فوج جا قدم سُست هئا ۽ ڪين نقصان به گهٽو پهتو هو، جنهن ڪري اها وڌيڪ محتاط انداز سان اڳتي وڌنڌي رهي، پينزر گروپ ۾ پيادا فوج ۽ آرٽلري جي تعداد ۾ اضافو ڪيو ويو (۽ گشتي هٿيار توب ۽ جهاز وغيره گهٽايا ويا) جنهن جي نتيجي ۾ فوج جي اڳتي وڌڻ جي رفتار گهٽجي وئي.
سوويت يونين طرفان پهاڙي علائقن جي رهواسين جا فوجي جٿا هنگامي بنيادن تي تيار ڪيا ويا ۽ بيون اضافي فوجون پڻ اوڏانهن اماڻيون ويون. مزدورن جا هٿيار بند جٿا ۽ مختلف قوميتن سان تعلق رکندڙ عوام کي دشمن خلاف ميدان ۾ لاٿو ويو. عوام جي ڀائيچاري ۽ اتحاد دشمن جا ڏند کٽا ڪري ڇڏيا. مارخ پاس وٽ وڙهندڙ سوويت فوجي آخر تائين وڙهيا (مطلب ته ان جاءِ تي وڙهندڙن مان ڪو به نه بچيو). جيتوڻيڪ، نازي فوجن ڪيترائي ڀيرا اڳتي وڌڻ جون ڪوششون ڪيون پر دفاع ڪندڙ ڳاڙهي فوج جي مزاحمت ڪين اڳتي وڌڻ نه ڏنو ۽ نيٺ گروزني وٽ نازي فوج کي گهٽو هاڃو پهتو ۽ ائين نازي فوج گروزني ۽ باڪو جي تيل ذخيرن تائين پهچڻ ۾ ڪامياب نه ٿي سگهي. ٽوپاس وٽ پڻ نازي فوج وڏيون ڪوششون ڪيون پر آڪٽوبر ڌاري، سوويت ڪمانڊر گرچڪو سميت ڳاڙهي فوج جي تازي پرتي اماڻي وئي. سياسي ڪم تيز ڪيو ويو. تنهن کانپوءِ سوويت جوابي حملن جو سلسلو شروع ٿيو جنهن نازين کي پشش دريا کان پوئتي ڌڪي ڇڏيو. نومبر ڌاري جرمن فوج ٽوپاس کان ٿيهر ڪوشش ڪئي پر ڪين ڪو هڙ حاصل نه ٿيو. جنهن کانپوءِ دشمن وري ايڏانهن حملو نه ڪيو.

بهرحال، ڪاڪاسس واري محاذ تي جرمن فوج لاءِ صورتحال انتهائي خطرناڪ بڻجي وئي. جنهن جا مکيہ ڪارڻ هن ريت هئا: (1) ڪاڪاسس واري پاسراٽي (Flank)، جيڪا اٽڪل 200 ميل هئي (جنهن جو بچاءُ ڪرڻ انتهائي مشڪل هو) (2) ايتري ڊگهي مفاصلي تائين مهڙ ۾ وڙهندڙ فوج کي رسد تيزي سان پهچائي نہ سگهڻ سبب تيل جي کوٽ پيدا ٿي پئي (3) ڪاڪاسس وارو علائقو جابلو علائقو هو جتي جرمن توبون آزادي سان ويڙهہ نہ پئي ڪري سگهيون (4) اسٽالن گراڊ کي فتح ڪرڻ واري ويڙهہ سبب ڪاڪاسس واري جرمن فوج جو ڪجهہ حصو اسٽالن گراڊ ڏانهن اماڻيو ويو (5) تيل جهازن يا ريل رستي اماڻيو پئي ويو، جيڪو (گاڏين ۽ توبن جي) اڳتي وڌڻ لاءِ ناڪافي هو (6) مٿان وري ڳاڙهي فوج جي مزاحمت سبب خطرو وڌيڪ شديد ٿي ويو.

ڪاڪاسس طرف جرمن فوجن جي ابتدائي اڳڀرائي وقت ڳاڙهي فوج، پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي هئي پر مٿي بيان ڪيل حالتن جو جائزو وٺندي سوويت فوج لچڪدار دفاعي حڪمت عمليءَ تي عمل شروع ڪيو.

جيتوڻيڪ، ڪاڪاسس واري محاذ تي جرمن فوجون پنهنجي مقصد جي بلڪل ويجهو پهچي چڪيون هيون. هوڏانهن اسٽالن گراڊ وٽ ٿيندڙ ويڙهہ پنهنجي تُوڙ وارن مرحلن ۾ هئي ۽ ان محاذ وٽ ٿيل لڙائي اڳتي هلي ڪاڪاسس مان نازي فوجن جي ترت نيڪالي ڏيارڻ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو.

تيسين نازي فوج لاءِ وڏا مسئلا پيدا ٿي چڪا ها، هر محاذ تي ۽ هر هنڌ هر شيءِ جي کوٽ هئي. آفريڪا ۾ ال امين واري لڙائي کان اڳ، نيل ندي کان 60 ميل پوئتي پهتل جنرل روميل پڻ جرمن جهازن، توبن ۽ تيل لاءِ داتهون ڪري رهيو هو. هوڏانهن اسٽالن گراڊ واري محاذ تي وڙهندڙ جنرل پالس پڻ بندوقن، فوجي پرتين ۽ توبن لاءِ ٻاڪاري رهيو هو. مطلب تہ ائٽلانٽڪ سمنڊ کان وولگا ندي ۽ ڪاڪاسس تائين هر لڙائي جي ميدان تي ڪڙڪندڙ تباهي جو پوٽ جرمن فوج مٿان لامارا ڏئي رهيو هو. پر سوال اهو هو تہ پهريائين ڏک ڪٿي لڳندو؟

## (B_4) اسٽالن گراڊ جي لڙائي

اسٽالن گراڊ وٽ ڳاڙهي فوج جي فتح کي ٻي عالمي جنگ جي تاريخ ۾ اهم حيثيت حاصل آهي. اها لڙائي جنگي حڪمت عمليءَ ۽ ان جي حقيقي روپ وٺڻ جو بيمثال نمونو هئي، انهيءَ لڙائي ۾ حاصل ٿيل فتح ڏيکاريو

اثر ۽ وسيع تر فوجي ۽ سياسي نتيجا ڏنا. وولگا ندي وٽ ٿيل ان لڙائي نہ صرف نازي جرمني خلاف سوويت يونين جي عظيم محب وطن جنگ، پر جنگ جي تاريخ ۾ پڻ سونهري ورقن ۾ جاءِ والاري. جنهن لاءِ بغدا ۾، برزنيف چيو هو تہ "اسٽالن گراڊ" مزاحمت ۽ فتح جي علامت بڻجي ويو." اسٽالن گراڊ جي لڙائي تاريخ جي سڀ کان وڏيڪ خونريزہ ۽ سڀ کان وڏي شهري ويڙهہ هئي. ٻي عالمي جنگ جي ابتدا کان وٺي نازي فوج کي ايتري وڏي شڪست نہ ملي هئي. هيءَ لڙائي ساڍا ڇهہ مهينا (17 جولائي 1942 کان 2 فيبروري 1943 تائين) جاري رهي. لڙائي جو ميدان اٽڪل هڪ لک چورس ڪلوميٽر، ۽ مختلف وقتن تي اٽڪل 400 کان 850 ڪلوميٽر تائين جنگي محاذ رهيو. ٻنهي ڌرين طرفان 20 لک کان وڌيڪ فوج، 2 هزار توبن، اڍائي هزار جهازن، 26 هزار بندوقن ۽ مارٽرن جو استعمال ڪيو ويو.

نازي فوج طرفان اسٽالن گراڊ طرف رخ ڪرڻ جا مکيہ مقصد ہہ هئا (1) اسٽالن گراڊ هڪ وڏو صنعتي علائقو هو ۽ ڪيسپيئن سمنڊ ۽ اترئين سوويت يونين جي وچ ۾ آمدرفت جو اهم رستو هو. ان تي قبضي ڪرڻ سان نازي فوجون اتر سوويت ڏانهن ويندڙ سامان جي آمدرفت کي روڪي سگهن ها ۽ (2) ڪاڪاسس جي تيل ذخيرن تي قبضو ڪرڻ لاءِ ڪاڪاسس محاذ تي وڙهندڙ جرمن فوج جي پاسن جو دفاع ڪرڻ، ۽ سوويت جنگ جي مشين کي ڪاڪاسس مان ملندڙ تيل جي رسد بند ڪرڻ. ساڳئي وقت، شهر تي اسٽالن جو نالو رکيل هو تنهنڪري فاشسٽ حڪمرانن لاءِ ان تي قبضو ڪرڻ هڪڙي نظرياتي جنگ بہ هئي ۽ ان جو نفسياتي اثر بہ هو. اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس کي فتح ڪرڻ جو هڪڙو ٻيو مقصد ترڪي ۽ ايشيا جي ٻين ملڪن ڏانهن اڳيرائي حاصل ڪرڻ يا ساڻن اتحاد ڪرڻ پڻ هو.

## نازي منصوبو "نيرو ڪيس" (Case Blue)

مٿين مقصدن جي حاصلات لاءِ جرمن ڪمانڊ Case Blue نالي اونهاري ۾ جنگي حملي جو منصوبو جوڙيو هو. جنهن مطابق ڏکڻ واري فوج گروپ کي ٻن حصن اي ۽ بي ۾ ورهايو ويو. اي گروپ جي ڪمانڊ وليم لسٽ وٽ هئي جنهن جو هدف ڪاڪاسس هو. ٻئي طرف، آرمي گروپ بي (B) جي ڪمانڊ جنرل فريڊرڪ پالس وٽ هئي جنهن ۾ ڇهين فوج ۽ هرمن

هوٿ جي چوٿين پينزر فوج شامل هيون، انهن کي وولگا ۽ اسٽالن گراڊ ڏانهن رخ ڪرڻو هو. آرمي گروپ ڏکڻ جي ڪمانڊ ابتدا ۾ فيلڊ مارشل بوڪ وٽ هئي جيڪا پوءِ جنرل ميڪزملين کي ملي.
جيتوڻيڪ، "ڪيس بلو" تي مئي 1942 جي آخر ۾ عمل شروع ٿيڻو هو پر نازي ۽ رومانين فوجون سيوستاپول جي گهيري واري عمل ۾ مصروف هيون. جنهنڪري ڪيترائي ڀيرا "ڪيس بلو" آپريشن ملتوي ڪيو ويو. نيٺ جون جي آخر ۾ سيوستاپول شهر تي قبضو ڪيو ويو. ان دوران نازي فوج خارڪوف جي ٻي لڙائي کي پورو ڪري وڏي تعداد ۾ ڳاڙهي فوج کي (22 مئي تي) قيد ڪيو. هٽلر 5 اپريل 1942 تي جاري ڪيل جنگي هدايت نامي ۾ اسٽالن گراڊ تي قبضي ڪرڻ جو حڪم ڏنو




اسٽالن گراڊ ڏانهن جرمن ڪاهه

هو ۽ اهو به چيو ته ”هر صورت ۾، اسٽالن گراڊ شهر تائين پهچڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي، يا گهٽ ۾ گهٽ شهر مٿان ايتري ڳري بمباري ڪئي وڃي جو اهو ڪنهن به صنعتي يا ڪميونيڪشن جي مرڪز طور استعمال ٿي نه ٿي سگهي.“ [324]

بهرحال، 28 جون 1942 تي ڪيس بلو تي عمل ڪندي نازي فوج حملو ڪيو جيڪو ابتدا ۾ ئي بهتر انداز سان اڳتي وڌيو. وسيع ۽ عريض پٽن ۾ ڳاڙهي فوج جي مزاحمت گهٽ هئي. ڳاڙهي فوج ڪيترائي ڀيرا دفاعي صفون مضبوط ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پر هر ڀيري جرمن فوجن پاسن کان ڦري انهن کي ناڪام پئي بڻايو. اسٽالن گراڊ ڏانهن رخ ڪندي 2 جولائي تي خارڪوف، ۽ هفتي کانپوءِ مليروو، راستو اوبلاسٽ وٽ ڳاڙهي فوج کي گهيرن ۾ ڦاسايو ويو. ان دوران چوٿين پينزر جرمن فوج ۽ ٻي هنگرين فوج ورونزه شهر تي هلان ڪري 5 جولائي تي قبضو ڪري ورتو. ڇهين فوج جي ابتدائي سوين کي ڏسي هٽلر چوٿين پينزر فوج کي ڏکڻ ۾ اي گروپ جو ساٿ ڏيڻ جو حڪم ڏنو. رستا گهٽ هجڻ سبب چوٿين پينزر فوج ۽ ڇهين فوج جون هزارين گاڏيون شديد ٽريفڪ جام جو شڪار ٿي ڦاسي پيون، جنهنڪري دير ٿي پئي نتيجو اهو ڪڍيو ويو ته اڳتي وڌڻ ۾ گهٽ ۾ گهٽ هفتو لڳي ويندو. ائين هٽلر پنهنجو فيصلو بدلائيندي چوٿين پينزر فوج کي اسٽالن گراڊ ڏانهن واپس ورڻ جو حڪم ڏنو. جولائي جي آخر تائين، جرمن فوج ڊان ندي کان اڳتي تڪري چڪي هئي. ان جاءِ تي ڊان ۽ وولگا نديون هڪٻئي کان اٽڪل 40 ميل پري هيون. نازي ڪمانڊ اٽلي، هنگري ۽ رومانيه جي فوجن کي پاسن جي تحفظ لاءِ مقرر ڪيو. جن وٽ جديد جنگي سامان گهٽ هو. 28 جولائي تي جرمن جنرل پالس جي 6 هين آرمي جو اڳيون جٿو مسلسل 350 ڪلوميٽر مفاصلو طئي ڪري ڪلاچ (Kalach)، يعني وولگا دريا کان صرف 40 ميل پوئتي، تائين پهچي چڪو هو، پر ڊان (دريا جي) وڪڙ وٽ سخت مزاحمت سبب، اڳتي وڌڻ خطرناڪ هو، اهڙي طرح ڇهين جرمن فوج اسٽالن گراڊ وٽ متوقع اندازي کان دير سان پهتي. 6 هين فوج ۾ گشتي فورسز گهٽ هيون جنهن ڪري ان ۾ آزاد ۽ تيز نقل حرڪت واري قوت پڻ گهٽجي وئي.

---

[324] Hitler's War Directives, p, 181




استالن گراڊ شهر باقي نو (9) ڪلوميٽر اڳتي

23 آگسٽ تي، ڇهين آرمي ۽ چوٿين پينزر استالن گراڊ تي ٻن رخن کان حملو ڪيو، ڪشتي يونٽ وولگا ندي کي 30 ميل ويجهو پهچي ويا ۽ شاڳئي رات وڏيڪ 15 ميل پيو مفاصلو به اڪاري ويا.

ڏکڻ طرف، گروپ اي، ڪاڪاسس ڏانهن گهڻو فاصلو طئي ڪري چڪو هو، پر انهن جي اڳيرائي رسد جي ڊگهي مفاصلي سبب گهٽجي چڪي هئي، ٻئي فوجي گروپ (اي ۽ بي) هڪٻئي کان ايترو پري هئا جو هڪٻئي جي مدد به نه ٿي ڪري سگهيا.

نازي فوج لاءِ سوويت يونين ۾ سڀ کان وڏن مسئلن مان هڪ گوريلا جٿن جون ڪارروائيون هيون جن کي محاذ جي پٺيان وارن وسيع علائقن ۾ ڪميونسٽ پارٽي منظم ڪندي هئي. 1942 ڌاري يوڪرين، لينن گراڊ (صوبي) بيلا روس ۽ سمولينسڪ ۽ بريانسڪ جهڙن علائقن ۾ گوريلا جٿن ڪارروائيون ڪري نازي فوج ۽ ڪمانڊ لاءِ ڏرتي ٿامو بڻائي ڇڏي. نيٺ ان قسم جي ڪارروائين کان بيزار ٿي، هٽلر پنهنجي جنگي هدايت نامي (18 آگسٽ 1942) ذريعي حڪم ڏيندي چيو ته "گذريل مهينن ۾، اوڀر (سوويت يونين) طرف، ڌاڙيل (گوريلا جٿا) ناقابل برداشت حد تائين وڌي ويا آهن، ۽ محاذ جي رسد لاءِ وڏو خطرو بڻجي ويا آهن." "انهن خلاف ويڙهه ڪرڻ، محاذ تي دشمن سان ٿيندڙ ويڙهه وانگر جنگي حڪمت عملي جيترو اهم معاملو آهي."[325]

325. Hitler's War Directives, p, 197-98

## "شهر جو بچاءُ ڪنداسين يا اها ڪوشش ڪندي مرنداسين"

سوويت ڪمانڊ جو خيال هو تہ وقت ۽ وسيلن جي حوالي سان حالتون تمام بدتر آهن تنهنڪري شهر جي دفاع لاءِ جيڪو ڪجهہ ٿي سگهي، اهو ڪجي. سوويت ڪمانڊ طرفان ڏکڻ اولهہ واري پاسي ٻي محاذ (ڊان، اسٽالن گراڊ ۽ ڏکڻ) ترتيب ڏنا ويا هئا، جنهن ۾ اسٽالن گراڊ واري محاذ تي 51، 52، 62 ۽ 64 نمبر واريون فوجون هيون، مکيہ ويڙهہ 65 هين ڳاڙهي فوج ۽ 6 هين جرمن فوج وچ ۾ هئي. ٻئي طرف، ڊان محاذ تي 63، 21، 24، 66 هين نمبر واري ڳاڙهي فوج هئي.

سوويت مارشل زوڪوف جرمن جهازن ۽ توپن جي ڪارڪردگي کي ڏسي سمجهي ورتو تہ کليل ميدان ۾ برتر جرمن ٽيڪنالوجي سان وڙهڻ تمام مشڪل ٿيندو. ان دوران هن وٽ صرف ٻہ گس هئا، هڪ تہ آخري سپاهي تائين ويڙهہ ڪري يا آهستي آهستي وڙهڻ ۽ پٺتي هٽڻ وارو گس وٺي اسٽالن گراڊ شهر تائين جرمن فوج کي وٺي اچي. جنگ جي ان مرحلي تائين، نازي فوج جي ڀيٽ ۾ ڳاڙهي فوج ۾ گشتي جنگ ڪرڻ جي قابليت گهٽ هئي. جولائي مهيني ۾ نازي فوج جي مقصد کي سمجهندي اسٽالن 1 آگسٽ 1942 تي مارشل يرمينڪو (Yeryomenko) کي ڏکڻ اوڀرندي محاذ جو ڪمانڊر مقرر ڪيو. اسٽالن گراڊ واري گشتي لڙائي ۾ جرمن جنرل هوٿ جي سامهون سوويت جنرل يرمينڪو هو جيڪو "اسٽالن گراڊ محاذ" جو ڪمانڊر ان چيف هو، هي انتهائي بهادر ۽ بي ڊپو، جنگي حڪمت عملي جو ڄاڻو هو.[326] ان سان گڏ ڪميسار نڪيتا خروشچيف کي اسٽالن گراڊ شهر جي دفاع جي ذميواري ڏني وئي. 62 هين فوج جي ڪمانڊر ان چيف جنرل لوپٽن (Lopatin) شهر جو دفاع ڪرڻ بدران تجويز ڏني تہ شهر کي بچائي نہ سگهنداسين. جنهن تي کيس هٽائي چيڪوف کي 62 هين فوج جو ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو ويو، چيڪوف سخت مزاج، جنگي فن جو ڄاڻو، بهادر ۽ بهترين انسان هو. جڏهن يرمينڪو کائنس پڇيو تہ "توکي سونپيل ڪم ڪيئن ٿو لڳي؟ ڪري ويندي؟" جنهن تي چيڪوف چيس تہ "آءٌ قسم ٿو کڻان تہ شهر کي نہ ڇڏيندس. اسين اسٽالن گراڊ کي بچائينداسين يا اُتي وڙهندي

[326] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 556

مرنداسين."[327] (ان لڙائي ۾ چيڪوف جي ڪارڪردگي کي ڏسي بعد ۾ کيس "سوويت يونين جو هيرو" جو ايوارڊ ڏنو ويو) 62 هين فوج کي ٽاسڪ ڏنو ويو ته هر حال ۾ شهر جو دفاع ڪرڻو آهي.

شهر تي حملي جي ڄاڻ ملندي ئي شهر مان اَنُ، مال متاع ۽ ريل رستي وارو ذخيرو وولگا ندي ٽپائي پرتي رکيو ويو. شهري، عورتن ۽ ٻارن سميت خندقون کوٽڻ ۽ مضبوط دفاعي رڪاوٽون تعمير ڪرڻ ۾ جنبي ويا. جيتوڻيڪ، ڪجھ ڪارخانن ۾ سرگرمي جاري هئي خاص ڪري T-34 توب ٺاهڻ وارو عمل جاري رکيو ويو. ان کان اڳ جو جرمن فوجون ۽ توبون شهر جي ويجهو پهچن جرمن جهازن وولگا ندي کان ايندڙ رسد مٿان شديد بمباري ڪري ان کي ٻيڙن لاءِ ناقابل استعمال بڻائي ڇڏيو. 25 کان 31 جولاءِ تائين 32 سوويت ٻيڙيون ٻڏي ويون ۽ ٻيون خراب ٿي ويون. نازي فوج شهر مٿان ڳري بمباري ذريعي لڙائي جي شروعات ڪئي. اٽڪل هڪ هزار ٽن بم اڇلايا ويا. شهر ڏسندي ڏسندي ملبي جو ڍير بڻجي ويو، جيتوڻيڪ ڪجھ ڪارخانا پوءِ به ڪم ڪندا رهيا ۽ مزدور ڪم ڪانپوءِ ويڙھ ۾ به حصو وٺندا رهيا.



اسٽالن گراڊ شهر جون ڀڳل عمارتون

جيتوڻيڪ، جهازن جي تازي پرتي ٿيندي رهي: (سال جي وچ ۾ شهر جي مخصوص بيهڪ سبب جنرل پالس وٽ حملي ڪرڻ جا گس گهٽ هئا،

[327] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 562

جيئن تہ جرمن ويڙهہ جو طريقي ڪار گهيرو ڪرڻ وارو هو پر شهر جي پنيان وولگا ندي هئڻ سبب گهيري واري حڪمت عملي تي عمل نہ پئي ٿي سگهيو. تنهنڪري جنرل پالس اسٽالن گراڊ جي محاذ تي وڙهندڙ ڳاڙهي فوج کي جهڪائڻ لاءِ ان مٿان هوائي بمباري ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، پهرين ڏينهن، اٽڪل 600 جهازن شهر مٿان بم ڪرائي اٽڪل 40 هزار شهرين کي هاڃو رسايو.



جرمن جهاز

جنرل پالس سمجهيو تہ ان طريقي سان هي ڳاڙهي فوج جي اخلاقي سگهہ کي ڪمزور ڪري سگهندو. 23 آگسٽ تي جرمن جهازن شديد بمباري ڪري باهہ جو طوفان کڙو ڪيو. جنهن جي نتيجي ۾ هزارين ماڻهو مارجي ويا. سوويت جهازن کي جرمن جهازن شڪست ڏئي ڇڏي فقط



ڳاڙهي فوج جون بہ عورتون

هڪ هفتي اندر 200 جهاز سوويت جهاز وڏي تعداد ۾ ناهيا ويا.) شهر تي فضائي بمباري ڪندڙ جهازن کي نشانو بڻائڻ لاءِ ابتدائي ڪم جهاز_مخالف فائرنگ ڪندڙ 1077 هين رجمينٽ کي ڏنو ويو جنهن ۾ رضاڪار نوجوان عورتن هيون جن کي ڪابه تربيت نه مليل هئي. جنهن ڳالهه جرمن فوج کي چرڪائي ڇڏيو ته عورت فوج سان ويڙهه پئي هلي. ابتدا ۾ ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي فوج ناهي وئي. پر هٽلر اسٽالن گراڊ کي فتح ڪرڻ کان وڌيڪ ان تي مڪمل قبضو ڪرڻ چاهيو. هٽلر جنرل پالس تي زور ڀريو ته توبن کي شهر اندر موڪليو وڃي.
23 آگسٽ تائين جرمن فوجون وولگا ندي جي مٿئين پاسي تي موجود رينڪ (Rynok) جي ڀرپاسي تي پهچي ويون. 24 آگسٽ تي، توبن، آرٽلري، گرنيڊن ۽ مارٽرن سميت جرمن فوج اسٽالن گراڊ جي اترئين حصي واري صنعتي علائقي جي ڀرپاسي ۾ داخل ٿيڻ شروع ڪيو. ٽڪري تي موجود 62 هين ڳاڙهي فوج سخت مزاحمت ڪئي ۽ سوويت فوجي زمين جي هر هڪ انچ لاءِ وڙهندا رهيا. بلڪل نيون T-34 توبون، جن تي اڃا رنگ به ٿيل نه هو، وري وري حملو ڪري رهيون هيون. ڪيترين ئي توبون ته ڪارخاني جا مزدور هلائي رهيا هئا.[328] 30 آگسٽ تي جرمن فوج شهر ٻاهران 62 هين سوويت فوج جي ٺاهيل دفاعي لائين کي ٽوڙي ڇڏيو. جيئن ئي جرمن توبون شهر ۾ داخل ٿيون ته مسئلو هي ٿيو ته نازين طرفان ڪيل بمباري سبب شهر جي عمارتن جي ملبي جا ڍير هر هنڌ سڌن توبن آڏو رڪاوٽ بڻجي پيا. ٻئي طرف زوڪوف سمجهيو پئي ته آرٽلري ۽ هوائي جهازن کي منهن ڏيڻ ڏکيو آهي تنهنڪري پيادا جرمن فوج کي وڌ کان وڌ ويجهو اچڻ ڏنو.
آگسٽ جي آخر ۾ گروپ بي نيٺ اتر کان وولگا ندي جي ويجهو پهچي ويو ۽ پوءِ ڏکڻ کان ٻي ڪوشش ڪئي وئي. سيپٽمبر ڊاري مسلسل فضائي ۽ آرٽلري بمباري هيٺ فوجين جي ڀرتي ٿيندي رهي جيڪا انتهائي خطرناڪ ڪم هو.

## "ڪُئن جي جنگ"

جيئن ته شهر تي اسٽالن جو نالو رکيل هو تنهنڪري ان وقت ڳاڙهي

[328] Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 55.

فوج لاءِ شهر جو هڪڙو نفسياتي اثر به هو جنهن ڳاڙهي فوج کي وڏيڪ حوصلو ۽ اخلاقي جرئت ڏني، ساڳئي ريت، اسٽالن گراڊ شهر کي فتح ڪرڻ جي خواهش هٽلر کي موڳو ڪري ڇڏيو. اسٽالن گراڊ جيڪو مکيه مقصد نه پر مکيه هدف جو ماتحت هدف هو، اهو بدلجي مکيه مقصد ٿي پيو. (جنهن اڳتي هلي نازي جرمن فوجن کي سُڪائي ڇڏيو.) پر هٽلر هر حالت ۾ شهر کي فتح ڪرڻ پئي چاهيو، ايتريقدر جو هن حڪمت عملي واري نظر ئي وڃائي ڇڏي ۽ هن شهر مٿان انڌي ۽ مسلسل بمباري ۽ گولا باري جو حڪم ڏنو. صورتحال اها هئي جو هڪڙي ڏينهن ۾ اٽڪل 117 ڀيرا هوائي حملا ۽ بمباري ڪئي وئي، شهر مٿان ايترا بم ڪيرايا ويا جو شهر جي زمين ائين پئي لڳي جڻ ته ان کي به ڀيرا مڪمل هر ڏنو ويو هجي. شهر جون عمارتون پراڻي کنڊر جو ڏيک ڏيڻ لڳيون. اهڙي لڳ ڪانڌاريندڙ حالت ۾ عام انسان جو زنده رهڻ ناممڪن هو پر 24 ڪلاڪ مسلسل بمباري هيٺ ڳاڙهي فوج نه صرف موجود رهي پر زبردست نموني وڙهندي به رهي.



باهه ۾ سڙندڙ عمارت ۽ شهر جو چوراهو

2 ۽ 3 سيپٽمبر جا 48 ڪلاڪن دوران ائين پئي لڳو ته شايد اسٽالن گراڊ جي قسمت جو فيصلو ٿيڻ وارو آهي. 5 سيپٽمبر تي، 24 ۽ 66 هين ڳاڙهي فوج 14 هين فوج پينزر ڪور تي زبردست حملو ڪيو پر جرمن جهازن جي بمباري سبب ناڪام رهيو. 14 سيپٽمبر تي، جرمن جنرل وون هرٽمن جي پيادا فوج شهر جي مرڪز تائين پهچي وئي. وري 18

سيپٽمبر تي، ڀهريون گارڊ ۽ 24 هين ڳاڙهي فوج طرفان حملو ٿيو پر نازي جهازن هر پيري شديد ٻمباري ڪري اڳتي وڌڻ جا گس روڪي ڇڏيا. اٺين ڪيٽريون ٽي سوويت توبون ۽ جهاز تباهه ڪيا ويا. ان صورتحال کي ڏسندي، 62 ۽ 64 هين ڳاڙهي فوج، 13 هين گارڊ رائفل ڊويزن سميت ڪارخانن ۽ گهرن ۾ پنهنجا مضبوط دفاعي مورچا ٺاهيا. اٺين تباهه حال شهر ۾ شديد ويڙهه هلندي رهي. ٻئي پاسي جرمن فوج کي پڻ گهڻو نقصان پهتو. جرمن فوج جي جنگ جو طريقي ڪار موجب گڏيل آپريشن جي اصول تحت. توبون، پيادا، انجنيئر، آرٽلري ۽ جهاز ٻاهمي مشق ڪندا هئا. ڳاڙهي فوج لاءِ ان قسم جي گڏيل طاقتور حملي آور طريقن کي منهن ڏيڻ انتهائي مشڪل هو. تنهنڪري، سوويت ڪمانڊ نازي فوج کي ويڄهڙائي ڪان وڙهڻ (ياڪر پائڻ) وارين تدبيرن تي عمل ڪيو. جنهن ڪري جرمن پيادا فوج يا ته پنهنجي رسڪ تي وڙهي مري يا پنهنجن جي فائرنگ جو ڪاچ بڻجي ۽ اٺين آرٽلري ۽ فضائي مدد به نه پئي ٿي سگهي. پوءِ سوويت ڪمانڊ شهر جي عمارتن، گهرن ۽ گهٽين ۽ چوراهن ۾ وڙهڻ جي حڪمت عملي اختيار ڪئي. جنهن کي نازين "ڪئن جي جنگ" جو نالو ڏنو.

## اسٽاف آفيسرن کي ويڙهو گروپ ۾ بدلايو

شهر جو فقط اٽريون حصو ئي اهڙو علائقو هو جنهن جو بچاءُ چيڪوف ڪري رهيو هو. چيڪوف پنهنجن ڪمانڊرن کي مخاطب ٿيندي چيو ته "بچت فوج آڻڻ ۽ دشمن کي ڍير ڪرڻ لاءِ وقت کپي ٿو." "اسان کي وڏيڪ وقت کپي ٿو." ان لڙائي دوران ئي چيڪوف آمريڪي سرمائيدارن جي اصول "وقت معنيٰ ڏوڪڙ" کي بدلائي "وقت معنيٰ رت" جو نعرو بلند ڪيو.

چيڪوف جي باورچي کي رڌڻي لاءِ جڏهن ٿيهه فٽ گهرو کڏو هٿ چڙهيو ته ٿڌو شوڪارو پرينڌي ٻئي. کي چيائين ته "هتي پاڻ محفوظ آهيون، هتي ڪوبه بم گولو نه اچي سگهندو." جنهن تي همراهه وراڻيس "يا، هڪ ٽن ڳرا بم به اٿئي." باورچي جواب ڏيندي چيس ته "جنرل چوي ٿو ته لکن بمن مان ڪو هڪڙو بم سڌو اسان مٿان ڪري سگهي ٿو."

لڙائي جي ميدان جا نقشا جيڪي ڪلوميٽرن جي مفاصلن جي حساب سان تيار ڪيا ويندا هئا، سي ميٽرن جي ماپ ۾ بدلجي ويا. جن ذريعي

گهٽين، ڪنڊن ۽ الڳ الڳ عمارتن بابت سمجهاڻي ڏني ويندي هئي. چيڪوف پنهنجي اسسٽنٽ کان لڙائي جي صورتحال بابت پڇيو. هن ٻڌايس ته "71 ۽ 295 نمبر جرمن پيادا ڊويزنون ڪرگان ۽ مکيه ريلوي اسٽيشن تي شديد حملا ڪري رهيون آهن، 204 پينزر رجمينٽ سندن مدد ڪري رهي آهي. 24 هين پينزر ڊويزن ڏاڪڻي ريلوي اسٽيشن پاهران ويڙهه ڪري رهي آهي." جنهن تي چيڪوف پڇيس ته "اسانجن جوابي حملن جو ڇا ٿيو؟" هن جواب ڏنس ته "اهي ته ناڪام ٿي ويا ڇاڪاڻ ته جرمن جهاز سڄو ڏينهن هر هنڌ مسلسل بمباري ڪري رهيا هئا." ڪجهه وقت ڪانپوءِ جنرل يرمينڪو چيڪوف کي فون ڪري هدايت ڪئي ته "هر حالت ۾ دريائي پتڻ جو دفاع ڪريو. ڇاڪاڻ ته اتان ئي هاڻ ڪمانڊ اوهان ڏانهن 10 هزار فوجي موڪليندي." فون رکندي چيڪوف پنهنجي اسٽاف کي حڪم ڏنو ته "جيڪو ڪجهه آهي گڏ ڪريو، اسٽاف آفيسرن کي ويڙهو گروپ ۾ بدلايو، اسانکي اها جاءِ بچائڻي آهي." ائين آخري برگيڊ، فقط 19 توبن سميت، لڙائي ۾ لاٽي وئي. بهرحال، لڙائي هلندي صبح تائين صورتحال وڃي اها ٿي ته فقط هڪڙي توب اهڙي هئي جيڪا فائر ڪري سگهي پئي پر اها حرڪت نه پئي ڪري سگهي. ۽ برگيڊ ۾ باقي فقط 100 سپاهي بچيا هئا. پر تيسين (15 سيپٽمبر) 13 گارڊ رائفل ڊويزن پهچي وئي ۽ ائين اسٽالن گراڊ ڍير ٿيڻ کان هڪڙي ڏينهن لاءِ بچي ويو. پر 24 ڪلاڪن ڪانپوءِ اها ڊويزن به ختم ٿي وئي.

## "پاولوف جو گهر"

شهر کان مٿي Mamayev Kurgan نالي مشهور ٽڪري هئي، جتي بي رحم ويڙهه ٿي ۽ اها ئي ٽڪري ڪيڏي مهل نازين وٽ هئي ته ڪيڏي مهل ڳاڙهي فوج وٽ، مطلب ته ڪيترائي ڀيرا لڙائي ٿيندي رهي. 12 سيپٽمبر تائين، 62 هين فوج وٽ باقي 90 توبون، 700 مارٽر ۽ فقط 20 هزار سپاهي هئا (يعني ٻن ڊويزنن برابر) 13 هين گارڊ رائفل ڊويزن جا ٽيهه سيڪڙو سپاهي 24 ڪلاڪن اندر مارجي ويا ۽ ڏسندي ڏسندي پوري ڊويزن (10 هزار) مان فقط 320 سپاهي باقي بچيا. ريلوي اسٽيشن فقط 6 ڪلاڪن ۾ 14 ڀيرا هٿ مٽايا. ڏينهن ٻن ۾ 13 هين گارڊ رائفل ڊويزن ختم ٿي وئي پر انهن اوترائي جرمن فوجي به ماريا.

اسٽالن گراڊ واري لڙائي جو ڪوبه اختتام نظر نه ايندي نازي فوج،

800 mm ريل روڊ بندوق (ڊورا) سميت ڳري آرٽلري بمباري شروع ڪئي، پر وولگا ندي جي ٻئي پاسي فوج موڪلڻ جي ڪوشش نہ ڪئي، ۽ ائين ڳاڙهي فوج کي اوير پاسي آرٽلري بيٽريز ٺاهڻ جو موقعو ملي ويو. ان سوويت آرٽلري مسلسل جرمن پوزيشنس تي بمباري ڪئي. شهر ۾ جرمن توبون اٺ اٺ ميٽر اونچن ملبي جي ڍيرن جي وچ ۾ بيڪار بڻجي ويون.

"آءُ روسي ماڻهو آهيان،
ڳاڙهي فوج جو سپاهي.
منهنجي ملڪ مونکي هٿن ۾ رائفل ڏني آهي،
۽ هٽلر جي ڪارڻ ڪتڪن جيڪي منهنجي ملڪ ۾ گهڙي آيا آهن
انهن خلاف وڙهڻ لاءِ مونکي موڪليو آهي.
اسٽالن مونکي ٻڌايو تہ لڙائي سخت ۽ خونريزه هوندي، پر فتح اسانجي ٿيندي
مون اسٽالن کي ٻڌو، ۽ ڄاڻان ٿو تہ ائين ئي ٿيندو.
آءُ 193 ملين آزاد سوويت شهرين مان آهيان
۽ انهن سڀني لاءِ هٽلر جي غلامي کان موت بهتر آهي......
منهنجي اکين هزارين عورتن ۽ ٻارڙن جا لاشا ڏٺا
جيڪي ريلوي لائين ۽ شاهراهن تي پيل هئا
انهن کي وحشي نازين قتل ڪري ڇڏيو هو.......
عورتن ۽ ٻارڙن جا ڳوڙها منهنجي دل ۾ ٽهڪن پيا.
جلاد هٽلر ۽ سندس ڪتڪن کي وهيل ڳوڙهن جو حساب پنهنجي خون سان ڏيڻو پوندو
بدلو وٺندڙ جي نفرت آڏو رحم ڪا معنيٰ نٿو رکي."
(سرڪوف جي نثري نظم "هڪ سپاهي جو حلف" جيڪو 1941 ۾ لکيو ويو)

ياڪوف پاولوف جي ڪمانڊ هيٺ هڪڙي پلٽون شهر جي مرڪز ۾ هڪ عمارت کي ناقابل داخل قلعي ۾ بدلائي ڇڏيو (جنهن تي جنگ ڪانپوءِ "پاولوف جو گهر" نالو رکيو ويو). سپاهين ان جي چوڌاري بارودي سرنگهون (ڪاڻيون) وڇائي درين وٽ مشين گن رکيون ۽ تهہ

خاني جي پٽين کي پيغام انهن کي آمدرفت ۽ اطلاع وغيره لاءِ استعمال ڪيو. ان گهر تي ٽينڊڙ ويڙهه بابت چيڪوف مزاح ۾ چوندو هو ته پئرس تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش کان وڌيڪ جرمن فوجي پاولوف جي گهر تي قبضي ڪرڻ ۾ مئا. (لڙائي ڪانپوءِ پاولوف کي پڻ "سوويت يونين جو هيرو" جي ايوارڊ سان نوازيو ويو)

## ڪارخانا يا فوجي قلعا

آهستي آهستي لڙائي شهر جي اترئين پاسي منتقل ٿي وئي ڇاڪاڻ ته شهر جو ڏاکڻو ۽ مرڪزي حصو جرمن فوج جي قبضي هيٺ اچي چڪو هو پر ڪجهه جاين تي ويڙهه اجا تائين جاري هئي. اترئين پاسي ڪارخانن ۾ لڙائي شروع ٿي، انهن ڪارخانن ۾ ٿيل ويڙهه سبب ڪارخانن جا نالا نه صرف هن جنگ ۾ پر انساني تاريخ ۾ مشهور ٿيا. مثال طور: هٿيارن وارو ڪارخانو "سرخ رنڊڪ" (Red Barricade)، ڌاتن جي ڪم وارو "سرخ آڪٽوبر" وارو ڪارخانو، "زرنهسڪي" ٽريڪٽر ٺاهيندڙ ڪارخانو، "ليزر" ڪيمڪل ورڪس وغيره. اهي ڪارخانا اسٽالن گراڊ شهر جا "فوجي قلعا" ثابت ٿيا. جتي آڪٽوبر مهيني تائين شديد ويڙهه هلندي رهي. 570

اسٽالن گراڊ جي اتر ۾ ٿيل ويڙهه سموري جنگ جي سڀ کان وڌيڪ خونخوار ۽ ڳري لڙائي هئي. ايترڙي ننڍڙي علائقي ۾ ايڏي وڏي مقدار ۾ بارود، هٿيار ۽ فوج جو استعمال ڪيو ويو جنهن جو مثال شايد پهرين عالمي جنگ جي "وردن (Verdun) واري لڙائي" جي برابر ٿي سگهي جتي 1916ع جي ڇهن مهينن دوران اٽڪل 5 لک جرمن ۽ فرانسيسي فوجي قتل ٿيا.

## "24 ڪلاڪن کان وڌيڪ زنده نه رهندس"

نازي فوجي شهر جي ڏکڻ کان داخل ٿيڻ لاءِ بلڪل سڌو حملو ڪيو، شهر ۾ داخل ٿيڻ ڪانپوءِ ڪارخاني وارو علائقو هو جتي گهٽين ۾ ويڙهه شروع ٿي، مزدور پنهنجن گهرن لاءِ وڙهيا، 62 سوويت آرمي، چيڪوف جي ڪمانڊ ۾، ۽ 64 آرمي جو ڪجهه حصو، شميلوف جي ڪمانڊ ۾، وڙهندو رهيو.

هيءَ هڪڙي عوامي جنگ هئي جنهن ۾ هر ماڻهو سپاهي هو، جتي

وڏيڪ وقت جي معنيٰ رت هو. انهيءَ لڙائي دوران جيڪو به فوجي ٽولو وولگا ندي پار ڪري شهر ۾ داخل ٿيندو هو ته زوردار نعرا هڻندو ايندو هو:

هر ماڻهو قلعو آهي!
وولگا پنيان باقي ڪا جاءِ ناهي!
وڙهو يا مرو!

ان دوران سوويت هاءِ ڪمانڊ طرفان هدايت ڪئي وئي ته "آخري سپاهي تائين هر حال ۾ ويڙهه ڪرڻي آهي" شهر اندر هر ڪُهڻي، هر گهر ۽ هر پٽ لاءِ ڳاڙهي فوج، هر پيري جاءِ ۽ طريقا تبديل ڪندي، حملي پٺيان حملو، پوئتي هٽڻ ۽ وري واپس اچڻ، هڪڙي رنڊڪ پٺيان ٻي ۽ ٻي پٺيان ٽين رنڊڪ وجهڻ جو سلسلو جاري رکيو. تمام تيزي سان ڪڏ ٽيڻ ۽ چڙوچڙ ٽيڻ جي تدبيرن تي عمل ڪيو ويو. ائين ڳاڙهي فوج بدتر حالتن ۾ هينڊ گرنيڊن، پستلن، ڪوڏرن، بيلچن ۽ ترنڪر سان ۽ ڪڏن ۾ دشمن سان دوبدو ويڙهه ڪئي، جيئن ئي هڪڙي فوج ختم پئي ٿي ته وري ٻي فوج پرتي ڪندي ويڙهه جاري رکي، ان دوران ڳاڙهي فوج جي وڙهندڙ سپاهين مان گهڻن کي اڳواٽ ئي پڪ هئي ته "24 ڪلاڪن کان وڌيڪ زنده نه رهندس" پر ڳاڙهي فوج جي تربيت ئي ڪجهه اهڙي ٿيل هئي جو انهن لاءِ اها ڳالهه ايتري اهم نه هئي.



فقط هڪڙي ڪارخاني جي کنڊر واري عمارت خالي ڪرائڻ لاءِ 20 ڏينهن جي مسلسل ويڙهه کانپوءِ نازي فوج فيصلائتو حملو ڪرڻ لاءِ جهازن ۽

آرٽلري ذريعي 80 ڪلاڪن جي بمباري ڪانپوءِ وڃي ڪجھ ميدان حاصل ڪيو. ايتري بمباري ۽ اها به ايتري ننڍي ميدان تي شايد تاريخ ۾ نه ٿي هجي، پر ان باوجود جيڪڏهن جرمن فوج ڪجھ ميدان حاصل به ڪيو ته ان جو پيو مطلب هي هو ته اتي وڙهڻ لاءِ باقي سپاهي بچيو ئي نه هو (يعني ان جي موت ڪانپوءِ ميدان هٿ چڙهيو). 10 سپاهين هڪ پوري بٽالين وانگر ويڙھ ڪئي.

ڪيترائي ڀيرا نازي فوج شهر جي وڏي حصي تي قبضو به ڪري ورتو، پر مڪمل ريت قبضو نه ڪري سگهيا. جيڪي علائقا ڏينهن جو جرمن فوجون قبضو ڪنديون هيون، ته وري ڳاڙهي فوج اهي ساڳيا علائقا رات جو واپس کسي وٺندي هئي. ان سموري گولاباري، بمباري، توبن جي گونج ۽ نازي فوج جي اندڌاند ڪارروائين باوجود ڳاڙهي فوج جي سپاهين طرفان وڙهڻ جو مثال جنگ جي تاريخ ۾ ورلي ملندو. ڳاڙهي فوج وٽ هٿيارن جي شديد کوٽ ٿي وئي، آرٽلري (جيڪا هڪ دفاعي قسم جو هٿيار آهي) پر ڳاڙهي فوج ان کي دفاع بدران حملي طور ڪتب آندو. جرمن ننڍڙي سطح جا حملا جاري رکيا، پر شهر هجڻ سبب توبن کي 30/20 جي ننڍين ٽولين ۾ استعمال ڪيو. اهڙي حالت ۾ ظاهري ڳالهه آهي ته توب مخالف هٿيارن کي فوقيت حاصل ٿيندي. هوائي فوج جي مدد گهٽجي وئي ۽ سمورو وزن پيادي فوج تي پيو. پهريائين، نازي جرمني پراڻي حڪمت عملي تي هلڻ جي قيمت ادا ڪئي ۽ پوءِ وري ان مدي خارج حڪمت عملي تي عمل نه ڪرڻ جي سزا ڀوڳي.

## ”پنيان وولگا دريا آهي ۽ ان جي پنيان سوويت يونين جي قسمت“

مارشل زوڪوف سخت ۽ بهادر انسان هو جرمن جهازن جي مسلسل بمباري ۽ گولاباري باوجود هو جوکم کڻي پاڻ اڪثر ڪري محاذ تي وڃي، پنهنجن فوجين سان گڏ مهڙ وارين جاين تي ويڙھ جو جائزو وٺندو هو ۽ رهنمائي ڪندو هو. زوڪوف طرفان مختلف عمارتن ۾ ويڙھ ڪرڻ بابت چيل لفظن تي اچ ٻائين عمل ڪيو وڃي ٿو. ”پهريائين، ڪمري اندر گرنيڊ اڇلايو، ڪمري اندر باقي بچيل دشمنن کي ٽومي بندوق سان ختم ڪريو، جلدي ٻاهر نڪري ٻئي ڪمري ۾ داخل ٿيو.“ ايترو ويجهڙائي کان ويڙھ جي طريقن جرمن فوج جون وايون بتال ڪري ڇڏيون ۽ نازين جي سموري ٽيڪنيڪل برتري بيڪار بڻائي ڇڏي. جيئن

جرمن فوج طرفان استالن گراڊ شهر تي ڪيل حملي ۽ والار جو نقشو

وولگا ندي لڳ استالن گراڊ شهر تي نازي فوج جو حملو

تہ استالن گراڊ کي ملندڙ پرتي پيڙن ذريعي وولگا ندي کان ٽپندي هئي، تنهنڪري زوڪوف شهر جي پوئين حصي (وولگا ندي جي ويجهو) ريلوي ٽريڪ وٽ گيريزن (فوجي چوڪي) قائم ڪئي ۽ ان کي هڪ مضبوط قلعو بڻايو. ڳاڙهي فوج ڪيترين ئي پڪل ٽٽل عمارتن کي جنگي قلعن ۾ بدلائي ڇڏيو، هڪڙي تہ ماڙ عمارت ۾ مختلف منزلن تي فوج ۽ هٿيار ترتيب ڏنا ويا. مثال طور سيءَ کان هيٺ ٿهہ خاني جي پتين ۾ سوراخ ڪري اٽان توبن کي نشانو بڻائيندڙ بندوقون (Anti-Tank Guns)

رکيون، ان جي مٿان مشين گن ٽيم هئي جيڪا گهٽين ۾ ٿيندڙ چرپر کي نشانو بڻائيندي هئي، سڀ کان مٿين منزل تي نشاني باز (ٻري تائين نشانو ڪندڙ) ۽ جائزو وٺندڙ سپاهي، ۽ اينٽريڪڊر جو ڇتين تي مارٽر اڇلائيندڙ سپاهي مقرر هوندا هئا. مطلب ته ويڙهه هڪڙي ڪمري کان ٻئي ڪمري واري طريقي سان هلندي رهي. ڪجهه عمارتون ته پندرنهن پندرنهن ڀيرا ڳاڙهي فوج ۽ نازي فوج جي ور چڙهيون. هر گهٽي ۽ هر ڊنل ٻٽ، ۽ اينٽريڪڊر جو اندروني گٽر لائنين ۾ شديد ويڙهه هلندي رهي.




تباهه ٿيل ڪارخانن ۾ ڳاڙهي فوج جا سپاهي ويڙهه ڪندي

نازي فوج جيڪا هن مهل تائين هفتن ۾ سوين ڪلوميٽر جا علائقا قبضو ڪري وٺندي هئي اها هاڻي هڪڙي عمارت تي قبضو ڄمائڻ لاءِ ڏينهن جا ڏينهن وڙهڻ تي مجبور ٿي پئي. مطلب ته اهو طريقو ڪار نازي هاءِ ڪمانڊ جي طئي ڪيل جنگي هدفن ۽ رٿابندي سان بلڪل ٽڪراءَ ۾ هو. بهرحال، پنجن هفتن جي سخت لڙائي ڪانپوءِ جرمن فوج اڌ شهر تي قبضو ڪري ورتو. پر اها حاصلات هٽلر جي توقع جي حساب سان نه هئڻ برابر هئي، تنهنڪري هن اڃان وڌيڪ قبضو ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هٽلر سوويت يونين جي صنعتي گنجائش ۽ مضبوط ارادن بابت غلط اندازو لڳايو. جنرل پالس ڏينهون ڏينهن وڌيڪ پريشان ٿيندو رهيو، ڇاڪاڻ ته آگسٽ، سيپٽمبر ۽ وري آڪٽوبر به گذري ويو ۽ مٿان وري سياري جي موسم اچڻ واري هئي.

آڪٽوبر جي آخر تائين شهر جو ڏهه ٻاڪي نو حصو جرمن فوج جي قبضي هيٺ هو. نومبر جي ابتدا تائين، چيڪوف، ڪجهه عمارتن ۽ دريا جي پٽي تائين محدود ٿي ويو.



آهستي آهستي جنرل پالس جي فوج ڳاڙهي فوج کي ڌڪي وولگا ندي جي لڳو لڳ اچي بيهاريو. آڪٽوبر جي آخر تائين پالس شهر جي 90 سيڪڙو حصي جو ڪنٽرول سنڀالي ورتو. پر اهي هنڌ جتي وولگا ندي ٽپي شهر ۾ ڳاڙهي فوج جي پرتي پهچندي هئي اهي سوويت فوج وٽ ئي رهيا. ڪنهن به جنگ ۾ جيسيتائين دفاع ڪندڙ ڌر کي ملندڙ تازي پرتي کان الڳ نه ڪيو ويندو تيستائين سموريون ڪوششون غيرفائديمند ثابت ٿينديون. اسٽالن گراڊ شهر کي پڻ وولگا ندي جي سهاري مسلسل پرتي ملندي رهي جيڪا (وولگا ندي) اسٽالن گراڊ شهر ڀنيان واقع هئي ۽ شهر سان 2 ميلن تائين ڳنڍيل هئي. بهرحال، 14 آڪٽوبر تائين جرمن فوج سوويت فوج کي ڌڪي وولگا ندي سان لڳو لڳ اچي بيهاريو جتي آزادي سان چرپر ڪرڻ لاءِ به جاءِ نه هئي ۽ نه ئي وري اهترو وقت پئي مليو ته وڏيڪ فوج جمع ڪري سگهجي. سوويت هاءِ ڪمانڊ حڪم ڪيو ته هر حالت ۾ ويڙهه کي جاري رکڻو آهي ڇاڪاڻ ته ”وولگا ندي ڀنيان آهي ۽ ان جي ڀنيان سوويت يونين جي قسمت آهي.“ مطلب ته جيڪڏهن اسٽالن گراڊ وٽ شڪست ملي ته پوءِ پوري سوويت يونين کي پڻ هار جو منهن ڏسڻو پوندو.

آڪٽوبر جي وچ ۾، جرمن جهازن اولهه ڪناري تي باقي بچيل ڳاڙهي فوج جي جاين تي شديد بمباري ڪئي. جڏهن ته سوويت فضائي قوت

ايتري اثرائتي نہ رهي. 14 آڪٽوبر تي اٽڪل 2 هزار جرمن جهازن ذريعي 600 ٽن بم ڪيرايا جڏهن تہ جرمن پيادا فوج ٽن ڪارخانن کي گهيرو ڪيو ويٺي هئي.
جرمن جهازن پيڙين تي ڳرا حملا ڪري 62 هين ڳاڙهي فوج کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. باقي ڳاڙهي فوج وٽ وولگا ندي جي اولهندي ڪناري تي شهر جي زمين جو فقط هڪ هزار گز ٽڪرو بچيو، ان ٽڪري تي شديد بمباري باوجود 62 هين فوج، 47 هزار فوجين ۽ 19 توبن سان، ڇهين جرمن فوج ۽ چوٿين پينزر فوج کي اولهندي ڪناري تي قبضو ڪرڻ نہ ڏنو. بهرحال، نومبر جي ابتدا تائين جرمن جهازن جي برتري قائم رهي. جولائي کان نومبر تائين سوويت جهازن پڻ رات جي وقت اسٽالن گراڊ ۽ ڊان محاذن وٽ بمباري ڪئي پر انهن جرمن فوج کي ڪو خاص نقصان نہ پهچايو. پر ايتري ۾ اتحادي طاقتن (برطانيہ) طرفان اتر آفريڪا ۾ فوجون لاٿيون ويون جنهن ڪري ڪجهہ جرمن جهاز اوڏانهن اماڻيا ويا.

## سائبيرين ڊويزن: سهپ جو اعليٰ ترين نمونو

جنرل چيڪوف جي ڪمانڊ ۾ 62 هين ڳاڙهي فوج شهر ۾ وڙهي رهي هئي، ان فوج ۾ هڪڙي سائبيرين ڊويزن هئي جنهن جي ڪمانڊ ڪرنل گرتيف وٽ هئي، اها ڊويزن سهپ ۽ قوت برداشت جو بيمثال نمونو هئي، جيڪا 28 ڪلاڪن ۾ 200 ڪلوميٽر پنڌ ڪري اسٽالن گراڊ پهتي هئي.
نازي فوج، اسٽالن گراڊ جي هڪ ميل ڊگهي محاذ تي جهازن ذريعي روزانو 12/10 ڪلاڪ ۽ مهيني ۾ 320 ڀيرا بمباري ڪئي، جرمن فوج وٽ 100 آرٽلري رجمينٽس هيون، جن پڻ مسلسل گولاباري ڪئي. ايتري بمباري ۽ گولاباري ڪنهن بہ انسان کي ٻوڙو ڪرڻ لاءِ ڪافي هئي. ان دوران مختصر خاموشي جو بہ مطلب هو تہ ٻيهر حملو ٿيڻ وارو آهي، ڪيترائي ڀيرا جرمن 40/30 گز ويجهو اچي پهچندا هئا. سائبيرين ڊويزن مٿان هڪ مهيني ۾ 117 ڀيرا حملا ٿيا، ڪڏهن تہ هڪڙي ڏينهن ۾ 23 ڀيرا حملا ڪيا ويا. نازين سمجهيو تہ هنن حدون ڪري ڇڏيون آهن، پر سائبيرين ڊويزن انساني سهپ کان مٿانهين سطح جي قوت برداشت جو مظاهرو ڪيو، ڪڏهن تہ 3 کان 4 راتيون ننڊ بہ نہ ڪري سگهندا هئا. بهرحال، زندگي ۽ موت جهڙن لفظن جو ڇڻ تہ ڪو وجود ئي نہ رهيو هو.




هڪڙي سائبيرين ٽائيپسٽ عورت هڪڙي ڪڏ ۾ ويهي ٽائيپ پئي ڪيو تہ بمباري شروع ٿي، وري اتان نڪري پئي ڪڏ ۾ ڪم جاري رکيائين تہ بلڪل پر ۾ اچي بم ڪريو پر ان باوجود وري اتي ٽئين ڪڏ ۾ پنهنجو ڪم جاري رکيائين. ٽي جرمن ڊويزنون (94، 305 ۽ 189) فقط هڪڙي سائبيرين ڊويزن خلاف وڙهيون. سائبيرين ڊويزن جي ان قسم جي بيمثال ويڙهہ جا سبب انهن ۾ ذميواريءَ جو احساس، سختي، جنگي ۽ سياسي تربيت، ضابطو ۽ سڀ کان اهم خاصيت، سادگي هئي. اسٽالن گراڊ ۾ هٿيارن جي صورتحال اها هئي جو سوويت فوجي مشين گن، هينڊ گرنيڊ ۽ بوتلن سان پئي وڙهيا. شديد ويڙهہ ڪانپوءِ رجمينٽ هڪ هزار ميٽرن جو علائقو واپس ورتو، ان وقت ان جي معنيٰ هئي 3 هزار فٽ ۽ 36 هزار انچ! ڳاڙهي فوج جي جرائت، سورهيائي ۽ بهادري کي ڏسي ۽ پڙهي ماڻهو حيران ٿي ٿو سگهي تہ اهڙين بدترين حالتن ۾ بہ هي ماڻهو ڪيئن وڙهيا. ان حوالي سان، نيپولين بوناپارٽ جو قول آهي تہ جنگ ۾، اخلاقي سگهہ ۽ جسماني سگهہ وچ ۾ پيٽ ائين آهي جيئن هڪ (فوجي) بمقابلہ ٽي فوجي.“ ڳاڙهي فوج جي وڙهڻ پٺيان اخلاقي سگهہ هئي جنهن ڪين اسري قوت بخشي، ۽ اها اخلاقي قوت جنگ جي جائز مقصد سبب پيدا ٿي.

## نازي فوج کي "خدا به ياد آيو!"

نيٺ، ٽن مهينن جي لڳاتار ويڙهه کانپوءِ جرمن ندي جي ڪنارن تائين پهچي ويا، ۽ شهر جي تباهه ٿيل 90 سيڪڙو حصي تي قبضو ڪري باقي بچيل ڳاڙهي فوج کي ٻن ٽڪرن (دائرن) ۾ ورهائي ڇڏيو، ان سان گڏوگڏ سياري سبب وولگا ندي ۾ برف جي ڇپن ٻيڙين ذريعي ٿيندڙ رسد آڏو پڻ رڪاوٽون وڌيون. تنهن باوجود، ٽڪري واري علائقي ۽ ڪارخانن واري علائقي ۾ سخت ويڙهه جاري هئي. ڳاڙهي آڪٽوبر اسٽيل فيڪٽري، دزرزنسڪي ٽريڪٽر فيڪٽري ۽ بارڪيڊي بندوق فيڪٽري ۾ ٿيل ويڙهه سبب اهي عمارتون جڳ مشهور ٿيون.



ڳاڙهي فوج جا سپاهي ملبي جي اوٽ ۾ ويڙهه ڪندي

ٻئي طرف زوڪوف انتهائي اعلىٰ سطح جي تربيت ورتل ڳاڙهي فوج جي نشاني باز (Snipers) کي شهر ۾ داخل ڪيو. جيئن ته شهر جو وڏو حصو جرمن فوجن جي قبضي هيٺ هو تنهنڪري اهي هر هنڌ موجود هيا جن کي نشانو بڻائڻ آسان هو. سوويت نشاني بازن نازي فوج جون متيون منجهائي ڇڏيون، هنن کي ته اهو به معلوم نه پئي ٿي سگهيو ته گولي ڪٿان آئي ۽ نشاني باز ڪيڏانهن ويو. چاڪاڻ ته نشاني باز اهڙو بندوبست ڪندا هئا جو اهي ڏسڻ ۾ نه ايندا هئا. ٻوڙن ۽ گهٽين ۾ بندوقن مٿان ڪپڙو ويڙهي ڪلاڪن جا ڪلاڪ، سڄو سڄو ڏينهن انتهائي خاموشي سان شڪار جو انتظار ڪندا هئا.. انهن نشاني باز سپاهين ۾ هڪڙو ويسلي سائيسو هو جيڪو صبح جو نازي فوجين جي

شڪار تي نڪرندو هو، مخصوص جاءِ تي تياري ڪندو هو ۽ پوءِ صبر سان تاڙ ۾ ويٺو هوندو هو، هن 10 ڏينهن ۾ 40 نازي فوجي ماريا. ائين سوويت نشانچي بازن هزارين جرمن فوجين کي گولين جو کاڄ بڻايو ۽ ڪيترن ئي جرمن فوجين کي "خدا به ياد آيو". نيٺ جرمن فوج، نشانچي بازن کي منهن ڏيڻ لاءِ، هڪڙو خطرناڪ هٿيار ٺاهيو جنهن ذريعي عمارتن جي پٺين پنيان لڪيل سوويت سپاهي کي به باهه اڇلائيندڙ هٿيار ذريعي نشانو بڻايو ويو.

زوڪوف کي چيو ويو ته اسٽالن گراڊ واري محاذ کي هر حالت ۾ قائم رکڻو آهي. ان لاءِ هن چا ڪيو ته شهر ۾ جاسوس موڪلي جرمن فوجن جي پوزيشن معلوم ڪرائيندو هو ۽ پوءِ وولگا ندي جي ڪناري وٽ وڏي بند پويان لڪل ڪتوشيا (گاڏي تي رکيل راڪيٽ لانچر جنهن ۾ 16 راڪيٽ هئا) ذريعي راڪيٽن سان جرمن پوزيشن (جاسوسن جي ڏسيل جاين) تي حملا ڪيا، ۽ ان کان اڳ جو دشمن جوابي حملو ڪري، وري تيزي سان ڪتوشيا (گاڏي سان ٻڌل راڪيٽ لانچر) واپس بند جي اوٽ ۾ اچي بيهندا هئا. انهن راڪيٽن دشمن جي دلين کي ڏڪائي ڇڏيو. ان صورتحال کي ڏسندي جرمن جنرل هلڊر Halder اسٽالن گراڊ تي وڌيڪ حملي کي جاري رکڻ جي مخالفت ڪئي جنهن تي هٽلر کيس هٽائي Zeitzler کي مقرر ڪيو. هٽلر کي سندس جنرلن تجويز ڏني ته "محاذ کي گهٽائڻ گهرجي" پر هٽلر جي تدبيرن ۾ ميدان ڇڏڻ جي گنجائش نه هئي ئي ڪانه. هي هر شي کي پڪڙڻ ۽ جهلڻ چاهيندو هو، هن کان عظيم فريڊرڪ جي ڳالهه شايد وسري وئي هئي جنهن چيو هو ته "جيڪو ماڻهو هر شي جو بچاءُ ڪرڻ چاهي ٿو، اهو، حقيقت ۾، ڪنهن جو به بچاءُ نٿو ڪري."[329]

نومبر 1942 تباهي جو مهينو هو. 4 نومبر تي، روميل جي آفريڪن فوج کي انگريز جنرل مونٽگمري، ال امين جي لڙائي ۾ ڀڄائي ڪڍيو ۽ پنهنجو پاڻ کي بچائڻ لاءِ جرمن فوجي مصر مان ڀڄي اچي ٽرپولي تائين پهتا. چار ڏينهن ڪانپوءِ، جنرل آئزن هاور (آمريڪي جنرل)، پنتي هٽندڙ جرمن فوجن تي، آفريڪا جي اولهندي ڪناري وٽ حملو ڪيو ۽ تيونس ڏانهن وڌڻ لڳو. آفريڪا جي ويڙهه جا جهٽڪا هر هنڌ محسوس ٿيڻ لڳا. نتيجي طور، هٽلر غيرمقبوضه فرانس تي مڪمل قبضي ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

---

329 Hitler's War On Russia, Paul Carell, p, 577

## اچرج ۾ وجهندڙ (Surprises) لڳاتار حملن جي تياري

ڳاڙهي فوج وٽ هٿيارن جي ڪوٽ ڳنير ٿيندي وئي، آرٽلري بدران مارٽرن کان آرٽلري جو ڪم ورتو ويو. توبن جي گهٽي ڪوٽ هئي. پر عين وقت تي سوويت ڪارخانن مان توبون تيار ٿي پهچي ويون. ساڳئي وقت برطانيہ ۽ آمريڪا طرفان مدد بہ ٿيندي رهي. فوجي پرتين جي وهڪري لڙائي جي توازن کي ڦيرائي ڇڏيو. ٻئي طرف، نازي حملي آورن کي روزمره لڙائي ۾ ٿيندڙ نقصان سبب جرمن فوجن جي اخلاقي سگهہ پڻ ڪمزور ٿي چڪي هئي. ٽئي طرف، اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس محاذ وارا تمام ڊگها پاسا (Flanks) هجڻ ڪري اُهي ڪمزور حالت ۾ هئا. انهن رخن جو جائزو وٺڻ کانپوءِ سوويت ڪمانڊ جو خيال هو تہ ڳاڙهي فوج طرفان جوابي حملي لاءِ حالتون پڇي راس ٿي چڪيون آهن.

نومبر ڌاري ٻنهين ڌرين مٿان بي رحم سيارو اچي ڪڙڪيو. اسٽالن گراڊ شهر ۾ وڙهندڙ ڳاڙهي فوج کي چيو ويو تہ ٿورو انتظار ڪريو ۽ دشمن کي ڪنهن بہ طريقي سان اسٽالن گراڊ وٽ منجهائي رکو تہ جيئن جرمن ڪمانڊ جو سمورو ڌيان ۽ نظرون اسٽالن گراڊ ۾ ڪتل هجن." چاڪاڻ تہ انهيءَ دوران اسٽالن گراڊ جي ٻنهين پاسن (Flanks) کان، انتهائي رازداري ۽ خاموشي سان، ڳاڙهي فوج جمع ڪئي پئي وئي، نومبر ٽائين اٽڪل 10 لک ڳاڙهي فوج جمع ڪئي وئي. ايتري وڏي تياري ڪيئن ڪئي وئي؟

<u>(الف) آپريشن يورنس: اچرج ۾ وجهندڙ حملو</u>

اسٽالن گراڊ واري لڙائي جي فتح سوويت هاءِ ڪمانڊ جي جنگي فن ۽ سائنس جو بيمثال نمونو هئي. هن مهل ٽائين، جنهن قسم جي گهيرن واري حڪمت عملي تي نازي فوج عمل ڪندي رهي هئي اها الٽو کين ڳچي ۾ پئي، دوکي ڏيڻ ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملي ڪرڻ لاءِ لازم آهي تہ دشمن کي غلط ڄاڻ ڏجي ۽ ڪوڙو ۽ سچو تاثر پيدا ڪجي. يعني اهڙي صورتحال پيدا ڪجي جو دشمن کي ڪجهہ شيون حقيقت بہ لڳن ۽ ڪجهہ تي اُن کي اعتبار نہ اچي. ان لاءِ سوويت ڪمانڊ هڪڙي جامع منصوبي جي تياري ڪئي.

"يورنس آپريشن" تحت اسٽالن گراڊ تي وڙهندڙ ڳاڙهي فوج کي چيو ويو تہ پنهنجي ويڙهہ جاري رکن تہ جيئن (1) هڪ طرف ڇهين جرمن فوج ۽ چوٿين پينزر گروپ لڙائي ۾ مصروف هجن ۽ کين پنهنجي دفاعي

پوزيشن کي تعمير ۽ مضبوط ڪرڻ جو موقعو نہ مليو، (2) جيڪڏهن جرمن اسٽالن گراڊ شهر تي قبضو ڪري ورتو تہ پوءِ اهي پنهنجين فوجن کي دفاع منظم ڪرڻ ۾ لڳائين ها ۽ خاصو تعداد بچت فوج طور بچائي رکن ها.

ان آپريشنل دوکي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملي کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ ٽي ڪم ڪرڻا هئا (1) منصوبي جي خيال کي ڳجهہ ۾ رکڻ (2) ويڙهہ جي مکيہ رخ ۽ (3) فوج جي جمع ٿيڻ جي جاءِ کي لڪائڻ. اِن منصوبي کي ايترو راز ۾ رکيو ويو جو مختلف محاذن ۽ فوجي گروپن جي ڪمانڊرن (ڪنسٽانٽن، روڪوسووسڪي ۽ آريمنڪو) کي پڻ آڪٽوبر جي وچ ۾ ٻڌايو ويو. ان دوران ڪين ڪنهن بہ قسم جي پيش قدمي ڪرڻ کان منع ڪيو ويو. ٻئي طرف، دشمن کي غلط ڄاڻ ڏيڻ لاءِ فوجن کي چيو ويو تہ دفاع جي تيارين ۾ جنبي وڃو، هنن خندقون کوٽڻ شروع ڪيون جنهن مان دشمن اندازو لڳايو تہ ڳاڙهي فوج حملي بدران دفاع لاءِ تياريون ڪري رهي آهي. پر ڪنهن بہ وڏي فوجي گروپ جي هيڊ ڪوارٽر کي لڪائڻ ڏکيو هو تنهنڪري جنرل وتوتن کي 28 آڪٽوبر تائين حملي جي ابتدا واري جاءِ تي نہ آندو ويو. دفاع جي تعميراتي ڪمن ۾، پنجين ٽوب فوج ڪانسواءِ، فقط هڪڙي فوج جي سپاهين حصو ورتو، باقي جيڪا بچت فوج هئي ان کي جاءِ واردات (اسٽالن گراڊ) کان 200 ميل پرتي رکيو ويو. ايتريقدر جو، پنجين ٽوب فوج کي اسٽالن گراڊ کان 500 ميل پري (ماسڪو جي پرسان) ٻيهاريو ويو جنهن کي ٽن هفتن دوران رات جي اونداهي ۾ 9 نومبر جي رات تائين اسٽالن گراڊ وٽ پهچايو ويو.

(ب) <u>سن مريخ: دوکو ڏيڻ ۽ ڌيان هٽائڻ وارو امڪاني حملو</u>

ٻئي طرف، يورنس آپريشن جي مدد لاءِ ماسڪو واري محاذ وٽ مرڪزي جرمن گروپ واري فوج خلاف ٻئي دوکي (آپريشن مريخ) جو بندوبست ڪيو ويو. جنهن ۾ وڏي تعداد ۾ جنگي هٿيار ۽ فوجون جرمن مرڪزي گروپ خلاف جمع ڪيون ويون ۽ ان ذريعي اهو تاثر ڏنو ويو تہ اصل ۾ حملي جي تياري اوڏانهن ڪئي پئي وڃي، نہ کي ڏکڻ اولهہ واري محاذ ڏانهن.

آپريشن مريخ ذريعي دشمن کي اهو ڏيک ڏنو ويو تہ جيڪڏهن جرمن فوجون (يورنس آپريشن کان اڳ) ڏکڻ اولهہ (اسٽالن گراڊ) طرف مرڪزي فوجي گروپ (ماسڪو) وٽان فوج موڪلڻ جي ڪوشش ڪندي تہ پوءِ

هتان (ماسڪو کان) ڪيڏي مهل به ڳاڙهي فوج جو حملو ٿي سگهي ٿو. دوکي ڏيڻ ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملي ڪرڻ لاءِ لازم آهي ته دشمن کي غلط ڄاڻ ڏجي ۽ کوڙو تاثر پيدا ڪجي. يعني اهڙو ارادو جيڪو اُن کي وسهڻ ۾ نه اچي. مريخ وارو منصوبو، صرف ڏيک ڏيڻ لاءِ حقيقي مڪمل آپريشنل حملي جي تياري جي روپ ۾ ڪيو ويو. مطلب ته نازي ڪمانڊ لاءِ ٻنهي پاسي صورتحال اهڙي بڻائي وئي جو انهن لاءِ ڏکيو هو ته ڪهڙي پاسي جي چونڊ ڪن. حقيقت ۾، سوويت ڪمانڊ مريخ وارو دوکو، ڌيان هٽائڻ (Diversionary) طور ڪُتب آڻيندي دشمن کي منجهائي ڇڏيو. نازي ڪمانڊ لاءِ اها ڳالهه مڃڻ جهڙي نه هئي ته دشمن (ڳاڙهي فوج) آسان رستو (ماسڪو وارو محاذ) ڇڏي ان کان وڌيڪ مشڪل رستو (اسٽالن گراڊ) وٺندا. ڇاڪاڻ ته جرمن ڪمانڊ جو خيال هو ته جنگي حوالي سان ماسڪو جي وڏي اهميت آهي تنهنڪري سوويت ڪمانڊ اسٽالن گراڊ جي ڀيٽ ۾ ماسڪو کي وڌيڪ ترجيح ڏيندي.

جرمن جاسوس ادارن پڻ رپورٽ ڏني ته سوويت فوج جيڪڏهن سياري دوران حملو ڪندي تڏهن به مرڪزي فوجي گروپ (ماسڪو) خلاف حملو ڪندي نه کي راستوف (Rostov). هنن جو خيال هو ته سوويت فوج هڪ ئي وقت هڪ کان وڌيڪ حملن ڪرڻ جي اهل نه آهي. جيتوڻيڪ، پنهنجن جاسوس ادارن جي رپورٽ جي ابتڙ، هٽلر جو خيال هو ته، حملو ڏکڻ کان ٿيندو. تنهنڪري هن هڪ پينزر ڊويزن ۽ هڪ پيادا ڊويزن فوج اوڏانهن اماڻڻ جو حڪم ڏنو هو پر اها فوج انگريزي چينل (برطانيه) جي ڪناري تي هئي ۽ اتان کان سوويت ڏکڻ طرف پهچڻ ۾ ئي ان کي گهڻو وقت لڳي ها. جنهن مان اهو به ظاهر ٿئي ٿو ته هٽلر ڳاڙهي فوج جي حملي جي تاريخ بابت غلط اندازو لڳايو هو. پيهر، جرمن جاسوس اداري رپورٽ ڏني ته جيڪڏهن ڳاڙهي فوج حملو ڪيو ته به پهريائين مرڪزي فوجي گروپ (ماسڪو) خلاف ڪيو ويندو ۽ ان کانپوءِ ڏکڻ طرف هلان ٿي سگهي ٿي.

19 نومبر جي صبح ساڍي ستين وڳي ڌاري، ڳاڙهي فوج آرٽلري ۽ مارٽرن جي برسات کانپوءِ پنجين توب ۽ 21 هين ڳاڙهي فوج حملي جي ابتدا ڪئي. پر جيستائين ان حملي جي رپورٽ ڇهين جرمن فوج جي ڪمانڊر تائين پهتي تيستائين گهڻي دير ٿي چڪي هئي.

اچرج ۾ وجهندڙ گهيرن مٿان گهيرن لاءِ سوويت فوج جي ورڇ ۽ ترتيب

19 نومبر 1942 کان 2 فيبروري 1943 تائين
سياري دوران جرمن فوج طرفان ڪنهن حملي آور آپريشن جي تياري نه هجڻ ۽ ڪجهه حصو ڏکڻ پاسي (ڪاڪاسس) ڏانهن اُماڻڻ واري عمل کي سمجهندي سوويت ڪمانڊ هڪ ٺي مرحلي ۾ لڳاتار گهڻا حملي آور آپريشن ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. اِنهن جنگي آپريشنس ۾ ٽن محاذن ڏکڻ اولهه، ڊان ۽ اسٽالن گراڊ حصو ورتو.
(1) آپريشن يورنس (Operation Urans) (19 نومبر کان 30 نومبر 1942) کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڏکڻ اولهه محاذ کي پهريون گارڊ، 21 ۽ 15 توب فوج، 17 فضائي فوج ۽ 35 هين توب ڪور ڏني وئي؛ ڊان محاذ کي 24، 65، 66 ۽ 16 هين فضائي فوج ڏني وئي؛ اسٽالن گراڊ محاذ کي 28، 51، 57، 62، ۽ 64 فوج ۽ اٺين فضائي فوج ڏني وئي.
(2) ڪوٽلنوف آپريشن (12 ڊسمبر کان 31 ڊسمبر 1942) کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ اسٽالن گراڊ محاذ وٽ ٻي گارڊ، پنجين شاڪ، 51 هين فوج ۽ اٺين فضائي فوج هئي.
(3) ڊان جي وچ وارو ننڍڙو زحل آپريشن (Operation Little Saturn) (16 ڊسمبر کان 30 ڊسمبر) جنهن ۾ ڏکڻ اولهه ۽ ڊان محاذ حصو وٺندا.
(4) آپريشن ڪولٽسو (Operation Koltso) (آپريشن مُنڊي) جيڪو 10 جنوري کان 2 فيبروري 1943 تائين هليو جنهن ۾ ڊان محاذ کي 21، 24، 57، 62، 64، 65، ۽ 66 هين فوج ۽ 16 هين هوائي فوج ڏنيون ويون.
سوويت حملو (آپريشن يورنس)
اسٽالن گراڊ شهر جي گهيراءَ دوران جرمن فوج جي گروپ (B) ٻي جي ڏکڻ پاسن جو بچاءُ اٽلي، هنگري ۽ رومانيه جون فوجون ڪري رهيون هيون. هنگري جي فوج کي اسٽالن گراڊ ۽ اٽلي جي فوج ۽ وورونز وچ ۾ اتر جي 200 ڪلوميٽر ڊگهي محاذ جو تحفظ ڪرڻو هو. جنهن ڪري ان جون فوجون ڇڊيون ٿي پيون، ڪٿي ڪُٿي ڪنهن سيڪٽر (هڪ کان ٻه ڪلوميٽر) جي دفاع لاءِ فقط هڪ پلٽون مقرر هئي، جن وٽ هٿيار به گهٽ هئا ته اخلاقي سگهه به نه هئي. ٻئي طرف؛ ندي جي اولهندي ڪناري ڳاڙهي فوج وٽ ڪيترائي مضبوط قلعا هئا ۽ اٺين گروپ ٻي کي ڳنڀير خطرو هيو. ساڳئي ريت، اسٽالن گراڊ سيڪٽر جي ڏاکڻي پاسي، ڪوٽلنڪوو جي ڏکڻ اولهه محاذ وٽ رومانيه جي ستين ڪور ۽ ان جي پٺيان هڪ جرمن ڊويزن (16 هين موٽر ڊويزن) موجود هئي. جنهن موجب

پاسن کان ٻن گهيرن جي جوڙن (Pincers) ذريعي ڇهين جرمن فوج ۽ چوٿين پينزر فوج کي ڏاکڻي محاذ جي گروپ بي (B) کان الڳ ڪيو ويو، پاسن جي تحفظ لاءِ رومانيہ جا فوجي مقرر هئا. ڏکڻ وارو محاذ مارشل زوڪوف ۽ مارشل ويسلوسڪي جي ڪمانڊ هيٺ هو، اسٽالن گراڊ کان مٿي ڊان واري محاذ جو ڪمانڊر مارشل روڪوسووسڪي هو، جڏهن تہ اسٽالن گراڊ واري محاذ جو ڪمانڊر اريمنڪو هو.

سوويت جنرل ويسلوسڪي ۽ زوڪوف، اسٽالن گراڊ واري علائقي جي جنگي رٿابندي جا ذميوار هئا. نفسياتي ۽ آبهوائي عنصرن جو جائزو وٺندي دشمن جي نرم جاين وٽ سوويت جوابي حملا ڪرڻ ۽ مختلف هنڌن تي زوردار ڌڪ هڻڻ جي لڳاتار سلسلي ذريعي دشمن جي بدتر حالتن کي بدترين بڻائڻ ۽ حڪمت عملي جي وڌيڪ فائديمند ۽ گهٽ ٽڪائيندڙ صورت تي عمل ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. نفسياتي ۽ جنگي حوالي سان اٿسڌي حڪمت عملي اختيار ڪئي وئي، (جهڙي ريت برطانيہ اتر آفريڪا ۾ جرمن فوجن بدران اٽلي جي فوجن تي حملي کي ترجيح ڏني.)

سوويت منصوبو هي هو تہ جرمن فوجن کي شهر تي مصروف رکڻو آهي تہ جيئن ڊگهن پاسن تي ڪمزور فوجن وٽ حملو ڪري اسٽالن گراڊ وٽ موجود جرمن فوجن کي گهيري ۾ ڦاسائجي، جيئن تہ حملو شهر کان تمام پري ڪيو ويو جنهن ڪري ڇهين جرمن فوج جيڪا حملي آور ويڙهہ ۾ مصروف هئي، اها دفاع لاءِ فوج کي حرڪت ۾ ئي نہ آڻي سگهي. آپريشن يورنس سان گڏوگڏ ماسڪو وٽ مرڪزي فوجي گروپ خلاف آپريشن مارس پڻ ڪيو ويو.

19 نومبر 1942 تي، ڳاڙهي فوج طرفان آپريشن يورنس جي ابتدا ڪئي وئي. بلڪل درست وقت، تي زوردار جوابي ڌڪ هنيا ويا، تڏ سبب زمين وڌيڪ سخت ۽ برفباري سبب نقل حرڪت کي لڪائڻ ۾ مدد ملي. ڳاڙهي فوج جا حملي آور يونٽ جنرل وتوتن جي ڪمانڊ هيٺ هئا (ان ۾ مڪمل ٽي فوجون، پهريون گارڊ، پنجين توب فوج، 21 هين فوج، سميت 18 پيادا ڊويزنون، 8 توب برگيڊ، ٻہ موٽر برگيڊ، ڇهہ ڪيولري ڊويزنون ۽ هڪ توب مخالف برگيڊ شامل هيون.)

20 نومبر تي ٻيو سوويت حملو (ٻن فوجن هٿان) اسٽالن گراڊ جي ڏکڻ ۾ رومانيہ جي فوج تي ڪيو ويو. (رومانيہ جي فوجن ۾ اڪثريت پيادا فوج

اسٽالن گراڊ محاذ تي گهيرن مٿان گهيرا

جي هئي) جيڪا جلد ئي دير تي پئي. ڳاڙهي فوج اولهه طرف گهيري واري اندازي دوڙ ڪئي ۽ ٻن ڏينهن ڪانپوءِ ڪالاچ شهر جي پرسان پاڻ ۾ ملي اسٽالن گراڊ ٻاهران دائرو (مُنڊي) مڪمل ڪيو.

23 نومبر تائين پهريون گهيرو ڪلاچ وٽ مڪمل ٿيو، جتي ٻنهي رخن کان پيش رفت ڪري ڪالاچ وٽ ڳاڙهي فوج جا سپاهي هڪٻئي سان

پاڪر پائي مليا ۽ سندن اکين مان ڳوڙها وهي آيا جيڪي خوشيءَ جا ڳوڙها هئا.



ڪلاچ وٽ ٻن طرفن کان ايندڙ ڳاڙهي فوج هڪٻئي سان ملندي



ڪلاچ وٽ ڳاڙهي فوج جا سپاهي هڪٻئي سان ڀاڪر پائيندي

اٽين 3 لک جرمن فوج گهيري ۾ اچي وئي، جنهن گهيري جي جستجو نازي پاڻ ڪندا رهيا پر الٽو پاڻ اهڙي ئي گهيري ۾ ڦاسي پيا. جنهن ڪانپوءِ جرمن فوجن جي رسد واري لائين ڪٽجي وئي. جيتوڻيڪ پالس وٽ اڃا به گهيري مان نڪري وڃڻ لاءِ دري موجود هئي ڇاڪاڻ ته اڃا ڳاڙهي فوج پنهنجي گهيري کي مضبوط ڪرڻ ۾ مصروف هئي، پر جيئن ته گهيرو ٽوڙي واپس ٿيڻ لاءِ هٽلر جي اجازت گهربل هئي. ۽ ان لاءِ جنرل پالس اجازت گهري پر ان جو جواب مليو ”نه“ ۽ ڪيس وڏيڪ

چيو ويو ته "اسين رسد موڪليندا سين" جرمن جهاز رسد واري گهرج لاءِ اڏامون ڪندا رهيا پر رسد پوري نه پئي ڪري سگهيا. چاڪاڻ ته هتي روزانو 117 ٽن رسد پهچائڻي هئي. پر ان دوران جرمن جهازن رسد پهچائڻ سان گڏوگڏ اٽڪل 42 هزار زخمي ۽ اسپيشلسٽ ٽيڪنيڪل فوجين کي گهيري مان ڪڍڻ ۾ مدد ڪئي. ڇهين جرمن فوج جا اٽڪل 50 هزار سپاهي ڀڄڻ ۾ ڪامياب ٿيا. پر ان ڪارروائي دوران ڪيترائي جرمن جهاز تباهه پڻ ٿيا.

<u>آپريشن ننڍو زحل</u>

"جيڪڏهن توکي تنهنجو گهر پيارو آهي جنهن ۾ تنهنجي روسي ماءُ تنهنجي پالنا ڪئي
جيڪڏهن تنهنجي ماءُ توکي پياري آهي ۽ تون اهڙ تصور به برداشت نٿو ڪري سگهين ته
نازي فوجي ان جي ڳلن تي چماٽ هڻن
جيڪڏهن تون نٿو چاهين ته جرمن فوجي تنهنجي پيءُ جي
تصوير کي ڦاڙين ۽ اهي تمغا جيڪي ڪيس گذريل جنگ ۾ مليا انهن کي اجلائي ڇڏين
جيڪڏهن تون نٿو چاهين ته تنهنجي استاد کي اسڪول ٻاهران ڦاهي تي چاڙهيو وڃي
جيڪڏهن تون نٿو چاهين، ته هوءِ جنهن کي ڪيتري عرصي کان تون چمي به نه ڏئي سگهيو آهين، ان کي اگهاڙو ڪري فرش تي گهليو وڃي
ان نفرت، رڙين ۽ ڳوڙهن جي وچ ۾
جرمن فوج ان کان اهو ڪجهه کسي. وٺي جيڪو تنهنجي مرداڻي پيار سان لاڳاپيل هجي
جيڪڏهن تون نٿو ڏيڻ چاهين اهو سڀ ڪجهه جنهن کي تون پنهنجو وطن سڏين ٿو
ته پوءِ هڪ جرمن فوجي کي مار، جنهن کي به تون ڏسين، هر ڀيري هڪ جرمن فوجي کي مار"
(جولائي 1942 ۾ سيمونوف جو نظم "هن کي ماريو" حب الوطني ۽ دشمن سان نفرت سان ڀرپور آهي.)

ڳاڙهي فوج اسٽالن گراڊ ڇوڌاري پنهنجي پوزيشن مضبوط بڻائي ڇڏي هئي. جرمن فوجن پنهنجي ڦاٿل فوج کي بچائڻ لاءِ ڏکڻ کان ڪوشش ڪئي پر ڊسمبر ڌاري ڳاڙهي فوج ان کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. ان دوران سياري سبب وولگا ندي ڄمي برف ٿي چڪي هئي جنهن ڪري ڳاڙهي فوج جي رسد وڌيڪ آسان ٿي پئي.
16 ڊسمبر تي ڳاڙهي فوج طرفان ٻيو حملو ٿيو جنهن ۾ جرمن ۽ سندس اتحادي فوجن کي ڊان محاذ وٽان ڌڪ هڻي ڳاڙهي فوج اڳتي وڌي، (ائين چر (Chir) کي ڪاٻي گهيري سان ڳنڍي ٻيو ٻاهريون گهيرو جوڙي فولادي پٽ ٺاهي ڇڏي. جنرل پالس جي ڇهين فوج مڪمل گهيري هيٺ هئي.) جيئن ته ان پٺي سوويت حملي جو هدف راستوف کي واپس وٺڻ هو ۽ جيڪڏهن منصوبي مطابق (راستوف طرف اڳيرائي جاري رهي ها) حملو ڪامياب ٿئي ها ته ڏکڻ واري گروپ جي باقي بچيل فوج (ڪاڪاسس واري پاسي) کي به ڦاسي پئي ها جيڪا سوويت محاذ تي جرمني جي فوج جو ٽيون حصو هئي، پر جرمن فوج "گشتي دفاع" وارو طريقو اختيار ڪيو.
ان ڪانپوءِ جرمن فوج جي واپسي ۽ انهن جي بچاءَ لاءِ جنرل منسٽن جي ڪمانڊ ۾ (ٻارهين فوج، مرڪزي محاذ کان هٽائي) فوج موڪلي وئي جنهن ڪري ڪاڪاسس جي گروپ اي واري فوج کي نڪرڻ جو موقعو مليو. پر اڳتي هلي منشٽن کي پڻ پوئتي هٽڻو پيو ڇاڪاڻ ته ان وٽ به وسيلا تمام گهٽ هئا، جيتوڻيڪ منسٽن جي فوج ڇگو خاصو اڳتي نڪري وئي پر پاسن کان ڳاڙهي فوج حملا ڪري ڏنس، هن وٽ ڪا به بچت فوج نه هئي، نتيجي طور پوئتي موٽڻ تي مجبور ٿيو.
ٻئي پاسي، اسٽالن گراڊ شهر ۾ ڇهين فوج پنتي وڙهندي ۽ پنتي هٽندي شهر تائين محدود ٿي وئي ۽ وري ساڳئي قسم جي شهر اندر ويڙهه شروع ٿي. جنهن ۾ جرمن فوجي ڪارخانن کي مضبوط قلعا بڻائي وڙهندا رهيا. چوڌاري گهيرو هجڻ ۽ رسد بند هجڻ سبب آهستي آهستي جنرل پالس جي فوج بک ۽ بيمارين وگهي مرندي رهي. تيئن صورتحال اهڙي وڃي ٿي جو گهيرو ٽوڙڻ جا گس به بند ٿي ويا پر ان باوجود مٿان کان واپس ورڻ جي اجازت به نه ملي، ۽ 16 ڊسمبر تي، جڏهن پوئتي هٽڻ جي منظوري ملي تڏهن تمام گهڻي دير ٿي چڪي هئي. جرمن فوجين پنهنجي خوراڪ جي پورائي لاءِ پنهجن گهوڙن کي ڪائڻ شروع ڪيو.

بارود ۽ دوائون بہ ختم ٿي ويون ۽ ڪيترائي فوجي مرندا رهيا. جنرل پالس برلن رپورٽ موڪلي تہ اسان وٽ نہ کاڌو آهي ۽ نہ هٿيار. پر برلن ۾ هٽلر شراب جي محفل ۾ "اسٽالن گراڊ جي هيروز" کي سلام پيش ڪري رهيو هو ۽ جواب ۾ لکيائين "هٿيار ڦٽا ڪرڻ وارو گس تہ ناممڪن! آخر تائين وڙهندا رهو."

گهيري هيٺ آيل فوج جي حالت ڏينهون ڏينهن خراب ٿيندي رهي، مسلسل وڙهندي هٿيار ۽ کاڌ خوراڪ جي کوٽ شديد کان شديد تر ٿيندي وئي ۽ گهيري اندر هجڻ سبب رسد پڻ آهستي آهستي گهٽجي وئي. ڪجهہ وقت ڪانپوءِ جرمن جهازن کي ڳاڙهي فوج نشانو بڻائڻ شروع ڪيو، نتيجي طور جهاز اڏامندي سامان اڇلائيندا رهيا. ان مان بہ گهڻو خراب يا سوويت فوج جي حدن ۾ پئي ڪريو. نيٺ ڪيترائي جرمن فوجي کاڌي جي کوٽ، شديد ٿڌ ۽ هٿيار نہ هجڻ سبب مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا، ۽ هٽلر جي حڪمن جي انحرافي ڪندي، نيٺ 31 جنوري (3 فيبروري) 1943 تي، جنرل پالس هٿيار ڦٽا ڪندي ڇهين فوج سميت پنهنجو پاڻ کي ڳاڙهي فوج وٽ پيش ڪيو. اٽڪل 99 هزار (22 ڊويزون) جرمن فوجي قيد ڪيا ويا جنهن ۾ 22 جنرل بہ شامل هئا.




قيد ڪيل جرمن فوج اسٽالن گراڊ شهر مان گذرندي

## جرمن_سوويت جنگ ٽيرو ڪاٽڻ شروع ڪيو

ٻي عالمي جنگ ۾ نازي فوج کي مليل شڪستن ۾ ايتري وڏي سطح جي اها ٻي شڪست هئي. اسٽالن گراڊ وٽ اندازن 10 لک 15 هزار

ڳاڙهي فوج ۽ 10 لک 11 هزار نازي فوج هئي. جنهن ۾ اٽڪل 5 لک ڳاڙهي فوج پڻ شهيد ٿي. مکيه رخ ۾ حملي ڪرڻ لاءِ سوويت ڪمانڊ، پنهنجي جنگي سامان، ۽ فوج کي هنرمندي سان نقل و حرڪت ۾ آڻي دشمن مٿان برتري/فوقيت حاصل ڪئي. اسٽالن گراڊ جي لڙائي سوويت فوجي هاءِ ڪمانڊ جي تنظيمي قابليتن ۽ جنگي هنر، سوويت سپاهين جي همت ۽ هيروازم جو هڪ بيمثال نمونو هئي. اسٽالن گراڊ جي ويڙهه نازي فوج جي زوال تي مهر هڻي ڇڏي. ڇاڪاڻ ته اسٽالن گراڊ وٽ مليل بري شڪست ڪانپوءِ جرمني ڪڏهن به پنهنجي ٿيل نقصان جو ازالو نه ڪري سگهي. ان لڙائي ڪانپوءِ جرمن فوجون وڏيڪ فتح بدران پنهنجو بچاءُ ڪرڻ ۾ مصروف رهيون. هٽلر مخالف اتحاد لاءِ سياسي ۽ جنگي حالتن کي فائديمند بڻائڻ ۾ هيءَ لڙائي فيصلاڪن عنصر ثابت ٿي. (1945 ۾ اسٽالن گراڊ کي "هيرو شهر" جو ايوارڊ ڏنو ويو.)

نومبر 1942 ۾ اسٽالن گراڊ وٽ جوابي حملي جي ابتدا، جنهن مڪمل حملي جي صورت اختيار ڪري ورتي جيڪو مارچ 1943 تائين هلندو رهيو ۽ دشمن جون 100 کان وڌيڪ ڊويزنون تباهه ڪري ڇڏيون. جملي طور تي، اٽڪل 17 لک جرمن آفيسر ۽ فوجي قتل، زخمي، گم ۽ قيد ڪيا ويا، اٽڪل 24 هزار بندوقون، 3 هزار توپون ۽ هزارين جهاز تباهه ٿيا. انهن هاڃن ۽ نقصانن نازي جرمني جي فوجي سگهه کي اندران ئي اندران کاٽ هڻي ڇڏيو.

اسٽالن گراڊ جي فتح ان وقت حاصل ٿي جڏهن سوويت يونين لاءِ حالتون تمام خراب هيون، سوويت يونين لاءِ، هڪ طرف ڏور اوير ۾ جاپاني فوج ۽ ٻئي پاسي ترڪ فوج جڻ ته ڪنهن به وقت حملي ڪرڻ لاءِ بيٺل هيون ۽ جنهن ڪري سوويت فوج جو چڱو خاصو حصو انهن امڪاني خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ سيڙايل هو. نتيجي طور نازي حملاآورن خلاف جدوجهد، جيڪا شديد کان شديد تر ٿيندي پئي وئي، ان ۾ استعمال ڪرڻ لاءِ قوت گهٽ هئي. ٻئي طرف جرمني خلاف اتحادين (برطانيه ۽ آمريڪا) طرفان اولهه ۾ ٻيو محاذ نه کوليو ويو هو ۽ ان عمل جرمني کي وڌيڪ ڇوٽ ڏني هئي ته هو پنهنجين فوجن کي اوير واري محاذ (روس) طرف موڪلي.

بهرحال، اسٽالن گراڊ واري لڙائي عظيم محب وطن جنگ ۽ سموري ٻي عالمي جنگ ۾ ڦيرو آڻڻ لاءِ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو. ڪنهن به جنگ جي نتيجي بابت آخري تجزيئي جو فيصلو ميدان جنگ تي ٿيندو آهي.

فتح ان فوج کي ملندي جنهن وٽ اقتصادي ۽ افرادي قوت هجي، جيڪا بهتر هٿيارن سان ليس ۽ تربيت يافته هجي ۽ ونس بلندترين اخلاقي سگهه هجي.

## اسٽالن گراڊ جي محاذ تي ناڪامي جا ڪارڻ

جرمني اندر پرچار ڪيو ويو ته اسٽالن گراڊ وٽ مليل شسڪت اتفاقي هئي ۽ فوجي حوالي سان انهي شڪست جو بدلو وٺي سگهجي ٿو. ماسڪو واري لڙائي ۾ مليل هار وانگر اسٽالن گراڊ وٽ مليل بري شڪست لاءِ پڻ هٽلر کي اڪيلي سر ذميوار، جڏهن ته نازي جنرل اسٽاف کي آجو قرار ڏنو ويو. ان کي ثابت ڪرڻ لاءِ ٻه مثال ڏنا ويندا آهن (1) هٽلر جو زور هو ته جرمن فوج اسٽالن گراڊ کان هڪ قدم به پوئتي نه هٽي. جڏهن ته جرمن جنرلن ڪيس حڪم تبديل ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي ڪوششون ڪيون ۽ ٻئي طرف وري، روس زبردست زميني ۽ هوائي فوجون ميدان ۾ لاٿيون ۽ (2) جرمن جنرل ان ڳالهه کان واقف هئا ته (اسٽالن گراڊ واري محاذ تي) تمام ڏکيو ڪاڪاسس وارو پاسو خطري ۾ آهي، پر هٽلر پنهنجي شان شوڪت وڃائڻ جي خوف کان، واپس ورڻ جي اجازت کان انڪار ڪري ڇڏيو. مطلب ته ڪنهن نه ڪنهن ريت ان ناڪامي جو بنيادي سبب هٽلر جي ذات کي ڄاڻايو آهي ۽ ڳاڙهي فوج جي زبردست مزاحمت ۽ ڪمانڊ جي هنرمندي کي شاباس ناهي ڏيٺي. ڊان محاذ وٽ حملي جي ابتدا وقت جرمن فيلڊ مارشل مينسٽن، پنهنجين يادگيرن ۾ لکي ٿو ته دشمن دفاعي ويڙهه کان گهٽو اڳتي نڪري ويو آهي، پن پينزر ڊويزن هٿان قبضو ڪيل علائقن کي پيهر کسڻ يا اسانجي ڪجهه يونٽن جو گهيرو ڪرڻ لاءِ جوابي حملا ڪري رهيو آهي."
هيٺ ڏنل نقطا فقط جرمن جي شڪست جي سببن تي روشني وجهن ٿا ۽ انهن ۾ ڳاڙهي فوج جي ڪاميابي جي ڪارڻن کي بيان نه ڪيو ويو آهي.

1. جرمن ڪمانڊ طرفان مختلف رخن کان وڌي هڪ نقطي تي گڏ ٿيڻ (Convergence) بدران مختلف رخن ۾ وڃڻ (Divergence) جي حڪمت عملي تي عمل ڪيو ويو. مطلب ته ڏکڻ طرف ڪاڪاسس ڏانهن وڌڻ سان گڏوگڏ اسٽالن گراڊ طرف پڻ اڳڀرائي ڪئي وئي ۽ ٻئي رخ هڪ نقطي تي گڏجڻ بدران الگ الگ انداز سان وڌيڪ پيچيده ٿيندا ويا.

2. اسٽالن گراڊ واري محاذ (شهر) جو دائرو ۽ ويڪر ننڍي هئي، جيڪا دفاع ڪندڙ ڌر لاءِ فائديمند هئي، ڇاڪاڻ ته اها هر خطري هيٺ علائقي ۾ جاءِ تي تيزي سان فوج گڏ ڪري پئي سگهي.
3. جنگ جو ميدان شهر هو، جتي آزادي سان نقل حرڪت ڪرڻ جي گنجائش بلڪل نه هئڻ برابر هئي.
4. جرمن فوج جنهن جي ڪاميابي ۾، دشمن کي بدحواس ڪرڻ، منجهائڻ ۽ ڏيان ڦيرائڻ وارين تدبيرن اهم ڪردار ادا ڪيو، پر شهر ۾ ان قسم جون ڪارروائيون گهٽ ڪيون ويون.
5. جنگ ۾ ڪاميابي جو هڪڙو راز اهو آهي ته دشمن هميشه اوهانجي مقصدن بابت غيريقيني ڪيفيت ۾ هجي، پر هتي اسٽالن گراڊ تي مسلسل زور ڏيڻ سبب اهو چٽو ۽ واضح مقصد نظر اچڻ لڳو، جنهن ڪري دفاع ڪندڙ ڌر لاءِ ان قسم جي مخصوص ٽارگيٽ تي ڌيان ڏيڻ ۽ فوجون گڏ ڪرڻ وڌيڪ آسان ٿيڄي ويو.
6. شهر جي مختلف علائقن ۾ جمع ٿيل فوجن طرفان حملو بقابلہ جمع ٿيل قوتن طرفان دفاع جو سلسلو هلندو رهيو. جنهن سان تمام گهڻو نقصان پهتو.
7. گهڻي کان گهڻي فوج اسٽالن گراڊ واري محاذ تي گڏ ڪرڻ سبب پاسا جن جي ڊيگهه اٽڪل 400 ميل هئي، اهي ڪمزور ٿيندا ويا. ڊان واري سيڪٽر وٽ دريا جو پاڻي ڄمي برف ٿي ويو جتان ڪراس ڪرڻ آسان ٿيڄي ويو. ڊان سيڪٽر ۽ اسٽالن گراڊ ۾ اٽڪل 100 ميل مفاصلو هو.
8. مکيہ محاذن جي ڏکڻ پاسن (Flanks) تي رومانيہ، هنگري ۽ اٽلي جون ڪمزور فوجون مقرر هيون، جن کي شڪست ڏيڻ آسان هو.
9. ايڏن ڏکڻ پاسن جي دفاع لاءِ اٽڪل 40 ميلن ڪانپوءِ ڊويزنل هيڊڪوارٽر هئا جيڪي ڪنهن به صورت ۾ ناڪافي هئا.
10. اسٽالن گراڊ بنيادي طور تي جنگي هدف هو نه ڪي اقتصادي هدف. پر ان قسم جي صرف جنگي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ مضبوط معاشي سگهه گهربل هجي ٿي، جڏهن ته جرمني جي طاقت جو بنيادي راز فوجي قوت هئي نه ڪي اقتصادي قوت.

## باب ستون

## سوويٽ يونين طرفان حملا

### B_6) ڪاڪاسس محاذ ڪان سوويت حملوَ

ڪاڪاسس طرف جرمن فوج جي ابتدائي اڳيرائي وقت ڳاڙهي فوج پوئتي هٽڻ تي مجبور ٿي هئي پر حالتن کي ڏسندي سوويت فوج لچڪدار دفاعي حڪمت عملي تي عمل ڪيو. پوءِ حملي آور انداز سان دشمن مٿان ڪڙڪي پئي. ڳاڙهي فوج لاءِ فائديمند عنصر (1) فوجون ان علائقي جون هيون ۽ اهي پنهنجن گهرن لاءِ ويڙهه ڪري رهيون هيون (2) ڳاڙهي فوج علائقي ڪان واقف هئي (3) جابلو علائقو هجڻ سبب جرمن فوجون پوڏ بدران ڪينال واٽگر اڳتي وڌڻ تي مجبور ٿيون جنهنڪري اوچتي حملي وارو اهم عنصر ڪائنن کسجي ويو (4) سوويت بمبار گروزني ويجهو موجود هئا انهن جي اوچتو ظاهر ٿيڻ جرمن فوج کي چرڪائي ڇڏيو (5) جرمن فوج وٽ هوائي فوج نه هئي ڇاڪاڻ ته اها اسٽالن گراڊ جي محاذ ڏانهن اماڻي وئي هئي (6) سوويت گهوڙي سوار فوج جرمن فوج جي رسد واري لائين کي ٽوڙڻ ۽ ڪين پتڪائڻ وارو ڪم ڪيو (7) مٿان وري بارش ۽ برف. جيتوڻيڪ، ڪاڪاسس واري محاذ تي جرمن فوجون پنهنجي مقصد جي بلڪل ويجهو پهچي چڪيون هيون، پر مٿين سمورن فائديمند عنصرن جو جائزو وٺڻ کانپوءِ ڳاڙهي فوج طرفان جوابي حملا ڪيا ويا، ساڳئي وقت اسٽالن گراڊ ۽ رازو (Rzhev) وٽ پڻ جوابي حملا ٿيا جن ڪاڪاسس واري محاذ جي اٽڪلدي طرح وڏي مدد ڪئي. هوڏانهن اسٽالن گراڊ وٽ ٿيندڙ ويڙهه پنهنجي توڙ وارن مرحلن ۾ هئي ۽ ان محاذ وٽ تيل لڙائي ڪاڪاسس مان نازي فوجن جي ترت نيڪالي ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو.

ڪاڪاسس طرف ڪاهه ڪندڙ پهرين پينزر ۽ 17 هين نازي فوج سان پڻ اسٽالن گراڊ واري لڙائي جهڙو جشر ٿئي ها، يعني ذري گهٽ مڪمل گهيري ۾ قابو پئي سگهيا. هڪ ئي وقت ڏان، اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس جي پهاڙن وٽان حملا ٿيا جيڪڏهن اهي ٿئي اڳيرائيون طئي




ڪاڪاسس محاذ: ڳاڙهي فوج طرفان حملو

ڪيل هدف راستوف (Rostov) شهر وٽ ڪجهه وقت اڳ ڳنڍجن ها تہ شايد سڄي جنگ ئي پلٽو کائي وڃي ها. ڇاڪاڻ تہ پهرين پينزر نازي فوج راستوف جي 400 ميل اوپر ۾ هئي ۽ ان وقت تائين هٽلر جو حڪم هو

پوئتي ناهي هٽڻو. جرمن جنرل اسٽاف هٽلر کي ٻڌايو ته ڊان محاذ
اري لائين کي بچائڻ ناممڪن بڻجي ويو آهي. تنهن ڪانپوءِ ٻئي ڏينهن
ي هٽلر حڪم ڪيو ته پوئتي هٽو. پر پوئتي هٽڻ لاءِ وقت ٿورو هو ۽
فاصلو گهڻو هو. 17 هين نازي فوج ڪرائيما جي تمن پيننسوليا وٽان
اپس رخ ڪيو. پهرين پينزر تيزي سان واپس ڊوڙي ڊوڙي 1 فيبروري
ي راستوف شهر وٽ پهتي.

سوويت جنرل وتوتين جي فوج فيبروري جي پهرين هفتي ۾ ڊان ڪان
رنز (راستوف پنيان) تائين پهچي چڪي هئي. پر اُن باوجود ڪاڪاسس
ان موٽندڙ جرمن فوج بچي وئي جنهن ۾ اسٽالن گراڊ وٽ گهيري هيٺ
ل جرمن فوج اهم ڪردار ادا ڪيو ڇاڪاڻ ته ڳاڙهي فوج جو وڏو تعداد
هن سان وڙهڻ ۾ مصروف هو، نيٽ، بک، بيماري، هٿيارن ۽ ڪاڌي جي
لديد کوٽ ڪانپوءِ اسٽالن گراڊ واري جرمن فوج 3 فيبروري تي هٿيار
نا ڪيا. مطلب ته نازي فوج جيڪڏهن ڪجهه وقت اڳ هٿيار ڦٽا ڪري
ا ته ڳاڙهي فوج اتان ڪان واندي ٿي ڪاڪاسس ڏانهن دشمن تي پنيان
ان حملو ڪري ها. پر ان باوجود، جرمن جنرل منسٽين جي اڳواڻي ۾ 11
سبر جرمن فوج ڪاڪاسس ڪان واپس ٿيندڙ فوج جي پاسن جو بچاءُ
ڪرڻ لاءِ موڪلي وئي جنهن جرمن جنرل ڪليسٽ جي پهرين پينزر
روپ کي ڊوڙي ڊوڙي جان بچائڻ جو موقعو ڏياريو. پر مٿين ٻنهي
سبن کان وڌيڪ سوويت يونين جي برف نازي فوج جو بچاءُ ڪيو،
اڪاڻ ته اها برف هئي جنهن ڳاڙهي فوج کي اڳتي وڌڻ کان روڪي
ڏيو. هٽلر اسٽالن گراڊ جي گهيري ۾ آيل فوجين جي هٿيار ڦٽا ڪرڻ
اري عمل کي "قرباني" سڏيو ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن اهي ٿورو اڳ ۾
تيار ڦٽا ڪن ها ته ڪاڪاسس واري پاسي (400 ميل) اڳتي بيٺل فوج
ڪڏهکو ختم ٿي چڪي هجي ها.

رمن فوج پيچي پيچي راستوف پهتي پر ٿورو وقت ئي ڪونه گذريو هو
ڳاڙهي فوج طرفان ڊونزه کان شروع ٿيل اڳيرائي ازوو سمنڊ وٽ
پچڻ واري هئي، جيڪا تازو پيچي جان بچائي پهتل نازي فوج لاءِ ٻيهر
طرو ٿي پئي. ڇاڪاڻ ته اها سندن پنتي هٽڻ وارو رستو ڪٽي سگهي
ئي. ائين مختصر عرصي اندر تمام تيزي سان، ڳاڙهي فوج نازي حملي
رن کي ڪاڪاسس مان تڙي ڪڍي ڇڏيو.

## سوويت حڪمت عملي دشمن جون مٽيون منجهائي ڇڏيون

سوويت_جرمن جنگ جي ابتدا جي پيٽ ۾: هاڻي سوويت ڪمانڊ متبادل طريقن ۽ سُرن سان حملي آور ويڙهه کي جاري رکڻ ۽ دشمن جون مٽيون منجهائڻ واري هنر ۾ شاندار مهارت حاصل ڪري ورتي هئي. انهيءَ ساڳئي هفتي ۾، ڳاڙهي فوج طرفان لينن گراڊ وٽان جوابي حملو ڪري، 17 مهينن کان گهيري هيٺ آيل شهر جي ساهه کڻڻ لاءِ لدوگا ڍنڍ وٽان سوراخ ڪڍڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي وئي.
ڳاڙهي فوج هر اڳيرائي اِنهن طريقن جي تسلسل سان حاصل ڪئي. ڳاڙهي فوج جي هاءِ ڪمانڊ هڪ پيانو وڄائيندڙ وانگر ويڙهه ڪري رهي هئي. جيڪا تيزي ۽ سمجهداري سان، هڪ کي بورڊ تي ڪيڏي مهل پنهنجين آگرين ۽ هٿن کي مٿي پئي ڪڻي ته ڪيڏي مهل هيٺ پئي آڻي. حڪمت عملي جي حوالي سان مختلف طريقا استعمال ڪندي مختصر وقفن ڪانپوءِ، هر پيري دوڪي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملن جو تسلسل عمل ۾ آندو، ظاهري طور حملي لاءِ تياريءَ جو ميدان هڪڙو هوندو هو ته حملو وري ٻئي هنڌان ڪيو ويندو هو. جيتوڻيڪ زميني ۽ جاگرافيائي حوالي سان سڌيون ڪاهون ڪيون ويون پر نفسياتي طور تي اڻسڌيون هيون. گهڻو ڪري اتي حملا ڪيائون، جتي دشمن کي گهٽ ۾ گهٽ توقع هجي. بدقسمتي سان، برف جي رجڻ وارو عمل اڳ ۾ تي پيو. جنهن ڳاڙهي فوج جي اڳيرائي آڏو رڪاوٽ وڌي. جيتوڻيڪ، ڳاڙهي فوج تيار هئي پر انتظامي مسئلا (ٽرانسپورٽ، بارود ۽ ڪاڌو) سندن جنگي مقصدن ۽ حڪمت عملين آڏو رڪاوٽ بڻجي پيا. تنهن هوندي به، پنهنجن منصوبن ۾ تبديلي آڻڻ بدران، وڏي جرائت، بهادري ۽ سورهيائي سان، هنن ڪارروائي جاري رکي ۽ پنهنجين ضرورتن جي پورائي لاءِ دشمن کان سامان کسڻ جي پاليسي تي عمل ڪيو ۽ ان ۾ ڪجهه ڪاميابي به ماڻي. پر جيترو اڳتي وڌندا رهيا اوترو ئي رسد جي ڏکي صف وارو قانون ڪين پوئتي ڇڪيندو رهيو. ڇاڪاڻ ته اڳتي وڌڻ جا اڪثر رستا ۽ گس اهي علائقا هئا جيڪي جنگ جي تباهيءَ جو منهن ڏسيو وينا هئا.[330]

[330] History of Second World War, Liddle Hart, p, 503-4

## لينن گراڊ: "گهيرو ٽٽي ويو"

لينن گراڊ شهر جنهن ۾ هن مهل تائين، ڪنهن به ٻاهرين فاتح قدم نه رکيو هو. هي اهوئي شهر هو جنهن ۾ ناقابل بيان سورهيائي سان ويڙهه هلي پئي. ان سموري عرصي دوران، جرمن فوج کي گهڻو نقصان پوڳڻو پيو هو تنهنڪري انهن اولهه يورپ کان تازيون فوجون گهرايون.[331]
ابتدائي گهيري وقت، اٽڪل ٽيهه لک ماڻهو لينن گراڊ ۾ قاتل هئا، (جنهن مان 25 لک شهر ۾ ۽ ٻيا ان جي پسگردائي ۾ هئا). جن مان ڪيترن کي ڪڍيو به ويو هو. فقط نومبر 1941 ۾ 11 هزار ماڻهو مري ويا هئا. تنهن هوندي به، اپريل تائين فقط 11 لک ۽ نومبر 1942 ڌاري 6 لک 50 هزار آبادي باقي بچي هئي. مسلسل ڏکهي ناڪابندي دوران لينن گراڊ شهر جي رهواسين ڪهڙين تڪليفن، مشڪلاتن ۽ عذابن کي ڀوڳيو ان جون ڪجهه جهلڪيون مختلف شاهدن هن ريت بيان ڪيون آهن:
"پنهنجا خالي پيٽ ڀرڻ لاءِ، شديد تڪليفون (جيڪي بک سبب پيدا ٿيون) گهٽائڻ لاءِ، ماڻهو نه ڪائڻ جهڙين شين جي تلاش ڪندا رهيا. اُهي ڪانو، ڪا ٻلي، يا ڪنهن ڪُتي کي پڪڙڻ جي ڪوشش ڪندا هئا ته جيئن ڪنهن به نموني زنده رهي سگهجي. اُهي ڪيسٽر آئل، وارن جو تيل، ويزلين، گلسرين جي تلاش ۾ دوائن جي دڪانن تي ويندا هئا. اُهي (واڍي جي ٺاهيل فرنيچر ۽ اچلايل وال پيپر جي) گليو (Glue) مان جوس ۽ ملائي ٺاهيندا هئا. پر سيني ماڻهن وٽ ان قسم جي اضافي "کاڌي" جا وسيلا نه هئا."
"موت مختلف حالتن ۾ هر ماڻهو کي پڪڙي رهيو هو، ماڻهو جڏهن گهٽين ۾ ويندا هئا ته هلندي هلندي ڪري پوندا هئا ۽ وري ڪڏهن به اٿي نه سگهندا هئا. پنهنجن گهرن ۾ سمهندا هئا ته وري نه جاڳندا هئا. ڪارخانن ۾ ڪم ڪندي ڪري پوندا هئا. اُتي ڪابه ٽرانسپورٽ نه هئي، ۽ لاشن کي سندن ئي گهرياتي دفنائي ايندا هئا، جيڪي قبرستان تائين ويندي ۽ قبر کوٽيندي بلڪل بي حال ٿي پوندا هئا ۽ اڪثر ڪري لاشن کي ڦٽو ڪري ايندا هئا. اڳتي هلي، ڪنهن لاش کي دفنائڻ لاءِ ڪفن ملڻ ناممڪن ٿي پيو. ڪيترائي لاش گهرن ۾ ڪاغذن سان ويڙهيل ۽ گهٽين ۾ پيل هوندا هئا. شهري دفاعي ٽيمون ڌماڪيدار مادو استعمال ڪري

[331] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p

گڏيل قبرون کوٽينديون هئي. بک کان علاوه ماڻهو سخت سردي ۽ برف سبب پنهنجي ٿڌن گهرن ۾ ڏڪندا رهندا ها.“
اپريل ۾ جڏهن اونهارو آيو، تڏهن (بيمارين جي پکڙجڻ کي روڪڻ لاءِ) شهر جي صفائي ڪرائي وئي ان دوران خبر پئي ته هزارين انساني لاش خندقن، جهوپڙن ۽ برف هيٺان ڪيترن ئي مهينن کان پيا هئا.



(هي تانيا سوچيوا، يارنهن سالن جي ڇوڪري، جا نوٽس آهن جيڪي هُن پنهنجي ڏاڏي، پوءِ چاچي، پوءِ ماءُ ۽ پوءِ ڀاءُ جي بک وگهي مرڻ بابت لکيا ۽ آخر ۾ لکيائين ته ”فقط تانيا بچي آهي“ پاڻ لينن گراڊ جي ناڪابندي ختم ٿيڻ کانپوءِ فوت ٿي وئي. سندس ڊائري عالمي عدالت نرمبرگ ۾ ڏيکاري وئي هئي.)

هڪڙي ڊاڪٽر لکيو هو ته ”لينن گراڊ رهواسين ۾ ڪيترا ماڻهو اهڙا هئا جيڪي هلي نه پئي سگهيا. اُهي برف هيٺ جميل پنهنجن گهرن ۾ خاموشي سان وينا هئا، جن ۾ ائين پئي لڳو ته اونهارو داخل ئي نه ٿي سگهندو.“
عظيم ڪروف ڪارخانو جنهن تي فقط ڪ ميل پرتي کان جرمن فوج بمباري ڪري رهي هئي، پر ان باوجود ڪارخاني ۾ ڪم هلندو رهيو. جتي مزدور هڪڙي دوزخ جهڙي حالت ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. پر اهم

ڳالهہ تہ مزدور فوجي نہ هئا پر انهن مزدورن ۾ 69 سيڪڙو تہ عورتون ۽ ڇوڪريون هيون.[332]
لينن گراڊ ۾ "ڪروف ڪارخاني" جي مزدورن مٿان جرمن جهاز بمباري ڪري رهيا هئا تڏهن شاعر نڪولائي تخنوف پنهنجي نظم "ڪروف اسان سان آهي" ٻڌائي. جنهن ڪي ٻڌي ڪارخاني جا پورهيت پنڌ پهڻ ٻڻجي ويا.

"گهڙين مٿان بمباري، جهنگلا پڃي پڙي پيا،
آسمان جي وڪريل قبي هيٺان،
ڪروف (ڪارخانو) ٻي ڇيني سان هلي پيو
خبردار ۽ هٿياربند لينن گراڊ جي گهٽين ۾.
هي ماڻهو، ويڙهاڪ ۽ قهر جهڙا
ان شهر ۾ هلن پيا جنهن سان پيار اٿن.
ڪروف، اونداهو ۽ ڇميل
قلعي وانگر ڪارو ۽ مضبوط.
ڪي بہ وقفا ناهن، دونهو ناهي، ڪابہ گفتگو ناهي.
ننڊ ۽ آرام جا تصور ناهن رهيا.
مزدورن جا چهرا زور مان ڇڪيل ۽ پگهريل،
پختي عزم سان پرپور ۽ مضبوط.
ورڪشاپ جهازن جي حملن جو نشانو ٻڻجن پيا،
۽ هتي بہ باهہ لڳي آهي.
ڪم هلي پيو،
توهان ڪي جيڪو ڪرڻو آهي سو ڪريو،
نازين ڪي بمباري مان ڪجهہ بہ نہ وريو
هاڻي هُو بهادرن ڪي، ٻڪن ۾ مارينداٍ!
لينن گراڊ ڪي روس کان الڳ ڪري ڇڏيو اٿن
۽ اسان لينن گراڊ واسين ڪي غلام ٻڻائيندا!
اهڙن جي زندگي ڪي دوزخ ٻڻائي ڇڏينداسين
ڇوتہ، نيوا (دريا) جي مقدس ڪنارن تي

[332] Russia at War, p, 320

روسي پورهيت مري ويندا، پر هٿيار ڦٽا نہ ڪندا: ڪڏهن بہ نہ
اسين محاذ ڪي نون هٿيارن سان سيگاريندا سين
۽ ناڪابندي ڪي ٽوڙينداسين
ڇاڪاڻ تہ هن ڪارخاني تي
ڪامريڊ سرگي ڪروف جو نالو آهي.

سوويت_جرمن جنگي محاذ تي. ٿيندڙ جدوجهد ۽ ڪاميابين ڪانپوءِ ناڪابندي ٽوڙڻ لاءِ معقول حالتون پيدا ٿي چڪيون هيون. 8 ڊسمبر 1942 ۾ شهر جي گهيري کي ٽوڙڻ لاءِ جي ايڇ ڪيو هدايت نامو جاري ڪيو هو جنهن کي ”آپريشن چٽنگ“ جو نالو ڏنو ويو. زوڪوف ۽ ورروشلوف جي ايڇ ڪيو جي نمائندي طور اهم ڪردار ادا ڪيو. منصوبي مطابق بہ هلان ڪندڙ گروپ جوڙيا ويا. جنهن ۾ لينن گراڊ محاذ، جنهن وٽ 67 هين فوج، ۽ وولخوف محاذ وٽ، ٻي شاڪ فوج ۽ اٺين فوج جو ڪجھ حصو شامل، هئا، جيڪي گوتلووو ڪان ٿيندي لپڪي سيڪٽر، شلسبرگ_سنياون وٽ 67 هين ڳاڙهي فوج سان ملڻي هئي.
11 کان 12 جنوري 1943 جي رات سوويت جهازن دشمن مٿان بمباري شروع ڪري ڏني ۽ اٽڪل ساڍا چار هزار آرٽلري جا گولا ڪٽب آندا ويا اها گولاباري بہ ڪلاڪ 20 منٽ هلندي رهي، ٻئي طرف، وولخوف محاذ طرفان اٽڪل هڪ ڪلاڪ 45 منٽن تائين گولاباري ڪئي وئي. ويڙھ جي ابتدائي ڪلاڪن ۾ ئي ڳاڙهي فوج نيوا جي برف ٽپي پهتي. جرمن فوج سخت مزاحمت ڪئي، ڇاڪاڻ تہ هٽلر جو حڪم هو تہ ”هڪ قدم بہ پوئتي ناهي هٽڻو. ڇا بہ ٿي پوي لينن گراڊ جي گهيري کي برقرار رکڻو آهي.“ ان لاءِ هن چار بچت ڊويزن فوج بہ موڪلي. پر هٽلري فوج جا سمورا حربا ڪامياب نہ ٿيا. 19 جنوري تي لينن گراڊ ريڊيو طرفان اعلان ڪيو ويو تہ ”گهيرو ٽٽي ويو“.
لينن گراڊ سان ڳنڍجڻ لاءِ تعميراتي مزدورن، سخت ڀاري ۽ بارودي ڪاٽين باوجود، 15 ڏينهن ۾ 36 ڪلوميٽر ڊگهي برفاني ”زندگي جو رستو“ تيار ڪري ورتو. ”آپريشن چٽنگ“ جي ڪاميابي لينن گراڊ واري لڙائي ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو. 1942_43 سياري واري جنگي مهم تحت ڳاڙهي فوج شهر جي گهيري ۾ ڏار وجهي ڇڏيو هو پر سياسي ۽ جنگي حالتن جي تقاضا هئي تہ لينن گراڊ تان ناڪابندي کي مڪمل طور تي هٽايو وڃي.

## خارڪوف تي ٻيهر قبضو

جنوري_مارچ 1943 جي واقعن جو جائزو وٺندي جي ايچ ڪيو اندازو لڳايو تہ وولگا، ڊان، ڏکڻ ڪاڪاسس، ورونزھ، لوڪي ۽ لدوگا ڍنڍ وٽ ٿيل لڙائين ۾ ڳاڙهي فوج دشمن جون اٽڪل 102 ڊويزنون ۽ لاتعداد جنگي سامان تباھ ڪيو ۽ اٽڪل 400 ڪلوميٽر جو علائقو آزاد ڪرائي لکين انسانن کي نجات ڏياري هئي. ان مان نتيجو اهو ڪڍيو ويو تہ نازي فوج جي دفاعي لائين ۾ ڪيترين ئي هنڌن تي وٿيون آهن ۽ سندس بچت فوج پڻ پوري ٿي چڪي آهي. تنهنڪري هي معقول وقت آهي تہ اسٽالن گراڊ وٽ مليل پيش رفت جو فائدو وٺندي دشمن کي ساهي پٽڻ جو موقعو ئي نہ ڏجي. فيصلو ڪيو ويو تہ بغير ڪنهن ساهي جي ۽ وقت وڃائڻ جي، دشمن کي دفاعي خندقون کوٽڻ جو موقعو نہ ڏجي. جي ايچ ڪيو ورونزھ محاذ کي خارڪوف (صنعتي علائقو) کي واپس حاصل ڪرڻ لاءِ رٿابندي ڪرڻ جي هدايت ڪئي. ان مهم کي ”تارو“ جو نالو ڏنو ويو.

ان دوران ژوڪوف ورونزھ محاذ کان ماسڪو موٽيو هو، هن جي رپورٽ جي روشنيءَ ۾ جنرل اسٽاف اندازو لڳايو تہ ٻئي طرف (ڪرسڪ) کان پڻ اڳيرائي ڪرڻ ممڪن آهي. بعد ۾ ڪرسڪ ۽ ڪستورنوو رخ ۾ ان جي ساڄي پاسي کان ٿيندي دشمن فوجن کي تباھ ڪندي ڪرسڪ علائقي کي ڇڏائڻ جو اضافي ڪم پڻ ورونزھ محاذ کي ڏنو ويو. هڪڙي محاذ لاءِ هڪ ئي وقت ٻن جنگي رخن ۾ اڳيرائي ڪرڻ آسان نہ هو. بهرحال، بعد جي واقعن مان معلوم ٿيو تہ سوويت ڪمانڊ پنهنجي ۽ نازي فوج جي قوت بابت غلط اندازو لڳايو.

آپريشن تارو، جنهن مطابق اٽڪل 250 ڪلوميٽر تائين جي علائقي ۾ داخل ٿيڻو هو. ورونزھ محاذ بغير ڪنهن بچت فوج جي حملو ڪيو. ظاهر ڳالهہ آهي تہ ان حالت ۾ ڪوبہ غيرمتوقع واقعو پيش ٿيڻ جي صورت ۾ ڏکڻ اولھہ محاذ جنهن جي ڪمانڊ جنرل وتوتن وٽ هئي، ان لاءِ مشڪلات ٿي سگهي پئي.

جيتوڻيڪ، ان وقت سوويت يونين وٽ بچت فوج تمام گهٽ هئي پر بعد ۾، آپريشنل ۽ جنگي بچت فوج ۽ توبن، موٽر ۽ آرٽلري يونٽ تيار ڪيا ويا جن مستقبل جي تاريخي فتحن ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

”آپريشن تارو“ تحت سوويت ورونزه محاذ جي 60 هين ڳاڙهي فوج 8 فيبروري تي ڪرسڪ کي آزاد ڪرائي ورتو ۽ ساڳئي وقت، مکيه سوويت فوجون خارڪوف جي بلڪل ويجهو پهچي چڪيون هيون پر جرمني (اولهه يورپ کان گهرايل) ايس ايس پينزر ڪور کي ميدان تي لاٿو جنهن سان ڳاڙهي فوج جو ٽڪر ٿيو. نتيجي طور، ڳاڙهي فوج کي گهڻو نقصان پهتو پر جيئن جيئن اڳتي وڌندي وئي ته بارود ۽ تيل جي کوٽ پيدا ٿي ۽ رسد (پچڙ) کان پري ٿيندي وئي ۽ خود فضائي فوج جا اڏا پڻ گهڻو پوئتي رهجي ويا جنهن ڪري اُهي جهاز ميدان تي وڙهندڙ فوج جو گهڻو ساٿ نه ڏئي سگهيا.
وچ فيبروري تائين ڳاڙهي فوج خارڪوف وٽ پهتي پر ان جي حملي ۽ اڳتي وڌڻ جي رفتار آهستي آهستي سست ٿي وئي. پر ان جي ابتڙ، سوويت محاذ جي ڪمانڊر گولڪوف ٻڌايو ته جرمن فوجون پوئتي هٽي پيون. حقيقت ۾ جرمن ڪمانڊ جو پوئتي هٽڻ جو ڪوبه ارادو نه هو. پر نازي فوج واپسي واري عمل دوران جوابي حملي جي تياري ڪري رهي هئي. اسٽالن گراڊ وٽ مليل شڪست جي باھ اڃان سندن اندر ۾ موجود هئي ۽ ٻيهر جنگي پيش قدمي حاصل ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيا هئا. بچت فوج جي کوٽ سبب جرمن ڪمانڊ اولهه يورپ کان فوجون گهرايون پر انهن جي پهچڻ لاءِ وقت گهربل هو جنهن ڪري هنن دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي. سوويت ڪمانڊ نازي فوج جي ٻيهر هڪ هنڌ جمع ٿيڻ واري عمل کي پوئتي هٽڻ فرض ڪيو.[333]

## ڏکڻ اولهه محاذ

”آپريشن جهاتي“ تحت سوويت ڪمانڊ طرفان ڳاڙهي فوج کي ڏکڻ اولهه محاذ کان اڳتي وڌڻ جي اجازت ڏني وئي، جنهن مطابق ڏکڻ محاذ جي مدد سان، ازوو سمنڊ ڏانهن سوويت فوج اڳڀرائي ڪري ها. اهو منصوبو پڻ دشمن بابت غلط اندازي تي ٻڌل هو. ڇاڪاڻ ته ڏکڻ اولهه محاذ جي فوج اهڙي پيچيده آپريشن ڪرڻ جي حالت ۾ نه هئي جنهن ۾ اسٽالن گراڊ کان به وڌيڪ فوج کي گهيري ۾ آڻڻ جي رٿابندي ٿيل هجي. نازي فوج پٺتي هٽڻ سان پنهنجن پچڙ وارن اڏن جي ويجهو هئي جڏهن ته

[333] Soviet General Staff at War, p, 100-2

ڳاڙهي فوج جيئن پوءِ تيئن پنهنجن اڏن کان پري ٿيندي پئي وئي. نازي فوج جي قبضي هيٺ علائقي ۾ روڊ رستن جو ڄار بهتر هو جنهن ڪري اهي وڏ کان وڏ رسد ۽ فوجي پهچائي سگهيا پئي جڏهن ته ڳاڙهي فوج واري پاسي روڊ رستا بلڪل گهٽ هئا. ڳاڙهي فوج کي پنيان ڪابہ ٻي دفاعي قطار نہ هئي، فضائي مدد جي پڻ کوٽ هئي. بهرحال، سخت ويڙهہ باوجود ڳاڙهي فوج کي محدود ڪامياب ملي چاڪاڻ تہ نازي فوج جي دفاعي پوزيشن مضبوط هئي ۽ ان ويڙهہ ۾ جزمن جهازن جو ڪردار اهم هو. 11 فيبروري تائين ڳاڙهي فوج اهم روڊ ۽ ريل جنڪشن کي آزاد ڪرائي دشمن جي آمدرفت کي ڪٽبي ڇڏيو، پر ٻئي طرف نازي فوج ڳاڙهي فوج جي رسد واري لائين ٽوڙي سوويت ٽوپن کي وڙهڻ تي مجبور ڪيو. ان دوران ڳاڙهي فوج وٽ تيل، بارود ۽ ڪاڏي جي ڪوٽ پڻ شديد ٿيندي وئي.

سوويت ڏکڻ اولهہ محاذ جي ڇهين فوج خارڪوف جي ڏکڻ واري ساڄي پاسي کان اڳتي وڌي 16 فيبروري تي خارڪوف کي آزاد ڪرائي ورتو. محاذ جي ڪمانڊر سميت جي ايچ ڪيو پڻ خوشفهمي جو شڪار هئي تہ دشمن جي مزاحمت کي ٽوڙي ڇڏينداسين. ڇهين فوج پنهنجي سموري بچت فوج سميت ڊينپر تائين وڃي پهتي ۽ 18_19 فيبروري تي دريا ٽپڻ واري هئي پر هدف مڪمل ڪرڻ ۾ ناڪام رهي. 19 فيبروري تي نازي فوج اوچتو جوابي حملو ڪري ڏنو. ائين 4 مارچ تائين نازي فوج خارڪوف_بلغريد رخ ۾ زبردست اڳڀرائي حاصل ڪري ورتي هئي.[334]

## مرڪزي محاذ

مرڪزي سيڪٽر تي پڻ اهم تبديليون ٿيون. هتي نازي فوج جو مضبوط ترين مرڪزي فوجي گروپ هو جيڪو پنهنجي دفاعي پوزيشن کي مستحڪم ڪري چڪو هو. رزيف_ويازما اڳتي وڌيل جرمن حصو ماسڪو لاءِ هر وقت خطرو بڻيل هو. ڪيترائي ڀيرا ڳاڙهي فوج طرفان تجربا ڪيا ويا پر انهن سمورن آپريشنن مان نتيجو اهو اخذ ڪيو ويو تہ گهڻن محاذن جي گڏيل ڪوشش سان ڪنهن وڏي آپريشن ڪانسواءِ نازي فوج کي شڪست ڏيڻ مشڪل آهي. پر ڪرسڪ ۽ ورونزهہ وٽ نازي

---

334 Soviet General Staff at War, p, 102-108

فوج کي مليل شڪست سبب صورتحال بدلجي چڪي هئي جنهن ڪري اوريل ۽ بريانسڪ جي پاسن ۽ پڻ ڪان سمولينسڪ، وتبسڪ ۽ اورشا علائقن وٽان حملو ڪري مرڪزي فوجي گروپ جي ڪميونيڪيشن کي ٽوڙي سگهجي پيو. پر ان لاءِ واڌو فوج درڪار هئي. جيئن ته وولگا ندي وٽ دشمن هٿيار ڦٽا ڪري چڪو هو جنهن ڪري ڊان محاذ جي فوج کي پڻ مرڪزي سيڪٽر ڏانهن اماڻي سگهجي پيو. 13 فيبروري تي حملي جي ابتدا ڪئي وئي. پر بچت فوج پهچڻ جو انتظار ڪرڻ سبب ويازما_رزيف وٽان پوئتي هٽندڙ نازي فوج کي گهيرو ڪرڻ يا تباهه ڪرڻ جو موقعو هٿان نڪري ويو ۽ ائين جرمن فوج اوريل ۽ بريانسڪ وٽ جمع ٿيڻ شروع ڪيو. 2 مارچ تي نازي فوج ويازما_رزيف اڳتي وڌيل حصي کي ڦٽو ڪري پوئتي هٽڻ شروع ڪيو ته سوويت اولهندي ۽ ڪالنن محاذن ترت انهن جو پيڇو ڪيو. 20 ڏينهن ۾ اٽڪل 150 ڪلوميٽر تائين جو علائقو واپس حاصل ڪري ورتو. بريانسڪ محاذ تان پڻ سخت ويڙهه ڪانپوءِ اٽڪل 100 کان 120 ڪلوميٽر تائين جو علائقو فتح ڪيو ويو. بهرحال، 21 مارچ تائين ڳاڙهي فوج طرفان سموري مرڪزي محاذ تي دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي وئي. سوويت جرمن محاذ جي ڊيگهه اٽڪل 300 ڪلوميٽر تائين گهٽجي چڪي هئي.

هوڏانهن، ڏکڻ اولهه ۽ ورونزهه محاذن وٽ، 16 مارچ تي نازي فوج خارڪوف تي ٻيهر قبضو ڪري ورتو. 20 مارچ تائين بلغريڊ شهر تائين نازي فوج پهچي وئي. ائين ڳاڙهي فوج کي خارڪوف ۽ بلغريڊ وٽ شڪست ملي. ان جو مکيه سبب هي هو ته ماسڪو ۽ اسٽالن گراڊ وٽ مليل ڪاميابين ڪانپوءِ سوويت ڪمانڊ دشمن جي طاقت بابت غلط ڪاٿو لڳايو.

ڪجهه خوشفهمين ۽ غلطين باوجود، 1943 جي سياري جي مهم دوران سوويت فوج اٽڪل چار لک اسي هزار چورس ڪلوميٽر جو علائقو آزاد ڪرايو ۽ ڪجهه سيڪٽرن تي اٽڪل 600 کان 700 ڪلوميٽرن تائين اڳڀرائي حاصل ڪئي. جرمني اٽڪل 12 لک فوج وڃائي.[335]

## ڪرسڪ (Kursk) کان اڳ

اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس تان بري شڪست کائڻ ڪانپوءِ نازي فوج ٻيهر

[335] Soviet General Staff at War, p, 109-114

جنگي پيش قدمي حاصل ڪرڻ لاءِ سوچي رهي هئي، ته ٻئي طرف، سوويت هاءِ ڪمانڊ پڻ پنهنجي جنگي فتح کي اڳتي وڌائڻ لاءِ غور ويچار ڪري رهي هئي. سوال اهو هو ته اٽڪل هزار ڪلوميٽر ڊگهي جنگي محاذ ۾ ڪهڙي جاءِ تي حملو ۽ دفاع فائديمند ثيندو؟ جيئن ته اتر کان ليننگراڊ ۽ ڏکڻ ۾ راستوف (Rostov) تائين سوويت-جرمن ڊگهو جنگي محاذ هو پر ان ڊگهي محاذ جي وچ ۾ ڪرسڪ سوويت علائقي وٽ 200 ڪلوميٽر ويڪرو ۽ 150 ڪلوميٽر گهرو (اونهو) اڳتي نڪتل حصو (Salient) هو جنهن جي هڪڙي پاسي اتر ۾ اوريل ۽ ٻئي پاسي ڏکڻ ۾ خارڪوف (شهر) ۽ اهي ٻئي پاسا جرمن فوجن جي قبضي هيٺ هئا. مطلب ته ڪرسڪ وارو ميدان نازي ڪمانڊ لاءِ ٻُل ڏيو بيٺو هو.

پر ان باوجود ٻئي ڌريون طاقت جي توازن جو اندازو لڳائڻ ۽ ان بنياد تي مستقبل جا منصوبا جوڙڻ لاءِ لڙائي کان اڳ ۽ پوءِ فائديمند ۽ هاڃيڪار پاسن جي جائزو وٺي رهيون هيون.

## ڳاڙهي فوج جو منصوبو: دفاع بعد حملو

ڪرسڪ واري لڙائي کان اڳ سوويت يونين ۾ سياسي ۽ فوجي صورتحال ڪهڙي هئي؟ ڳاڙهي فوج وٽ جنهي تعداد ۾ هٿياز ۽ جنگي سامان تيار ٿي چڪو هو جيڪو نازي فوج جي برابر هو. جنگ جي ضرورتن جي پورائي لاءِ جنگي صنعت جي رفتار کي تيز ڪيو ويو. اسٽالن گراڊ واري لڙائي ۾ مليل فتح کانپوءِ ڳاڙهي فوج، سياسي ڪارڪن ۽ عوام حوصلي ۽ اتساهه سان سرشار هئا. پارٽي جي اڳواڻن ۽ ڪارڪنن ان جذبي ۽ جوش کي برقرار رکڻ لاءِ زبردست سرگرمي ۾ مصروف هئا. جرمني جي فوج قبضي هيٺ آيل سوويت علائقن ۾ گوريلن طرفان نازي فوج خلاف ويڙهه شدت سان هلندڙ هئي. هر ڪميونسٽ ۽ نوجوان لڙائي جي ميدان ۾ رهنما ڪردار ادا ڪيو. بهرحال، بچت فوج تيار ڪرڻ کانسواءِ جنگ جي رخ ۾ بنيادي تبديلي نه اچي سگهي ها. تنهنڪري پارٽي ۽ سوويت حڪومت هٿيارن ۽ جنگي سامان جي رسد لاءِ ڀيڻ تي ڪوششون ورتيون. مارچ تائين سپريم ڪمانڊ جي بچت فوج ۾ فقط چار فوجون هيون پر مهيني جي آخر تائين وڌيڪ ڇهه بچت فوجون پڻ تيار ڪيون ويون.[336]

[336] Soviet General Staff at War, p, 149-57

اِنَ عرصي تائين يورل، اولهه سائبيريا ۽ قازقستان جي علائقن ۾ سوويت صنعت محاذ لاءِ جنگي سامان تيار ڪري رهي هئي. ساڳئي وقت، اتحادي (برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس جون) فوجون جرمني ۽ اٽلي جي مرڪزي صنعتي علائقن مٿان بمباري ڪري رهيون هيون. نازي فوجن کي لبيا ۽ ٽري پولتانيا وٽ سخت نقصان پوڄڻو پيو. جنگ جي شعلا تنزانيا (آفريڪا) کي ساڙي رهيا هئا.[337]

سوويت جاسوس ادارن ۽ آپريشنل عملدارن جو خيال هو ته نازي فوج حملي لاءِ تياريون ڪري رهي آهي. پر سوال اهو هو ته نازي فوج ڪٿان ڪان حملو ڪندي؟ ان لاءِ سوويت ڪمانڊ صلاح مصلحت ڪانپوءِ اندازو لڳايو ته ڪرسڪ واري اڳتي وڌيل حصي تي حملو ٿيڻ جا امڪان آهن. جتان نازي فوج ٻن جاين تان اڳتي وڌي سگهي ٿي. ان ڪانپوءِ ٻيو سوال اهو پيدا ٿيو ته جيڪڏهن نازي فوج ڪرسڪ وٽ حملو ڪندي ته پوءِ ان کي منهن ڪئين ڏجي؟ جنهن تي مختلف رايا هئا. زوڪوف جو خيال هو ته "دشمن کان اڳ ٻاڙهي فوج طرفان حملو ڪرڻ تڪڙ ٿيندي، بهتر اهو ٿيندو ته پهريائين دشمن (اسانجي دفاعي صفن تي) حملو ڪري پوءِ اسين نازي پرتي گهرائي دشمن جي مُڪيه قوت تي وڏو جوابي حملو ڪريون." مارشل ويسلوسڪي جو به ساڳيو رايو هو. سپريم ڪمانڊر پنهنجي پراڻي اصول "دشمن بابت پيشن گوئيون جي بنياد تي نه هلو" کي ڇڏي مختلف ڪمانڊرن ڏانهن سوالناموَ اماڻيو، جنهن ۾ ڪانئن پڇيو ويو ته دشمن جي فوج ڪيتري آهي ۽ اها ممڪن رخ ڪهڙو وٺندي؟ مرڪزي فرنٽ جي ڪمانڊر، ڪالنن، 10 اپريل تي پنهنجي تجزيئي ۾ لکيو ته دشمن مئي جي وچ ۾ حملو ڪندو. اسانکي گهرجي ته ٽئي (مغربي، بريانسڪ ۽ مرڪزي) محاذ گڏائي دشمن جي اوريل (Orel) وٽ جمع ٿيل فوج تي حملو ڪري ان کي تباهه ڪريون." ورونزهه محاذ جي ڪمانڊر لکيو ته دشمن بلغريڊ (Belgorod) جي اتر اولهه ۽ اوريل جي ڏکڻ اوير کان، حملو ڪري بلغريڊ ڪرسڪ وٽ موجود ٻاڙهي فوج جو گهيرو ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو. اتان ڪانپوءِ شايد ماسڪو جي پاسي کان حملو ڪري. تنهنڪري بچت فوجون ان مطابق تيار ڪرڻ کپن.

---

[337] Ibid, p, 161

دشمن ڪنهن وڏي حملي لاءِ اڃا تائين تيار ناهي. 20 اپريل يا مئي جي ابتدا ۾ حملي جي توقع ڪري سگهجي ٿي." [338]

بهرحال، اڪثر ڪمانڊر ان ڳالهه تي متفق هئا ته نازي فوج ڪرسڪ واري اڀتي وڌيل حصي وٽ ورونزه ۽ مرڪزي گروپ جي ڳاڙهي فوج کي گهيري ۾ آڻڻ چاهي ٿي. ان ڪري جي ايچ ڪيو پنهنجيون فوجون اتي جمع ڪرڻ شروع ڪيون. دفاعي آپريشن لاءِ سڄي محاذ سان لڳو لڳ دفاعي قطارون تعمير ڪرڻ ۽ ان ڪانپوءِ حملي لاءِ پڻ تياريون ڪيون ويون. ساڳئي وقت، ان تي به غورويچار ڪيو ويو ته جيڪڏهن نازي فوج حملو نٿي ڪري ته پوءِ متبادل منصوبو تيار ڪري گهٽ انتظار ڪرڻ ڪانسواءِ ڳاڙهي فوج کي ويڙهه لاءِ اڳتي آڻجي. دفاعي تيارين لاءِ 10 مئي ۽ حملي لاءِ 1 جون تائين جو مدو طئي ڪيو ويو. پوءِ معلوم ٿيو ته دشمن اپريل يا مئي تائين، وڏي حملي جي تياري نه ڪري سگهندو ۽ 1 جون کان بعد ۾ حملو ڪري سگهي ٿو. [339]

سوويت يونين واري پاسي ڪرسڪ واري علائقي ۾ فقط هڪڙي ريلوي لائين هئي، هزارين فوجي ريلوي اسٽيشنن تي ڪيترائي ڏينهن انتظار ڪندا رهيا. فوجين ۽ جنگي سامان وغيره کي پهچائڻ لاءِ گهڻيون مشڪلاتون پيش آيون. ايٽريڪڊز جو، آرٽلري يونٽ ٽريڪٽرن ۽ گهوڙن ڪانسواءِ پهتا. بهرحال، صورتحال جيتري توقع ڪئي پئي وئي ان کان بڌترين هئي. جتي فوج جمع ٿيٺي هئي اهو علائقو تازو دشمن کان ڇڏايو ويو هو تنهنڪري هر شي نئين سري سان شروع ڪرڻي پئي. يعني دفاعي ڪم سان گڏوگڏ حملي جون تياريون به ڪرڻيون هيون. ڪئي ٽرڪن ۽ گهوڙن جي کوٽ سبب فوجي پاڻ ڳريون مشين گنون، توب مخالف رائفل ۽ مارٽر پنهنجن پنن تي کڻي آيا. آرٽلري پوائنٽ هئي. عام هارين وڏي مدد ڪئي، هڪڙي ڳوٺ وارن پئي ڳوٺ تائين شيل وغيره پهچايا ۽ فوجين کي رهڻ لاءِ جاءِ پڻ ڏني. محاذ جي سياسي شعبي جو ڪم هو ته فوج جي اخلاقي سگهه ۽ حوصلي کي بلند رکي، ان لاءِ ڪميونسٽ ۽ نوجوان زبردست ڪم ڪري رهيا هئا. بيلاروس ۽ برياسنڪ علائقي جي گوريلا يونٽن دشمن جي چرپر بابت اهم ڄاڻ فراهم ڪئي جنهنڪري ڳاڙهي فوج وٽ چڱي خاصي معلومات اڳواٽ ئي هئي.

---

338 Soviet General Staff at War, p, 149-151-3-4

339 Soviet General Staff at War, p, 155

سوويت جنرل اسٽاف ڪرسڪ جي چوڌاري سڀ کان گهٽي تعداد ۾ فوج ۽ جنگي سامان گڏ ڪيو جيڪو هن مهل تائين جنگ جي ڪنهن لڙائي يا ميدان تي نہ ڏنو ويو. پر سوال هي ٻہ هو تہ دشمن کان برتر هٿيار ۽ فوج جمع تہ ڪجي پر ڪيتري سطح تائين؟ سيڪٽر يا آپريشنل، فوج يا محاذ سطح تائين؟ ان لاءِ سپريم ڪمانڊر چيو تہ "اهو معاملو محاذن تي ڇڏجي تہ اهي پنهنجو پاڻ فيصلو ڪن." جڏهن تہ جي ايڇ ڪيو لاءِ سڀ کان اهم سوال بچت فوج کي سنڀالڻ ۽ درست وقت تي حرڪت ۾ آڻڻ هوندو. ان ۾ ڪابہ تڪڙ توڙي دير نہ ٿيڻ گهرجي. ساڳئي وقت، خطرو هي ٻہ هو تہ اڳ وانگر دشمن مکيہ حملي جي رخ کي لڪائڻ لاءِ مٿان ڊڪ يا ڏيان هٽائڻ وارا آپريشن ڪري. ٻيو سوال اهو ٻہ هو تہ مکيہ قوت ڪهڙي رخ ۾ ڪتب آڻجي؟ ان لاءِ جي ايڇ ڪيو جي راءِ هئي تہ خارڪوف، پولٽوا ۽ ڪيو (Kiev) جي رخ ۾ اڳتي وڌڻ سان بهترين نتيجا ملندا، ڇاڪاڻ تہ ڪيو اقتصادي مرڪزي هو جيڪو پوري جنگ جي نتيجن تي اثرانداز ٿيندو. ڪيو (Kiev) وٽان نازي فوج جي ڏاکڻي گروپ جي پاسي ۽ پٺ ۽ مرڪزي گروپ جي ساڄي پاسي لاءِ پڻ خطرو پيدا ڪري سگهجي پيو. تنهنڪري، سوويت جنرل اسٽاف ان منصوبي جي منظوري ڏني. جنهن کي ٻن محاذ جو گڏيل آپريشن "رميانسيف" جو ڳجهو نالو ڏنو ويو.[341]

بچت محاذ (Reserve Front) وٽ ڇهہ زميني فوجون، پنج توب ڪور ۽ ٻہ ميڪنائيزڊ ڪور (Mechanized Corps) هيون. جيڪي جنگ جي دفاعي مرحلي واري ويڙهہ دوران نہ پر جوابي حملي واري مرحلي ۾ سنڌائتو/فيصلائتو ڌڪ هڻڻ لاءِ بچائي رکيل هيون. ويڙهہ جيءُ محاذن جي پٺيان، جتي دشمن جي حملي جا امڪان گهٽا هئا، اتي 300 ڪلوميٽر اونهو دفاعي علائقو ناهيو ويو ۽ اُتي ئي بچت فوج مقرر ڪئي وئي تہ جيڪڏهن دشمن مهڙ واريون دفاعي صفون ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿئي تہ ڪيس اتي سوڙهو ڪجي ۽ ان جي پٺيان وري ڊان رياستي سرحدي دفاع پڻ تيار ڪيو ويو. دشمن کي تيزي سان دفاعي صف ٽوڙڻ کان روڪڻ لاءِ وڏي پٽ ۾ هڪبئي پٺيان خندقون، کڏون، بارودي ڪاٽيون، ڪنڊيدار

[340] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 175-76-77

[341] Soviet General Staff at War, p, 156

تارون وغيره قطار در قطار تيار ڪيون ويون. جيڪي هڪٻئي سان ڳنڍيل هيون. محاذ جي ڪنارن تي بارودي ڪاٺيون وڇايون ويون. ساڳئي وقت، هر يونٽ سان گشتي توپ مخالف فورس بچت ۾ رکي وئي. جهازن جي بمباري کان بچاءَ جو بندوبست ڪيو ويو. ساڳيا بندوبست مرڪزي محاذ تي به ڪيا ويا جتي جي ايچ ڪيو جو نمائندو مارشل زوڪوف انهن جي رهنمائي ڪري رهيو هو.[342]

300 هزار شهرين کي گڏ ڪري محاذ تي اٽڪل 5 هزار ڪلوميٽر خندق ۽ 4 لک بارودي ڪاٺيون ۽ زميني بم وغيره وڇايا ويا. (فقط 13 ۽ 70 هين ڳاڙهي فوج جي زون ۾ اٽڪل 112 ڪلوميٽر ڪنڊيدار تار، 10 ڪلوميٽر بجليءَ جي ڪرنٽ واري تار ۽ هڪ لک ستر هزار ڪاٺيون وڇايون ويون.) خندقون اٽڪل ڇهه ڪلوميٽر اونهيون (مهڙ کان پوئتي) تيار ڪيون ويون. خندق کوٽڻ دوران مٽي کي خندق جي هڪڙي پاسي گڏ ڪري ناقابل اڪار پڻ وانگر پڻ تيار ڪئي وئي. ۽ ٻئي طرف سوويت آرٽلري رکي وئي. فقط هڪ سوويت سيڪٽر (13 هين فوج جي) سامهون جرمن نائين فوج کان بچاءَ لاءِ هڪ ڪلوميٽر جي مفاصلي ۾ 23 توپ مخالف بندوقون هيون جڏهن ته ٻين جاين ته تناسب 10 بندوقون هڪ ڪلوميٽر اندر طعيناٿ هيون. هڪ ڪلوميٽر جي دائري ۾ 15 سو توپ مخالف ۽ 17 سو فوج مخالف بارودي ڪاٺيون وڇائيون ويون. جرمن جاسوس ۽ ويڙهاڪ جهازن جي نشاندهي ۽ بمباري کان بچڻ لاءِ سوويت فوج جرمن کي ڏوکي ڏيڻ جو بندوبست ڪيو ۽ ان لاءِ مختلف جاين تي نقلي توپون رکيون ويون. ڪرسڪ وٽ دفاعي نظام بنيادي طور توپ مخالف نظام هو. جتي ايندڙ مصيبت جو گمان وڌيڪ هو اتي بوڏ پيدا ڪرڻ لاءِ ڍير پڻ ٺاهيا ويا. هلندڙ لڙائي ۾ بارودي ڪاٺيون وڇائڻ لاءِ الڳ جٿا مقرر ڪيا ويا. مطلب ته ناقابل داخل فولادي نظام تعمير ڪيو ويو.[343] پهريائين فيصلو ڪيو ويو ته علائقي کي خالي ڪري عام ماڻهن کي ڪڍيو وڃي. پر ان سان ڳاڙهي فوج جي اخلاقي سگهه اثرانداز ٿي ها تنهنڪري پوءِ وري ان فيصلي کي رد ڪيو ويو.[344] سوويت فوج ۾ اٽڪل 13/10 لک فوج، 36 سو توبون، 20 هزار آرٽلري ۽ 27 سو جهاز شامل هئا، مطلب ته

---

[342] Soviet General Staff at War, p, 157-58
[343] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 187-88
[344] Ibid, p, 191

ڳاڙهي فوج جي مجموعي تعداد جي 26 سيڪڙو فوج، 35 سيڪڙو جهاز ۽ 46 سيڪڙو توبون شامل هيون. (د)

سوويت ڪمانڊ جو خيال هو ته دشمن جي حملي جو مکيه دارومدار توبن ۽ جهازن تي هوندو، باقي پيادا فوج ثانوي ڪردار ادا ڪندي. دشمن جي مهڙ واري بيهڪ کي ڏسي لڳو پئي ته اهو ٻن جاين تان نڪري هڪڙي نقطي تي گڏ ٿيندو. ان کي ڏسندي سوويت منصوبو جوڙيو ويو جنهن کي آپريشن ”ڪتزوف“ جو نالو ڏنو ويو. ان آپريشنل منصوبي هيٺ سوويت مغربي ۽ برِيانسڪ محاذ جرمني جي اوريل وٽ فوج کي نشانو بڻائيندا ۽ پوءِ اڳتي وڌندا بيلا روس ۽ پوءِ اوپر جرمني ۽ اوپر پولينڊ ڏانهن رخ ڪندا.[345]

سوويت ڪمانڊ جو خيال هو ته هيءَ لڙائي جنگ جي سڄي صورتحال ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيندي. پر خارڪوف وٽ مليل شڪست سبب ٿورو محتاط نموني ڪم ڪرڻ جي ضرورت هئي. جنگ جي اعلىٰ مقصدن سبب پوري قوم جي پٺڀرائي ڳاڙهي فوج کي حاصل هئي.

## نازي حملي جو منصوبو: ”آپريشن قلعو“

چيو ويندو آهي ته جنرل اڪثر ڪري جنگ جي اصولن تي وڌيڪ ڀاڙيندا آهن جيڪي کين سيکاريا ويندا آهن: ساڳئي ريت جرمن جنرلن جا خيال پڻ سيکاريل اصولن تائين محدود هئا. جنهن جو هڪڙو اصول هو ته ”حملو ئي بهترين دفاع“ آهي. (د) فيبروري ڌاري نازي فوج کي اسٽالن گراڊ وٽ بري شڪست ملي هئي. هٽلر ان جو بدلو وٺڻ چاهيو. 15 اپريل 1943 تي جرمني طرفان ”آپريشن قلعي“ جو منصوبو جوڙيو ويو. (د) ڪرسڪ واري اڳتي نڪتل حصي تي قبضو ڪرڻ ۽ ڳاڙهي فوج کي گهيري ۾ آڻڻ لاءِ جرمن فوج اترين ۽ ڏاکڻي پاسن کان اچي ڪرسڪ وٽ گهيرو مڪمل ڪرڻ جي رٿابندي ڪئي. منصوبي جي فوجن جي ترتيب ۽ رخ مطابق والٽر ماڊل جي نائين فوج اوريل وٽان ڏکڻ کان، جڏهن ته ڪيمف فوجي جٿي سميت هرمن هوٿ جي چوٿين پينزر فوج جي سموري ڪمانڊ منشٽن جي هيٺ خارڪوف وٽان اتر کان حملو ڪندي ۽ اهي ڪرسڪ وٽ اچي ملندا. جيڪڏهن حملي ۾ بهتر اڳڀرائي ملي ته

[345] Soviet General Staff at War, p, 159

ڳتي وڏي ڊان ندي تائين پڻ پيش رفت ڪئي ويندي. منشٽن جو خيال
و تہ 5 مئي تي اچرج ۾ وجهندڙ اوچتو حملو ڪجي پر جرمن توبن جي
گهہ ڪمزور هئي ائين نون هٿيارن جي انتظار، اٿلي تي اتحادي
برطانيہ، آمريڪا) فوج طرفان حملي جي خطري، ۽ جنگي سامان جي
هچڻ ۾ دير سبب ڪيترائي ڀيرا حملي جي تاريخ بدلجندي رهي.
يتوٽيڪ، جرمن ڪمانڊ جو طريقي ڪار ساڳيو ئي ٻن طرفن کان وڏي
هيرو وجهڻ وارو هو. جنهن لاءِ نازي فوج هن مهل تائين جي لڙائين ۾
ڏي تعداد ۾ فوج ۽ هٿيار، ڇرڪائيندڙ انداز ۽ اوچتو حملي ذريعي
شمن جي ڪمانڊ کي منجهائڻ ۽ رسد وارا رستا بند ڪرڻ جي تدبيرن
ي عمل ڪندي رهي هئي. جرمن هاءِ ڪمانڊ جو خيال هو تہ نين توبن
ٽائيگر ۽ پينٿر) جي اچڻ سان شڪست جي جوکم کي گهٽائي سگهجي
و. (ان دير سبب خود ڳاڙهي فوج کي بہ، پنهنجن دفاعي مورچن کي
ضبوط ڪرڻ لاءِ خاصو وقت ملي ويو.)
ٽلر چيو تہ "مون فيصلو ڪيو آهي تہ جيئن ئي، موسم ٺيڪ ٿيندي، سال
و پهريون حملو شروع ڪنداسين. آپريشن قلعي جي حملي جي اهميت
يصلاڪن هوندي. ان ذريعي اسان کي بهار ۽ اونهاري جي موسم ۾ پيش
فت جو موقعو ملندو." جيتوٽيڪ، گهٽن جرمن جنرلن کي ڪرسڪ واري
ملي جي ڪاميابي تي يقين نہ هو. 4 مئي تي ٿيل ڪانفرنس ۾ جرمن
نرل ماڊل جو چوڻ هو تہ "دشمن کي اسانجي حملي جي توقع اڳئي آهي،
نهنڪري، ڪاميابي لاءِ مخلتف تدبيرون ڪتب آڻڻ جي ضرورت پوندي،
ا، اجا بهتر اهو ٿيندو تہ حملو ئي نہ ڪريون." تنهن هوندي بہ نازي جرمني
اشسٽ بلاڪ کي پورا پورا ٿيڻ کان بچائڻ لاءِ ڪرسڪ وٽ حملي جو
يصلو ڪيو. ڇاڪاڻ تہ ان مهل تائين اولهہ ۾ اتحادي (برطانيہ، فرانس ۽
مريڪا) طرفان ڪوبہ ٻيو محاذ نہ کوليو ويو هو.[346]
جرمني واري پاسي وڏيڪ ريل رستا هئا جنهن ڪري اهي تيزي سان
هٿيار ۽ سامان پهچائي ۽ جمع ڪري سگهن پيا. گذريل اونهاري جي
پيٽ ۾، هاڻي جنگ جو محاذ پڻ گهٽجي 600 ميل تي چڪو هو. سوويت
رونزه ۽ مرڪزي محاذ جي سامهون 8 اپريل تائين جرمني اٽڪل 15_16
پينزر ڊويزن (جنهن ۾ 25 سو توبون هيون) ۽ وڏي تعداد ۾ پيادا فوج

[346] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 184-5

جمع ڪئي هئي، وورونزه محاذ جي بلغريڊ علائقي ۾ 20 پيادا ۽ 11 توب ڊويزن نازي فوج سميت اٽڪل 50 ڊويزن فوج حصو ورتو. مجموعي طور تي اٽڪل 9 لک فوج هئي.[347] "آپريشن قلعو" جنهن مان نازي فوج کي وڏيون اميدون هيون، ان تحت، ڳاڙهي فوج وانگر، دفاع کي مضبوط ڪرڻ لاءِ خندقون کوٽيون. (نيٽ) جرمني، 1917 ڌاري پنهنجي دفاع کي مضبوط بڻائڻ لاءِ مغرب ۾ هيڊن برگ دفاعي صف تيار ڪئي هئي، ساڳئي ريت، هنن سوويت محاذ خلاف پڻ ڀاري قسم جا لڳاتار دفاعي ڪم ڪيا جن کي پينٿر ووٽن قطار (Panther-Wotan Line) سڏيو ويو. نازي فوج جو خيال هو ته 1943 جي آخر ۾ ان قطار تائين پوئتي هٽي سگهجي ٿو ۽ جيڪڏهن سوويت فوج اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪندي ته کين رت رئاريندا سين. (ن)

"آپريشن قلعي" تحت (جرمن ڪمانڊ جو خيال هو ته) ڪُرسڪ جي اڳتي نڪتل حصي وٽ ٻه سوويت محاذ (مرڪزي ۽ وورونزه) جون فوجون آهن ۽ انهن کي گهيري ۾ ڦاسائڻ سان ڳاڙهي فوج جي پنجين حصي کي قيد ڪري سگهجي ٿو. ڪرسڪ شهر جيڪو اتر ۽ ڏکڻ کي ملائيندڙ ريل وارو شهر هو ان تي پيهر قبضو به ڪري وٺبو. منصوبي مطابق جرمن جنرل ماڊل جي 9 فوج اوريل (ڏکڻ ڪان) جڏهن ته جنرل هوٿ جي چوٿين پينزر فوج ۽ "Kempf" فوجي جٿو، منشٽن جي ڪمانڊ هيٺ، خارڪوف (اتر) ڪان حملو ڪندا، پوءِ ڪرسڪ وٽ اچي ملندا، پر جيڪڏهن حملو ڪاميابي سان اڳتي وڌيو، ته پوءِ اوير طرف اڳتي وڌندي ڊان ندي تائين وڃڻ جو منصوبو به ٺاهيو ويو.

جهازن ۽ آرٽلري سميت تمام وڏي تعداد ۾ هٿيار جمع ڪيا ويا. جرمن طرفان سوويت ڪمانڊ کي دوکو ڏيڻ لاءِ فوجي جوڙجڪ جا نالا دفاعي قسم جا رکيا ويا. مثال طور، 9 فوج تي "قلعو اسٽاف 2" نالو رکيو ويو. جنرل ماڊل حڪم ڏنو ته وڏي تعداد ۾ جمع ٿيل جرمن توبن جا آواز رڪارڊ ڪيا وڃن. اهو گوڙ لائوڊ اسپيڪرن تي هلائي ڳاڙهي فوج کي منجهايو وڃي ته جيئن ڳاڙهي فوج کي جرمن هٿيارن جي جاءِ معلوم نه ٿي سگهي.

بهرحال، صورتحال عجيب هئي ٻئي ڌريون پنهنجي دفاع کي به مضبوط

[347] Soviet General Staff at War, p

ڪري رهيون هيون ۽ حملن لاءِ به تياري ڪري رهيون هيون. جڏهن ته، پهل لاءِ سوويت ڪمانڊ نازي فوج کي چاٽي واٽي موقعو ڏنو.

## عارضي ٺاپر ۽ سرگرم دفاع

چيو وڃي ٿو ته جنگي حوالي سان اهو عرصو مانار وارو عرصو هو. جڏهن ته ڪرسڪ وٽ ٿيل فضائي حملا ۽ ڪاڪاسس طرف ٿيندڙ ويڙهه ان خيال جي نفي ڪن ٿيون. جيڪڏهن ڪجهه ٺاپر هئي ته ان جو سبب سوويت فوج وٽ ويڙهاڪ جهازن جي کوٽ هو. ڳاڙهي فوج جي دفاعي ويڙهه جامد ۽ غيرمتحرڪ نه هئي پر سرگرم دفاعي (Active Defense) ويڙهه هئي. ان سموري عرصي دوران غوروپچار سان گڏوگڏ ننڍي گهٽي ويڙهه پڻ هلندي رهي. مئي جي ابتدا ۾ جرمن فوج حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته ڳاڙهي فوج جي جهازن مٿن فضائي بمباري شروع ڪري ڏني.[348]

8 مئي 1943 تي سوويت ڪمانڊ کي ڄاڻ ملي ته 10 ۽ 12 مئي دوران نازي فوج حملو ڪندي، پر نازي فوج طرفان باقائده حملو نه ڪيو ويو. جيتوڻيڪ هفتي تائين (6 مئي کان 13 مئي تائين) ڪالنن، بريانسڪ، اولهه، مرڪزي، ورونزه، ڏکڻ اولهه ۽ ڏکڻ محاذن جي هوائي فوج لڳاتار دشمن مٿان بم وسايا، ۽ خاص طور تي جرمن هوائي اڏن کي نشانو بڻايو. انهن ريل توڙي روڊن تي گاڏين جي ٽريفڪ کي درهم برهم ڪري ڇڏيو. سوويت فضائي حملي نازي فوج کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو جنهن ڪري ان جو پيٽو اثر ٿيو. اٽڪل 200 جرمن جهاز تباهه ڪيا ويا. ڪمانڊر وٽوتن جو خيال هو ته "دشمن طرفان حملو ملتوي ڪرڻ جو مطلب آهي ته هو حملي لاءِ بڌتر جو شڪار آهي تنهنڪري موقعي جو فائدو وٺي ڳاڙهي فوج پهل ڪري." پر زوڪوف، ويسلوسڪي، انتونوف ۽ آپريشن ڊپارٽمينٽ ان کي رد ڪري ڇڏيو. وري 19 مئي تي جنرل اسٽاف کي معلومات ملي ته نازي فوج 19 ۽ 26 مئي تي حملو ڪندي. مارشل زوڪوف ۽ ويسلوسڪي سمورو وقت محاذ جي مهڙ واري جاءِ تي موجود هيا ۽ ڏينهن رات هڪ ڪري ڪم ڪري رهيا هئا. بهرحال، سمورو مئي مهينو انهن توقعات سبب دٻاءَ هيٺ گذريو. اسٽالن پڻ پريشان هو.[349]

---

[348] Soviet General Staff at War, p, 163
[349] Soviet General Staff at War, p, 165-66-67

مئي ۽ جون ۾ جرمن جهازن ريلوي جنڪشن، اسٽيشنن ۽ پلين کي نشانو بڻائڻ شروع ڪيو ته جيئن ڳاڙهي فوج هٿيار، سپاهي ۽ بارود کي محاذ تائين نه پهچائي سگهي. ايتريقدر جو رات جي وقت پڻ نشانو بڻائيندا رهيا. ان ٻمورِي بمباري باوجود ڪرسڪ ريلوي جا ملازم ڪم ڪندا رهيا ۽ زبردست ڪارناما سرانجام ڏنائون. جون جي پوئين ڏينهن ۾ فضائي بمباري مسلسل جاري رهي.[350] وري مهيني ڪانپوءِ ڳاڙهي فضائي فوج طرفان (8 کان 10 جون تائين) ٻيو ڀيرو فضائي آپريشن ڪيو ويو، جيتوڻيڪ ان ۾ گهٽ ڪاميابي ملي پر ڪل ملائي ڪري نازي فوج جا اٽڪل 700 جهاز تباهه ٿيا. جرمن ڏوڪي جي حرفت جي ڀيٽ ۾، ڳاڙهي فوج جي ڏوڪي واريون اٽڪلون ڪامياب رهيون. ڪوڙيون توبون، نقلي هوائي اڏن تي نقلي جهاز ۽ نقلي ريڊيو ٽريفڪ پيدا ڪري جرمن جاسوس ادارن کي منجهائي ڇڏيو ۽ اصل جاين ۽ ڪاٺين کي زبردست انداز سان لڪايو ويو. نازي ڪمانڊ پنهنجيون فوجون اولهه واري محاذ کان اوڀر واري محاذ ڏانهن منتقل ڪري رهي هئي ۽ اونهارو به اچي ويو هو. عام تاثر اهو هو ته نازي فوج هميشه ان موسم جي تاڙ ۾ هوندي آهي.[351]

ٽيون ڀيرو سوويت جنرل اسٽاف کي معلومات ملي ته نازي فوج ڏک هڻڻ لاءِ تيار آهي. 2 جولائي تي اسٽالن مختلف محاذن ڏانهن حڪم اماڻيو ته "دشمن جي چرپر تي نظر رکڻ لاءِ جاسوسي ۽ مشاهدي واري ڪم کي تيز ڪيو وڃي. فوجن ۽ جهازن کي، دشمن جي ممڪن حملي کي جواب ڏيڻ لاءِ تيار رکيو وڃي."[352]

## ڪرسڪ: تاريخ جي سڀ کان وڏي توب لڙائي

5 جولائي کان 23 آگسٽ 1943

"منهنجي دل اِئين سخت آهي جيئن پٿر
منهنجا ڏک ۽ يادون لاتعداد آهن
مون پنهنجن هنن هٿن سان
ننڍڙن معصوم ٻارن جا لاشا کنيا آهن......

[350] Rokossovsky, p, 192-93
[351] Soldier s Duty, Rokossovsky, p
[352] Soviet General Staff at War, p, 168.

آءُ هنن (نازي فوج) سان شديد نفرت ڪريان ٿو
انهن ٻي آرام غمگين لمحن لاءِ
آءُ هنن سان حقارت ڪريان ٿو ڇاڪاڻ ته هڪ سال ۾
منهنجي لونڊڙي سفيد ٿي وئي آهي.

منهنجي گهر کي جرمن فوجين ناپاڪ بڻائي ڇڏيو
سندن شراب ۾ ڌت ٿي ڏنل ٺهڪن منهنجي عقل کي
ڏندلو ڪري ڇڏيو
۽ آءُ پنهنجن هنن هٿن سان
آءُ انهن مان هر هڪ کي گهُٽو (ڦاهو) ڏيڻ چاهيان ٿو."
(سرڪوف جي نظم "آءُ نفرت ڪيان ٿو" 12 آگسٽ 1942
۾ ڇپيو)

ڪرسڪ واري لڙائي، جنگ جي تاريخ جي وڏي ۾ وڏي توب لڙائي هئي جنهن ۾ 2500 جرمن ۽ 3000 سوويت توبن حصو ورتو. ڪُرسڪ واري لڙائيءَ ڪانپوءِ نازي هاءِ ڪمانڊ پنهنجي حملي واري جنگي پيش قدمي وڃائي ڇڏي.
3 جولائي تي هٽلر پنهنجي فوج کي پيغام موڪليو ته "هي ڏينهن وڏي اهميت وارو آهي جنگ جي سموري مستقبل جو دارومدار ان لڙائي جي نتيجي تي آهي، ۽ توهين اهڙي حملي ۾ حصو وٺڻ لاءِ وچي رهيا آهيو."
سوويت مرڪزي محاذ وٽ 4 جولائي جي رات، ڪجهه جرمن فوجي بارودي ڪاٽيون ڪيندي پڪڙيا ويا جن ٻڌايو ته ٽي (3) وڳي حملو ٿيڻ وارو آهي. ڪرسڪ جي لڙائي 5 جولائي جي صبح جو شروع ٿي، نازي فوج 7 پينزر، ٻه موٽر ۽ 11 پيادا ڊويزنن سان مکيه حملو اوريل ڪرسڪ سيڪٽر تي، ۽ 10 پينزر، هڪ موٽر ۽ 7 پيادا فوج ڊويزنن سان بلغريد ڪرسڪ طرف حملو ڪيو. ڪرسڪ اوريل محاذ جي پکيڙ 9 ڪلوميٽر، بلغريد ڪرسڪ سيڪٽر 15 ۽ 35 ڪلوميٽر هئي. جيتوڻيڪ، سوويت فوج پاڻ کي اچرج ۾ وجهندڙ حملي کان بچائي ورتو، ڳاڙهي فوج نه فقط نازي فوج جي اوچتي حملن کي بيڪار بڻايو پر جوابي ڌڪ پڻ هنيا.

5 جولائي، 2 لڳي 20 منٽن تي، بندوقن جي گوڙ سان صبح کان اڳ واري خاموشي ٽٽي وئي. ڪجھ جاين تي ڳاڙهي فوج طرفان آرٽلري بمباري سبب نازي مڪمل طور اچرج ۾ پئجي ويا ۽ ائين سمجهيو ته شايد ڳاڙهي فوج (دفاع نه پر) حملو پئي ڪري. بهرحال، وري ڪجھ ڪلاڪن کانپوءِ نازي فوج 5 لڳي 30 منٽن تي مرڪزي محاذ جي مهڙ وٽ جرمن اوريل گروپ جي فوج حملو ڪري ڏنو. حملي کان اڳ ڳاڙهي فوج مٿان طاقتور آرٽلري ۽ فضائي بمباري ڪئي وئي. پيادا جرمن فوج پينزر فوج جي پويان پويان تيزي سان اڳتي وڌندي رهي. پر ساڳئي وقت، ڳاڙهي فوج جواب ۾ آرٽلري، مارٽر، راڪيٽ لانچر ۽ مشن گنن سان نازي فوج کي ڌماڪن ۽ گولاباري جي گونج ۾ "سلامي" ڏني ۽ سوويت فضائي فوج پڻ نازي فوج کي هوا ۽ زمين تي نشانو بڻائي رهي هئي. ائين سخت ويڙهه شروع ٿي پر نازي فوج اڃان ٿورو اڳتي مس وڌي هئي ته بارودي ڪاٽين سندن رستا روڪ ڪري ڇڏي، هڪبئي پٺيان ڪيترين جرمن ٽوبون پرزا پرزا ٿي ويون. ڪٿي ڪٿي ته ڳاڙهي فوج هينڊ گرنيڊن ۽ ساڙيندڙ بوتلن سان ٽوبن تي حملا ڪيا. مرڪزي محاذ جي 13 هين فوج دشمن جي چار حملن کي بيڪار بڻائي ڇڏيو پر پنجين ڀيري نازي فوج ڪاميابي ماڻيندي سوويت دفاعي صف ٽوڙي ڇڏي. ان وچ ۾ سوويت فضائي فوج بمباري ڪري سندس اڳڀرائي جي رفتار کي سست ڪري ڇڏيو. بهرحال، پهرين ڏينهن نازي فوج اٽڪل 6 کان 8 ڪلوميٽرن تائين اڳتي نڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي. پهرين ڏينهن جي حملي جي پڄاڻي تائين، جرمن فوج اٽڪل 8 ڪلوميٽر اڳتي وڌڻ جي قيمت 1287 فوج قتل ۽ گم ۽ 5921 فوجي زخمي ٿيڻ جي صورت ۾ ادا ڪئي.[353]

جرمن فوج جي وڏي ۾ وڏي ٽوب ڪاھ طوفان بڻجي سوويت فوج تي حملو ڪيو هو پر ڳاڙهي فوج جي دفاعي رڪاوٽن سبب حملو جلدئي سست ٿي ويو. ڇاڪاڻ ته هر هنڌ ٽوب مخالف بارودي ڪاٽيون (بم) رکيل هئا. ان خوف ٽوب جي جرمن سپاهين ٽوڙي پيادا فوج کي نفسياتي طور تي منجهائي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، جرمن فوجي بارودي ڪاٽيون ڪيندا رهيا پر ان ۾ فوجين جون حياتيون ۽ وقت ضايع ٿيو پئي. جيڪو نقصان جرمن فوج نه پئي برداشت ڪري سگهي. ان ڪري هنن رموٽ ڪنٽرول

[353] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 195-202

تي هلندڙ مشين ٺاهي بارودي ڪاٺين کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.
پر انهن کي به ڳاڙهي فوج رائفل سان نشانو بڻائي پئي سگهي. (8)
اوريل واري پاسي 6 جولائي جي صبح جي ابتدا ڳاڙهي فوج جي آرٽلري ۽ فضائي حملن سان ٿي. 17 هين ڳاڙهي ڪور ته 2 ڪلوميٽر اڳتي نڪري وئي. پر دشمن (جرمن) تيزي سان وڏيڪ فوج گهرائي حملي کي روڪي ورتو.

پوئين ٻن ڏينهن ۾ پونري وٽ زبردست ويڙهه ٿي، جيڪا اترين پاسي جي مضبوط ترين سيڪٽرن مان هڪ مضبوط جاءِ هئي. 7 جولائي جي صبح تي دشمن پنهنجي مڪيه فوج جو رُخُ پونري وارين علائقي ڏانهن ڪري ڇڏيو. صبح جو جرمن حملي جي ابتدا ڪندي بم ۽ شيلن جي برسات، ۽ آرٽلري جي گجگوڙ سبب زمين، ڄڻ ته، ڏڏي وئي. جيتوڻيڪ، ڳاڙهي فوج لهر پنيان لهر وانگر ويڙهه ڪندي ٽائيگر ۽ فرديندس توبن کي بيڪار لوهه جا ٽڪرا بڻائي ڇڏيو. ڳاڙهي فوج جا انجنيئر به وڙهندا رهيا. ٻئي ڏينهن جرمن جهازن زبردست بمباري ڪندي ڳاڙهي فوج کي گهڻو هاڃو رسايو. نازي فوج پونري (علائقي) جي پرپاسي تائين پهچي وئي. شهر اندر هڪڙي گهر کان ٻئي گهر تائين شديد ويڙهه ڪانپوءِ، جرمن پيادا (86 ۽ 292 ڊويزن) فوج پونري تي حملو ڪري قبضو ڪري ورتو. ٻئي ڏينهن صبح جو جوابي حملو ڪندي ڳاڙهي فوج علائقو واپس ڇڏائي ورتو ۽ عارضي طور نازي فوج کي پڇائي ڇڏيو. اٿين ڪيترائي پيرا شهر ٻنهي ڌرين جي هٿن ۾ ايندو رهيو ۽ کسبو رهيو.

نيٺ 9 جولائي تي جرمن فوج شهر تي قبضو ڪري ورتو. ٽئين ڏينهن تي، اٽڪل سموري بچت ڳاڙهي فوج ميدان تي لاٿي وئي. جيڪو انتهائي جوکم جو ڪم هو پر حساب ڪتاب سان ڪنيل جوکم هو. آخري بچت فوج جو مطلب ٿيو ته هار جي صورت ۾ ڪهڙي تباهي ايندي اهو تصور ڪرڻ ڏکيو ناهي. نازي فوج ٿڪاوٽ سبب ٿورو ساهي پٽڻ لاءِ حملو روڪي ڇڏيو. ڳاڙهي فوج جوابي حملو ڪندي نائين (9) فوج جي پنيان بيٺل ٻي پينزر جرمن فوج جي مٿان ڪڙڪي ان جي رسد واري لائين کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو.

8 جولائي تي 8 لڳي 20 منٽن تي اٽڪل 300 پينزر، آرٽلري، مارٽرن ۽ فضائي فوج جي مدد سان، اولخاوتڪا جي اتر_اولهه وٽ حملو ڪندي نازي فوج اندر گهڙي آئي. ڳاڙهي فوج جي ڪجهه بندوقن وارن سپاهين

FOURTH
50 SOKOLOV
اولهه محاذ جنرل
سلوروسڪي
• تولا
11 FEDYUNINSKY
11 GD BAGRAMYAN
4 TK BADANOV
برائنسڪ محاذ
جولاءِ ۽ ڪان
ڪمانڊر پاپيف
سوويت حملو
SECOND
SCHMIDT
61 BELOV
3 GORBATOV
•برائنسڪ
3 GDTK RYBALKO
FROM RESERVE
اوريل
63 KOLPAKTY
NINTH
MODEL
آپريشن قلعو
48 ROMANENKO
مرڪزي محاذ
13 PUCHOV
جولاءِ 7 تائين
جرمن اڳڀرائي
2 TK RODIN
ڪمانڊر
جرمن جنرل
65 BATOV
ڪلگ، مرڪزي
ڪُرسڪ
روڪوسوسڪي
محاذ
60 CHERNYAKHOVSKY
SECOND
وروونژه محاذ جنرل
گارڊ
ويٽوٽن
38 CHIBISOV
فوج
6 GD CHISTIAKOV
5 GD ZHADOV
جولاءِ 12 تائين
69 KRUCHENKIN
سومي
جرمن اڳڀرائي
5 GDTK ROTMISTROV
جرمن فوجون
7 GD SHUMILOV
جنرل هوٿ
جنرل منشتن
بلغريڊ
57 GAGEN
ڏکڻ محاذ
خارڪوف
ڏکڻ اولهه محاذ
KEMPF
ڪمانڊر
ڪُرسڪ جي لڙائي 1943
ميلنوسڪي
FIRST

ڪُرسڪ واري لڙائي

700_600 ميٽر جي ويجهڙائي کان دشمن جي توبن کي نشانو بڻائي اٽڪل 17 توبن جي پٽن کي ناڪاره ڪري ڇڏيو. ويڙهه هلندي ڳاڙهي فوج جي صورتحال اها وجي بيٺي ته هڪڙي بندوق هئي ته ٽي هلائڻ وارا.
11 جولائي تائين دشمن کي زبردست نقصان پهتو. مجبور ٿي پنهنجي حملي کي روڪي ڇڏيو. مطلب ته 6_7 ڏينهن ۾ 6 کان 12 ڪلوميٽر علائقي تي قبضو ڪري سگهيو. مرڪزي محاذ سخت مزاحمت ڪري سنڌس حملي کي ٽوڙي ڇڏيو. اترين نازي گروپ وٽ اٺ پيادا، ڇهه پينزر ۽ هڪ موٽر ڊويزن سان گڏ 35 سو بندوقون ۽ هڪ هزار جهاز هئا پر ان باوجود جرمن فوج ڪُرسڪ طرف پنهنجي پيش رفت برقرار نه رکي سگهي.[354]

اتر ۾ جرمن توبون ڳاڙهي فوج جي زبردست تدبيرن سبب دفاعي صفن کي ٽوڙي نه سگهيون. ڏکڻ ۾ پهرين ئي ڏينهن تي جرمن فوجون 10 ڪلوميٽر اڳڀرائي ڪري ورتي. پر فقط هڪڙي پاسي کان گهيرو مڪمل نه ٿي سگهي ها تنهنڪري نازي فوج لاءِ صورتحال وڌيڪ مشڪل ٿي وئي. جرمن فوج جي دعوىٰ مطابق روزانو ڳاڙهي فوج جون 18 توبون تباهه ڪيون، پر سوويت ڪارخانن مان تيزي سان توبن جي پيداوار انهن جي جاءِ پري ورتي. اڳتي هلي، جرمن جنرل منشٽن سڌو ڪرسڪ ڏانهن پيش رفت ڪرڻ بدران پروخوروڪس شهر جي پاسي کان اڳتي وڌڻ جي ڪوشش ڪئي. سوويت ڪمانڊ لاءِ پڻ ڏکيو مرحلو هو ڇاڪاڻ ته جرمن فوج مهڙ واريون دفاعي صفون ٽوڙي اٽڪل 35 کان 40 ڪلوميٽر اندر تائين پهچي چڪي هئي. پر سوويت ڪمانڊ وٽ مڪمل بچت توب فوج هئي. مسئلو درست وقت تي بچت فوج موڪلڻ جو هو، ژوڪوف جو خيال هو ته ستن ڏينهن جي ويڙهه ڪانپوءِ جوابي حملو ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ، ان وقت بچت فوج موڪلڻ جي معنىٰ اها ٿئي ها ته باقي پوئتي ڪجهه به ناهي. يعني جيڪڏهن جرمن فوج اها صف ٽوڙڻ ۾ ڪامياب ٿي ٿئي ته پوءِ ڪرسڪ ڏانهن رستو بلڪل صاف هوندو. (د)

---

[354] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 199-201

## جوابي حملو: ٽائيگر بمقابلہ T_34 ٽوب

نازي فوج طرفان مرڪزي ۽ ورونزهہ محاذن وٽ ڳاڙهي فوج تي حملي ڪرڻ کان سٽن ڏينهن کانپوءِ سوويت مغربي ۽ برينانسڪ محاذن طرفان 12 جولائي تي نازي فوج مٿان حملو شروع ڪيو ويو ۽ سوويت مرڪزي محاذ طرفان 15 جولائي تي حملي جي ابتدا ڪئي وئي. –
جرمن انجنيئرن طاقتور بندوق (88) ناهي جنهن جو وزن 7 ٽن هو، جيڪا جهازن کي نشانو بڻائيندي هئي پر جيڪڏهن ان کي مٿي (جهازن) بدران سڌو ڪري استعمال ڪجي ته اها 2 هزار ميٽر پري بيٺل ٽوب کي پڻ نشانو بڻائي سگهي پئي. پر ان ۾ هڪڙي خرابي هئي ته ان کي تيار ڪرڻ ۾ ئي گهڻو وقت لڳي ويندو هو. تنهنڪري ان کي چوڏاري لوهي چادر چاڙهي هڪ فوجي جي ويهڻ جي جاءِ ناهي وئي ۽ ان کي ٽوب وانگر پٽي تي هلايو ويو جنهن کي ٽائيگر ٽوب سڏيو ويو. ٽائيگر ٽوب جو گولو تمام گهڻو پري تائين ڪرندو هو ۽ ان جو ٿلهي لوهي چادر تي حملو ڪرڻ پڻ ڏکيو هو. (د) 12 جولائي جي صبح تي پروخوروڪا ڳوٺ وٽ جنگ جي تاريخ جي هڪڙي وڏي ۾ وڏي ٽوب ۽ دهشتناڪ ويڙهہ ٿي. 56 ٽن وزني ٽائيگر ٽوب (جرمن) جي مقابلي ۾ 31 ٽن وزني T-34 (سوويت) ٽوب هئي سوويت ٽوب هلائڻ ۽ مرمت ڪرڻ ۾ آسان هئي. ٽائيگر ٽوب جي مهڙ واري لوهي چادر 100 ملي ميٽر ٿلهي هئي جڏهن ته T-34 ٽوب جي چادر 60 ملي ميٽر موٽي هئي. پر ٽائيگر ٽوب جي چادر اڀي هئي جڏهن ته T-34 جي چادر لاهي واري هئي جنهن ڪري ان کي نشانو بڻائيندڙ گولي ۽ گولا گهڻو نقصان نہ پئي ڏئي سگهيا ۽ ٽوب جو وزن گهٽ هجڻ سبب ان جي رفتار وڌيڪ تيز هئي. جرمن ٽوب پري تائين نشانو بڻائي سگهي پئي پر ڳاڙهي فوج ان جي ويجهي کان ويڙهہ ڪئي جنهن جرمن ٽوب فوج کي واتڙو ڪري ڇڏيو. ڪٿي ڪٿي ته فوجون دوبدو هٿن سان وڙهنديون رهيون. ايتريقدر جو ڳاڙهي فوج بلڪل ويجهڙائي کان ٽائيگر ٽوب تي پيٽرول سان ڀريل ۽ ڪپڙي جي وٽ لڳل بوتلن سان حملا ڪيا. ٻنهي ڌرين جي جهازن زمين جي سطح جي بلڪل ويجهي کان بمباري ڪئي پر جهاز مخالف بندوقن انهن کي نشانو پئي بڻايو پر سوويت جهازن کي ان ۾ بہ برتري هئي. ڇاڪاڻ ته سوويت جهاز وزن جي حوالي سان هلڪا هئا ۽ ان ڪري وڌيڪ بم ۽

پيٽرول کٽي سگهيا. جهاز جا پر هيٺ هجڻ سبب پائليٽ کي نشانو بنائڻ پڻ مشڪل هو. ان ڪري سوويت جهازن بلڪل هيٺين سطح تائين اچي جرمن توبن کي نشانو بڻايو. ستن ڏينهن تائين مسلسل لڙائي هلندي رهي جنهن ڪري ان علائقي ۾ باهه جا شعلا پڙڪي رهيا هئا ۽ ميدان جنگ ڄڻ ته زنده دوزخ جو نظارو پيش ڪري رهيو هو.

ساڳئي ڏينهن تي اوريل جي اتر ۾ اولهندي ۽ بريانسڪ محاذن "آپريشن ڪتزوف" شروع ڪري ڏنو. سوويت بريانسڪ محاذ جي مقابلي ۾ نازي فوج گهٽ سگهاري هئي. جيتوڻيڪ، بريانسڪ محاذ وٽان ڳاڙهي فوج جو حملو آهستي آهستي وڌندو رهيو پر پنجن ڏينهن ڪانپوءِ، 17 جولائي تائين، دريا اوليشنيا وٽ نازي فوج جي پيچڙ واري دفاعي قطار، يعني دشمن جي دفاع اندر 22 ڪلوميٽر، تي ڳاڙهي فوج پهچي چڪي هئي، جتي (متبسنسڪ) جرمن فوج ڳاڙهي فوج جي بريانسڪ ۽ اولهندي محاذ جي مکيه فوج کي ڳنڍيندڙ لنگهه جهليو بيٺي هئي. جيئن ته بريانسڪ محاذ جي ڳاڙهي فوج کي اوريل کان اوپر وٽ جرمن فوجن کي نشانو بڻائڻو هو ۽ پوءِ مرڪزي محاذ جي مدد سان 15 جولائي تائين ڪرومي علائقي وٽ نازي فوج کي تباهه ڪرڻو هو. پر ان جون فوجون پڻ حصن ۾ ورهائجي ويون ۽ ائين ٿورنشي هٽڻ واري سگهه وڃائي ڇڏي. (S)

ورونزه محاذ تي نازي فوج 35 ڪلوميٽر اڳتي نڪري چڪي هئي. پوءِ جنرل وتوتن کي جي ايڇ ڪيو جي مدد سان بچت فوج موڪلي وئي (جنهن کي پوءِ ميداني محاذ جو نالو ڏنو ويو هو) جنهن دشمن تي حملو ڪري ان کي پنهنجي پراڻي جاءِ تائين ڌڪي ڇڏيو. جڏهن ته مرڪزي محاذ کي ڪابه بچت فوج نه ملي. ورونزه ۽ مرڪزي محاذ ۾ فرق هي هو ته مرڪزي محاذ پنهنجون بهتر فوجون سڀ کان وڌيڪ خطري هيٺ آيل سيڪٽر تي طعينات ڪيون جڏهن ته ورونزه محاذ پنهنجين فوجن کي پکيڙي بيهاريو. مرڪزي محاذ تي مارشل زوڪوف جو به اهم ڪردار هو.[355]

مرڪزي محاذ تي پنهنجي ابتدائي ڪاميابي جو فائدو وٺندي 48، 70 ۽ 13 هين ڳاڙهي فوج تيزي سان ڌڪ هڻندي 12 جولائي تي دشمن کي پراڻي جاءِ تي آڻي بيهاريو. مرڪزي محاذ پنهنجي ساڄي پاسي کان، 15 جولائي

[355] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 202

تي، اڳتي وڌڻ شروع ڪيو. نازي فوج سخت مزاحمت ڪندي ڳشتي دفاعي تدبيرن تي عمل ڪيو. ڪجهه يونٽ دفاع ڪي سنپالين پيا ته پيا وري 5 کان 8 ڪلوميٽر پري، ٻي صف تي اڳواٽ قبضو ڪن پيا ۽ وري نازي فوج وري حملو پئي ڪيو.[356]

ٽين توب گارڊ ڳاڙهي فوج انتهائي هنرمندي سان بريانسڪ محاذ جي پنيان تائين پهتي هئي. جيتوڻيڪ، ان جي سامهون 2 ۽ 8 پينزر جرمن فوج جا يونٽ، 36 هين موٽر ۽ 262 هين پيادا فوج جون ڊويزنون هيون جن تمام سخت مزاحمت ڪئي. ان باوجود، ڏينهن جي آخر تائين ڳاڙهي ٽين توب فوج وڏيڪ 10_20 ڪلوميٽر اڳتي نڪري وئي.

19 جولائي جي رات تائين متسنسڪ علائقي مان دشمن کي ڌڪي ڪڍيو ويو. دشمن پنهنجي پٺتي هٽندڙ فوج کي ڍڪ ڏيڻ لاءِ فضائي حملا ڪندو رهيو. 21 جولائي تي، ٽين توب گارڊ ڏکڻ ڏانهن مڙي.

جيئن ته سوويت فوج پنهنجي اڳوٽي پوزيشن حاصل ڪري ورتي هئي تنهنڪري ان پنهنجي حملي کي عارضي طور تي روڪي رکيو ته جيئن پيو زبردست ڌڪ هڻڻ لاءِ تازي پرتي ۽ رسد پهچي وڃي. ان دوران ڪجهه ڪمانڊرن جو خيال هو ته نازي فوج جو گهيرو ڪجي پر جنرل اسٽاف جو خيال هو ته دشمن جي قوت گهٽي آهي ۽ دشمن جون ٻه دفاعي صفون پڻ آهن، نازي فوج جو وڏو حصو خارڪوف شهر وٽ آهي جيڪو هڪ مضبوط قلعو آهي. مطلب ته خارڪوف_بلغريڊ وٽ موجود نازي فوج جي گهيري ڪرڻ سان ڳاڙهي فوج جو وڏو حصو سيڙائڻو پوندو ۽ وقت به وڌيڪ لڳندو. نتيجي طور، ڊينپر دريا ڏانهن اڳيرائي نه ٿي سگهندي. تنهنڪري، بلغريڊ_خارڪوف وٽ نازي فوجن کي ٽڪرن ۾ ورهائي تباهه ڪجي. پر ان لاءِ فوج جمع ڪرڻ ضروري هئي ۽ ان لاءِ وري وقت گهربل هو. پر مسئلو ساڳيو ئي هو ته ان کان اڳ جو دشمن پنهنجيون بيون فوجون گهرائي حالت ۾ سڌارو آڻي وٺي ان کان اڳ حملو ڪرڻ بهتر ٿيندو. تنهنڪري مٿيون منصوبو پڻ ڪارائتو نه هو. بهرحال، تمام گهٽين تجويزن تي غور ويچار ۽ حساب ڪتاب کانپوءِ فيصلو ڪيو ويو ته خارڪوف_بلغريڊ وٽ موجود جرمن فوج جي رسد واري لائين ڪٽي اولهه کان ايندڙ بچت فوج جو رستو بند ڪري ڇڏجي

[356] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 203-5

۽ پوءِ نازي فوج تي حملو ڪجي. ان منصوبي کي ”آپريشن رميانسيف“ جو نالو ڏنو ويو. (S)

14 جولائي 1943 تي، سوويت سپريم ڪمانڊ گوريلا ”ريل جنگ“ شروع ڪرڻ جو حڪم ڏنو. ان جي نتيجي ۾، فقط هڪ ٻن راتين ۾، اٽڪل 5 هزار 8 سو ريلون اکيڙيون ويون. 21 جولائي کان 27 سيپٽمبر تائين، اوريل ۽ بريانسڪ وارن علائقن ۾ گوريلا جٿن اٽڪل 17 هزار ريلون تباهه ڪري ڇڏيون. بيلا روس ۾، جنوري ۽ مئي جي وچ ۾، اٽڪل 634 ريلن کي پٽڙي تان لاٿو ويو. ساڳئي علائقي ۾، آگسٽ کان نومبر تائين، هزاري ريلون، بوگيون، انجڻون ۽ ريل جون پليون تباهه ڪيون ويون. ٽن سالن (1941 کان 1943 تائين) دوران سوويت گوريلا فوج اٽڪل 47 جنرلن سميت 5 لک جرمن فوجي ماري ڇڏيا.[357]

لڙائي مسلسل ھلندي رهي پر ڳاڙهي فوج طرفان جوابي حملي جي ابتدا نه ڪئي وئي. 1 آگسٽ تي زوڪوف ماسڪو آيو هن پڻ ان آپريشن سان اتفاق ڪيو. ان منصوبي تحت خارڪوف-بلغريڊ وٽ نازي فوج کي پرزا پرزا ڪرڻ کانپوءِ ڊينپر ڏانهن رخ ڪندي دشمن جي اولهه طرف ڊونباس کان پنتي هٽڻ جا گس بند ڪرڻا هئا. آپريشن 3 آگسٽ تي شروع ٿيو. ان جا ٻه مرحلا طئي ڪيا ويا، پهريون، اتر، اوير ۽ ڏکڻ خارڪوف وٽ نازي فوج کي شڪست ڏيڻ، ٻيو، خارڪوف جي آزادي، جنهن کي ڪرسڪ لڙائي جي پڄاڻي تصور ڪيو ويو. ان منصوبي کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ورونزهه ۽ ميداني (Steppe) محاذن وٽ ڇهه زميني فوجون، ٻه توب فوجون ۽ ٻه فضائي فوجون هيون. ساڳئي وقت، مکيه حملي جي فوجن لاءِ اولهه کان ڍال ٿيڻ ۽ خارڪوف ۾ دشمن جي بچت فوج جي ايندڙ وهڪري کي روڪڻ لاءِ ٻه زميني فوجون ۽ ٽي توب ڪور تي مشتمل ڳاڙهي فوج کي اخترڪا طرف وڌي ٻيو طاقتور ڏک هڻڻو هو.

آپريشن جي چوٿين ڏينهن تي 3 گارڊ فوج ۽ 1 هين توب فوج گڏيل قوت سان ڏک هڻڻ بدران الڳ نموني وڙهنديون رهيون. ان دوران نازي فوج غيرمتوقع موڙ ورتي، ڳاڙهي فوج جي حملي کي روڪڻ ۽ ڪيمپف گروپ ۽ چوٿين پينزر فوج کي شڪست کان بچائڻ لاءِ، تمام تيزي سان

[357] Russia at War, p, 647-8

لڙائي جي ميدان تي بچت فوج گهرائي ورتي. ڳاڙهي فوج حاصل ڪيل علائقن جي حالت کي مستحڪم ڪرڻ ۽ پاسن کان جوابي حملن کان بچاءَ جو بندوبست ڪرڻ ڪانسواءِ اڳتي وڌندي رهي. ان جو فائدو وٺندي دشمن، 11 آگسٽ تي، بوگودخوف، ۽ 18_20 آگسٽ تي، اخترڪا جي اولهه وارن علائقن کان جوابي حملا ڪري ڏنا. 17 کان 20 آگسٽ تائين سخت ويڙهه ڪانپوءِ ڳاڙهي فوج کي گهڻو نقصان پوڳڻو پيو. مطلب ته ڳاڙهي فوج خارڪوف وٽ پهچڻ کان اڳي دشمن کي تباهه ڪرڻ جو موقعو وڃائي ڇڏيو. جنهن تي، 21 آگسٽ تي، سپريم ڪمانڊر اسٽالن، جنرل وتوتن کي هدايت نامو موڪليو "گذريل ڪجهه ڏينهن جا واقعا ٻڌائين ٿا ته اوهان ماضي جي تجربن مان سکيو نه آهي ۽ ساڳيون پراڻيون غلطيون ورجائي رهيا آهيو. پنهنجين ڪاميابين کي مستحڪم ڪرڻ ۽ پاسن جي بچاءَ جو بندوبست ڪرڻ ڪانسواءِ هر هنڌ حملو ڪرڻ ۽ وڌ کان وڌ علائقو ڇڏائڻ تي اوهانجو وڌيڪ زور آهي. نتيجي طور دشمن کي پاسن کان ۽ پٺتي کان حملا ڪرڻ جو موقعو آساني ملي وڃي ٿو. آءُ مطالبو ٿو ڪريان ته اخترڪا وٽ نازي فوج کان حساب چڪتو ڪريو. پنهنجي سگهه کي ڇڙوڇڙ نه ڪريو ۽ پاسن کي تحفظ ڏيڻ جي ڪم کان غافل نه ٿيو."

سوويت ڪمانڊر ڪانيف جي فوجن تيزي سان خارڪوف وٽ موجود نازي فوج تي طوفاني ٻٽجي حملو ڪيو ۽ ميداني محاذ جي فوجن طرفان حاصل ڪيل فتح تي ماسڪو ۾ 23 آگسٽ 9 بجي رات جو ڳاڙهي فوج کي سلامي پيش ڪئي وئي، جن ورونزهه ۽ ڏکڻ اولهه محاذن سان گڏجي خارڪوف (يوڪرين جو ٻيو وڏو شهر) آزاد ڪرائي ورتو هو. هاڻي ان کان اڳيان ڊينپر ندي هئي.

جيتوڻيڪ، حملي آهستي آهستي زور ورتو. ۽ پوءِ قدم قدم سان اڳتي وڌيو. ان وچ ۾ نازي ڪمانڊ، پنهنجن پاسن جو تحفظ ڪندي رٿابندي سان، پنهنجي فوج کي پٺتي هٽڻ لاءِ آساني پيدا ڪري ڏني. بهرحال، ٽن محاذن (بريانسڪ ۽ مرڪزي محاذ اتر ۽ ڏکڻ کان ۽ بريانسڪ محاذ اوير کان) اوريل وٽ دشمن کي بري شڪست ڏني. 5 آگسٽ تي بريانسڪ محاذ جي فوجن اوريل کي آزاد ڪرايو. 18 آگسٽ تي، مرڪزي محاذ بريانسڪ محاذ سان گڏجي دشمن کي پوري علائقي مان تڙي ڪڍي ڇڏيو. 3 آگسٽ تي ورونزهه محاذ حملو ڪندي 5 آگسٽ تي بلغريد ڇڏائي ورتو.[358]

---

[358] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 206

جرمن حملي جو حساب چڪائڻ لاءِ ڳاڙهي فوج جيڪي لڙائيون ڪيون، اهي ويڙهه جي هنر ۽ مضبوطي، توب، آرٽلري، مارٽر ۽ جهازن جي سپاهين ۽ آفيسرن جي سورهيائي ۽ ثابت قدمي جو بيمثال نمونو هيون. ان حملي کي نازي دربدن جو آخري حملو سمجهيو ويو. عام تاثر اهو هو تہ ”جرمن فوج اونهاري جي موسم ۾ جيڪي حملا ڪيا انهن ۾ کين فتح حاصل ٿي“ پر هن لڙائي ان قصي بہ کي مليا ميٽ ڪري ڇڏيو.
اهو نازي فوج طرفان اوڀر (سوويت يونين) طرف آخري جنگي حملو هو. جيتوڻيڪ، ڳاڙهي فوج سياري دوران ٿيل لڙائين ۾ پڻ سوڀون ماڻيون پر هي سوويت-جرمن جنگ جو اونهاري ۾ ٿيل پهريون جنگي حملو هو جنهن کي ڳاڙهي فوج ناڪام بڻائي ڇڏيو. ڪرسڪ واري لڙائي کي بعد ۾ جنگ جي تعليم ڏيندڙ ڪاليجن ۾ نصاب طور پڙهايو ويندو رهيو. ڪرسڪ واري لڙائي پهرين لڙائي هئي جنهن ۾ ”وڄ جي تيزي وانگر حملو“ ڪرڻ واري حڪمت عملي، جيڪا تيزي سان دشمن جي دفاعي صفن کي ٽوڙيندي گهرائي تائين جنگي پيش رفت ڪري سگهي، ان کي شروع ٿيڻ کان اڳ ئي شڪست ڏني وئي. ان دوران اٽلي تي اتحادي فوجن حملو ڪيو جنهنڪري هٽلر پنهنجين توبن کي 2 هزار ڪلوميٽر پوئتي اٽلي ڏانهن اماڻيو. 17 جولائي تي هٽلر پين پينزر ڪور کي ڪرسڪ واري ميدان تان واپس گهرائي ورتو.

## ڄڙتو جواز ۽ اصل حقيقتون

ڪرسڪ جي لڙائي ۾ نازي فوج کي هڪڙو پيرو پيهہ بري شڪست ملي جنهن ان کي بربادي جي ڪناري تي پهچائي ڇڏيو. ڪرسڪ جي لڙائيءَ ۾ ٻنهي ڌرين طرفان وڏي تعداد ۾ هٿيار ۽ فوجون استعمال ٿيون جنهن ۾ اٽڪل 69 هزار کان وڌيڪ بندوقون ۽ مارٽر، 13 هزار کان وڌيڪ توبون ۽ خودرو propelled بندوقون، ۽ اٽڪل 12 هزار جهاز شامل هئا. اسٽالن گراڊ وٽ مليل شڪست کانپوءِ جنگي پيش قدمي حاصل ڪرڻ لاءِ نازي ڪمانڊ طرفان سوويت يونين خلاف وڏو حملو ڪرڻ جي اها آخري ڪوشش هئي.
ڪرسڪ واري لڙائي، ٻي عالمي جنگ جي سڀ کان وڏي توبن جي لڙائي

هئي جنهن ۾ جرمنيءَ کي ست پينزر ڊويزنن سميت 30 توب ڊويزنن جي چٽي لڳي. ان ۾ اٽڪل 5 لک فوج، 15 سو توبون، 3 هزار ست سو جهاز ۽ 3 هزار آرٽلري پورا پورا تي وئي. ڳاڙهي فوج اوريل، خارڪوف ۽ ڪيترن ٻين شهرن ۽ ڳوٺن کي آزاد ڪرايو ۽ ائين اهڙيون حالتون پيدا ڪيون جو اڳتي هلي ڊينپر نديءَ جي اوپر ڌائين يوڪرين جا علائقا پڻ آزاد ڪرايا. پر اڪثر مغربي ليکڪ ان لڙائي بابت يا تہ خاموش آهن يا وري ان جي اثرن کي گهٽائي بيان ڪن ٿا. ارنسٽ ڪلنڪ لکيو تہ ”هٽلر آپريشن قلعو (Citadel) پيهر جنگي پيش قدمي حاصل ڪرڻ لاءِ نہ پر پنهنجي دفاع کي مضبوط ڪرڻ لاءِ ڪيو.“ پر لڙائي جي ميدان جون حقيقتون ٻڌائين ٿيون تہ جرمني طرفان ڪرسڪ وٽ حملي وقت نازي فوج وڏا مقصد حاصل ڪرڻ پئي چاهيا ۽ اهوئي سبب هو جو هنن ايتري تعداد ۾ فوج ۽ هٿيار آندا.

جرمن ڪمانڊ جو آپريشن حڪم نمبر (6) (جنهن تي هٽلر جو دستخط ٿيل آهي) ڪرسڪ وٽ مڪمل حملي جي تيارين بابت هدايت ڏنل هئي. جنهن ۾ چيو ويو تہ ”هر ڪمانڊر ۽ سپاهي کي هن حملي جي مڪمل اهميت کي ضرور سمجهڻ گهرجي. ڪرسڪ وٽ فتح پوري دنيا لاءِ مشعل جو ڪم ڪندي.“ ان لاءِ جرمن ڪمانڊ پنهنجيون بهترين فوجون، بهترين هٿيار، بهترين ڪمانڊر ۽ وڏي مقدار ۾ بارود ۽ وڏي زسد استعمال ڪرڻ جو مطالبو ڪيو. جرمن جنرل ميلنٽن لکي ٿو تہ هن حملي کان بهتر ڪنهن بہ ٻئي حملي جي ايتري تياري نہ ڪئي وئي هوندي.“

نازي ڪمانڊ تيزيءَ سان پنجاهہ ڪريڪ ڊويزن، 14 پينزر ڊويزنن سميت، (يعني سوويت جرمن محاذ جي هٿيارن جو 70 سيڪڙو) ۽ بہ موٽر ڊويزنون ڪرسڪ جي ميدان تي لاٿيون. جنهن ۾ 9 لک فوج، 10 هزار بندوقون ۽ مارٽر، 27 سو توبون ۽ خوددِرو بندوقون ۽ 2 هزارن کان وڌيڪ جهاز اوڏانهن اماڻيا ويا. جولائي 1943 ڌاري جرمني ۾ ٺهيل جديد توبون (ٽائيگر ۽ پينٿر) جو وڏو تعداد پڻ اتي موڪليو. انهن تيارين کي ڏسي نتيجو لڳي تہ جرمني جو مقصد محدود هو. ان قسم جي ڳرين ۽ زبردست تيارين باوجود ڳاڙهي فوج هٽلري فوج کي شڪست ڏني.

ٻيو دليل اهو ڏنو ويندو آهي تہ ان لڙائي دوران برطانوي ۽ آمريڪي فوج سسلي (Cicely) ۾ لاٿي وئي هئي دراصل ان عمل ڪرسڪ جي لڙائي ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. ان جو مطلب هي ٿيو تہ هٽلر کي ”آپريشن

قلعو" مڪمل ڪرڻ کان روڪڻ ۾ ڳاڙهي فوج جي ويڙهه جو ڪو خاص ڪردار نه هو. جيتوڻيڪ، اتحادي ڌرين (برطانيه ۽ آمريڪا) طرفان سسلي ۾ فوج لاهڻ جرمني جي جنگي حالت کي بدتر بڻائڻ مدد ڪئي پر ان ڪرسڪ وٽ ٽينڪن لڙائي تي ايترا اثر وڌا اثر نه وڌا هئا. 10 جولائي تي هٽلر اڳتي وڌڻ جي اجازت ڏني هئي. ٻئي ڏينهن، 12 جولائي تي، اوليهه ۽ بريانسڪ محاذن جي فوجن اوريل سيڪٽر وٽ حملو ڪيو ۽ ورونزهه محاذ وٽ ڳاڙهي فوج پروخوروڪا ڳوٺ پرسان جوابي حملو ڪيو ۽ نازي حملي آور فوج جيڪا ڏکڻ کان ڪرسڪ ڏانهن گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي، ان جي ڪاٻي پاسي کان پڻ جوابي ڌڪ هنيا. ان جي نتيجي ۾ جرمن مرڪزي فوجي گروپ حملي بدران دفاعي پوزيشن ورتي. 13 جولائي تي هٽلر ڪانفرنس سڏائي، جنهن ۾ منشتن حملو جاري رکڻ تي زور ڀريو جنهن تي ڏکڻ واري فوجي گروپ کي حملو جاري رکڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو. پر 19 جولائي تي خارڪوف ۽ اوريل ڇي وچ واري سڄي محاذ تي دفاعي پوزيشن جي هدايت ڪئي وئي ڇاڪاڻ ته نازي فوج جي اوريل گروپ کي گهيري ۾ ڦاسڻ جو خطرو هو.

اصل ۾، ڳاڙهي فوج جي مزاحمت سبب اتحادي ڌرين کي سسلي ۾ لهڻ ۾ وڏيڪ آساني ٿي هوندي ڇاڪاڻ ته جرمني سٺ سيڪڙو فوج ته اوڀر ڏانهن ويڙهه ۾ استعمال ڪري رهي هئي. نه صرف ايترو پر ڳاڙهي فوج جي حملي نازي منصوبي کي تباهه ڪري ڇڏيو نه ته ڪرسڪ وٽ ڪاميابي ملڻ کانپوءِ جرمني پنهنجون وڌيڪ فوجون اٽلي ڏانهن اماڻي سگهي ها.

وري ٽيون ساڳيو دليل جيڪو اڪثر پيش ڪيو ويندو آهي ته "5 ۽ 8 جولائي تي بارش سبب جرمن فوج کي ڏکيائي ٿي نه ته ......" ڪجهه ليکڪ وري چون ٿا ته سوويت يونين حرفت جي ميدان ۾ پوئتي پيل هو. انهن دليلن جي جواب لاءِ T-34, KV-1 توبون، -IL ويڙهاڪ ۽ بمبار جهاز، 76 mm بندوق وغيره جي ڪارڪردگي ئي ڪافي ثبوت آهي. انهن هٿيارن جي ڪارڪردگي ان قسم جي دليلن جي نفي ڪري ٿي.[359]

1943 جي مارچ تائين، ڪرسڪ وٽ ٻنهي ڌرين جي حالت مستحڪم ٿي چڪي هئي. جيتوڻيڪ، جرمن ڪمانڊ پوءِ دعوىٰ ڪئي ته هنن جو حملو

[359] Myth & Realities, 128

بهار جي ٻوڏ اچڻ سبب رڪجي ويو. حقيقت ۾ ائين نہ هو. چاڪاڻ تہ خارڪوف وٽ ٿيل لڙائي دوران سياري جي موسم نازي فوج لاءِ ڪنهن بہ حوالي سان فائدي واري نہ هئي پر ان باوجود انهن ڳاڙهي فوج کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. اصل ۾ ڪرسڪ وٽ لڙائي ڪرڻ لاءِ جرمن فوج وٽ وڏي جنگي حملي جي پيش رفت ڪرڻ لاءِ گهربل قوت نہ هئي.

نون هٿيارن جي انتظار، اتلي تي اتحادي (برطانيہ، آمريڪا) فوجي طرفان حملي جو خطرو، ۽ جنگي سامان جي پهچڻ ۾ دير سبب ڪيترائي ڀيرا حملي جي تاريخ بدلجندي رهي.

ڪرسڪ واري لڙائي ۾ جرمن ڪمانڊ جو طريقي ڪار ساڳيو ٿي ٻن طرفن کان وڏي گهيري ڪرڻ وارو هو. پر ان قسم جي اچرج ۾ وجهندڙ حملن لاءِ اهڙي جاءِ جي چونڊ ڪئي ويي ها جتي دشمن کي توقع ٿي نہ هجي. مثال طور 1940 ۾ آردينس، 1941 ۾ ڪيو (Kiev) ۽ 1942 ۾ اسٽالن گراڊ ۽ ڪاڪاسس ڏانهن ڪيل اوچتا نازي حملا. پر ڪرسڪ وٽ ٿيندڙ حملي جو منصوبو "آپريشن قلعو" (Operation Citadel) ان قسم جي اوچتن حملن جي اصولن جي اُبتڙ هو، جتي دوبدو ميداني لڙائي ٿي. ڪوبہ ماڻهو جنهن کي جنگي حڪمت عملي جي ٿوري گهڻي سوجهہ بوجهہ هوندي اهو بہ نتيجو ڪڍندو تہ اڳتي نڪتل حصي تي دشمن ڪيڏي مهل بہ حملو ڪري سگهي ٿو. (ن)

حقيقت جو هڪڙو اهم پاسو هي بہ آهي تہ نازي هاءِ ڪمانڊ جي اُبتڙ، سوويت ڪمانڊ انتهائي سمجهداري سان، دفاعي صورت اختيار ڪئي جڏهن تہ دشمن جي پيٽ ۾، وٽس برتر قوت بہ هئي. سوويت ڪمانڊ خوبصورتي سان چاٽي واٽي دفاع جي رٿابندي ڪئي ۽ پوءِ جوابي حملو ڪيو. ٻيو تہ ڳاڙهي فوج جي ويڙهہ جي قابليت ۽ سهپ زبردست هئي. ٽيون وجهي ٿو تہ جيڪڏهن نازي ڪمانڊ اوير ۾ پنهنجن مقصدن ۾ ڪامياب ٿئي ها تہ ان ڪانپوءِ ٿيڻ ۽ پوءِ برطانيہ ۽ آمريڪا خلاف اتلي وٽ فوجون موڪلڻ جو منصوبو جوڙيو ويو هو. مطلب تہ ڪرسڪ جي لڙائي فقط هڪڙي لڙائي جو معاملو نہ هو پر ان جا نتيجا پوري جنگ تي پيا. ان لڙائي ۾ مارشل زوڪوف، مارشل ويسلوسڪي، مارشل روڪوسووسڪي ۽ جنرل وتوتن اهم ڪردار ادا ڪيو. جنرل جارج پيٽن، فيلڊ مارشل برنارڊ منٽگمري ۽ جنرل ڊوگلس مڪارٿر بہ هئا پر 20 صدي جي عوامي جنگ جي فن ۾ مارشل زوڪوف انهن سيني کان مٿي هو.[360]

---

[360] Martin Caidin, The Tigers Are Burning. Hawthorn Books, Inc., New York, 1974.

چيو ويندو آهي ته فوج يا محاذ جو ڪمانڊر جيڪو هر وقت محاذ جي مهڙ وٽ هجي اهو بهتر ڪمانڊر نه آهي. پر سوويت جنرلن جو هڪڙوئي اصول هو ته "ڪمانڊر کي اتي هجڻ گهرجي جتي هُو پنهنجي فوج کي بهتر نموني سنڀالي سگهي."[361]

مارشل زوڪوف، مارشل ويسلوسڪي، مارشل روڪوسوسڪي ۽ ٻين سوويت جنرلن لڙائي کان اڳ ۽ ان دوران مسلسل مهڙ وارين جاين تي بيهي لڙائي جي نگراني ڪئي. بهرحال، اهڙن موقعن تي فوجين سان هجڻ جوکم جو ڪم آهي پر ان سان ماڻهو لڙائي جي نبض تي آڱر رکي ٿيندڙ تبديلن کي سمجهي سگهي ٿو. ڪنهن ڪمانڊر جي فوجين جي وچ ۾ موجودگي جو تمام وڏو اثر ٿئي ٿو.

ٽن لڙائين ماسڪو، اسٽالن گراڊ ۽ ڪرسڪ، سوويت_جرمن محاذ تي هلندڙ جنگ ۾ ۽ سڄي ٻي عالمي جنگ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو هو.

## ڪرسڪ ڪانپوءِ

ڪرسڪ واري لڙائي کان ترت پوءِ نازي فوج جي ٿڪاوٽ ۽ بلغريڊ ۽ اوريل وٽ مليل ڪاميابي جو فائدو وٺندي سوويت جنرل وتوتن ٻئي هفتي اندر 80 ميل تائين اڳتي نڪري ويو، ۽ ائين خارڪوف جي پنيان وڃي پهتو. ڏهن ڏينهن ڪانپوءِ جنرل ڪانيف جي فوج، وتوتن جي ڪاپي پاسي کان، انتهائي مشڪل سان لنگهڻ وارين ديڻ وٽان گذري، دونزٽ پار ڪري خارڪوف جي ڏکڻ اوير کان اچي شهر کي گهيري ۾ آڻڻ واري پوزيشن ورتي ٻر جرمن فوجون ذري گهٽ ڦاسڻ کان بچي ويون ۽ 23 آگسٽ تي خارڪوف (شهر) کان پٺتي هٽي ويون. پر ان باوجود 25 هزار جرمن فوج قيد ڪئي وئي. ٻئي طرف، جنرل پاپيف جي فوج، آهستي آهستي، جيئن اوريل کان بريانسڪ طرف وڌڻ شروع ڪيو ته ساڳئي وقت، جنرل اريمينڪ ، ساڄي پاسي کان سمولينسڪ طرف اڳيرائي ڪئي. ٻئي پاسي، روڪوسوسڪي جي اوچ ڊينپر (دريا) طرف ڪيو (شهر) جي ويجهو پهچڻ وٺي ۽ جنرل وتوتن پڻ اوڏانهن وڌڻ لڳو. ڏکڻ ۾، جنرل تولبخن ميوس ندي پار ڪري ورتي. سيپٽمبر تائين، جنرل ميلنووسڪي جي فوج دونزٽ پار ڪري، اسٽالنو طرف پيش رفت ڪئي.

---

[361] Soldier's Duty, Rokossovsky, p. 203

مطلب ته، سوويت فوجي آپريشنن جو سُر ۽ تال اهڙو هو جو هڪڙو ڌڪ، وڏي ٻئي ڌڪ لاءِ رستو هموار ڪندو رهيو ۽ سڀ هڪٻئي سان ڳنڍوڳنڊ وقت سر ردعمل ڪندا رهيا. ان جرمن فوج جي حرڪت جي آزادي کي فالج زده بڻائي ڇڏيو ۽ سندس توازن (سوويت فوج جي پيٽ ۾) لوڏن ۾ وجهي ڇڏيو. جيتوڻيڪ، ڳاڙهي فوج کي ان وسيع حاصلات جي قيمت پڻ چڪائڻي پئي. ڳاڙهي فوج کي پهتل نقصان جرمن فوج کان وڌيڪ هو، پر مسئلو هي هو ته جرمن ڪمانڊ ايترو نقصان به برداشت نه پئي ڪري سگهي ۽ مٿان وري هٽلر پوئتي هٽڻ کان منع ڪري ڇڏيو هو جنهن جرمن فوج کي صفا ڊاهي وڌو. ٻئي طرف، انتهائي هنرمند سوويت جنرل، وتوتن، ڪانيف ۽ روڪوسوسڪي تيزي سان ڏکڻي محاذ جي ڪمزور جاين جو فائدو ورتو. اهم مسئلو هي به هو ته ايتري وسيع محاذ کي سنڀالڻ لاءِ جرمني وٽ وڌيڪ فوج ٻڌ نه هئي، نتيجي طور، هنن ڳاڙهي فوج جي پڪيڙ کي روڪڻ لاءِ جوابي حملا به ڪيا.

سوويت مرڪزي محاذ تي نازي فوجن 25 سيپٽمبر تائين سمولينسڪ خالي ڪري پيچي جان بچائي، آهستي آهستي، مٿئين ڊينپر وٽ، ڌلبن، روگچيف، موگلوف ۽ اورشا کان، دوينا وٽ وتبسڪ شهرن جي لاڳيتي ڪڙي تان پوئتي هٽڻ شروع ڪيو. ڳاڙهي فوج جي اڳتي وڌڻ واري رفتار برقرار رکڻ ۾ اهم ڪردار سوويت فوجي انجنيئرن جو به هو جيڪي تيزي سان پليون ٺاهڻ جا ماهر هئا. سرسري طور چار ڏينهن اندر پل ٺاهي وٺندا هئا ۽ ان تان ڳري کان ڳري ٽرانسپورٽ گذري سگهندي هئي.

ٻئي مرحلي ۾، جنرل ڪانيف جي فوج، ڪيو شهر ۽ ڊينپر وڪڙ جي وچ واري پٽ ڏانهن اڳتي وڌي، پر جرمن جنرل منشٽن تمام جلد بچت فوج اوڏانهن موڪلي ڳاڙهي فوج جي رفتار کي سست ڪري ڇڏيو ۽ ائين خطري هيٺ آيل جرمن فوج کي پنتي هٽائڻ ۾ مدد ڪئي.

آڪٽوبر جي آخري ڏينهن ۾، جنرل وتوتن جي فوج، ڪيو شهر جي وسيع محاذ وٽ ڪمزور جاين ڳولي ورتيون ۽ اتان شهر اندر ويندڙ رستن کي ڪٽي ڇڏيو ۽ پنيان کان ڦري جرمن فوج کي گهيري ۾ آڻي ڇڏيو پر فقط 6 هزار فوج قيد تي باقي پيچي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي. ڪيو شهر کي آزاد ڪرائڻ کان هڪ ڏينهن پوءِ ڳاڙهي فوج چاليهه ميل اڳتي فاستف وٽ پهتي. انهن لڙائين ۾ برفباري سبب هوائي فوج تمام گهٽ حصو ورتو.




آڪٽوبر ۽ ڊسمبر ڏوران سوويت ڪمانڊ پنج وڏا حملا ڪيا جنهن مان هر هڪ پنجن کان ڇهن ڏينهن تائين هليو، پهرين حملي ۾ اٽڪل 20 ڊويزن فوج حصو ورتو، ٻئي حملي ۾ اٽڪل 30 ڊويزن فوج هئي ۽ ٽئين ۾ 36 ڊويزن فوج حصو ورتو. پر انهن لڙائين ۾ هٽلر طرفان پوئتي نه هٽڻ وارا حڪم اڳتي هلي جرمن فوج لاءِ هاڃيڪار ثابت ٿيا، جڏهن ته انهن ساڳين حڪمن گذريل سال سياري واري موسم ۾ ٿيل لڙائين ۾ جرمن فوج کي فائدو ڏنو هو.[362]

[362] Second World War, Liddle Hart, p, 507-20

## باب اٺون

# نازي فوج جو پٺتي هٽڻ

## سوويت هاءِ ڪمانڊ ۽ اسٽالن

30 جون 1941 تي اسٽالن جي چيئرمين شپ هيٺ رياست جي دفاع بابت ڪميٽي جوڙي وئي جنهن ۾ اسٽالن کي سپريم ڪمانڊر جا اختيار ڏنا ويا ۽ ٽن جنگي محاذن لاءِ مختلف هاءِ ڪمانڊر پڻ مقرر ڪيا جن ۾ اتر اولهه ۾ وروشلوف (Voroshilov)، مغرب ۾ تمنشنڪو (Timoshenko) ۽ ڏکڻ مغرب محاذ جي ڪمانڊ بديني (Budyonny) وٽ هئي. جنگ جي ابتدا ۾ مختلف جنگي محاذن لاءِ هاءِ ڪمانڊ جو جوڙيل نظام ڪارگر ثابت نہ ٿيو. نتيجي طور ان قسم جي وچين سطح واري اداري کي ئي ختم ڪري جي ايچ ڪيو ۽ محاذن ۾ سڌو ڳانڍاپو پيدا ڪيو ويو. مولوتوف، وروشلوف، تموشنڪو، زوڪوف، شپوشنڪوف ۽ بدوني جي ايچ ڪيو جا ميمبر هئا ۽ اها جوڙجڪ جنگ جي آخر تائين رهي. جي ايچ ڪيو، پنهنجي ابتدا کان، ڪجهہ جمهوري نوعيت وارو ادارو هو. جنگ دوران مرڪزيت تي وڌيڪ زور ڏنو ويو باقي هيٺين سطح تي لڙائين کي سنڀالڻ لاءِ لچڪدار باڊيون هيون. بهرحال، جنگي ۽ اقتصادي معاملن جي منصوبابندي لاءِ مرڪزي ڪميٽي پولٽ بيورو ۽ فوجي قيادت هميشہ گڏيل فيصلي سازي (Collective Decision-making) واري اصول تي عمل ڪندي هئي.[363] 30 جولائي تي مارشل شپوشنڪوف کي جنرل اسٽاف جي چارج ڏني وئي جاڪاڻ تہ اسٽالن هميشہ مارشل زوڪوف کي محاذن ڏانهن موڪلڻ کي ترجيح ڏيندو هو. (V)

جنرل اسٽاف، جي ايچ ڪيو جي ڪم ڪندڙ ادارو هوندو هو، جيڪو سڌي ريت سپريم ڪمانڊر جي ماتحت هو. پر ان جون سرگرميون فقط چوديواري جي اندر تائين محدود نہ هيون پر جنرل اسٽاف جو هميشہ ميدان تي تيندڙ ويڙهہ جي نبض تي هٿ هوندو هو. سپريم ڪمانڊ جا هدايت ناما لکڻ، رٿابندي ڪرڻ، اهم آپريشنن جي تياري ۽ عمل ۾ آڻڻ

[363] A Lifelong Cause, by Marshal, A. M. Vasilevsky, p, 86-87-89.

جهڙا ڪم سرانجام ڏيڻ سان گڏوگڏ مختلف محاذن جي مهڙ وارين جاين جو جائزو وٺڻ لاءِ ذميوار آفيسرن کي موڪليو ويندو هو.[364]






مارشل ويسلوسڪي ۽ ٻيا سوويت جنرل

[364] Soviet General Staff at War, p, 117

سپريم ڪمانڊر جو پهريون ڊپٽي جي ڪي زوڪوف هو ۽ جنرل اسٽاف جو چيف اي ايم ويسلوسڪي مقرر ٿيو هو. پر اڪثر ڪري اهي ٻئي مختلف محاذن ڏانهن جي ايچ ڪيو جي نمائندي طور دورا ڪندا رهندا هئا. جيئن ئي هڪڙي محاذ تان موٽندا هئا ته اسٽالن کين وري ڪنهن ٻئي محاذ ڏانهن اماڻڻ لاءِ چوندو هو. ڇاڪاڻ ته اسٽالن جو خيال هو ته بهترين اسٽاف آفيسر اهو ٿي سگهي ٿو جيڪو ميدان جنگ جي تجربي کان واقف هجي. زوڪوف ۽ وتوتن سميت ڪيترائي جنرل اسٽاف جا ماڻهو مختلف محاذن جا ڪمانڊر مقرر ٿيا. ڊپٽي چيف آف جنرل اسٽاف، انتونوف هو جيڪو روزانو 24 ڪلاڪن مان 18/17 ڪلاڪ ڪم ڪندو هو. وقت جي سخت پابندي هئي ڪم ۽ آرام جو ٽائيم ٽيبل سيني لاءِ ساڳيو هوندو هو. ڏينهن ۾ ٽي ڀيرا سپريم ڪمانڊر کي رپورٽ ڏني ويندي هئي.

سپريم ڪمانڊر صبح جو فون ڪري، ڪڏهن سلام ڪندو، ته ڪڏهن بغير سلام جي سڌو پهريون سوال ئي اهو ڪندو هو ته "ڇا پيو ٿئي؟ نئين ڳالهه ڪهڙي آهي؟" رپورٽ جي ابتدا اڪثر ڪري ان علائقي کان ڪئي ويندي هئي جتي سخت ويڙهه هلندڙ هوندي هئي.[365]

اسٽالن هر ڀيري جڏهن به ڪنهن محاذ جي ڪمانڊر طرفان ڪا تجويز ايندي هئي ته اڪثر ڪري پڇندو هو ته "جنرل اسٽاف جي ڪهڙي راءِ آهي؟" سپريم ڪمانڊر اسٽالن نوجوان ڪرنلن سان پدرانا شفقت سان پيش ايندو هو. جيڪڏهن اُهي ڪجهه غلط ڪندا هئا ته هي ڪاوڙ نه ڪندو هو ۽ ايتريقدر جو، هن ڪڏهن پنهنجو آواز به اونچو نه ڪيو.[366]

مارشل زوڪوف، اسٽالن کي خراج تحسين پيش ڪندي چيو ته "توهان کي جيڪو وٺي سو چئو، پر هن ماڻهوءَ جون رڳون فولاد جون ٺهيل آهن." [367]

ڪنهن تيار ٿيل منصوبي تي بحث ڪرڻ لاءِ جي ايچ ڪيو جا سمورا ميمبر اسٽالن جي مطالعي واري ڪمري ۾ گڏجندا هئا. جنهن ۾ فوج طرفان زوڪوف ۽ ويسلوسڪي ڳالهائيندا هئا. جي ايچ ڪيو ۾ ڪنهن به مسئلي کي حل ڪرڻ لاءِ انتهائي فضليت سان هر هڪ پنهنجي راءِ ڏيندو

[365] Soviet General Staff at War, p, 137
[366] Soviet General Staff at War, p, 118-19
[367] Russia at War, p, 18

هو. اسٽالن انهن مان ڪنهن ۾ به ڪا تفريق نه ڪندو هو، سيني کي سندن ذات سان سڏيندو هو ۽ مالتوف کي "تون" ڪري سڏ ڪندو هو پر اسٽالن کي سڀ "ڪامريڊ اسٽالن" سان مخاطب ٿيندا هئا.
اسٽالن حقيقتن جي ٿورڙي به بگاڙ يا هيٺ مٿي ڪرڻ کي بلڪل برداشت نه ڪندو هو ۽ جيڪڏهن ڪنهن ائين ڪيو ته ان کي سخت سزا ڏيندو هو. جنهنڪري جنرل اسٽاف جو اهو قانون بڻجي ويو ته ڪابه غيرتصديق شده ۽ متشڪي ڳالهه/خبر رپورٽ ناهي ڪرڻي.[368]
هڪ محاذ جي ڪمانڊر کي سپريم ڪمانڊر برطرف ڪري ڇڏيو هو. ان ڪمانڊر درخواست ڪئي، جنهن تي سپريم ڪمانڊر پنهنجي سيڪريٽري کي فون ڪري چيو ته ان کي آفيس ڏانهن اندر موڪل.
اسٽالن برطرف ٿيل ڪمانڊر کان پڇيو "تون چوين ٿو ته اسان توکي بي واجبي سزا ڏني آهي؟"
ڪمانڊر "ها، ڇاڪاڻ ته جي ايچ ڪيو جو نمائندو هو جنهن منهنجي ڪم ۾ رڪاوٽ وڌي."
اسٽالن "ڪيئن؟"
ڪمانڊر "هن منهنجن حڪمن ۾ مداخلت ڪئي، جڏهن عمل ڪرڻ جو وقت هو تڏهن هن ڪانفرنسون ڪوٺايون، متضاد هدايتون ڏنيون ..... مطلب ته هن ڪمانڊر جي اختيارن کي اورانگهڻ جي ڪوشش ڪئي."
اسٽالن "هُن تنهنجي ڪم ۾ رڪاوٽ وڌي. پر تو ته محاذ جي ڪمانڊ پئي ڪئي؟"
ڪمانڊر "ها"
اسٽالن "پارٽي ۽ حڪومت پورو محاذ تنهنجي حوالي ڪيو .... ڇا تو وٽ فون هئي؟"
ڪمانڊر "ها"
اسٽالن "ته پوءِ تو رپورٽ ڇو نه ڪيو ته هُو تنهنجي ڪم ۾ رخنو وجهي ٿو؟"
ڪمانڊر "مونکي توهانجي نمائندي بابت شڪايت ڪرڻ جي همت نه ٿي."
اسٽالن "اهو ئي سبب آهي جنهن ڪري اسان توکي سزا ڏني، رسيور نه کڻڻ ۽ فون ڪرڻ لاءِ همت نه ڪرڻ. ان جو ئي نتيجو نڪتو ته توهان آپريشن پورو ڪرڻ ۾ ناڪام ٿيا." [369]

[368] Soviet General Staff at War, p, 120
[369] Soldier's Duty, Rokossovsky, p, 118-19

رپورٽن وقت پارٽي جي مرڪزي ڪميٽي جو سياسي بيورو ۽ جي ايچ ڪيو جا ميمبر اڪثر ڪري موجود هوندا هئا. محاذ، فوجون، توبون ۽ ميڪنائيزڊ ڪور انهن جي ڪمانڊرن جي نالن سان ۽ ڊويزنون نمبرن سان سڃاتيون وينديون هيون جيڪا روايت اسٽالن وڌي هئي. ايتريقدر، جنگ کانپوءِ پڻ اهي ساڳيون روايتون تيستائين هلنديون رهيون جيستائين اسٽالن زنده هو. جنرل اسٽاف جو ڪم تمام سخت هوندو هو ڪيترائي آفيسر ته شديد بيمار ٿي پيا.[370] 22 جولائي تي نازي جهازن پهريون ڀيرو ماسڪو مٿان بمباري ڪئي. ڪڏهن ڪڏهن ته بم جنرل اسٽاف جي آفيس پرسان اچي ڪرندا هئا. تنهن کانپوءِ فيصلو ڪيو ويو ته جنرل اسٽاف رات جي وقت زير زمين اسٽيشن (Byelorusskaya) هيٺ ڪم ڪندو، پر ان جو مطلب هو ته هر روز شام جو ڪاغذ پٽ ويڙهي ڪٺي وڃڻا پوندا. انهيءَ زير زمين اسٽيشن جو وڏو حصو ته ماسڪو جي رهواسين حوالي هو.

جنگ دوران جنرل اسٽاف جي آپريشنل گروپ وٽ زندگي سخت ذهني دٻاءَ هيٺ هئي. ڏينهن رات جو فرق ختم ٿي چڪو هو. جنرل اسٽاف جا ڪيترائي تجربيڪار آفيسر' هئا جن کي مختلف محاذن ڏانهن موڪليو ويندو هو. جنرل اسٽاف ۾ ڪم ڪندڙن کي ڪڏهن ڪڏهن ته پنجن ڏينهن تائين پاڃي به نصيب نه ٿيندي هئي ڇاڪاڻ ته بمباري سبب عمارت جو چلهو تباهه ٿي ويو تنهنڪري سمبوسا کائي گذر ڪندا هئا.

1937 دوران ڳاڙهي فوج مان خارج ڪيل فوجي اڳواڻن سبب جنگ جي ابتدا ۾ فوج وٽ اهم ۽ تجربيڪار جنرلن جي کوٽ هئي پر ان ڪري نئين ٽهي کي اڳيان اچڻ جو موقعو مليو ۽ ان ۾ ٻن سالن جي مسلسل ويڙهه کانپوءِ تيزي سان زبردست قابل جنرل پيدا ٿيا، جن جي سرسري عمر جرمن جنرلن جي ڀيٽ ۾، ويهه سال گهٽ هئي. جنهن ڪري انهن جي اهليت ۽ سرگرمي وڌيڪ هئي.

ڀلي چيف آف جنرل اسٽاف ڪيترو به قابل ڇو نه هجي پر هُو تخليقي ذهن رکندڙ چوند ماهرن، تجربيڪار ۽ تربيت يافته ماتحتن کانسواءِ ڪجهه به نه ڪري سگهندو. جنگ جي ابتدائي مرحلي ۾ جنرل اسٽاف جو چيف مارشل ويسلوسڪي ۽ پوءِ انتونوف مقرر ٿيو. ويسلوسڪي

[370] Soviet General Staff, p, 121-22

جيڪو 25 آگسٽ 1941 تي چيف آف جنرل اسٽاف مقرر ٿيو، مارشل ويسلوسڪي واقعي ۾ هڪ فوجي رهنما جي وصف تي پورو لٿو پئي، جنهن کي جنگي معاملن جي اٿاهه ڄاڻ هئي، هن وٽ پهرين عالمي جنگ ۽ روسي خانہ جنگي جو تجربو هو، هن جنگي تدبيرن جي حوالي سان تمام گهڻو لکيو. هي خاموشي سان ۽ زبردست ضابطي سان هر رڪاوٽ ۽ مسئلي کي اڪلائڻ جو ماهر هو.. پر سڀ کان اهم ڳالهه تہ هن کي پنهنجن ماتحتن تي هميشہ ڀروسو هوندو هو. جيئن تہ اسٽالن ڏکن ۽ اندازن تي ٻڌل جوابن کي بلڪل برداشت نہ ڪندو پر ويسلوسڪي پنهنجي رپورٽ ۾ هميشہ ترُ ۽ چٽي ڳالهہ ڪندو هو، جنهن ڪري اسٽالن پڻ هن جي قدر ڪندو هو. ويسلوسڪي بيباڪ بلڪل تہ هٽندو هو. هن جي جنگي فن جي خاصيت دشمن کي بند ڪرڻ (لفافي وانگر) ۽ سندس پٺتي هٽڻ جي رستي کي ڪٽڻ يا ان جي فوج کي ورهائڻ واري آپريشنل طريقي ڪار هو.[371] انتونوف پڻ انتهائي سمجهداري ۽ ڏاهپ سان عمل ڪندو هو. جيڪا ڳالهہ چوڻ چاهيندو هو اها ضرور ڪندو هو. مارشل زوڪوف وٽ هر شي تمام گهڻي هئي، قابليت، توانائي ۽ پنهنجو پاڻ تي اعتماد.[372] مارشل زوڪوف جنرل شپ، بهادري ۽ ڏاهپ سميت پنهنجن فيصلن تي عمل ڪرائڻ لاءِ محڪم ۽ پڪي ارادي وارو ماڻهو هو. جيڪو پنهنجن هدفن جي حاصلات لاءِ ڪنهن بہ رڪاوٽ کي ٽوڙڻ جي صلاحيت رکندو هو. روڪوسووسڪي، رنگين جنرل هو، جنهن سمولينسڪ جي مشهور لڙائي، ماسڪو جي دفاعي ويڙهہ، اسٽالن گراڊ وٽ ڊان محاذ تي ۽ تنهن کانپوءِ مرڪزي محاذ ڪرسڪ تي زبردست قابليت جو اظهار ڪيو. ڪانيف، فوجي قابليت سان ڀرپور انسان، ملنووسڪي، ٽولبخن ۽ ٻيا سوويت جنرل انتهائي قابل سپہ سالار، جيڪي سمجهداري ۽ بهادري جا اعليٰ مثال هئا.[373]

جاسوسي، تنظيمي ڍانچي، فوجي ٽرانسپورٽ، رسد ۽ جنگي سازسامان، فضائي سروي ۽ نقشا وغيره ڏاهڻ جا ماهر جنرل اسٽاف جو حصو هئا. جنهن ڪري سوويت جنرل اسٽاف کي سمورن معاملن تي مضبوط پڪڙ هئي جيئن آڱرين ۽ آڱوٺي جي ملڻ سان ٿيندو آهي. لچڪدار جسم سبب

[371] Soviet General Staff at War, p, 120-23-24
[372] Soldier's Duty, Rokossovsky, p,
[373] Soviet General Staff at War, p, 383-84

اٿرائٽو ڏک هٽڻ جي قابليت جنم وٺي ٿي. جنرل اسٽاف جا اهي ماڻهو اٽڪل 400 کان 480 ڊويزن فوج جي مسئلن کي منهن ڏيندا هئا. آپريشن جو خاڪو ۽ اهو ڪيئن عمل ۾ اچڻ گهرجي؟ جهڙن سوالن تي اڪثر ڪري اختلاف راءِ نہ هوندو هو پر گهڻو اختلاف هٿيارن، توبن، بارود ۽ بچت فوج جي معاملي تي ٿيندو هو ڇاڪاڻ تہ هر محاذ جو جنرل چاهيندو هو تہ هن جي محاذ تي وڌ کان وڌ هٿيار ۽ فوج موڪلي وڃي.[374]

عام طور تي چيو ويندو آهي تہ فلاڻو ماڻهو تخليقي ۽ فڪري ڪم ڪري ٿو تہ ان مان مراد اها ورتي ويندي آهي تہ اهو اديب، فنڪار، مصور ۽ ليکڪ وغيره هوندو پر ٽيڪنيشن نہ ۽ فوجي تہ بلڪل نہ. حقيقت ۾، جنگ جو فن پڻ تخليقي فڪر ۽ انتهائي بلند ڏاهپ جي گهرج ڪري ٿو. فوجي ماڻهن کي اڪثر ڪري ٻين شعبن جي ماهرن جي ڀيٽ ۾، درست نتيجا ڪڍڻ ۽ بهترين فيصلا ڪرڻ لاءِ ڪنهن بہ معاملي جي ابتدائي ۽ بنيادي حصن سان واسطو پوي ٿو. اها ڳالهہ خاص ڪري، اعليٰ فوجي قيادت سان لاڳو ٿئي ٿي. جن ۾ اها قابليت هجي تہ هو مستقبل جي لاڙن کي اڳواٽ پرکي سگهن. انهيءَ لاءِ ان کي سياسي، اقتصادي ۽ ٽيڪنيڪل پيچيده مسئلن جي ڄاڻ حاصل ڪري مستقبل جي فوجي نظريي ۽ عمل، آپريشن، مهم ۽ لڙائي بابت اڳڪٿي ڪري سگهي. پرامن حالتن ۾ فوج جي تربيت ۽ جنگي حالتن ۾ ان جي مقرري ۽ رٿابندي ڪري سگهي.[375] سڀ کان اعليٰ ترين معيارن (Standards) تي زور ڏيڻ هڪ فوجي اڳواڻ جو لازمي ۽ اهم گڻ آهي. پر ساڳئي وقت پنهنجي فولادي ارادي سان گڏ هوشياري، ماتحتن لاءِ احترام ۽ انهن جي جاسوسي ۽ پيش قدمي تي ڀروسو ڪرڻ اوتروئي لازم آهي. (R)

## لينن گراڊ جي ناڪابندي کي ختم ڪرڻ جو "وقت اچي ويو آهي"

27 جنوري 1944

لينن گراڊ واري محاذ تي هلندڙ لڙائي سبب نازي ڪمانڊ کي ڪرسک وٽ ٿيندڙ ويڙهہ ڏانهن فوج منتقل ڪرڻ جو موقعو نہ مليو. 12 آڪٽوبر (1943) تي سوويت جي ايچ ڪيو هدايت ڪئي تہ "نہ فقط دشمن جي مضبوط قلعي بندي کي ٽوڙيو وڃي پر ان جو پيڇو پڻ ڪيو وڃي." 1944 جي ابتدا

[374] Soviet General Staff at War, p, 130-34
[375] Soviet General Staff at War, p, 122-23

تائين، جرمن فوج جي اترين گروپ ۾ 18 ۽ 16 هين فوج هئي ۽ هنن اٽڪل 230 کان 260 ڪلوميٽر گهرائيءَ تائين مضبوط دفاع جو انتظام ڪيو هو، سموري ميدان تي بارودي ڪاٽيون وڇائي چڪا هئا.




ڳاڙهي فوج وٽ 350 بمبار، ويڙهاڪ ۽ حملي وارا جهاز هئا. سوويت حملي جي ابتدا ڪانپوءِ هر روز ڳاڙهي فوج وڌ کان وڌ علائقو آزاد ڪرائي رهي هئي. ان سان گڏوگڏ، نازي فوج لاءِ وڏيون مصيبتون پيچرُ ۾ ويڙهه ڪندڙ گوريلن پيدا ڪيون جيڪي عام فوج سان گڏجي ڪارروائيون ڪري رهيا هئا. سوويت گوريلا جٿن، شهرن جو انتظام سنڀالڻ سميت فوجي ڇانوڻيون تباهه ڪرڻ، ڊيپو برباد ڪرڻ، ريل گاڏين کي پٽڙين تان لاهڻ جهڙا ڪم ڪري دشمن جون واڻيون بتال ڪري ڇڏيون. ان جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو ته 18 کان 24 جنوري (1944) تائين اٽڪل ٻه هزار ڪلوميٽر ريل پٽڙي اکيڙي ۽ 18 پليون ڊاهي ڇڏيون. ڪجهه عرصي ۾ ڳاڙهي فوج نيوا جي ڪنارن کان نروا جي ڪنارن تائين پهچي ايسٽونين جمهوريه ۾ قدم رکيا.

انهن فتحن سبب فن لينڊ جي حڪومت ٻڌتر جو شڪار ٿي وئي، اونهاري ۾، ڳاڙهي فوج ڪريلين استمس ۽ ڏاکڻي ڪريليا وٽ طاقتور ڌڪ هڻي فن لينڊ جي فوج کي پوئتي هٽڻ تي مجبور ڪري ڪيس جنگ کان ٻاهر ڌڪي ڪڍيو. 27 جنوري 1944 تي لينن گراڊ جي مڪمل آزادي جو اعلان ڪيو ويو. لينن گراڊ واري لڙائي دفاع، جوابي حملي ۽ حملي دوران حڪمت عملي، مهم ۽ تدبيرن جي اعليٰ نمونن، زميني، فضائي ۽ بحري ويڙهه جي تجربن سان مالامال لڙائي. هئي جنهن ۾ انساني حوصلي، همت، برداشت ۽ قوت ارادي جا شاندار ورق لکيل آهن. جنگ جي تاريخ ۾ اهڙو مثال ورلي ملندو. لينن گراڊ شهر جي ناڪابندي ٽوڙڻ ۾ پارٽي ڪر اهم ڪردار ادا ڪيو جنهن فوج ۽ شهرين جي اخلاقي سگهه کي مضبوط بڻايو.

مُسلسل اڍائي سال ناڪابندي شهر ۾ تمام وڏي تباهي آندي. ڪنهن به جديد شهر ۾ انساني جانين جي اهڙو نقصان نه ٿيو هوندو جهڙو لينن گراڊ ۾ ٿيو. هوائي بمباري ذريعي شهر جا ڪارخانا، اسڪول، اسپتالون ۽ ٻيون ملڪيون برباد ڪيون ويون. گهيري جي ابتدا ۾ اٽڪل 30 لک ماڻهو لينن گراڊ ۽ پسگردائي ۾ رهندا هئا جنهن مان اٽڪل 14 لک ماڻهن کي، جنگ دوران، شهر مان ڪڍيو ويو هو. 872 ڏينهن جي گهيري وڏي ڏڪار کي جنم ڏنو باقي پاڻي ۽ ڪاڌ خوراڪ جي اڻهوند. جنهن جي نتيجي ۾ اٽڪل 15 لک فوجي ۽ شهري موت جو کاڄ بڻيا. موت جو شڪار ٿيندڙ شهرين ۾ اڪثريت عورتن ۽ ٻارڙن جي هئي. لينن گراڊ جي صرف هڪڙي قبرستان ۾ اٽڪل 5 لک عام شهرين جا مقبرا آهن.

لينن گراڊ جي ناڪابندي (گهيرو Siege) 8 سيپٽمبر 1941 کان شروع ٿيو جڏهن شهر سان ڳنڍيل آخري زميني رستو ڏار ڪيو ويو. جيتوڻيڪ ڳاڙهي فوج 18 جنوري 1943 تائين هڪ سوڙهو زميني اڳڻ Corridor کولڻ جو بندوبست ڪيو هو، پر مڪمل طور تي ناڪابندي 872 ڏينهن کانپوءِ 27 جنوري 1944 تي ختم ٿي. اهو گهيرو تاريخ ۾ سڀ کان گهڻو عرصو رهندڙ ۽ انتهائي بربادي ڦهلائيندڙ ناڪابندين مان هڪ هو جنهن ۾ ايتري تعداد ۾ انساني جانيون ضايع ٿيون.

لينن گراڊ ۾ ٿيل اقتصادي ۽ فوجي infrastructure ۽ انساني جانين جو نقصان اسٽالن گراڊ واري لڙائي، ماسڪو واري ويڙهه، هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ٿيل بم ڌماڪن کان وڌيڪ هو. انساني تاريخ جو سڀ

کان وڌيڪ مُوتمار گهيرو هو. جنهن لاءِ ڪجهه تاريخ نويس اهو به لکن ٿا ته ناڪابندي وارو آپريشن قتلِ عام هو، جيڪا ”نسلي بنيادن تي بکن وگهي قتل عام ڪرڻ“ جي پاليسي هئي.

گهيري دوران 32 سو رهائشي عمارتون، 9 هزار گهر، 840 ڪارخانا ۽ صنعتن کي تباهه ڪيو ويو. ان سموري ويڙهه دوران هڪڙي پاسي صرف سوويت فوجون هيون ته ٻئي پاسي جرمني، اٽلي ۽ فن لينڊ جون فوجون هيون. اندازن 7 لک 25 هزار جرمن ۽ 9 لک 30 هزار ڳاڙهي فوج هئي. جنهن ۾ سوويت پاسي اٽڪل 10 لک 17 هزار فوجي قتل، گم ۽ قيد ٿيا ۽ اٽڪل 6 لک عام شهري مارجي ويا.

لينن گراڊ واري فتح جا سياسي فائدا وڏا ٿيا، فيبروري جي وچ ۾ فن لينڊ جي حڪومت جنگ بندي لاءِ ڳالهين جي آڇ ڪئي. بعد ۾ ٻيا ملڪ جيڪي جرمني جي اثر هيٺ آيل هئا انهن پڻ فن لينڊ جي پوئيواري ڪندي سوويت يونين سان ناهه ڪرڻ چاهيو. رومانيه پڻ ڳجهه ڳوهه ۾ ڳالهيون ڪرڻ شروع ڪيون.

## 1944 جي اونهاري ۽ سياري جي مهم

”بدلو وٺندڙ روس اڳتي وڌي پيو....
يوڪرين ۽ بيلا روس، انتظار ۽ اميد ۾ آهن
جرمن فوجي وڌيڪ اوهان کي ستائي نه سگهندا
اوهانجي غلامي جا ڏچڙا ڏينهن ڳڻجي چڪا آهن
ڊينپر جيءَ مٿين ڪنارن کان
اسين پرت ۽ نمن جي پاڻين کي ڏسون ٿا.“
(ڪرسڪ واري لڙائي کانپوءِ آڪٽوبر ۾ سرڪوف جي لکيل نظم)

3 جنوري 1944 تي، سوويت گشتي فوج اولهه طرف وڌندي نووگريڊ وولنسڪ جي جنڪشن تي قبضو ڪري ورتو، ٻئي ڏينهن تي، جنگ کان اڳ واري پولينڊ جي سرحد وٽ پهچي وئي.

ڊنيپر دريا جي پرسان جرمن فوج کي ڪاٻي پاسي کان جنرل وتوتن ۽ ساڄي پاسي کان جنرل ڪانيف جي فوج گهيرو ڪري ڇهه جرمن ڊويزن فوج کي ڦاسائي ڇڏيو. جنهن مان 60 هزار جرمن فوج ڪورسن دائري

مان ۽ 18 هزار فوج پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪري ڀڄي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي وئي، باقي 18 هزار نازي فوج قيد ڪئي وئي. نه فقط ڳاڙهي فوج جي حملن پر ان سان گڏ رسد جي کوٽ جرمن فوج اندر لاچاري جي احساس وڌيڪ گهرو ڪري ڇڏيو. پر حيرت جهڙي ڳالهه هي هئي ته ڳاڙهي فوج کي روڪڻ لاءِ جڏهن جرمن گشتي فوج ان (ڳاڙهي فوج) جي رسد واري لائين کي ٽوڙڻ جون ڪوششون ڪيون ته ڪين ايڪڙ ٻيڪڙ رسد واري لائين نظر آئي. سوويت فوج جي برداشت، سهپ ۽ حوصلي ثابت ڪيو ته جتي مغربي فوج بک وگهي مري سگهي ٿي اتي ڳاڙهي فوج زنده رهي سگهي ٿي، جتي ٻيون فوجون پنهنجي تباهه ٿيل ڪميونيڪيشن کي ٻيهر تعمير ڪرڻ لاءِ انتظار ڪنديون آهن، اتي ڳاڙهي فوج (بغير ڪنهن ڪميونيڪيشن جي) پنهنجي پيش رفت جاري رکندي هئي.

مارچ 1944 جي ابتدا ۾، وتوتن (جيڪو مارجي چڪو هو) جي جاءِ تي، مارشل زوڪوف جي اڳواڻي ۾، ڳاڙهي فوج ڪيو شهر جي اولهه کان حملو ڪندي، هڪ ڏينهن ۾ ٽيهه ميل اڳيرائي ڪئي ۽ ستين ڏينهن تي، ترنوپول وٽ اوڊيسا_وارسا ريلوي لائين پهتي.




اپريل 1944 تائين سوويت پيش رفت

مئي جي پهرين هفتي، جنرل ڪانيف، جيسي (شهر) جي اولهه ۾ نئون حملو ڪيو، جتي نئين جوزف اسٽالن توب استعمال ڪئي وئي. هڪ وڏي توب لڙائي تي جنهن ۾ 500 توبن. حصو ورتو پر ڪو خاص ڪڙتيل نه نڪتو. اپريل ۾ ڪرائما آزاد ٿيو. 8 اپريل تي، جنرل تولبخن، مڪيه حملو ڪيو. 17 اپريل تائين سيوستاپول تائين پهچي ويا ۽ 37 هزار جرمن فوجي قيد ڪيا.

گذريل ٻن سالن جي جنگ دوران سوويت ڪمانڊ اونهاري جي موسم ۾ گهڻو ڪري دفاعي پوزيشن ۽ سياري ۾ حملي آور حڪمت عملي تي عمل ڪندي هئي. جڏهن ته جرمن ڪمانڊ سياري ۾ دفاع ۽ اونهاري ۾ حملي ڪرڻ کي ترجيح ڏيندي هئي. 1944 جي اونهاري واري لڙائي سوويت ـ جرمن جنگ تي سياري ۽ اونهاري وارين موسمن جي اثرن بابت اڳوڻن سمورين نظرين کي رد ڪري ڇڏيو.

سال جي ابتدائي فتحن ڪانپوءِ سوويٽ ڪمانڊ اڳڀرائي کي جاري رکڻ يا دفاع ڪرڻ بابت سوچي رهي هئي. جيڪڏهن حملو ڪجي ته ڪهڙي پاسي، ڪيتري قوت سان ۽ ڪهڙي طريقي سان؟ مطلب ته سموري جنگي محاذ جي فائديمند ۽ هاڃيڪار پاسن ۽ رخن جو جائزو وٺڻ کانپوءِ ئي فيصلو ڪري سگهجي پيو ته هاڻي ڇا ڪجي؟

ڪرسڪ واري لڙائي کانپوءِ مليل ڪاميابين جي صورتحال کي ڏسڻ سان معلوم ٿيو پئي ته نازي فوج کي تمام گهڻو نقصان ٿي چڪو آهي ۽ ان کي تازي ڀرتي جي شديد ضرورت هئي پر سوويت ڪمانڊ کي، انهن فائدن باوجود، پڪ هئي ته ايندڙ وقت ۾ نازي فوج اڃان وڌيڪ سختي سان ويڙهه ڪندي. بهرحال، ڪجهه مشڪلاتن سان گڏوگڏ عام جنگي ۽ آپريشنل فائديمند صورتحال پڻ هئي. سمجهيو اهو پئي ويو ته يوڪرين ۽ مالدويا وٽ جرمن مضبوط فوج موجود اهي جيڪا ڳاڙهي فوج جي قوت جي برابر ٿيندي. تنهنڪري حملي کي جاري رکڻ ممڪن نه ٿيندو. ٻئي طرف، ڳاڙهي فوج کي رسد جي شديد طلب هئي ۽ اها ٿڪل به هئي. اڇرج ۾ وجهندڙ حملي جي گنجائش ته بلڪل نظر نه پئي آئي ۽ نه ئي وري بالٽڪ رياستن (اتر) طرف ڪا بهتر صورتحال هئي تنهنڪري اوڏانهن پڻ اڇرج ۾ وجهندڙ حملي لاءِ گنجائش نه هئي. نازي فوج جي قبضي هيٺ آيل علائقي ۾ روڊ ۽ ريلوي رستن جو ڄار هو جنهن ڪري انهن لاءِ نقل و حرڪت ڪرڻ آسان هئي. مطلب ته ان وقت

ڳاڙهي فوج لاءِ رسد ۽ فوج جي گڏپ وڏا مسئلا هئا. هوئن به اتر واري پاسي پيش رفت ڪرڻ سان جرمني کي سڌي ريت ڪو وڏو خطرو نه هو فقط ان حملي سان فن ليند جنگ مان خارج ٿي سگهيو پئي.
اولهندي (مرڪز) محاذ وٽ صورتحال مختلف هئي، جرمن فوجون وارسا ڏانهن ويندڙ رستي کي روڪيو ويٺيون هيون جيڪا اهڙي جاءِ هئي، جيڪڏهن ڳاڙهي فوج اوير جرمني ڏانهن اڳيرائي ڪري ها يا سوويت ڏکڻ اولهه محاذ هنگري ۽ لوو طرف وڌڻ جي ڪوشش ڪري ها، ته اُتان دشمن پاسن کان حملا ڪري سگهيو پئي. ٻي اهم ڳالهه ته اتي موجود جرمن جهاز ماسڪو مٿان بمباري ڪري سگهيا پئي. ان پاسي نازي فوج وٽ زوڊ ۽ ريلوي جو زبردست ڄار هو جنهنڪري هُو لچڪدازي سان چرپر ڪري سگهيا پئي. بهرحال، انهن سڀني پاسن جو جائزو وٺڻ ڪانپوءِ سوويت ڪمانڊ جو خيال هو ته انهيءَ (بيلا روس) طرف پيش رفت ڪرڻ گهرجي. جيتوڻيڪ اُتي اڳ ۾ به ڪوششون ڪيون ويون هيون پر ڪو ڪڙ تيل نه نڪتو هو چاڪاڻ ته بيلا روس واري علائقي وٽ نازي فوج تمام مضبوط دفاعي بندوبست ڪيو ويٺي هئي.(S) بهرحال، ڳاڙهي فوج جي اخلاقي سگهه بلند هئي ۽ ڪمانڊر ۽ ٻيا فوجي آفيسر جنگ جي فن ۽ هنر ۾ زبردست مهارت حاصل ڪري چڪا هئا. ٽالين ڪمانڊر هڪٻئي کي سڃاڻيندا هئا جنهن ڪري هڪڙو بهتر ٽيم ورڪ پيدا ٿي چڪو هو.

## "آپريشن بگريشن"

سوويت ڪمانڊ سوچي رهي هئي ته ڪيه فيصلاڪن حملو ڪٿي ٿيڻ گهرجي؟ ان سوال تي ڪيترائي ڀيرا ڇنڊڇاڻ ۽ غور ويچار ڪانپوءِ ان نتيجي تي پهتا ته بيلاروس ۽ اولهندي يوڪرين ڏانهن وڌڻ گهرجي. ان وڏي فتح جي نتيجي ۾ ڳاڙهي فوج ممڪن مختصر رستي ذريعي فاشسٽ جرمني جي سرحد جي ويجهو پهچي ويندي. تنهن ڪانپوءِ دشمن جي ٻئي محاذ (خاص ڪري ڏکڻ طرف) تي ويڙهه ڪرڻ لاءِ پڻ اهم بنياد مهيا ٿي ويندو. تنهنڪري، بغير ڪنهن ديگهه ڪرڻ جي اونهاري ۾ حملو ڪرڻي نازي فوج کي وڌيڪ وقت نه ڏنو وڃي مٿان اُهي واڌو فوج جمع ڪري وٺن. پر ساڳي ريت خود ڳاڙهي فوج کي گڏ ٿيڻ لاءِ پڻ وقت درڪار هو. (S)
سوويت جنرل اسٽاف طرفان تيار ڪيل منصوبو بنيادي طور تي محاذن

جي ڪمانڊرن جي ڏنل تجويزن جي روشني ۾ ڪيو ويو. اپريل تائين انهن سمورين تجويزن جي روشني ۾ منصوبو جوڙيو ويو اهڙي مهم هن مهل تائين جي جنگ جي تاريخ ۾ اينتري وڏي سطح جي آپريشنن جي سرشتي جي صورت ۾ عمل ۾ نہ آئي هوندي، جيڪا اتر ۾ بالٽڪ ساحلي پٽي کان وٺي ڏکڻ ۾ ڪارپيٿين تائين پکڙيل هئي جنهن ۾ هڪ ئي وقت پنج ڇهہ محاذن کي حصو وٺڻو هو.

سوويت منصوبي تحت اونهاري جي مهم جي ابتدا جون ۾ لينن گراڊ محاذ طرفان وبورگ رخ ۾ اڳڀرائي ڪرڻ سان ٿيندي. ترت پوءِ ڪريلين محاذ دشمن جي فوج تي حملو ڪري ان کي فن ليند کان الڳ ڪري ڇڏيندو. جيئن ئي اهو حملو شروع ٿيندو تہ ٻئي طرف بيلا روس کان اچرج ۾ وجهندڙ حملو ڪيو ويندو. جيئن ئي جرمن هاءِ ڪمانڊ اهو محسوس ڪندي تہ مکيہ حملو هتان کان ٿئي پيو ۽ ڏکڻ کان پنهنجي بچت فوج هيڏانهن موڪلڻ شروع ڪندي تہ پهريون يوڪرينين محاذ لوو وٽ صفا تباهہ ڪندڙ ڌڪ وهائي ڪڍندو. اونهاري جي مهم جو مکيہ مقصد بيلا روس ۽ لوو وٽ نازي فوج جي موجودگي کي برباد ڪرڻ هو. ساڳئي وقت، ٽيو بالٽڪ محاذ جرمن اترين فوجي گروپ کي ٽوڙي ڪڍڻ لاءِ اڳڀرائي ڪندو جنهن سان جرمن مرڪزي گروپ جي فوج کي وڪڙ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي ويندي. جڏهن اهي سڀ طاقتور جهٽڪا ڪامياب ٿيندا تہ پوءِ رومانيہ، بلغاريہ، يوگوسلاويا ۽ هنگري، آسٽريا ۽ زيڪوسلاويڪا تائين حملو ڪيو ويندو. پهرين بيلا روس محاذ جو هدف ڏلوبن وٽ جرمن فوج ۽ رخ بوبرسڪ ۽ منسڪ هئا، جنهن کي ٻن طرفن کان حملا ڪرڻا هئا پر دشمن طرفان جواب ڏيڻ کان روڪڻ لاءِ وري ٽئين طرف کان مددگاري حملو ڪيو ويندو. اسٽالن اونهاري واري مهم جو نالو "بگريشن" (جنهن 1812 ۾ روس تي ڪاهہ ڪندڙ کي شڪست ڏني هئي) ان جو نالو رکيو. بيلا روس واري منصوبي جي رٿابندي 14 مئي تائين مڪمل ٿي چڪي هئي. (S)

چئن محاذن (ٽي بيلا روس ۽ هڪ بالٽڪ محاذ) جي فوجن جو نشانو جرمن مرڪزي گروپ کي ختم ڪرڻ هو. جي ايڇ ڪيو جي بچت فوج پڻ ان سيڪٽر ڏانهن موڪلي وئي. مکيہ قوتن کي وڏي ٻن گروپن ۾ ورهايو ويو، گروپ اي جنهن ۾ پهرين بالٽڪ ۽ ٽيون بيلا روس محاذ شامل هئا، ان ۾ ڪل 39 پيادا ڊويزن، ٻہ توب ڪور، هڪ ڪيولري ڪور، ۽

ڇهه آرٽلري ڊويزنون (به موٽر ڊويزنون) هيون. جڏهن ته گروپ ٻي ۾ پيو بيلا روس ۽ پهريون بيلا روس محاذ شامل هئا جن ۾ 38 پيادا ڊويزن، هڪ توب ۽ هڪ ميڪنائيزڊ ڪور ۽ ٽي آرٽلري (هڪ موٽر) ڊويزنون هيون.
سوويت پهرين بالٽڪ محاذ ڪي پولتسڪ جي ڏکڻ کان، اچي جرمن اترين فوجي گروپ کي سندس مکيه فوج کان ڪٽي مرڪزي محاذ تي وڙهندڙ جرمن فوج کان الڳ ڪرڻو هو. جڏهن ته ڏکڻ پاسي بيلا ۽ ڊيڻ هجڻ سبب ڳاڙهي فوج لاءِ مسئلو نه هو. سوويت پهرين يوڪرينين محاذ کي لوو طرف اڳيرائي ڪرڻي هئي. ٻئي بيلا روس محاذ جو ڪم هو ته ٽيئن ۽ پهرين بيلا روس محاذن طرفان گهيري ڪرڻ واري فوج کي جوابي حملو ڪندڙ جرمن فوج کي روڪي.
فوج کي گڏ ڪرڻ جي جاءِ جو فيصلو ٿيڻ ڪانپوءِ آپريشن جي وقت جو سوال پيدا ٿيو. ظاهر ڳالهه هئي ته ان جو دارومدار ريلوي ۽ ٽرانسپورٽ سان لاڳاپيل هو ۽ اهوئي سبب هو جنهن ڪري ڳاڙهي فوج عارضي طور تي دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي هئي. بهرحال، دفاع پنهنجو پاڻ ۾ توڙ نٿو هجي پر اهو ايندڙ فيصلاڪن حملي لاءِ تياري جو لازمي قدم هوندو آهي.
سوال اهو به هو ته ابتدائي حملي ڪانپوءِ اڳتي وڌڻ جي رفتار ڪيتري هوندي؟ فيصلو ڪيو ويو ته تيز رفتاري سان اڳتي وڌجي ته جيئن نازي فوج کي پنهنجو دفاع مستحڪم ڪرڻ جو موقعو نه ملي سگهي. جي ايڇ ڪيو طرفان 31 مئي تي جاري ڪيل هدايت نامي ۾ طئي ڪيو ويو ته محاذن جا ترت هدف 60 کان 70 ڪلوميٽر جي گهرائي تائين محدود هوندا ۽ ان ڪانپوءِ 200 ڪلوميٽر تائين اڳتي وڌڻ جو هدف طئي ڪيو ويو. 15 کان 20 جون جي وچ ۾ حملي جي تاريخ طئي ڪئي وئي.
سمورن محاذن لاءِ جي ايڇ ڪيو جا نمائندا پڻ مقرر ڪيا ويا. زوڪوف کي پهرين ۽ ٻين بيلا روس محاذ ۽ ويسلوسڪي کي پهرين بالٽڪ ۽ ٽئين بيلا روس محاذ. لينن گراڊ محاذ جو ڪمانڊر گوورووف، ڪريلين محاذ جو ڪمانڊر ميرٽڪوف، پهرين يوڪرينين محاذ جو ڪمانڊر ڪانيف ۽ بيلا روس جو ڪمانڊر روڪوسووسڪي هو. جنرل وتوتن جي وفات ڪانپوءِ مارشل زوڪوف کي پهرين يوڪرينين محاذ جي ڪمانڊ ڏني وئي. ان سموري منصوبي بابت اتحادين (برطانيه، آمريڪا ۽ فرانس) کي پڻ اطلاع ڪيو ويو هو. سوويت ڪمانڊ اتحادين کي پنهنجن منصوبن کان

اڳاهه ڪيو ڇاڪاڻ ته ٻئي طرف کان اتحادي ڪمانڊ ڪي پڻ جرمني خلاف ٻيو محاذ کولڻو هو پر ان باوجود، سوويت ڪمانڊ جو خيال هو ته ”اتحادين تي ڀروسو ڀلي ڪريو پر ائين نه ٿئي جو پنهنجو پاڻ کي ڦاسائي وجهو.“ [376]

## آپريشنل دوکو ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملو

پر اهم سوال هي به هو ته ايڏي ساري تياري کي نازي هاءِ ڪمانڊ کان ڪيئن لڪائجي؟ ان لاءِ سوويت ڪمانڊ آپريشنل دوکي جو منصوبو جوڙيو ته جيئن دشمن تي اچرج ۾ وجهندڙ حملو ڪري سگهجي.
حملي کان اڳ عارضي طور تي سوويت ڪمانڊ دفاعي پوزيشن اختيار ڪئي. ان جو ٻيو مقصد اهو به هو ته دشمن کي سوويت ڪمانڊ جي اصل ارادن بابت مونجهاري ۾ رکيو وڃي. جيتوڻيڪ، اسٽالن حملي کي جاري رکڻ پئي چاهيو.
پر ان سموري منصوبي کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ لازم هو ته جرمن هاءِ ڪمانڊ کي دوکو ڏجي ته جيئن هو سمجهي ته اصل حملو ڏکڻ ۽ بالٽڪ واري علائقي کان ٿيندو. ان لاءِ سوويت ڪمانڊ طرفان ٽين يوڪرينين محاذ کي هدايت ڪئي وئي ته ”دشمن کي ڀلائڻ لاءِ توهين آپريشنل نمائشي قدم کڻو. 8 يا 9 پيادا ڊويزن فوج، توبون ۽ آرٽلري محاذ جي ساڄي پاسي پٺيان ڏيکاريون وڃن. پر اهو سڀ بندوبست ائين لڳي ڄڻ سچ پچ فوج، توبون، بندوقون ۽ ٻيو جنگي سامان جمع ڪيو پيو وڃي. پوءِ پنهنجي بندوبست کي ڏسڻ لاءِ جهازن ذريعي ان جو جائزو ونو ته واقعي اهو ڏيک ملي ٿو يا نه.“ ساڳئي ئي قسم جو هدايت نامو بالٽڪ محاذ ڏانهن پڻ اماڻيو ويو. ان منصوبي کي راز رکڻ لاءِ فقط پنج ماڻهن کي ان جي حقيقتن جي خبر هئي. اڪثر تجويزون هٿن سان لکيون ويون يا محاذن جا ڪمانڊر پاڻ بذات خود اچي تجويز ڏيندا هئا. فوج کي چيو ويو ته اهي دفاعي تعميراتي ڪم ڪن ۽ اخبارن ۾ دفاعي تيارين سان لاڳاپيل مواد ڇاپيو ويو. طاقتور ريڊيو اسٽيشنون بند ڪيون ويون: تاريخ ثابت ڪيو ته سوويت دوکي جو منصوبو دشمن کي ڀلائڻ ۾ ڪامياب ٿيو. جرمن فوج کي اصل رخ (مرڪز) تان ڌيان هٽائڻ لاءِ ڇاٽيءَ واٽي پنج توب فوجون ڏکڻ ۾ بيهاريون ويون، فقط هڪ توب

[376] Strategic Military Deception, p. 258

فوج کي ٻيلا روس محاذ ڏانهن موڪليو ويو. فوجن کي ڏينهن جي روشني ۾ چرپر ڪرڻ کان منع ڪيو ويو.
دوکي جو مطلب آهي تہ دشمن اُن ئيءَ انداز سان ڏسي جيئن اوهين ان کي ڏيکارڻ چاهيو ٿا. جرمن انٽيليجنس رپورٽ ڪيو تہ ايندڙ مستقبل ۾ ڏکڻ ۽ بالٽڪ طرف ڳاڙهي فوج طرفان حملو ڪيو ويندو. نتيجي طور جرمن هاءِ ڪمانڊ کي اهو تاثر مليو تہ حملو ڏکڻ کان ٿيڻ وارو آهي ۽ مرڪزي محاذ وٽ جمع ٿيل ڳاڙهي فوج کي ثانوي اهميت ڏني وئي.
سوويت جي ايچ ڪيو طرفان حملي جي تيارين لاءِ هدايت نامي ۾ چيو ويو تہ دشمن جي چرپر تي نظر رکو، ان جي بارود، دفاعي سرشتي، آرٽلري ۽ فوج جي گڏپ واري جاءِ معلوم ڪئي وڃي. پنهنجي دفاعي نظام، جهازن ۽ هٿيارن کي دشمن کان لڪائڻ جو بندوبست ڪيو وڃي.
ٻئي طرف، اتحادي (برطانيہ، آمريڪا ۽ فرانس) فوج طرفان پڻ 6 جون 1944 تي نارمنڊي ۾ پنهنجون فوجون لاهي جرمن هاءِ ڪمانڊ کي اجرچ ۾ وجهي ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ جرمن هاءِ ڪمانڊ جو خيال هو تہ دشمن ڪنهن ڏکئي رستي (نارمنڊي) بدران ويجهي آسان رستي جي چونڊ ڪندا. اتحادي ڪمانڊ وڏي فوج گڏ ڪري هڪ هنڌ کي نشانو بنائڻ جي طريقي تي عمل ڪيو جڏهن تہ سوويت طريقو هو تہ ٻہ يا ويجهڪ جاين تي فوج گڏ ڪجي ۽ مڪيہ حملو ڪنهن هڪ جاءِ تي ڌڪ هڻي ڪجي.
اسٽالن گراڊ (1942) ۾ ٿيل حملي جي نتيجي ۾ جرمني اٽڪل 2 لک فوج وڃائي پر ٻيلا روس وٽ ٿيل اوچتي حملي جي نتيجي ۾ 3 لک فوج وڃائي. اسٽالن گراڊ وٽ مليل شڪست جرمني جي اوڀر واري محاذ تي ٿيندڙ ويڙهہ ۾ ڦيرو آڻي ڇڏيو جڏهن تہ ٻيلا روس وٽ ٿيل حملي ڳاڙهي فوج لاءِ جرمني (برلن) ڏانهن رستو کولي ڇڏيو.

## ويڙهہ جو طريقہ ڪار

سوويت حملي کي مختلف صورتن ۾ عمل ۾ آڻيو هو. پهريون خيال هو تہ دشمن جي فوجن کي ٽڪرن ۾ ورهائي پوءِ انهن کي گهيرن ۾ ڦاسايو وڃي. جنهن تي اعتراض اهو ٿيو تہ گهيرو بند ڪرڻ ۽ فوج کي شڪست ڏيڻ لاءِ گهڻو وقت لڳي وڃي ٿو ۽ ان وچ ۾ دشمن پنهنجي بچت فوج گهرائي سگهي ٿو. ٻي ڳالهہ تہ لڙائي واري علائقي ۾ ٻيلا ۽ دٻڻون ٻہ هيون جنهن ڪري گهيرو مڪمل ڪرڻ مشڪل پئي لڳو. مطلب تہ پراڻو

طريقو موجوده حالتن ۾ قابل عمل نہ ٿئي ها. تنهنڪري نئون خيال پيش ڪيو ويو تہ ننڍي سطح تي جمع ٿيل دشمن جي اهم فوج جي دفاع ڪي ٽوڙڻ لاءِ طاقتور آرٽلري ۽ فضائي. هلان ڪري دشمن جي اهم فوج ڪي ڇڙوڇڙ ڪرڻ ڪانپوءِ باقي بچيل فوج ڪي پيلن ۽ دٻڻ مان ٻاهر نڪرڻ تي مجبور ڪجي. پوءِ نازي فوج کي پاسن کان ۽ مٿان کان فضائي حملن ۽ پنيان کان گوريلا ڪارروائيون ڪري ان کي پريشان ۽ منجهائي ڇڏجي. ائين نتيجا اهي ساڳيا گهيري وارا حاصل ٿيندا جيڪي ڳاڙهي فوج جي فائدي ۾ هوندا. ان باوجود، سوويت ڪمانڊ، نعم البدل پاسن تي پڻ وري وري غور ويچار ڪيو ۽ نيٺ فيصلو ڪيو تہ بوبرسڪ علائقي وٽ دشمن فوج جو گهيرو ڪري ترت ان کي تباهہ ڪجي. ان ۾ اهم ڪردار آرٽلري ۽ فضائي فوج کي ادا ڪرڻو پوندو انهن ٻنهي قوتن ذريعي جرمن دفاعي زونن کي تيزي سان برباد ڪري آزادي سان اڳتي وڌي سگهجي ٿو.
لڙائي وارو علائقو توبن لاءِ بلڪل فائديمند نہ هو ڇاڪاڻ تہ ٻيلن ۽ دٻڻن سبب توبن جي آزاد چرپر گهٽجي ويندي ۽ انهن کي، پيادا فوج جي مدد ۾ ننڍن ٽولين جي صورت ۾ وڙهڻو پوندو. تنهنڪري فضائي فوج تي وڏيڪ ڀاڙڻو پوندو ڇاڪاڻ تہ جيئن تہ ڳاڙهي فوج دشمن فوج جو پيڇو ڪندي تہ آرٽلري پيادا فوج جو ساٿ نہ ڏئي سگهندي ۽ ان صورت ۾ فقط فضائي فوج ڪارائتو ڪم ڪندي. پر جهازن لاءِ وري تيل جو مسئلو هو ۽ اهو تيل بلڪل آخري لمحن تي پهتو.
هڪڙو خيال هي هو تہ نازي فوج جي دفاعي خاصيت اها هئي تہ پنهنجي مکيہ قوت ننڍن زونن وٽ جمع ڪندي هئي، جنهن ڪري اتان کان دفاعي صف ٽوڙڻ ۽ پيش رفت ڪرڻ لاءِ ڳري آرٽلري بمباري جي ضرورت ٿيندي تہ جيئن انهن زونن کي نيست و نابود ڪجي ۽ ساڳئي وقت دشمن جي پنيان کان ڦري ان جي بچت فوج کي ڏک هڻجي يلي پوءِ ڳاڙهي فوج ڪمزور ڇونہ هجي.
وڏي ۾ وڏو مسئلو رسد ۽ جنگي سامان جو هو. ريل ذريعي فوج، هٿيار ۽ ٻيو جنگي سامان بيلا روس ڏانهن اماڻيو پئي ويو پر ريلوي وقت سر پنهنجو ڪم سرانجام ڏيڻ ۾ ناڪام رهي جنهن ڪري آپريشن جو وقت ڪيترائي ڏينهن پوئتي ڪيو ويو. 17 جون تي مارشل ويسلوسڪي جي ايچ ڪيو ڏانهن پيغام موڪليو تہ "حملي جي ابتدا جو دارومدار ريلوي تي آهي." وري 19 جون کان 23 جون تائين حملي جي ابتدائي تاريخ طئي

ڪئي وئي. بهرحال، ان ڪانپوءِ حملي جي ابتدائي تاريخ ڪان آگسٽ جي آخر تائين بيلا روس واري وڏي لڙائي ڪڏهن به نه بيئي.
پهرين ئي ڏينهن تي، دشمن جون دفاعيّ صفون ڪيترين ئي جاين تان پورا پورا ٿي ويون پر سخت ويڙهه ڪانپوءِ. چاڪاڻ ته جرمن فوج ڪيٰ هڪ قدم به پنتي نه هٽڻ جون هدايتون ڏنيون ويون هيون. پر شوويٽ فوج لهر پنيأن لهر بٹجي حملا ڪرڻ سبب نازي فوجون اولهندي طرف پنتي هٽنديون رهيون. جنهن تي جرمن جنرل ويسٽ فالل لکيو ته "اختتام ٿيڻ وارو آهي."
ٿي سال اڳ، جهڙي ريت، نازي فوج طرفان مختلف گهيرن ۾ ڳاڙهي فوج کي ڦاسايو ويو هو، ساڳئي ريت، آپريشن بگريشن تي عمل ڪندي، ڳاڙهي فوج، اترين حملي ۾، 30 هزار ۽ ڏاکڻي پيش رفت ۾، 24 هزار ۽ مرڪزي محاذ (منسڪ) وٽ اٽڪل هڪ لک جرمن فوجي قيد ڪيا.[377]




[377] Soviet General Staff at War, p, 222-55

ڳاڙهي فوج، جولائي جي وچ تائين، نازي فوج کي سوويت يونين جي حدن مان ٻهاري ڪڍي ڇڏيو. هڪڙي پاسي اڳ پولينڊ، ٻئي طرف لٿيانا ۽ ڌري گهٽ اوڀر جرمني جي ويجهو پهچي چڪي هئي. 26 جولائي تائين، روڪوسوسڪي جي فوج جا ڪجھ جٿا وستولا (دريا) تائين ۽ ٻيا وارسا طرف اڳيرائي ڪري رهيا هئا. ٻئي ڏينهن تي جرمن فوج بريسٽ_لتوسڪ خالي ڪري ڇڏيو. 31 جولائي جي صبح تي، پولينڊ جي ڳجهن گوريلا اڳواڻن وارسا شهر ۾ بغاوت ڪري ڇڏي. هوڏانهن، اولهه واري محاذ تي نارمنڊي ۾ برطانوي ۽ آمريڪي فوجون پڻ جرمن فوج کي شڪست ڏئي رهيون هيون، مٿان وري 20 جولائي تي جرمن فوج جي ڪجھ جنرلن سازش ڪري هٽلر کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ نازي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ چاهيو. پر اها سازش ناڪام ٿي، بعد ۾ ان منصوبي ۾ ڪيترائي اهم جرمن جنرل ڦاسايا ويا جن کي قتل ڪيو ويو. بهرحال، ان عمل جرمن هاءِ ڪمانڊ ۽ فوج کي مونجهاري جو شڪار ڪري ڇڏيو. ڪجھ وقت ڪانپوءِ وارسا ۾ ٿيل بغاوت کي نازي فوج ڪچلي ڇڏيو.

اٽڪل پنجن هفتن ۾ 450 ميل پيش رفت ڪرڻ ڪانپوءِ ڳاڙهي فوج لاءِ ڏکيي مفاصلي، ڪميونيڪيشن ۽ رسد جا مسئلا پيدا ٿيا. جنهن ڪري، ٻئي وڏي حملي جي تياري لاءِ اٽڪل ڇهن مهينن تائين ڳاڙهي فوج وستولا وٽ ترسي پئي. جيتوڻيڪ، آگسٽ دوران ڪيترن جاين تي ويڙهه پڻ هلندي رهي.

آپريشن بگريشن ذريعي هڪ ڀيرو ٻيهر نازي ڪمانڊ تي برتري حاصل ڪري سوويت ڪمانڊ پنهنجي فوجي هنر ۽ فن جو اعلىٰ مثال قائم ڪيو. آپريشن دوران ٽي (منسڪ، بوبرسڪ ۽ وتيبسڪ علائقن ۾) وڏا گهيرا ڪيا ويا. اٽڪل هڪ هزار ڪلوميٽر ويڪري محاذ تي حملو ڪيو ويو ۽ ڳاڙهي فوج روزانو 20 ڪلوميٽرن جو علائقو آزاد ڪرايو.[378]

هڪڙي گهيري ۾ 50 هزار جرمن فوجي قيد ٿيا. 10 ڏينهن اندر ڳاڙهي فوج جنگ ڪان اڳ واري پولينڊ جي سرحد وٽ پهچي وئي، آگسٽ 1944 جي آخر تائين اٽڪل 6 لک 70 هزار جرمن فوجي مارجي، گم، زخمي ۽ بيمار ٿيا. جنهن ۾ 1 لک 60 هزار قيد ڪيا ويا. ٻه هزار توبون 57 هزار

[378] Soviet General Staff at War, p, 256

گاڏيون پڪڙيون. ڳاڙهي فوج جا پڻ هڪ لک ستر هزار سپاهي مارجي ۽ گم ٿيا.




ڳاڙهي فوج پنهنجي پيش رفت کي جاري رکندي 3 جولائي تي منسڪ، ڏکڻ ۾ 17 جولائي تائين رومانيه جي حدن ۾ داخل ٿي ۽ 23 آگسٽ تي رومانيه ۾ نازي جرمني جي آشيرواد هيٺ هلندڙ حڪومت خلاف بغاوت ٿي. 31 آگسٽ تي ڳاڙهي فوج بچارسٽ کي آزاد ڪرائي ورتو.
23 آگسٽ تي، رومانيه جي حڪومت ريڊيو تان اعلان ڪيو ته رومانيه ”اتحادي بلاڪ سان امن چاهي ٿو ۽ جرمني خلاف اعلان جنگ ڪري ٿو.“ ان جو فائدو وٺندي ڳاڙهي فوج، 30 آگسٽ تي، پلسٽي تيل ذخيرن تي قبضو ڪري ورتو، سوويت توبون ايندڙ ڇهن ڏينهن ۾ اٽڪل 200 ميل مفاصلو طئي ڪري يوگوسلاويا جي سرحدن تائين پهتيون. ٻيس اربين وٽ نازي فوج کي گهيري ۾ آندو ويو ۽ ائين پوري ڇهين جرمن فوج (جنهن ۾ اٽڪل 20 ڊويزن فوج هئي) ختم ٿي وئي، اهو نقصان جرمني لاءِ اسٽالن گراڊ وٽ ٿيل نقصان جيترو ئي هاڃيڪار هو. رومانيه حڪومت ڪانپوءِ بلغاريه حڪومت پڻ جنگ بندي جون ڳالهيون ڪري رهي هئي، ان دوران ڳاڙهي فوج اتر ۽ اوڀر کان حملو ڪري ڏنو. پر ڪا خاص مزاحمت نه ٿي ڇاڪاڻ ته حڪومت طرفان منع ڪيو ويو هو.

رومانيہ واري گهيري ۾ اٽڪل هڪ لک جرمن فوج ڪي ڦاسايو ويو. ٻئي طرف، سيپٽمبر جي آخر تائين، اولهندي محاذ تي پڻ اٽڪل پنج لک جرمن فوج قيد ٿي چڪي هئي. ڪميونيڪيشن جي اٺاڻ ۽ قدرتي رڪاوٽن سبب ڳاڙهي فوج جي اڳتي وڌڻ جي رفتار سست ٿي وئي جنهن ڪري جرمن فوج کي يونان ۽ يوگوسلاويا مان فوجون ڪڍي وڃڻ جو موقعو ملي ويو. ٽولبخن جي فوج ڊنيوب دريا پار ڪري مارشل ٽيٽو سان گڏجي يوگوسلاويا جي گادي واري شهر کي آزاد ڪرائي ورتو. سوويت جنرل ملنووسڪي، 23 آڪٽوبر تي، بداپيسٽ ڏانهن طاقتور سڌو حملو ڪيو، پر موسم ان ۾ وڏي رڪاوٽ وڌي، تيسين جرمن فوج دفاع مضبوط ڪري ورتو. سال جي آخر تائين شهر آزاد نہ ٿي سگهيو، نيٺ، فيبروري 1945 ۾ شهر آزاد ٿيو.[379]

[379] Second World War, Hart, p, 595-616

## باب نائون

# ڳاڙهي فوج جي سوڀ

## 1945

سوويت فوجون جنوري 1945 ۾ وارسا ۾ داخل ٿيون. روزانو 30 کان 40 ڪلوميٽر جي رفتار سان اڳتي وڌندي بالٽڪ رياستن، ڊينزگ، اوڀر جرمني، پوزنن کان ٿينديون جرمني جي گادي واري شهر برلن کان 60 ڪلوميٽر پوئتي تائين پهتيون. بداپست شهر 13 فيبروري تي آزاد ٿيو. 30 مارچ تي آسٽريا ۾ ڳاڙهي فوج داخل ٿي ۽ 13 اپريل تي ويانا شهر ڪيّ فتح ڪيو.

## وسٽولا کان اوڊر ۽ برلن تائين

اسٽالن مغربي اتحادي ڌرين کي ٻڌايو هو ته وسٽولا (دريا) کان جنوري جي وچ ڌاري جرمن فوج تي تازو حملو ڪيو ويندو جڏهن ته ٻئي پاسي مغربي فوج کي پڻ رائن (جرمن علائقو) وٽان حملو ڪرڻو هو پر هٽلر طرفان اردينز وٽان ٿيل اوچتي جوابي حملي سبب ان ۾ دير ٿي وئي. ساڳئي وقت، سوويت حملي بابت مغربي فوج جي ڪمانڊ کي توقع گهٽ هئي ڇاڪاڻ ته هنن (مغربي فوجي ڪمانڊ) ڳاڙهي فوج جي طاقت جو غلط اندازو لڳايو. (L)

جرمني جي جاسوس ادارن جرمن ڪمانڊ کي سوويت فوج بابت ٻڌايو ته بالٽڪ سمنڊ ۽ ڪارپيٿين جي وچ ۾ اٽڪل 225 پيادا فوج ۽ 22 آرمرڊ ڪور ڳاڙهي فوج حملي لاءِ تيار بيٺي آهي. پر هٽلر ان رپورٽ کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. هڪ ڀيرو وري "هر قيمت تي" منهن ڏيڻ ۽ پٺتي نه هٽڻ واري پاليسي جرمن فوج جو ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو. ٻئي طرف، سوويت هاءِ ڪمانڊ لاءِ ڪميونيڪيشن ۽ رسد جي ڊگهي لائين وڏي ۾ وڏا مسئلا هئا. پهريائين سوويت ڪمانڊ جو هدف سليسيا (جرمني جو صنعتي علائقو) هو جيڪو اتر پولينڊ جي وسٽولا کان اٽڪل 100 ميل اڳتي هو. پر اسٽالن ۽ ويسلوسڪي جون اکيون اوڊر (دريا) ۽ برلن (جرمني جي گادي جو شهر) کان به اڳتي تائين کتل هيون. ان وقت، اهو




جنوري کان 11 مئي 1945 تائين ڳاڙهي فوج طرفان جرمني تي ڪيل حملو

هدف، ڳاڙهي فوج کان 300 ميل اڳتي هو جيڪا وارسا وٽ موجود هئي. پر وسيع علائقي سبب ڪٿان نہ ڪٿان انڪل ۾ حرفت سان اڳيرائي ڪرڻ لاءِ هر وقت گنجائش موجود هئي ۽ ڳاڙهي فوج وٽ عددي برتري پڻ هئي. ان لاءِ ڏکڻ پولينڊ کان حملو ڪرڻ لاءِ جنرل ڪانيف جي ڪمانڊ هيٺ پهريون يوڪرينين محاذ (First Ukrianian Front)، مرڪز وٽان مارشل زوڪوف جي ڪمانڊ هيٺ پهريون سفيد روسي محاذ (First White Russian Front) ۽ وارسا جي اتر کان روڪوسووسڪي جي ڪمانڊ هيٺ ٻيون سفيد روسي محاذ (Second White Russian Front) جوڙيا ويا. (L)

ڳاڙهي فوج طرفان 12 جنوري، 1945 تي صبح 10 بجي، جنرل ڪانيف جي فوج (جنهن ۾ به توب فوج سميت ۽ فضائي فوج جي مدد سان ڪل ڏهه فوجون هيون) حملي جي ابتدا ڪئي. شروعات ۾، ميدان جنگ تي اڳتي وڌڻ جي رفتار کي ڪوهيڙي (ڌنڌ) جهڪو ڪري ڇڏيو ۽ فضائي فوج ته اڏامي ئي نه سگهي. پر ان ڌنڌ حملي کي لڪائڻ ۾ مدد ڏني. ڳاڙهي فوج جي آرٽلري زبردست بمباري ڪري، ٽئين ڏينهن، ابتدائي هلان واري قطار کان ويهه ميل اڳتي، پنڙوو وٽ نازي فوج جي دفاعي صف کي ٽوڙڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪري ورتي. پوءِ سوويت توپ ۽ بڪتربند فوج اُن ڏار (خالي هنڌ) وٽان اندر داخل ٿي پولينڊ جي ميدانن ۾ پکڙجي وئي. ڏسندي ڏسندي 15 جنوري تائين ڳاڙهي فوج اتر اولهندي ڪان ڦري ليسا گورا پهاڙن جي پٺيان اچي، جنرل زوڪوف جي مدمقابل بيٺل جرمن فوج جي پٺيءَ ۾ اچي ڪڙڪي. 14 جنوري تي زوڪوف حملي جي ابتدا ڪئي. زوڪوف جي ساڄي پاسي واري فوج وارسا جي پٺيان، جڏهن ته کاٻي پاسي واري فوج 16 جنوري تي ريڊوم (شهر) تي قبضو ڪري ورتو. انهيءَ ڏينهن، جنرل ڪانيف جي مهڙ واري فوج پلسا ندي پار ڪري چڪي هئي ۽ سليسا (Silesia) جي سرحد کان فقط 30 ميل پوئتي هئي. ان دوران روڪوسووسڪي، ناريو (Narev) وٽان 14 جنوري تي، ڏک هٽندي اوڀر جرمني جي ڏاکڻي پاسن واري جرمن دفاعي صف کي ٽوڙي ڇڏيو. اٽڪل 200 ميل ويڪرو گهارو ٿاهيو جنهن ۾ 200 ڊويزن فوج پوڌ وانگر ڪاهي پئي. وارسا شهر جي جرمن فوج 17 جنوري تي زوڪوف اڳيان آڻ مڃي، ان وچ ۾ زوڪوف جي مهڙ واري فوج لوڊز جي قريب پهچي چڪي هئي. ڪانيف جي مهڙ واري فوج پڻ سليسا جي سرحد سان لڳو لڳ زيستوچون (شهر) کي فتح ڪري ورتو. 19 جنوري تي ان جي ساڄي ڏر سليسا جي سرحد تي پهتي ۽ کاٻي ڏر، ڪراڪو شهر کي ڇڏائي ورتو، روڪوسووسڪي اوڀر جرمني جي ڏاکڻي دروازي، ملوا جي پر تائين پهچي چڪو هو. هفتي جي ويڙهه ڪانپوءِ ڳاڙهي فوج اٽڪل 100 ميل اونهو ۽ 400 ميل ويڪرو علائقو فتح ڪيو. جرمن فوجن لاءِ ممڪن نه رهيو ته گهاري کي روڪي سگهن پر هٽلر جو حڪم هو ته "جيڪو جتي بيٺو آهي اهو اتي ئي ويڙهه ڪري".

پر هي ساڳيو پولينڊ جو وسيع ميداني پٽ هو جنهن جو فائدو 1939 ۾ جرمن فوجن کي مليو هو پر هن ڀيري، معاملو الٽ هو، هاڻي نازي فوج

دفاعي ويڙهه ڪري رهي هئي ۽ هنن وٽ فوج ۽ نقل و حرڪت جي آزادي بہ گهٽ هئي. جنرل گڊرين جو خيال هو تہ فقط ”هر حالت ۾ دفاع ڪرڻ“ وارو طريقو ڪارگر نہ ٿيندو، سوويت فوج کي جوابي اٽڪلن سان روڪي سگهجي ٿو.“ وقت سر پنتي نہ هئڻ سبب وستولا وڪڙ وٽ پهرين هفتي ۾ اٽڪل 25 هزار ۽ ٻئي هفتي ۾ 86 هزار جرمن فوجيءَ قيد ڪيا ويا.

25 جنوري تائين، ڪانيف جي فوج سلسيا جي سرحد ٽپي جرمني جي زمين تي پنهنجا قدم رکيا ۽ روڪوسووسڪي، اوپر جرمني جي سرحد پار ڪري، ٽيننبرگ جي تاريخي ميدان تي پهچي ويو، پنهنجي پيش قدمي کي جاري رکندي 26 جنوري تائين گلف (سمنڊ جو وڏو علائقو) آف ڊينزگ پرسان ايلبنگ کي فتح ڪري ورتو ۽ ائين اوپر جرمني جي سموري نازي فوج کي الڳ ڪري ڇڏيو. ان کان چار ڏينهن اڳ، ڪانيف اوڊر (دريا) وٽ 40 ميل ويڪري محاذ تي پهتو، ٻئي طرف، گلوٽز جنڪشن کي حاصل ڪرڻ ۽ متين سلسيا جي صنعتي علائقي کي الڳ ڪرڻ لاءِ اڳيرائي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. نازي فوج طرفان سموري علائقي ۾ خندقون، ڪنڊيدار تارون ۽ توب مخالف ڪڏا تعمير ڪيا ويا هئا پر انهن کي سنيالڻ لاءِ گهربل فوج جي کوٽ هئي. علائقي جا روڊ رستا جام ٿي ويا جرمن شهري گهر ڇڏي ٻين علائقن ڏانهن ڊوڙي رهيا هئا. ان مونجهاري جو فائدو وٺندي ڳاڙهي فوج جڏهن مهڙ وٺان اڳتي وڌڻ جو رستو بلاڪ ٿي ويو تہ هٺن پنين در کان داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي. ڳاڙهي فوج جون حملي آور قطارون ائين وکوڙي ويون جيئن اٺ ٽنگهو (Octopus) جانور. پر انهن سيني حملي آور فوجن ۾ سڀ کان خطرناڪ، زوڪوف جي پيش رفت هئي، جنهن مرڪز واري علائقي کي ٻهاري ڇڏيو. ترڇي اٽڪل کان ڪير وٺندي هن آرمرڊ فوج ساڄي پاسي منتقل ڪئي. اها وستولا ۽ وارتا جي وچ وٺان ٿيندي، گنزنو جيءَ اوپر وارين ڊنڊين ۾ داخل ٿي. ان پيش رفت، 23 جنوري تائين، زوڪوف جي فوج کي مشهور تورن جي وستولا قلعي ۽ بدگوسزس تائين پهچائي ڇڏيو. ٻيون فوجون ڪميونيڪيشن جي وڏي مرڪز پوزان کي گهيرو آڻڻ واريون هيون. هتي ڪين سخت مزاحمت کي منهن ڏيڻو پيو. ان قلعي کي ٻاءِ پاس ڪندي، هفتي جي آخر تائين، ڳاڙهي فوج اولهہ ۽ اتر اولهہ طرف وڌندي براندنبرگ ۽ پوميرنيا پهتي جيڪي وارسا کان 220 ميل اڳتي ۽ برلن کان 100 ميل پوئتي هئا. ٽئين هفتي ۾، جنرل

ڪانيف، ڪاتوس (Katus) ۽ مٿين سلسيا جي صنعتي شهرن کي حاصل ڪري ورتو، زوڪوف، جرمن مزاحمت کي شڪست ڏيندي، 31 جنوري تائين ليڊبرگ کي فتح ڪيو ۽ سندس مهڙ واري توب فوج ڪسترن ويجهو هيٺائين اوڊر (دريا) تائين پهچي وئي جيڪا برلن کان باقي 40 ميل پوئتي هئي. ڳاڙهي فوج ۽ اتحادين جي مهڙ وارين فوجن جي وچ ۾ فقط 380 ميل جو مفاصلو هو. بهرحال، ڊگهي رسد واري قانون جرمن فوج جي مدد ڪئي، جنهن ڪري ڳاڙهي فوج پنهنجي پيش رفت کي عارضي طور جهڪو ڪري ڇڏيو.

فيبروري ڌاري برف رجڻ شروع ٿي جنهن ڪري اوڊر دريا ۾ گپ پڻ رڪاوٽ بڻجي ويون. جيتوڻيڪ، زوڪوف جي فوج ڪجهه جاين تان دريا مٿان ڪراسنگ حاصل ڪيون پر اهي ڪافي نہ هيون. ڪانيف جي فوج پڻ ترڇي انداز سان اڳتي وڌندي، 9 فيبروري تائين اوڊر جي ڪاٻي ڪناري تائين ۽ 13 جنوري تي سومرفيلڊ، جيڪو برلن کان 80 ميل پوئتي هو، تائين پهتي (ساڳئي ڏينهن، آخرڪار بداپيسٽ ۾ جرمن فوج آڻ مڃي اٽڪل هڪ لک 10 هزار فوجي قيد ڪيا ويا) پن ڏينهن ڪانپوءِ، ڪانيف، اڳڀرائي ڪندي زوڪوف جي مهڙ واري فوج جي برابر اچي پهتو.

پر جرمن دفاع پڻ مضبوط ٿيندو ويو ڇاڪاڻ تہ هاٽي محاذ، بالٽڪ کان بوهمين جبلن تائين، اٽڪل 200 ميل مختصر ٿيءِ چڪو هو. ان سان جرمن فوج جي ڪوٽ کي پرڻ جي گنجائش پيدا ٿي پئي. ساڳئي وقت، ڪانيف جي پيش رفت ۾ هڪڙي رڪاوٽ بريسلو (جتي اڳتي وڌيل ڳاڙهي فوج جي پنيان ويڙهہ ٿي رهي هئي) وٽ هئي جيئن پوزان (شهر) زوڪوف جي اڳڀرائي کي روڪي ڇڏيو هو.

فيبروري جي ٽئين هفتي تائين، جنرل ڪانيف، نيسي (جرمن علائقو) وٽ ۽ جنرل زوڪوف هيٺين اوڊر وٽ رڪجي ويا. ان دوران جرمن ڪمانڊ مغربي محاذ تان ۽ اندرين علائقن مان فوج گهرائي اوير ڏانهن تازي پرتي ڪئي. ڳاڙهي فوج طرفان پيدا ڪيل خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ جرمن ڪمانڊ رائن (علائقو) جي دفاع جي قرباني ڏيندي اوڊر جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ فوج اوڏانهن موڪلڻ جو فيصلو ڪيو. جنهن ڪري، مغربي محاذ تي، برطانوي ۽ آمريڪي فوج کي رائن پار ڪرڻ ۾ وڏيڪ آساني ٿي.[380]

---

[380] History of Second World War, Liddle Hart, p, 693-99

فاشسٽ جرمني پنهنجي فوج جو وڏو حصو اوڀرندي محاذ (سوويت فوج) ڏانهن موڪليو ۽ سخت مزاحمت ڪئي. جڏهن تہ اولهندي محاذ (فرانس، برطانيہ ۽ آمريڪا) جي فوج خلاف ٿوري قوت لڳائي. نازي ڪمانڊ ان وقت بہ هرممڪن طريقي سان ان ڪوشش ۾ هئي تہ مغربي ملڪن کان ڪي شرط مڃرائي ۽ پوءِ انهن جي فوجن اڳيان هٿيار ڦٽا ڪجن. يعنيٰ ڳاڙهي فوج جي پيٺ ۾ مغربي فوج جي سامهون واري قوت ڪمزور هئي جنهن ڪري ڪين ويڙهہ ۾ ڪجھ آساني ٿي.
ڳاڙهي فوج جي وڌندڙ پيش رفت ڪي ڏسندي مغربيٰ (برطانيہ ۽ آمريڪا جي) فوج پڻ پنهنجيون ڪارروائيون تيز ڪيون. ڇاڪاڻ تہ مغربي حڪمرانن کي اچي ڊپ لڳو تہ اسان کان اڳ ۾ جيڪڏهن سوويت يونين جرمنيءَ کي فتح ڪري ورتو تہ "اسانجي سڄي محنت تہ وڃي پاڻي ۾"
مارشل زوڪوف، مارچ جي ابتدا تائين، جرمن دفاعي قطار ٽوڙڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. پر ڳاڙهي فوج ڏور وارن پاسن کان اڳيرائي جاري رکندي اپريل ڌاري ويانا (شهر) ۾ داخل ٿي. ان دوران مغربي جرمن محاذ ڍير ٿي چڪو هو ۽ مغربيٰ (برطانيہ ۽ آمريڪا جون) فوجون آساني سان اڳتي وڌي رهيون هيون، جيڪي 11 اپريل تي، ايلب، برلن کان 60 ميل پوئتي، پهچي ويون ۽ اتي بيهي رهيون. 16 اپريل تي. مارشل زوڪوف، ڪانيف سان گڏ، نئين سر حملو شروع ڪيو. هفتي اندر، برلن جي پسگردائي تائين گهڙي آيا جتي هٽلر پنهنجي آخري لڙائي وڙهڻ جي چونڊ ڪئي. 25 اپريل تائين، زوڪوف ۽ ڪانيف، شهر (برلن) کي چوڌاري گهيري ۾ آڻي ان کي ٻين علائقن کان الڳ ڪري ڇڏيو ۽ 27 اپريل تي ڪانيف جي فوج ايلب وٽ آمريڪي فوج سان هٿ ملايو، پر خود برلن شهر ۾ جرمن طرفان سخت مزاحمت هلندڙ هئي.[381] 13 جنوري کان 25 اپريل تائين برلن جي لڙائي ٿيندي رهي جيڪا ڳاڙهي فوج لاءِ سڀ کان وڏي ۽ نقصانڪار آپريشن هئي. جنهن ۾ اٽڪل پوڻا ڇهہ لک فوجي مارجي ويا. 30 اپريل تي ڳاڙهي فوج برلن شهر جي وچ تائين پهچي چڪي هئي. ڳاڙهي فوج جي آرٽلري جي بمباري جا آواز هٽلر جي بنڪر جي ڀرپاسي ۾ گونجندا رهيا. ان دوران هٽلر پاڻ کي گولي هڻي خودڪشي ڪري ڇڏي (پوءِ سندس وصيت موجب سندس جسم کي ترت

381 History of Second World War, Liddle Hart, p, 710-11

ٻاهه ڏئي ساڙيو ويو). جرمن فوج جي برلن واري ڪمانڊر 2 مئي تي هٿيار ڦٽو ڪيا. برلن آپريشن 16 اپريل کان 8 مئي تائين هليو. 7 مئي جي صبح ۾ لڳي 41 منٽن تي جرمن چيف آف جنرل اسٽاف، الفرڊ جوڊ، غيرمشروط طور هٿيار ڦٽا ڪيا. ٻئي ڏينهن 8 مئي (روسي تاريخ 9 مئي) 1945 تي جرمن فيلڊ مارشل وليم ڪيٽل برلن ۾ مارشل زوڪوف جي هيڊڪوارٽر تي وري دستخط ڪيو. ائين يورپ ۾ جنگ پڄاڻي تي پهتي. 9 مئي کي سوويت يونين ۾ قومي موڪل "فتح جو ڏهاڙو" ڪري ملهايو ويو. 24 جون تي ماسڪو ۾ فتح جي پريڊ ڪئي وئي.



سوويت فوجي برلن شهر جي عمارت تي سرخ پرچم ڦڙڪائيندي

سوويت_جرمن محاذ تي چار اٽڪل سالن جي جنگ دوران ڳاڙهي فوج هٿان اٽڪل 507 جرمن فوجي ڊويزن تباهه ۽ قيد ٿيون. سوويت فوج دشمن جون 167000 گولا اڇلائيندڙ، 48000 توبون ۽ بندوقون، اٽڪل 77000 جهاز پڻ تباهه ڪيا. 100 ڊويزن فوج جرمني جي اتحادين (اٽلي، هنگري، رومانيه) ايرندي محاذ تي وڃائي. جرمني کي ٻي عالمي جنگ ۾ 70 سيڪڙو نقصان سوويت_جرمن محاذ تي ٿيو. اوپر واري محاذ تي اٽڪل ٽي ڪروڙ ماڻهو قتل ٿيا. اها ٻي عالمي جنگ جي سڀ کان وڏيڪ خونريزه ۽ ڏکي جنگ هئي. فقط ليننگراڊ ۾ 12 لک انسان موت جو شڪار ٿيا.

سوويت يونين فوجي حوالي سان ته فتح ماڻي پر انساني ۽ معاشي

حوالي سان نازي فوج ان کي تباهه ڪري ڇڏيو هو. جنگ کانپوءِ جرمن جنرلن خلاف نرمبرگ ۾ بين الاقوامي فوجي عدالت ۾ ڪيس هليا. جنهن ۾ اندازو لڳايو ويو ته سوويت يونين کي اٽڪل 679 بلين ربل جي ملڪيت جو نقصان پهتو هو. هڪ هزار 710 شهر برباد، ستر هزار ڳوٺ ۽ 40 هزار ميل ريل رستا پڻ تباهه ٿيا.

مٿين سمورين تباهين ۽ قتل عام جا مکيه ذميوار جرمن فاشسٽ ۽ برطانوي ۽ آمريڪي سامراجي حڪمران ٺهرايا ويا. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته جرمني جي حڪمرانن ۽ جنرلن کي ته سزائون آيون پر آمريڪا ۽ برطانيه جي حڪمرانن کي سزا ڇو نه ڏني وئي!

## ڏور اوڀر وارو محاذ

جاپاني سامراج جي شڪست کانسواءِ عالمي امن ممڪن نه هو. 1944 جي اونهاري ۾ اتحادين طرفان مطالبو ڪيو ويو ته جاپان خلاف سوويت يونين طرفان ٻيو محاذ کوليو وڃي.

جاپان وٽ طاقتور بحري ۽ زميني فوج هئي، چين، منچوريا، ڏکڻ سمنڊ جي ٻيٽن سميت ڪيترا علائقا سندس قبضي هيٺ هئا. پر جاپان جي سڀ کان وڏيڪ طاقتور فوج منچوريا وٽ مقرر ٿيل هئي. ان جون ڪمزوريون به هيون، هڪ ته اها جاپان جي گادي واري شهر کان تمام گهڻو پري هئي، ٻيو ان جي پٺيان چين ۾ جاپاني سامراج خلاف وڙهندڙ فوج هئي، ٽئين طرف کان ڪوريا جا ماڻهو پڻ جاپاني سامراج خلاف بيٺا هئا ۽ سوويت يونين جرمني کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ الهندي محاذ کان آجو ٿي چڪو هو، مطلب ته جاپاني فوج چئني پاسن کان خطري هيٺ هئي. جيتوڻيڪ، جاپان جي قبضي هيٺ منچوريا جو علائقو وسيع هو پر ان جي دفاع لاءِ قدرتي بيهڪ جاپان جي فائدي ۾ هئي. جيئن ته جاپان کي هر وقت سوويت يونين طرفان حملي جو خطرو هو ان ڪري اهي خبردار هئا تنهنڪري ڪنهن جنگي اڄرج ۾ وجهندڙ حملي جي گنجائش نظر نه پئي آئي. جاپاني فوج کي اڄرج ۾ وجهڻ لاءِ سوويت ڪمانڊ حملي جي تاريخ ڪنهن کي به نه ٻڌائي ۽ سڀ کان اهم ڳالهه ته رسد کي ايتري تيز رفتاري سان پهچائڻ جو بندوبست ڪيو ويو جيڪڏهن جاپاني فوج کي اڳواٽ ڄاڻ ملي به وڃي ها ته سوويت يونين حملو ڪرڻ وارو آهي، پر ان باوجود هو ائين سمجهن ها ته ڳاڙهي فوج کي گڏ ٿيڻ ۾

خاصو وقت لڳي ويندو. ساڳئي وقت ميدان جي چونڊ پڻ اچرج ۾ وجهڻ واري عنصر ۾ مدد ڏني. لڙائي جي ميدان واري علائقي ۾ جبل، ريگستان ۽ مخروطي ٻيلا وغيره هئا جنهن بابت جاپاني ڪمانڊ کي توقع هئي ته اتان سوويت ٽوپون نه گذري سگهنديون. پر عام روايتي جنگي منطق جي ابتڙ ريگستانن، ٻيلن ۽ جبلن، جاپاني ڪمانڊ کي منجهائڻ ۾ ڳاڙهي فوج جي مدد ڪئي. حملي جي وقت جي چونڊ پڻ جاپاني ڪمانڊ کي منجهائي ڇڏيو ڇاڪاڻ ته هنن کي توقع هئي ته برساتن جي موسم سبب ڳاڙهي فوج حملو نه ڪندي. پر برسات باوجود ڳاڙهي فوج حملو ڪيو جنهن جاپاني فوج کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو.

سوويت ڪمانڊ جاپاني فوج مٿان اوچتو ڪڙڪڻ لاءِ هر ممڪن ذريعو ڪتب آڻيندي، بغير ڪنهن آرٽلري جي تياري ۽ رات واري آپريشن جي، حملي جي رٿابندي ڪئي. پهريائين 20 کان 25 آگسٽ جي تاريخ طئي ڪئي وئي هئي. سموريون تياريون انتهائي رازداري سان ڪيون ويون. محاذن جي ڪماندرن کي زباني طور تي هدفن بابت ڄاڻ ڏني وئي. انتهائي غيرمعمولي ۽ مشڪل ميدان تي هڪ نئين خطرناڪ ۽ هنرمند دشمن (جاپان) خلاف جنگ هئي جنهن ڪري سوويت ڪمانڊ هرشي جو تفصيلي انداز سان حساب ڪتاب لڳايو.

جولائي 1945 ۾ پوسٽڊم ۾ اتحادي (آمريڪا، برطانيه، فرانس، چين، سوويت يونين) اڳواڻن جي ڪانفرنس تي جنهن ۾ سوويت يونين، آمريڪا، برطانيه ۽ چين طرفان جاپان کان غيرمشروط طور تي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو پر ان ۾ جاپان خلاف ائٽم بم استعمال ڪرڻ جو ذڪر ئي نه ٿيو.

سوويت يونين جاپان خلاف جنگ جون تياريون ڪري ئي رهيو هو ته ان دوران اوچتو آمريڪا طرفان ڪنهن به جنگي ضرورت ۽ عام فهم کان بالاتر تي هڪڙو وحشي قسم جو قدم کنيو ويو. 6 آگسٽ تي هيروشيما ۽ ٻن ڏينهن کانپوءِ 9 آگسٽ تي ناگاساڪي تي آمريڪي جهازن ائٽم بم ڪيرايا. انساني تاريخ ۾ ان قسم جي درندگي جو مثال ملڻ مشڪل آهي. پر سوال ٿو پيدا ٿئي ته آخر آمريڪا ائين ڇو ڪيو؟ جواب بلڪل چٽو آهي ته آمريڪي سامراجي حڪمرانن کي اچي ڊپ لڳو ته جرمني جي فاشسٽ هٽلري ٽولي کي شڪست ڏيڻ کانپوءِ مٿان سوويت يونين (اسان کان اڳ ۾) جاپان تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪري وٺي. تنهنڪري

مسئلي کي جلد کان جلد حل ڪرڻ جو طريقو اهوئي هو ته ائٽم بم استعمال ڪجي.

ائٽم بم ڪرڻ باوجود جاپاني سامراجي ٽولي جنگ تان هٿ نه ڪنيو. 9 آگسٽ تي سوويت ڏور اوڀر محاذ جي فوج اوچتو ۽ تيز رفتاري سان جاپاني فوج تي حملو ڪيو. جيتوڻيڪ 14 آگسٽ تي جاپاني حڪومت غيرمشروط طور تي هٿيار ڦٽا ڪرڻ جو اعلان به ڪيو پر سوويت محاذ تي موجود جاپاني فوج پنهنجي ويڙهه بند نه ڪئي ۽ ايتريقدر جو جوابي حملا ڪندي رهي ڇاڪاڻ ته جاپاني فوج کي سمورائي (Samurai) رواج پنهنجو پاڻ کي قيدي بڻجڻ جي اجازت نٿي ڏني. نيٺ، سخت ويڙهه ڪانپوءِ 20 آگسٽ تي جاپاني فوج هٿيار ڦٽا ڪيا. سخالن جي علائقي ۾ ته 25 ۽ 26 آگسٽ تائين ويڙهه هلندي رهي. ڳاڙهي فوج طرفان اچرج ۾ وجهندڙ حملي جي تصديق جاپاني جنرل شمزو هنن لفظن ۾ ڪئي ته "اسان ڪڏهن به توقع نه ڪئي هئي ته ڳاڙهي فوج مخروطي پيلن، ريگستان ۽ جبلن مان اوچتو ظاهر ٿيندي."

نيٺ، مسلسل چار سال ۽ ڪجهه ڏينهن (22 جون 1941 کان 9 آگسٽ 1945 تائين) جي سخت جدوجهد ۽ وڏين قربانين ڪانپوءِ سوويت يونين سُک جو ساهه کنيو.

## جرمن_سوويت جنگ جا فيصلا ڪن مکيه عنصر

- سوويت يونين تي حملي وقت، نازي جرمني جي وڏي غلطي "ٻن محاذن تي وڙهڻ" واري ظاهري پاليسي هئي.
- هٽلر پنهنجن ناجائز مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي نشي ۾ تمام وڏي ايراضي تي قبضو ته ڪري ڇڏيو پر ايڏي وڏي علائقي جي مختلف محاذن جو مسلسل بچاءُ ڪرڻ تمام ڏکيو هو.
- ڪنهن به سماج ۾ جنگ ڪا الڳ ۽ ڪٽيل شعبو ناهي، حقيقت ۾، ان جو بنيادي دارومدار ان سماج جي معاشي سگهه تي هجي ٿو. انهيءَ حوالي سان فرانس جي وزيراعظم Clemenceau جو مشهور جملو آهي ته "جنگ هڪ سنجيده معاملو آهي جنهن کي صرف جنرلن جي حوالي نٿو ڪري سگهجي." مطلب ته جاپان، اٽلي ۽ سڀ کان اهم جرمني جي معاشي صورتحال ايتري بهتر نه هئي جيڪي

ايترو وقت جنگ جو خرچ پري سگھن ٿا ۽ جنگ کي برقرار رکڻ لاءِ ڪيتريون ئي شيون صنعتي ڪارخانن مان تيار ٿينديون آهن. مثال طور لوهه، ربڙ، بارود، پيٽرول، ڪپهه وغيره.

- سوويت يونين جي قابل قيادت تيز رفتاري سان مهڙ وارن صنعتي علائقن مان ڪارخانن کي پري وارن علائقن ڏانهن منتقل ڪري ڇڏيو هو.
- پروفيسر لڊل هارٽ جي خيال موجب سوويت يونين جهڙي علائقي ۾ جنگ جي ڪاميابي ۽ ناڪامي ۾ حڪمت عملي ۽ تدبيرن کان وڌيڪ اهميت وسيع ايراضي، جنگي ساز سامان جي گهٽائي ۽ مشيني برتري کي هئي. مطلب ته توڙ ۾ فيصلو پڪيڙ ۽ فوجي قوتن وچ ۾ توازن ڪيو.
- سوويت يونين هڪ وسيع علائقو هو جتي هر وقت دشمن کي پاسن کان ڏک هڻڻ ۽ آزادي سان حرڪت ڪرڻ جي گنجائش موجود هئي، پر شرط اهو هو ته 1941 ۾ ماسڪو ۽ 1942 ۾ اسٽالن گراڊ وانگر جرمن فوج ظاهر ظهور هڪ جاءِ تي جمع نه ٿئي ها. ايراضي وسيع هجڻ سبب هر دفعي بچي وڃڻ جا گس موجود هئا جن کي منهن ڏيڻ جرمن هٿيارن ۽ ٽيڪنالوجي جي وس ۾ نه هو.
- جرمني جي اقتصادي ماهرن جو خيال هو ته جيڪڏهن ڪجهه عرصي اندر سوويت يونين سان ٿيندڙ ويڙهه لاءِ خود سوويت يونين مان (جنگ ڪرڻ لاءِ) وسيلا پيدا نه ڪيا ويا ته شڪست کائيندا سين.
- سوويت يونين طرفان ٿيل جنگ بنيادي طور تي عوامي جنگ هئي، ۽ جنهن جنگ جون پاڙون عوام ۾ کتل هونديون آهن، انهن کي شڪست ڏيڻ ناممڪن تي ويندو آهي. جڏهن ته هٽلر ۽ نازي ٽولي طرفان ڪيل جنگ جون پاڙون عوام ۾ کتل نه هيون.
- ڳاڙهي فوج جائز ۽ منصفاڻي جنگ وڙهي رهي هئي، ڇاڪاڻ ته سوويٽ يونين جون فوجون پنهنجي وطن، پنهنجي عوام ۽ دنيا جي بين مظلوم قومن لاءِ ويڙهه ڪري رهيون. جڏهن ته نازي فوج جا مقصد ناجائز ۽ قبضي گيري وارا هئا ان ڪري انهن عنصرن جرمن فوجن جي اخلاقي سگهه کي ڪاٽ هڻي ڇڏيو.
- ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت هيٺ فوج ۽ عوام جي بهادرانه

ڪوششن سوويت يونين خلاف هٽلر جي وڄ جي تيزي وانگر فتح ماڻڻ واري منصوبي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. هڪ سوشلسٽ ملڪ طرفان فاشزم جي صورت ۾ بين الاقوامي رجعت پرست قوتن خلاف عظيم محب وطن جنگ ڪئي وئي.

## دشمنن طرفان ڳاڙهي فوج کي خراج تحسين

ٻي عالمي جنگ کان اڳ ۽ جنگ جي ابتدا ۾، مغربي دنيا کي هٽلر هڪ عظيم شخصيت پئي لڳو، جنهن ۾ کين ميڪياؤلي جي عياري سان گڏ نيپولين جي جنگي حڪمت عملي ۽ عُربن جي جنونيت جو ذائقو محسوس پئي ٿيو. جڏهن هٽلر فرانس تي ڪاهه ڪري ان کي شڪست ڏني ته هن کي دنيا جي عظيم حڪمت عملي جي ماهرن ۾ شمار ڪيو ويو. پر جڏهن کيس سوويت يونين ۾ ماسڪو واري محاذ تي جوابي ڌڪ لڳو ته پوءِ سندس شخصيت جو تصور پورا پورا ٿي ويو ۽ نازي درندن کي شڪست ملي. پر بعد ۾، جنگ ذوران ۽ ان جي پڄاڻي تي، جرمن فوج کي مليل سموريون سوڀون جرمن جنرل اسٽاف سان منسوب ڪيون ويون ۽ مليل برين شڪستن جو ذميوار فقط ٿي فقط هٽلر کي قرار ڏنو ويو. نه صرف ايترو پر هٽلر کي هڪ چريو ۽ بيوقوف قسم جو سپاهي سڏيو ويو جنهن جي پس پرده معنيٰ اها ٿي ته اسٽالن ته هڪ چريي ۽ بيوقوف کي شڪست ڏني. اهو ڪو وڏو معرڪو ته ڪونه هو! ساڳئي ريت، جڏهن سوويت يونين فتحون ماڻيون تڏهن وري، اڪثر مغربي ليکڪن طرفان لکيل تاريخ ۾، اسٽالن بدران سمورو سهرو روسي جنرل زوڪوف ۽ ويسلوسڪي وغيره کي ڏنو ويو. برطانيه جي سر ايلن بروڪ مڃيو ته "اسٽالن وٽ انتهائي اعليٰ ترين فوجي دماغ آهي، هن ڪڏهن به پنهنجي ڪنهن به بيان ۾، ڪابه جنگي غلطي نه ڪئي، ۽ نه ئي ڪڏهن ڪنهن صورتحال جي سمورين پيچيدگين کي سمجهڻ ۾ ناڪام رهيو." "هن جي آڏو روزويلٽ ۽ چرچل جي روشني جهڪي محسوس پئي ٿي." هٽلر هڪڙو پيرو اسٽالن لاءِ چيو هو ته "اهو ماڻهو صدين کي آڏو رکي سوچيندو آهي."[382] ارنولڊ پنهنجي ڊائري ۾ اسٽالن بابت لکيو ته "بي ڊپو، هوشيار ذهن، تيز سوچيندڙ ۽ حاضر

[382] War between Generals By David Irving, p, 17

جواب، بي رحم، پنهنجن ارادن جو جرائت سان اظهار ڪرڻ وارو هڪ عظيم رهنما.“[383]

اهي ٻئي نقطه نظر حقيقتن جي ڦيرقار آهن. اهو ڪنهن لقاءِ ڪي مابعدالطبعاتي انداز سان ڏسڻ جو طريقو آهي جيڪو هرهڪ شي ڪي الڳ ڪري ان ڪي جزن ۾ ورهائي ڏسي ٿو جڏهن ته جدلياتي انداز شين ۽ لقاءِ ڪي ڪلي طور ٻين شين ۽ لقائن سان ڳنڍيل ۽ انهن ۾ سماپل ۽ هڪٻئي تي منحصر ڪندڙ انداز سان پرکي ٿو. جيتوڻيڪ، تاريخ ۾ فردن جو اهم ڪردار هجي ٿو پر بنيادي ڪردار عوام جو هوندو آهي ۽ ان سان گڏوگڏ سماج جي تاريخي، سماجي-معاشي جوڙجڪ ئي هوندي آهي جيڪا ان دور جي عوام توڙي فردن ڪي بنياد فراهم ڪندي آهي. ان حوالي سان، سوويت يونين ۾ سوشلسٽ سماجي نظام هو ته ٻئي طرف فاشسٽ نسل پرست سماجي نظام هو جيڪو عالمي سامراجي قوتن جي اظهار جي هڪڙي صورت هو. جيڪڏهن ٻي عالمي جنگ ۽ خاص ڪري سوويت-جرمن جنگ ڪي انهن معاملن کان الڳ ڪري ڏسبو ته درست نتيجا نه ڪيي سگهبا.

جنگ جي اڳرائي نازي فوج طرفان ڪئي وئي هئي، ان لاءِ هنن رٿابندي ڪري پنهنجي حڪمت عملي تيار ڪئي هئي. جنهن ڪري، جنگ جي ابتدائي مرحلي ۾ جنگي پيش قدمي پڻ نازي ڪمانڊ وٽ هئي. جڏهن ته سوويت يونين پنهنجي بچاءَ جي ويڙهه ڪري رهي هئي. جيئن ته روس هڪ وسيع و عريض علائقو رهيو آهي تنهنڪري تاريخي طور تي هُنن اڪثر دفاعي حڪمت عملي تي ئي عمل ڪيو. ڪلاز وٽ جي خيال مطابق دفاعي ويڙهه سڀ کان وڌيڪ مضبوط ۽ سڀ کان وڌيڪ سستي حڪمت عملي آهي.

سوويت حڪمت عملي ”دفاع“ ڪي جنگ جو لازم حصو سمجهيو پئي، پر ”حملي“ آور آپريشن جي معاملي ۾ دفاع جو ڪردار مددگاري هو. اصولي طور تي، ”جبري پوئتي هٽڻ“ ممڪن آهي، پر محاذ جي ڪنهن هڪ الڳ حصي ۾ يا محدود سطح تائين. پوئتي هٽڻ جو اصل مقصد حملي جي تيارين لاءِ عارضي طور کنيل قدم سمجهيو ويندو هو.[384]

---

[383] Ibid, p,25

[384] Russia at War, 139.

ماسڪو، اسٽالن گراڊ، ڪرسڪ، بيلا روس ۽ ڏور اوڀر وارين لڙائين وقت حملا ۽ جوابي حملا سوويت جنگي فن جي حوالي سان دوڪي ۽ اچرج ۾ وجهندڙ حملن جا اعليٰ نمونا هئا. دفاعي جنگي تدبيرن جي حوالي سان (سوويت جنگ جي) نظريي ۽ عمل پنهي ثابت ڪيو ته ويڙهه جي ڪنهن به صورت ۾ مڪيه قوتن جي صف بندي اونهائي (مهڙ کان پٺ تائين) ڪئي وڃي. سوويت جرمن جنگ بابت لکيل ڪتابن ۾ اڪثر طور ذڪر ٿيل آهي ته سوويت يونين پوئتي پيل ملڪ هو. پر خود جرمن جنرل ان جي ابتڙ ڳالهه ڪن ٿا. روسي هٿيارن ۽ تدبيرن بابت جنرل رندشٽ بيان ڪري ٿو ته ”روسي توبون، شروع کان ئي، اچرج ۾ وجهندڙ معيار ۽ پروسي واريون هيون.“ جنرل ڪليسٽ چيو ته ”روسين جا هٿيار، رائفل، آرٽلري وغيره اسانجي هٿيارن کان وڌيڪ جديد ۽ زبردست هئا، خاص ڪري، T-34 توب، جيڪا ان وقت دنيا جي عمدي ترين توب هئي.“ انهيءَ حوالي سان جنرل گدرين ٻڌايو ته ”آءُ نٿو سمجهان ته روسي ڪو پٺتي پيل ماڻهو آهن، 1933 ۾ هنن وٽ تيزي سان توبون ٺاهڻ جا ڪارخانا هئا، هنن ۾ هڪڙي خاص ڳالهه هئي ته هي جلدي ۾ پين ملڪن جي هٿيارن جو نقل ڪري وٺندا هئا.“

پر سوويت-جرمن جنگ ۾ پين پاسن سان گڏوگڏ اهم ترين پاسو خود ڳاڙهي فوج جي ويڙهه جو آهي. ڪنهن به جنگ جي تياري ۽ ويڙهه دوران دشمن جي مالي، آبهوائي، موسمي رخن ۽ هٿيارن ڪي ڳڻپ ۾ آڻي سگهجي ٿو ۽ انهن مسئلن ڪي اڳواٽ بندوبست ڪري منهن به ڏئي سگهجي ٿو پر انساني مزاحمت جي باري ۾ اڳواٽ اندازو لڳائڻ ۽ ويڙهه دوران ان ڪي گهٽائڻ انتهائي مشڪل ڪم هوندو آهي. چاڪاڻ ته انساني مزاحمت، ارادي ۽ صلاحيت کي ماپي نٿو سگهجي. قدرتي رڪاوٽون ڪيتريون ئي پوائتيون ڇو نه هجن پر ويڙهه جي قابليت کان گهٽ خطرناڪ هونديون آهن.

روسي ليکڪن طرفان لکيل جنگ جي داستانن مان حوالا ڏيڻ کي شايد جانبداري ۽ هڪ طرفو انداز فرض ڪيو ويندو. تنهنڪري، اچو ته خود نازي جنرلن جا خيال پڙهون ته اهي (ڳاڙهي فوج جي وجود جا ويري) ڳاڙهي فوج جي قابليت، بهادري ۽ سورهيائي بابت ڇا ٿا چون؟ نازي جنرلن، اڻسڌي ريت، ڳاڙهي فوج کي خراج تحسين هيٺين لفظن ۾ پيش ڪيو آهي.

جرمن جنرل ڪليسٽ هنن لفظن ۾ ڳاڙهي فوج جي تعريف ڪئي آهي ته ”اهي ماڻهو (ڳاڙهي فوج) جنگ جي ابتدا کان ئي، عمده ويڙهاڪ هئا. اسان ڪامياب ان ڪري ٿياسين جو اسانکي اعلىٰ قسم جي تربيت مليل هئي، جڏهن ته ڳاڙهي فوج تجربي ذريعي (جنگ ڪندي) پهرين جوڙ جي ويڙهاڪ فوج بڻي. اهي انتهائي سختي سان وڙهيا، هنن وٽ حيران ڪندڙ حد تائين سهپ ۽ برداشت هئي، ۽ اهي شيون جيڪي ٻين فوجن لاءِ انتهائي ضروري هونديون آهن، هي انهن کانسواءِ ويڙهه جاري رکندا هئا. سوويت جنرل اسٽاف ابتدائي جنگ ۾ مليل شڪستن مان تيزي سان گهڻو ڪجهه سکيو، ۽ ڏسندي ڏسندي جلدئي اعلىٰ پايي جا قابل بڻجي ويا.“ منتوفل چيو ته ”مون ڪيترين جاين تي روسي عورتون ڏٺيون، جيڪي انتهائي مشڪل حالتن ۾ سختي، جنونيت ۽ بهادري سان ڪم ڪري رهيون هيون.“ ”ڳاڙهي فوج ۾ هڪڙي غيرمعمولي خوبي هئي ته هي ٽئنڪ ۽ خراب ٿيل توبن کي پنهنجن ڪلهن تي کڻي وري تيزي سان مرمت ڪري ايندا هئا تنهن کانپوءِ مون پنهنجي فوجين کي چيو ته توبن کي مورڳو ئي باهه ڏئي ڇڏيو.“

روسي جنرلن جي قابليت بابت ٻڌائيندي رندشت چيو ته ”زوڪوف هڪ غيرمعمولي ماڻهو هو، ۽ جنرل ڪانيف جنگي تدبيرن جو ماهر هو.“ جنرل دمتر چيو ته ”جيئن جيئن جنگ هلندي رهي تيئين روسي فوجي آفيسر، هيٺان کان مٿي تائين، پنهنجو معيار به بلند ڪندا رهيا. انهن جي سڀ کان وڏي خوبي اها هئي ته هو سکڻ لاءِ هر وقت تيار هوندا هئا.“ ”جونيئرن کي هيٺين سطح تي فيصلا ڪرڻ جي آزادي به هئي.“ ”اسان (جرمن) پڻ ضابطي واري اصول (جيڪو روسي فوج ۾ هو) کي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اسان انهن جو نقل ڪيو پر انهن وري اسانجون جنگي اٽڪلون ڪاميابي سان نقل ڪيون.“

جرمن جنرل بلمينٽرٽ چيو ته ”اولهه ۾ جنگي سامان ۽ هٿيارن جي جنگ هئي، جڏهن ته اوير (سوويت يونين) ۾ گولي باري نه پر ويڙهه وڌيڪ هئي ڇاڪاڻ ته هن پاسي جا ماڻهو وڌيڪ سخت قسم جا هئا. رات جي ويڙهه، دوبدو هٿن سان ويڙهه ۽ ٻيلن ۾ ويڙهه جي طريقن کي هنن (سوويت فوج) ئي هٿي وٺرائي.“ جرمن فوجي اڪثر چوندا هئا ته ”اوير (سوويت يونين) ۾ بهادر فوج وڙهي پئي ۽ اولهه ۾ فائر برگيڊ هڪيو تڪيو بيٺو آهي.“ ”ان جنگ ۾ ئي اسان پهريون ڀيرو سکيو ته سچ پچ روس جي معنىٰ ڇا آهي! جون 1941 جي شروعاتي ويڙهه ئي اسانجي آڏو

ظاهر ٿيو تہ هيءَ هڪڙي نئي سوويت فوج آهي. اسانکي پنجاهہ سيڪڙو نقصان پهتو. اسانجي زمين ۽ فضا مان ڪيل ڳري بمباري باوجود، عورتن جي هڪ بٽالين، هفتي تائين، آخري سپاهي تائين، پراڻي قلعي بريسٽ لٽوسڪ جو دفاع ڪيو. جنهن ڪري اسان سان وڏو مسئلو ٿيو. پر ان بابت هٽلر ۽ مٿين اڳواڻن کي واقفيت نہ هئي." "1941_45 واري ڳاڙهي فوج، زار شاهي واري فوج کان تمام گهڻو مضبوط/سخت هئي، چاڪاڻ تہ هي هڪڙي خيال (نظريي) لاءِ ديوانن وانگر وڙهي رهيا هئا ۽ ان (نظريي) سندن اورچائي ۽ بهادري ۾ اضافو ڪري ڇڏيو. ڳاڙهي فوج ۾ ضابطو زار واري فوج کان وڌيڪ هو." "جتي ڳاڙهي فوج بيهي رهي يا پنهنجو پاڻ دفاع ڪري، تہ پوءِ ان کي شڪست ڏيڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو هو ۽ ان ۾ گهڻو خون وهندو هو." "هنن ۾ ڪا بہ شڪايت يا سُس پُس نہ هوندي هئي." "اوير ۽ اولهہ بہ دنيائون آهن؛ ۽ اهي هڪبئي کي نٿا سمجهي سگهن. روسي پنهنجا وات بند رکي سگهن ٿا ۽ ائين اسين سندن دماغ پڙهي بہ نہ سگهنداسين." "سڀ کان اهم ڳالهہ تہ اخلاقي سگهہ سندن اهم گڻ هئي، جنهن ڪري هي رسد کانسواءِ بہ وڙهيا پئي." "توهين سندن رسد واري لائين ٽوڙي ڪين (روسي فوج کي) عام فوج وانگر شڪست نٿا ڏئي سگهو چاڪاڻ تہ ڪا رسد جي لائين هجي تہ ان کي ٽوڙيون. هي (روسي فوج) توب پنيان ولر وانگر، گهڻو ڪري گهوڙن تي سوار هوندا، ۽ پرپاسي جي ٻنين ۽ ڳوٺن مان سُڪل ڪاڏي جوُن ٻوريون پنهنجن پٺن تي ڪٽندي وڙهندا ۽ اڳتي وڌندا رهن ٿا. مغرب جو فوجي اهڙو تصور بہ نٿو ڪري سگهي." جنرل گدرين "آءٌ توهان کي خبردار ڪريان ٿو تہ روسين کي ڪڏهن بہ گهٽ نہ سمجهو."[385]

## "عظيم روسي عوام جي هيروازم جا ٽورائيتا"

1944 ڌاري برطانيہ جي وزير اعظم چرچل چيو تہ "اُهي روسي هئا جن نازي فوج جي آنڊن کي چيري ڦاڙي ڇڏيو."[386] اهي روسي هئا جيڪي نازي جرمني جي ويڙهہ جي مڪيہ باهہ ۾ سڙيا، ۽ انهن جي ئي مهرباني هئي جو لکين برطانوي ۽ آمريڪي زندگيون بچي ويون. ارنيسٽ بيون، 21 جون 1942 ۾ چيو تہ "اسين سوويت يونين جي جيڪا بہ مدد ڪريون پيا اها ڳاڙهي فوج جي بيمثال ڪوشش جي ڀيٽ ۾ بلڪل ڪجهہ بہ

[385] Other Side of the Hill, p, 329-39
[386] Russia at War, p, 15

ناهي. اسانجي اولاد جو اولاد، تاريخ جي ڪتابن ذريعي، جڏهن پنتي نظر ڦيرائي ڏسندو ته پاڻ کي عظيم روسي عوام جي هيروازم جو ٽورائتو محسوس ڪندو." [387]

پنهنجي مادر وطن جي هٿياربند دفاع لاءِ بيمثال توانائي ۽ عوام جو بلندترين شعور، سندن هيروازم ۽ قرباني سوشلسٽ نظام جي نوعيت سان مشروط هجن ٿا. ڪميونسٽ پارٽي جي قيادت هيٺ فوج ۽ عوام جي بهادرانہ ڪوششن سوويت يونين خلاف هٽلر جي وڄ جي تيزي وانگر فتح ماڻڻ واري منصوبي کي ناڪام بڻائي ڇڏيو. سوويت فوج طرفان فيصلہ ڪن جوابي حملي لاءِ حالتون تيار ڪيون ويون. سوويت فوج ماسڪو، اسٽالن گراڊ، ڪرسڪ، ڊينپر ۽ ٻين جاين وٽ حملا ڪيا. پوءِ سوويت هٿياربند فوج دشمن کي جرمني تائين پوئتي ڌڪي ڇڏيو جتي هنن فاشسٽ هٽلري فوج جون پاڙون پٽي ڇڏيون. ائين هڪ سوشلسٽ ملڪ طرفان فاشزم جي صورت ۾ بين الاقوامي رجعت پرست قوتن خلاف عظيم محب وطن جنگ کٽي وئي جيڪا ڪامياب ٿي.

اها اصل ۾ عوامي جنگ هئي، هڪ تہ جنگ جي عذابن خلاف عوام پنهنجي زندگي لاءِ وڙهيو ۽ ٻيو تہ هي غيرجارح ماڻهو هئا، هي پنهنجو پاڻ لاءِ وڙهيا ۽ هيءَ جنگ هنن جي پنهنجي جنگ هئي. جنگ جي چئن سالن دوران روسي عوام جنهن قسم جي حب الوطني جي جذبي ۽ جان نثاري جو مظاهرو ڪيو ان جو مثال انساني تاريخ ۾ ورلي ڪٿي ملندو، فقط لينن گراڊ جي گهيري وارو داستان، پورو جو پورو، لاثاني آهي. هر هڪ ماڻهو کي پارٽي جو نعرو ياد هو تہ "اسانجو مقصد جائز آهي؛ فتح اسانجي ٿيندي!"

هر لڙائي، امتحان ۽ جدوجهد ۾ هر اول دستي وانگر ڪميونسٽ پارٽي سوويت عوام جو روح هئي ۽ ڪين اتساهہ ڏيندڙ هئي. عظيم محب وطن جنگ عوامي جنگ هئي، تنهنڪري دشمن مٿان فتح بہ عوام جي فتح هئي. ڳاڙهي فوج ۽ عوام ان ۾ هڪ گهر جي ڀاتين وانگر وڙهيا ۽ فتح جي جشن کي ملهايو. اسٽالن (24 مئي 1945) تي چيو تہ "روسي عوام جو سوويت حڪومت تي اعتماد هو جنهن فاشزم، انسانذات جي دشمن، مٿان تاريخي فتح حاصل ڪرڻ ۾ فيصلاڪن ڪردار ادا ڪيو."

"اسان تي ڀروسو ڪرڻ لاءِ روسي عوام جي مهرباني!"

[387] Russia at War, p, 15-16

| ٻي عالمي جنگ جا ترتيبوار واقعا | تاريخ |
| --- | --- |
| نازي فوج طرفان زيڪوسلاويڪا تي حملو | 15 مارچ 1939 |
| فرانس طرفان دفاعي خرچن ۾ اضافي جو اعلان | 17 مارچ 1939 |
| هٽلر طرفان پولينڊ کان آزاد شهر ڊينزگ جو مطالبو | 21 مارچ 1939 |
| برطانيه ۽ فرانس طرفان پولينڊ جي حمايت جو واعدو | 29 مارچ 1939 |
| اٽلي طرفان البانيه تي حملو ۽ قبضو | 7 اپريل 1939 |
| برطانيه ۽ فرانس طرفان رومانيه ۽ يونان جي حمايت جو واعدو | 13 اپريل 1939 |
| سوويت يونين طرفان برطانيه ۽ فرانس سان ٽه-ڌريو اتحاد جوڙڻ جي آڇ | 18 اپريل 1939 |
| سوئيڊن، ناروي ۽ فن لينڊ طرفان جرمني جي غيرجارحيت وارن معاهدن جي آڇ رد | 17 مئي 1939 |
| اسٽالن ۽ هٽلر طرفان سوويت_نازي ناهه تي دستخط ڪيو ويو | 23 آگسٽ 1939 |
| برطانيه ۽ پولينڊ باهمي مدد جي معاهدي تي دستخط ڪيو | 25 آگسٽ 1939 |
| جرمن فوج طرفان پولينڊ تي ڪاهه، ڊينزگ، آزاد شهر تي قبضو | 1 سيپٽمبر 1939 |
| برطانيه ۽ فرانس طرفان نازي جرمني خلاف اعلان جنگ | 3 سيپٽمبر 1939 |
| جرمن فوجون ۽ سوويت فوجون پولينڊ جي شهر بريسٽ_لٽوسڪ تي پهتيون | 17 سيپٽمبر 1939 |
| ڳاڙهي فوج طرفان پولينڊ تي حملو | 17 سيپٽمبر 1939 |
| جرمن اڳواڻ هيڊرچ اعلان ڪيو ته پولينڊ ۾ سمورا يهودي گهيٽوز ۾ قيد ڪيا وڃن | 21 سيپٽمبر 1939 |
| پولينڊ جي فوج وارسا ۾ هٿيار ڦٽا ڪيا | 27 سيپٽمبر 1939 |
| آمريڪي صدر روزويلٽ اعلان ڪيو ته آمريڪا يورپي جنگ ۾ غيرجانبدار رهندو | 3 آڪٽوبر 1939 |
| ڳاڙهي فوج طرفان فن لينڊ سان جنگ | 30 نومبر 1939 |
| سوويت يونين ليگ آف نيشنس مان خارج | 14 ڊسمبر 1939 |
| فن لينڊ طرفان سوويت يونين سان امن معاهدو | 12 مارچ 1940 |
| پال ريمنڊ فرانس جو وزير اعظم بڻيو | 20 مارچ 1940 |

| | |
|---|---|
| برطانيه جا فوجي ناروي جي نمسوس علائقي ۾ | 8 اپريل 1940 |
| جرمني طرفان ڊينمارڪ ۽ ناروي سان جنگ | 9 اپريل 1940 |
| نازي فوج طرفان فرانس تي حملو | 10 مئي 1940 |
| چمبرلين جي جاءِ تي ونسٽن چرچل برطانيه جو وزيراعظم بڻيو | 10 مئي 1940 |
| نيدرلينڊ هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ راڻي برطانيه رواني | 14 مئي 1940 |
| جرمن جنرل رنڊشٽ جي فوج سيڊان وٽ فرانسيسي دفاع کي پورا پورا ڪري ڇڏيو | 23 مئي 1940 |
| هٽلر طرفان فرانس ۽ بيلجيم ۾ جرمن فوج کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جو حڪم | 23 مئي 1940 |
| هٽلر طرفان وڙي حملو ڪرڻ جو حڪم | 25 مئي 1940 |
| برطانوي ۽ فرانسيسي فوجن جي ڊنڪرڪ تان واپسي | 27 مئي 1940 |
| بيلجيم هٿيار ڦٽا ڪيا ۽ لنيوپلوڊ (3) کي گرفتار ڪيو ويو | 28 مئي 1940 |
| چرچل، ڪرپس کي سوويت يونين ۾ برطانيه جو سفارتڪار مقرر ڪيو | 30 مئي 1940 |
| 3 لک 38 هزار برطانوي، فرانسيسي ۽ بيلجين فوجن جا آخري جٿا ڊنڪرڪ تان واپس ٿيا | 4 جون 1940 |
| فاشسٽ اڳواڻ مسوليني طرفان اتحادين (برطانيه ۽ فرانس) خلاف اعلان جنگ | 10 جون 1940 |
| جرمن فوج فرانس جي گادي واري شهر پئرس ۾ داخل | 14 جون 1940 |
| جرمن فوج خلاف آمريڪا فرانس جي مدد ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو | 15 جون 1940 |
| فرانس طرفان نازي جرمني سان فائربندي تي دسخط ڪندي فرانس کي ٻن زونن ۾ ورهايو ويو | 22 جون 1940 |
| آمريڪي صدر جاپان ڏانهن جنگي سامان جي آمدرفت تي بندش وجهي ڇڏي | 5 جولائي 1940 |
| جرمن جهازن طرفان برطانيه تي بمباري | 10 جولائي 1940 |
| هينري فلپ وشي فرانس جو صدر بڻيو | 11 جولائي 1940 |
| اٽلي جي فوج برطانوي سومالي لينڊ ڏانهن اڳيرائي ڪئي | 3 آگسٽ 1940 |
| جرمن جهازن برطانيه جي جهازن، هوائي اڏن ۽ جاين کي نشانو بڻايو | 13 آگسٽ 1940 |

| واقعو | تاريخ |
|---|---|
| جرمن جهازن طرفان لنڊن مٿان بمباري | 23 آگسٽ 1940 |
| برطانيه جي هوائي فوج طرفان جرمني جي گادي واري شهر برلن مٿان بمباري ڪئي | 25 آگسٽ 1940 |
| اٽلي جي فوجن تيزي سان مصر ڏانهن پيش رفت ڪئي | 13 سيپٽمبر 1940 |
| جاپان طرفان نازي جرمني ۽ فاشسٽ اٽلي سان ٽرڊريو اتحاد تي صحيحيون | 27 سيپٽمبر 1940 |
| هٽلر اسپين جي اڳواڻ فرانڪو سان مليو ۽ ان کي جنگ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چيو | 23 آڪٽوبر 1940 |
| اٽلي جي فوج طرفان يونان تي حملو | 28 آڪٽوبر 1940 |
| برطانوي بحري فوج اٽلي جي بحري فوج تي ٽورينٽو وٽ حملو | 11 نومبر 1940 |
| برطانوي فوج توبرڪ (آفريڪا جو علائقو) تي قبضو ڪري ورتو | 22 جنوري 1941 |
| بلغاريه ٽرڊريي اتحاد (جرمني، جاپان ۽ اٽلي) ۾ شامل ٿيڻ جو اعلان ڪيو | 1 مارچ 1941 |
| برطانيه جي فوج اٽلي جي قبضي هيٺ آيل ايٿوپيا تي ڪاهه ڪئي | 7 مارچ 1941 |
| جرمن جنرل اروِن روميل ريگستاني جنگ ۾ پنهنجو پهريون حملو ڪيو | 24 مارچ 1941 |
| اتحادي فوج جو ڪمانڊر ڪننگم، اوڀر آفريڪا، اديس ابابا ۾ داخل ٿيو | 6 اپريل 1941 |
| ايٿوپيا ۾ اٽلي جي فوج اتحادي فوج اڏو هٿيار ڦٽا ڪيا ۔ | 6 اپريل 1941 |
| جرمني، اٽلي ۽ بلغاريه طرفان يوگوسلاويا تي حملو | 10 اپريل 1941 |
| جرمن جنرل وون ڪليسٽ ۽ پهريون پينزر گروپ بلغريڊ ۾ داخل ٿيو | 12 اپريل، 1941 |
| جاپان طرفان سوويٽ يونين سان "جنگ نه ڪرڻ" واري ناهه تي دسخط ڪيو ويو | 14 اپريل 1941 |
| يوگوسلاويا جرمن فوج آڏو هٿيار ڦٽا ڪيا | 17 اپريل 1941 |
| يونان جرمن فوج اڳيان اڻ مڃي ڇڏي | 21 اپريل 1941 |
| جرمن جنرل روميل ۽ ان جي فوج مصر ۾ داخل | 25 اپريل 1941 |
| رڊولف هيس اسڪاٽ لينڊ ڏانهن اڏاڻو ۽ گرفتار | 10 مئي 1941 |
| برطانوي ۽ فرانس طرفان شام تي حملو | 8 جون 1941 |

| | |
|---|---|
| نازي فوج طرفان سوويت يونين تي ڪاهه | 22 جون 1941 |
| فن لينڊ طرفان سوويت يونين خلاف اعلان جنگ | 25 جون 1941 |
| هنگري طرفان سوويت يونين خلاف اعلان جنگ | 27 جون 1941 |
| شام (ملڪ) ۾ جنگ بندي تي دسخط | 12 جولائي 1941 |
| سوويت يونين ۽ برطانيه طرفان باهمي مدد جي ٺاهه تي صحيحيون | 12 جولائي 1941 |
| جرمن فوج طرفان لينن گراڊ ڏانهن پيش رفت | 12 آگسٽ 1941 |
| جرمن فوج ڪيف شهر (سوويت يونين جي يوڪرين جي گادي جو هنڌ) تي قبضو . | 20 سيپٽمبر 1941 |
| جرمن فوج طرفان ماسڪو تي حملو | 6 آڪٽوبر 1941 |
| برطانوي جهازن طرفان جرمني جي شهر نرمبرگ تي بمباري | 13 آڪٽوبر 1941 |
| جنرل هديڪي ٽوجو جاپان جو وزيراعظم بڻيو | 16 آڪٽوبر 1941 |
| ماشا برسڪنا، پهريون سوويت گوريلو، جنهن کي ماڻهن جي سامهون ڦاسي ڏني وئي | 26 آڪٽوبر 1941 |
| برطانيه طرفان فن لينڊ، هنگري ۽ رومانيه خلاف اعلان جنگ | 5 ڊسمبر 1941 |
| جاپاني فوج طرفان آمريڪي بحري اڏي، پرل هاربر، تي حملو | 7 ڊسمبر 1941 |
| جاپاني فوج "پرنس آف ويلز" (ٻيڙو) کي ٻوڙي ڇڏيو | 10 ڊسمبر 1941 |
| جاپاني فوج طرفان برما تي حملو . . | 11 ڊسمبر 1941 |
| هٽلر جرمن جنرل براڻوچس کي هٽائي ڇڏيو | 19 ڊسمبر 1941 |
| جاپاني فوج فلپائن جي گادي واري شهر منيلا تي قبضو ڪري ورتو | 22 ڊسمبر 1941 |
| هانگ ڪانگ جي فوجي ڇانوڻي هٿيار ڦٽا ڪيا | 25 ڊسمبر 1941 |
| جاپاني فوج ملايا جي گادي واري شهر ڪوالالمپور تي قبضو ڪري ورتو . | 11 جنوري 1942 |
| جنرل ارٿر پرسول سنگاپور طرف پوئتي هٽڻ جو حڪم ڏنو | 25 جنوري 1942 |
| آمريڪا ۾ آمريڪي جاپانين لاءِ الڳ ڪيمپون ٺاهيون ويون | 29 جنوري 1942 |
| جاپاني فوجون سنگاپور جي اتراولهه واري پاسي کان لٿيون | 8 فيبروري 1942 |

| | |
|---|---|
| جنرل پرسول جاپاني فوج اڳو هٿيار ڦٽا ڪري ڇڏيا | 15 فيبروري 1942 |
| جاپاني جهازن آسٽريليا جي شهر ڊاورن مٿان بمباري ڪئي | 19 فيبروري 1942 |
| آمريڪي فوج فلپائين کي ڇڏي ڏنو | 22 فيبروري 1942 |
| برطانوي جهازن جرمني جي شهر لبڪ تي بمباري ڪئي | 23 مارچ 1942 |
| آمريڪي جهازن طرفان ٽوڪيو (جاپان جي گادي جو شهر) مٿان بمباري | 18 اپريل 1942 |
| جاپان طرفان برما ۾ منڊالي تي قبضو | 1 مئي 1942 |
| مڊوي جي لڙائي جي ابتدا | 3 جون 1942 |
| جرمن جنرل روميل طرفان نيل رچي کي غزالا وٽ شڪست | 14 جون 1942 |
| روميل ۽ جرمن فوجن توبرڪ تي قبضو ڪري ورتو | 21 جون 1942 |
| جرمن جنرل مينشٽن سيوستاپول (سوويت شهر) تي قبضو ڪري ورتو | 2 جولائي 1942 |
| جرمن فوج اسٽالن گراڊ ۾ داخل ٿي | 24 آگسٽ 1942 |
| روميل برطانيه جي اٺين فوج تي الم هافا وٽ حملو ڪيو | 30 آگسٽ 1942 |
| برطانوي جنرل منٽگمري ال امين وٽ جوابي حملي جو حڪم ڏنو | 23 آڪٽوبر 1942 |
| جرمن فوج کي ال امين واري لڙائي ۾ شڪست ملي | 4 نومبر 1942 |
| جنرل آئزن هاور تنزانيه تي حملي جي اڳواڻي ڪئي | 8 نومبر 1942 |
| هٽلر وشي فرانس تي قبضي ڪرڻ جو حڪم ڏنو | 11 نومبر 1942 |
| برطانوي فوج ٻيهر توبرڪ تي قبضو ڪري ورتو. | 12 نومبر 1942 |
| جرمن جنرل منشٽن ۽ ڇوٿين پينزر فوج، ڇهين فوج کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي | 12 ڊسمبر 1942 |
| جرمن جهازن لنڊن تي ٻيهر حملا ڪيا | 18 جنوري 1943 |
| اتحادي فوج ٽريپولي تي قبضو ڪري ورتو | 23 جنوري 1943 |
| پولينڊ جي شهر وارسا ۾ جرمن خلاف بغاوت ٿي | 19 اپريل 1943 |
| هڪ لک 30 هزار جرمن فوج تنزانيه ۾ هٿيار ڦٽا ڪيا | 13 مئي 1943 |
| اتحادي فوجون جرمني جي قبضي هيٺ آيل سسلي ۾ لٿيون. | 10 جولائي 1943 |
| ايمانيول (3) اٽلي ۾ مسوليني کي برطرف ڪري ڇڏيو | 25 جولائي 1943 |

| | |
|---|---|
| ڳاڙهي فوج ٻيهر خارڪوف تي قبضو ڪري ورتو | 23 آگسٽ 1943 |
| منٽگموڙي ۽ انهن فوج اٽلي ۾ لٿو | 3 سيپٽمبر 1943 |
| اوٽو سڪرزني جي اڳواڻي ۾ جرمن جاسوسن مسوليني کي جيل مان ڪڍي ورتو | 12 سيپٽمبر 1943 |
| مسوليني اٽلي جي ڳرڌا ڏنڍ وٽ نئين فاشسٽ حڪومت قائم ڪري ورتي | 15 سيپٽمبر 1943 |
| اٽلي جي نئين وزير اعظم، بدوگليو، اتحادين سان جنگ بندي واري اعلان تي دستخط ڪيا | 23 سيپٽمبر 1943 |
| ڳاڙهي فوج طرفان سمولينسڪ جي شهر کي ٻيهر آزاد ڪرائي ورتو | 25 سيپٽمبر 1943 |
| اٽلي جي وزيراعظم، بدوگليو، جرمني خلاف اعلان جنگ ڪيو | 13 آڪٽوبر 1943 |
| ڳاڙهي فوج ڪيو جي شهر کي ڇڏائي ورتو | 6 نومبر 1943 |
| برطانوي جهازن برلن شهر مٿان بمباري ڪئي | 18 نومبر 1943 |
| اتحادين طرفان گلبرٽ ٻيٽ تي حملو | 20 نومبر 1943 |
| زيڪوسلاويڪا جي اڳواڻ بينز ۽ اسٽالن طرفان امن معاهدو ڪيو ويو | 12 ڊسمبر 1943 |
| آمريڪي صدر، روزويلٽ، برطانوي وزيراعظم ونسٽن چرچل ۽ اسٽالن تهران (ايران) ۾ ملاقات ڪئي | 28 ڊسمبر 1943 |
| آرڊ.ونگيٽ برما ۾ "آپريشن خميس" شروع ڪيو | 5 مارچ 1944 |
| آمريڪي جهازن طرفان برلن شهر تي ڏينهن جو بمباري ڪئي وئي | 6 مارچ 1944 |
| ونگيٽ برما ۾ جهاز ڪرڻ سبب فوت ٿي ويو | 14 مارچ 1944 |
| جرمن جنرل وون ڪليسٽ ۽ منشٽن کي هٽلر هٽائي ڇڏيو | 29 مارچ 1944 |
| جرمن فوج سيوستاپول (سوويت شهر) کي خالي ڪري ڇڏيو | 9 مئي 1944 |
| جنرل مارڪ ڪلارڪ ۽ اتحادي فوج روم تي قبضو ڪري ورتو | 4 جون 1944 |
| نارمنڊي ۾ اتحادي فوجون لٿيون ۽ جرمني خلاف اولهندي پاسي ٻيو محاذ کليو | 6 جون 1944 |
| ڳاڙهي فوج منسڪ شهر کي آزاد ڪرائي ورتو | 3 جولائي 1944 |
| اتحادي فوجون نارمنڊي جي ڪائن تي قبضو ڪري ورتو | 9 جولائي 1944 |

| | |
|---|---|
| هڊيڪي ٽوجو جاپان جي وزارت عظميٰ تان استعفيٰ ڏئي ڇڏي | 18 جولائي 1944 |
| هٽلر کي قتل ڪرڻ وارو منصوبو ناڪام ٿيو | 20 جولائي 1944 |
| جرمن قبضي خلاف وارسا ۾ پولش مزاحمت ڪندڙن بغاوت ڪئي | 1 آگسٽ 1944 |
| آمريڪي فوج پئرس ۾ داخل ٿي | 24 آگسٽ 1944 |
| رومانيه جرمني خلاف اعلان جنگ ڪيو | 25 آگسٽ 1944 |
| برطانيه جون فوجون برسلز (بيلجيم جي گادي وارو شهر) ۾ داخل | 4 سيپٽمبر 1944 |
| اتحادي فوجون نازي جرمني ۾ داخل ٿيون | 11 سيپٽمبر 1944 |
| جنگ ڪانپوءِ واري جرمني بابت غورويچار ڪرڻ لاءِ چرچل ۽ روزويلٽ ڪيوبڪ ۾ ملاقات ڪئي | 11 سيپٽمبر 1944 |
| رومانيه طرفان آمريڪا، برطانيه ۽ سوويت يونين سان جنگ بندي | 12 سيپٽمبر 1944 |
| فن لينڊ طرفان سوويت يونين سان جنگ بند جو معاهدو | 19 سيپٽمبر 1944 |
| هٽلر جرمني جي سمورن مردن (ٻارن توڙي پوڙهن) کي فوج ۾ ڀرتي لاءِ حڪم ڏنو | 25 سيپٽمبر 1944 |
| جرمن فوج وارسا واري بغاوت کي ڪچلي ڇڏيو | 2 آڪٽوبر 1944 |
| برطانيه جي فوج جرمني جي قبضي هيٺ يونان ۾ داخل ٿي | 4 آڪٽوبر 1944 |
| ڳاڙهي فوج زيڪوسلاويڪا ۾ داخل ٿي | 6 آڪٽوبر 1944 |
| اسٽالن، چرچل ۽ روزويلٽ ماسڪو ۾ ملاقات ڪئي | 9 آڪٽوبر 1944 |
| نازي حڪومت پنهنجي جنرل روميل کي خودڪشي ڪرڻ تي مجبور ڪيو | 14 آڪٽوبر 1944 |
| بلغاريه طرفان اتحادين سان جنگ بندي اعلان | 28 آڪٽوبر 44 |
| هنگري ۾ ڳاڙهي فوج طرفان نئين حڪومت جو قيام | 21 ڊسمبر 1944 |
| برطانيه طرفان برما ۾ نئين حملي جي ابتدا | 3 جنوري 1945 |
| ڳاڙهي فوج وارسا کي آزاد ڪرائي ورتو | 17 جنوري 45 |
| ڳاڙهي فوج بڊپيسٽ کي ڇڏائي ورتو | 18 جنوري 45 |
| اسٽالن، چرچل ۽ روزويلٽ ييلٽا ڪانفرنس ۾ مليا | 4 فيبروري 45 |
| جرمني جي شهر ڊريسڊن مٿان بمباري | 13 فيبروري 45 |
| آمريڪي فوج آئيوو جوما ٻيٽ تي لٿي | 19 فيبروري 45 |

| | |
|---|---|
| آمريڪي فوج منيلا تي قبضو ڪري ورتو | 28 فيبروري 45 |
| آمريڪي هوائي فوج ٽوڪيو شهر مٿان بمباري ڪئي | 9 مارچ 45 |
| برطانوي ۽ انڊين فوج برما جي منڊالي تي قبضو ڪيو | 20 مارچ 45 |
| ڳاڙهي فوج آسٽريا ۾ داخل | 29 مارچ 45 |
| آمريڪي فوج اوڪينوا ۾ لٿي | 1 اپريل 45 |
| آمريڪي صدر روزويلٽ فوت ۽ سندس جاءِ تي هيري ٽرومين آيو | 12 اپريل 45 |
| سان فرانسسڪو ۾ يونائيٽيڊ نيشن جي ڪانفرنس | 25 اپريل 45 |
| مسوليني کي اٽلي جي نوريلن ڦاهي ڏئي ڇڏي | 28 اپريل 45 |
| اٽلي ۾ موجود جرمن فوجن اتحادي فوج اڳيان هٿيار ڦٽا ڪيا | 29 اپريل 45 |
| هٽلر ۽ ايوا براؤن خودڪشي ڪري ڇڏي | 1 مئي 1945 |
| برلن ۾ جرمن فوج جي ڪمانڊر هٿيار ڦٽا ڪيا | 2 مئي 45 |
| جرمني جي سموري فوج هٿيار ڦٽا ڪيا | 4 مئي 45 |
| ڊينمارڪ آزاد ٿيو | 5 مئي 1945 |
| جرمن جنرل الفرڊ جوڊ سرڪاري طور تي هٿيار ڦٽا ڪيا | 8 مئي 1945 |
| جرمن فوج ڳاڙهي فوج اڳيان زيڪوسلاويڪا ۾ آڻ مڃي | 9 مئي 45 |
| جرمن جنرل هنرچ هملر خودڪشي ڪري ڇڏي | 22 مئي 45 |
| آمريڪي جهازن هيروشيما تي ائٽم بم ڪيرايو | 6 آگسٽ 45 |
| آمريڪي جهازن ناگاساڪي مٿان ائٽم بم اڇلايو | 9 آگسٽ 45 |
| جاپاني جنرل تومويوڪي فلپائن ۾ آڻ مڃي | 2 سيپٽمبر 45 |
| جاپاني فوج هٿيار ڦٽا ڪيا | 2 سيپٽمبر 1945 |

## Bibliography

### Books


- Soviet General Staff at War (1941-45) by S. M. Shtemenko (Published by Progress Publishers, Moscow, 1970)
- History of Second World War by B. H. Liddell Hart (Published by Pan Books Ltd, 1973)
- The Other Side of the Hill by B. H. Liddell Hart (Published by Cassell & Company Ltd, 1948)
- Second World War by Winston S. Churchill (*Gathering Storm,* Vol I, Penguin Books, 1948)
- Their Finest Hour (Second World War Series) By Winston Churchill (Boston: Houghton Mifflin, 1949)
- Hitler's War & The War Path by David Irving (Focal Point Publication, London, 1991)
- Imperialism is Highest Stage of Capitalism by Lenin (Progress Publishers, Moscow)
- Churchill's War by David Irving (Focal Point Publication, London, 2002)
- Wall Street & Rise of Hitler by Antony C. Sutton, 1976
- The Roosevelt Myth, By John T. Flynn (The Devin-Adair Company, New York 1948).
- World War II, Myth & Realities by Oleg Rzheshevsky (Progress Publishers, Moscow, 1984)
- Secrets of the Second World War by G. Deborin (Progress Publishers Moscow, 1971)
- Hitler's War Directives 1939-1945, edited by H. R. Trevor-Roper (Pan Books, 1966)
- Hitler's War on Russia, by Paul Carell (George G. Harrap & Co, LTD, London, 1964)
- Perpetual War for Perpetual Peace, A Critical Examination of the Foreign Policy of F. D. Roosevelt and Its Aftermath. Edited by, Harry Elmer Barnes (Caldwell, Idaho: The Caxton Printers, Ltd, 1953)
- Rise & Fall of Third Reich by William L Shirer (Pan Books, London, 1960)
- Tragedy and Hope; A History of the World in Our Time, By Carroll Quigley (Volumes 1-8. New York: The Macmillan Company 1966.)
- The Forced War: When Peaceful Revision Failed By David L. Hoggan (Institute for Historical Review 18221/2 Newport BL, Suite 191.)
- The Outbreak Of The Second World War: Design or Blunder? Ed By John L.

Snell (Tulane University D. C. Heath and Company Boston, 1961)

- Merchant of Death, A Study of the International Armament Industry, By H. C. Engelbrecht and F. C. Hangighen (Dodd, Mead & Company, New York, 1934)
- FDR: *The Other Side of the Coin: How we were Tricked into World War II* By Hamilton Fish (New York: Vantage Press, 1962)
- Mein Kampf by Adolf Hitler (1925)
- Bock Door to War: The Roosevelt Foreign Policy, 1933-1941 By Charles Callan Tansill, (Chicago, 1952)
- Hitler, Man & Myth by Roger Manvell & Heinrich Fraenkel (Granada Publishing Ltd 1978)
- Franklin D. Roosevelt & The New Deal 1932-1940, By William E. Leuchtenburg (Harper & Row, Publishers, New York, 1963)
- History of British Secret Service by Richard Deacon (Grafton Books, 1991)
- Crusade in Europe by Dwight D. Eisenhower (Doubleday & Company Inc, New York, 1948)
- Anthony Eden, by V. Trukhanovsky (Progress Publishers, Moscow)
- Diares & Letters 1930-39, Harold Nicolson (Collins.Fontana Books, 1966)
- Europe In The Era of Two World Wars By Volker R. Berghahn (Princeton University Press)
- What About Germany? By Louis P. Lochner (New York: Dodd, Mead & Company, Inc., 1942.
- Conjuring Hitler: How Britain and America Made the Third Reich By Guido giacomo Preparata, (London and Ann Arbor, MI; Pluto press 2005).
- FDR & U. S.-French Relations, 1938-1942 By Clayton R. Baird
- America's Second Crusade By William Henry Chamberlin (Henry Regnery Company, 1950.)
- The Life and Death of Adolf Hitler, By Robert Payne (Dorset Press, New York)
- Hitler was British Agent, By Greg Hallett (FNZ Inc. Auckland, New Zealand 2005.)
- Codeward: Direktor (Story of Red Orchestra) By Heinz Huhne (Pan Books Ltd, London, 1971.)
- The Third Reich in Power (1933-1939) by Richard J. Evans, (Allen Lane & Penguin Books, 2005.)
- Disgrace Abounding by Douglas Reed (published: March, 1939.)
- War between Generals By David Irving (Focal Point, USA, 1981.)
- The World Economy: A Millennial Perspective. Organisation for Economic Co-operation and Development. Maddison, Angus (2001).

- What's a little debt between friends?". BBC News. 10 May 2006.
- Executive Intelligence Review, May 20, 1994, Vol 21, No 21. by Mark Burdman
- Six between Roosevelt & Hitler: America's Role in the Appeasement of Nazi Germany, by Frederick W. Marks III (Historical Journal, Vol. 28. No 4. (Dec. 1985. Printed in Great Britain).
- "Saving England Wasn't Worth It," June 2007. By Scott Horton ( http://www.antiwar.com/horton/?articleid=11213 )
- The World Almanac Book of World War II
- Strategic Military Deception by Donald C. Daniel, Katherine L. Herbig (Pergamon Press Ltd, 1961)
- A Lifelong Cause by V. M. Vasilevsky (Progress Publishers, Moscow, 1973)
- Soldier's Duty by K. Rokossovsky (Progress Publishers, Moscow, 1970)
- Year of Victory by I. Konev (Progress Publishers, Moscow, 1969)
- Stalingrad by Heinz Schroter (Michael Joseph Ltd, 1958).
- Moscow & Stalingrad by Progress Publishers, Moscow (1972)
- Russia at War (1941-45) by Alexander Werth (Pan Books, Ltd, London, 1964)
- Marx-Engels Correspondence, Progress Publishers, Moscow
- 900 Days, Siege of Leningrad by Harrison E. Salisbury (Avon Books, 1969)
- The Conduct of War (1789-1961) by J. F. C Fuller (Methuen & Co Ltd, 1961)
- On War (Vol I) by Carl von Clausewitz (1827)
- Art of War by Sun Tzu
- Selected Military Writings by Mao tze tung
- Conspiracy Among Generals by Wilhelm Von Schramm (East Midland Printing Co Ltd, 1956)
- Makers of Modern Strategy, Ed by Edward Mead Earle (Princeton University Press (1952)
- Marxism on War by Progress Publishers (1972)
- Soviet Strategy by V. D. Sokolovski (1963)
- Decisive Wars of History by B. H. Liddell Hart
- World at War (Video Documentary, 25 hours)
- Unresolved mysteries of WWII (Video Documentary, 7 hours)
- Why We Fight (Video Documentary, 8 hours)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصِي ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن، جي ويريءَ تـي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هـو بـوليءَ جي آڙ ڇُپـن ٿا؛

ريـتـيءَ تـي راتـاهـا ڪـن ٿـا، موتـي مَنجهہِ پـهـاڙ ڇُپـن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄـڪـلـهہ نـيـلا پـيـلا آهـن؛

گـيـتَ بہِ ڄـڻ گـوريـلا آهــن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَر جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَر جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اڻٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي ڀائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)